





مُصنّف:-

فقير لطف علي

سجاده نشين

گادي غمدل فقير




بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

# ديوان
# گلزارِ غمدل

"گلزارِ غمدل گل چمن گندم سندي گناهه جا"

مصنف جا سپ حق ۽ واسطا قائم


هي ديوان لطف علي فقير سجاده نشين گادي غمدل فقير اشرف آفسٽ پريس سکر مان ڇپائي
شايع ڪرايو

سالِ اشاعت ـــــــــــــــ ١٩٨٩ع

تعداد اشاعت: ـــــــــــــــ هڪ هزار

ڪتابت: غلام ليسين فخري سکر



جناب عبدالخالق فقير عرف غازي ”غمدل“ سائين جي
سنہ ١٩٧١ع ڏاڙهي ورتل هڪ يادگار تصوير



”گلزارِ غمِ دل“ رسالي جو مصنف ۽ سجاده نشين
فقير لطف علي سائين جي يادگار تصوير



جناب فقير عبدالخالق عرف غازي "عمدل" سائينءَ جي
سنه ١٩٦٠ع ڌاري ورتل هڪ يادگار تصوير



جناب غازي "غمدل" فقير سائين جو خاندان ساڄي کان کاٻي ١ منظور علي ولد لطف علي فقير ٢ فقير لطف علي سائين ٣ مظهر علي ولد لطف علي فقير ٤ شفقت علي ولد لطف علي فقير جو گروپ تصوير، سندس ڪافي ڳائي رهيا آهن-



جناب فقير غازي غمدل سائين جا فقراهي حال وسلا جي پنهنجي زندگي دوران استعمال ڪيا هئائون.



**جناب فقير غازي "عمدل" سائين جو يادگار گروپ فوٽو**

ويٺل ساڄي کان کاٻي طالبن سميت ۱ ساماڻو فقير ۲ فقير انور علي انور

۳ جناب فقير غازي "عمدل" سائين ۴ فقير محمد خان عرف "ابيچند" ۵ فقير علي مراد

بکراڻي "بسمل"۔ ساڄي کان کاٻي بيٺل فقير: ۱ فقير غلام حسين جوکيو [redacted]

۲ فقير پير بخش ولد عمدل فقير۔ ۳ سچل فقير ۴ امام علي فقير۔

(هيءَ تصوير تقريباً ۱۹۵۶ع ڌاري ورتل آهي۔)





فقير غلام مُصطفيٰ جوکيو

(ايس. ڊي. ايم ڪنڊڪوٽ)

جنهن جي خصوصي توجهه ۽ نگرانيءَ هيٺ هي رسالو شايع ٿيو.





يادگار تصوير

فقير قائم الدين خاصخيلي

جنهن رسالي ۾ تعاون ڪيو.



جناب فقير غازي ”محمدل“ سائين جي مزار شريف يعني آخري آرامگاه در
شهر نبي شاه وڳڻ ۾ درگاه شريف سائين قلندر شاه جيلاني جي
دروازي تي عنايت ٿيل جڳهه.



درگاه شريف سائين قلندر شاه جيلاني درشهر نبي شاه وڳڻ
جو ٻاهريون ڏيک.

# فهرست مضامين



هديه: ٢ سو روپيه

Scanned by CamScanner

Scanned by CamScanner

Scanned by CamScanner

بِسۡمِ اللهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

# سَوانح حيات

## صُوفي سرمست حضرت

# عبدالخالق

## عُرف

# غازي غمدل فقير

## صُوفي القادري سروري سُلطاني

# حالِ عرض

"الحمدلله" جو اڄ جناب حضرت غازي غمدل سائين جن جو مجموعه ڪلام "گلزار غمدل" داستان جي صورت ۾ اسان ۽ اوهان جي هٿن ۾ موجود آهي، جنهن کي هڪ رسالي جي صورت ۾ هڪ وڏي جاکوڙ سان آندو ويو آهي. ڇو ته جنهن وقت کان سندن عشق جو آغاز ٿيو ته پاڻ مرشد پاڪ سائين قلندر شاهه جيلاني جي حڪم موجب شعر چوڻ لڳا، جو سندن زباني گوهر الفاظ آهن ته جڏهن شعر ڪلام چوڻ جو خيال يعني دور پيدا ٿيندو هو ته هڪ ئي وقت ڏهه پندرهن يا ويهه ڪلام به تيار ٿي ويندا هئا پر گهڻي عرصي گذرڻ تائين پاڻ ڪڏهن به قلم کڻي ڪو شعر ڪلام قلمبند نه ڪيو. جيڪڏهن ڪن طالبن فقيرن ڪجهه شعر ڪلام لکيا به هئا ته پاڻ غمدل سائين جن اهي ڪٺي ڪري درياءَ ۾ داخل ڪري ڇڏيا، جيڪي هميشه لاءِ ختم ٿي ويا. وقتي پاڻ فرمائيندا هئا ته اسان جو ٻه حصا شعر ڪلام ختم ٿي ويو. جنهن مان ثابت آهي ته موجوده شعر ڪلام ٽئين حصي جي برابر آهي. اهو به جڏهن پاڻ سن ١٩٤٨ع تي رتيديري ۾ سڪونت پذير ٿيا تڏهن لکڻ شروع ڪيائون جيڪو سندن قلمي نسخي جي صورت ۾ اسان وٽ موجود آهي.

ان کان علاوه ڪافي شعر ڪلام پوءِ طالبن، مريدن فقير دوستن ۽ درويشن کان هٿ ڪري "گلزار غمدل" ۾ درج ڪيا ويا آهن. ان کان سواءِ الراقم الحروف به پنهنجي هٿن سان سندن شعر ڪلام داستان جي صورت ۾ لکيو آهي سو به اسان وٽ موجود آهي.
هن داستان يعني "گلزار غمدل" جي ڇپائي شايع ڪرڻ ۾ اسان سان فقير غلام مصطفيٰ جوڻئي صاحب جو مڪمل تعاون رهيو آهي، جنهن صاحب جاني ۽ مالي قرباني سان هن ڪارِ خير ۾ مدد ڪري اجر دارين حاصل ڪيو آهي. اسين بدست بدعا آهيون ته الله پاڪ تبارڪ وتعاليٰ کيس اهل و عيال سميت شاد و آباد رکي ۽ کيس نوڪري ۾ به ترقي عطا فرمائي آمين.
هن کان اڳ فقير انور علي بلوچ به ڇپائڻ جي خيال کان "گلزار غمدل" لکيو هو پر افسوس جو ساڻس زندگي ساٿ نه ڏنو ۽ تاريخ ١٨-١٢-١٩٧٩ع تي اوچتو دل جي دوري پوڻ سبب وفات ڪري ويو. سندس لکيل قلمي نسخو اسان وٽ موجود آهي. سندس ڏنل ترتيب سان ڇپائڻ جو ڪم ڪيو ويو آهي. الله تعاليٰ ۽ مرشد هادي کيس جوارِ رحمت ۾ جڳهه عطا ڪري فرمائي آمين.
وڌيڪ افسوس صد افسوس سان ڏک جو اظهار ڪندي قلم کي لکڻ لاءِ مجبور ڪجي ٿو ته فقير غلام مصطفيٰ پنهور جيڪو هن وقت گل فقير جي نالي سان سڏائي رهيو آهي ۽

سنڌس طالب مخدوم غوث محمد عرف منظور علي قادري بغير اسان جي اجازت جي ۽ بغير ڪنهن مواد جي "گلزار غمدل" حصو پهريون ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. ڪين نه سرڪاري قانون، نه شريعت جو قانون ۽ نه طريقت جو قانون اجازت ڏيئي رهيو آهي، ڇو ته جناب غازي غمدل سائين جن جو فرزند طالب ۽ گادي نشين ۽ خادم الفقراء زنده ويٺو آهي. ڪين اهو ڪم ڪندي پنهنجي حقن واسطن استعمال ڪو به حق نه آهي ڇو ته داستان "گلزار غمدل" جا حق واسطا مون وٽ موجود ۽ محفوظ آهن

جيئن ته پاڻ عبرت اخبار جو حوالو ڏيندي اقرار ڪيو اٿن ته فقير لطف علي سائين فرزند مرشد پاڪ ۽ غمدل سائين ۽ سجاده نشين درگاه مرشد پاڪ جن فقير سائين جن جو پورو سالو ڇپرائي رهيا آهن، تڏهن به ايڏي ديده دليري ڏيکاري ساڳي نالي سان رسالو شايع ڪرايو اٿن هڪ ڏينهن ڪيس فقير برادري ۾ اهڙو حساب ڪتاب ڏيڻو پوندو.

قارئين حضرات! جيئن ته مان اديب نه آهيان، ٿي سگهي ٿو ته ڪي لکڻ ۾ غلطيون سرزد ٿيون هجن ته درگذر ڪري معاف ڪندا. پاڻ خود اندازو لڳائي سگهو ٿا ته ڪيڏيون نه هن ڪم ۾ مشڪلاتون درپيش آيون هونديون. هن ڪٺن ڪم کي وڏي جاکوڙ سان سرانجام ڪيو اٿم پر خداوند قدوس جي ڪرم نوازي سان سڀ ڏک لهي سکن ۾ تبديل ٿي ويا جو "گلزار غمدل" اڄ ڇپجي منظر عام تي اچي ويو آهي. آمين ثم آمين. ـــ

خادم الفقراء
لطف علي فقير
ساڪن رتوديرو ضلع لاڙڪاڻو
سنڌ

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

# تمهيد

سموريون ثنائون انهي مالڪ کي ڄڳائن جنهن پنهنجي حبيب، دلين جي طبيب، آقا ۽ نامدار، مديني جي سرڪار، جهانن جي سردار جي ظهور خاطر هن ڪائنات کي وجود بخشيو.

انسان ذات کي پنهنجي انس ۽ محبت وچان اشرف المخلوقات جو درجو عنايت ڪري ڌرتي ماتا تي پنهنجو خليفو مقرر ڪرڻ فرمايو، جنهن جي اهڙي مسند تي جلوه افروز ٿيڻ لاءِ جهان، دنيا جي هر طبقي تي رهندڙن، پنهنجي ناپسندي ڏيکاري- ايتري حد تائين جو ملائڪن به ايجاد آدم عليه السلام تي اعتراض جو اظهار ڪيو.

خالقِ اڪبر پنهنجي قدرت ۽ حڪمت سان وري اهڙو دستور ايجاد ڪيو جو آدم کي ڄاڻ جو علم عطا فرمائي سڀني ملائڪن کي حڪم ڪيو ته "هي اوهان کان وڌيڪ حڪمت ۽ ڄاڻ وارو آهي، تنهن ڪري هن کي تعظيم جو سجدو ڪيو.

گر نہ بودی ذاتِ حق اندر وجود
آب و گل راکئہِ کنندد ملکِ سجود

اهڙي نموني انسان عشق ۽ محبت جو تاج سر تي ڪڻي، سموري مخلوق کان وڌيڪ اشرف ٿيڻ جو لقب حاصل ڪري ملائڪن جو قبلي گاهه بڻيو ۽ موجودات جو صحيح انگ وعدہ ان طرح پورو ٿيو، جهڙي طرح جتي جتي به ڌرتي سڳوريءَ تي پاڻي جي اڻاٺ ۽ اڻ پورائي سبب شدت ۽ بوساٺ پيدا ٿيڻ لڳندي آهي اتي قادر پنهنجي قدرت سان برسات جي رحمت لاءِ ڪڪر پيدا ڪري، بوندون برسائي ان ماندائي ۽ اداسائي کي ختم ڪري ڇڏيندو آهي. اهڙي طرح دنيا جي هر هڪ خطي تي- ڪند ڪڙڇ ۾ جتي به اڻاٺ زندگي بسر ڪرڻ لاءِ رڪاوٽون، ناشانائيتون، رواج ۽ رسمون پيدا ٿيون آهن جنهن سبب ڪري انسانن جون دليون مايوس ٿي پنهنجي . تڙپ ۽ امنگن جو اظهار جوش جنبش آنهن ۽ دانهن جي صورت ۾ ٿي ڪيو.

سندن آه ۽ آواز عرشِ معليٰ تي رحيم و رحمان جي دربار ۾ پهچي رحم و راحت لاءِ داد رسي پئي ڪئي آهي.

”آه جاتي هے فلک پر رحم لانے کے لئے
بادلو ہٹ جاؤ- دیدو راه جانے کے لئے“ (اقبال)

ميري دل کي آرزو هئي- امداد نظر کردي
ابرِکرم سي باران- آباد صحر کردي
غمدل کهي بچاره- تجهه بن نهين کو چاره
تيرا هي هئي سهارا- دل شاد مگر کردي

اهڙي حالت ۾ رحم جي بخشش جو درياءُ موجزن ٿيندو رهيو. الله تبارڪ و تعاليٰ حضرت آدم عليه السلام کان وٺي ويندي سرور ڪائنات فخر موجودات حضرت محمد مصطفيٰ احمد مجتبيٰ صلي الله عليه وسلم تائين هڪ لک چوويهه هزار انبياء ڪرام کي انسان ذات جي بيچيني دور ڪرڻ، سڪ ۽ محبت، جو پيغام پهچائڻ لاءِ هرهڪ کي پنهنجي پنهنجي وقت تي صحيفن ۽ ڪتابن سان موڪليندو رهيو.

دردِ دل آهي تہ بهتر- نہ تہ بن وڃي بيا ٻئي جهان
مانجهہ مزو الفت- اگر حاصل ڪرين عالي مڪان ”غمدل“

اهو اسلام جو مڪمل روشن سج رحمة اللعٰلمين جي خطاب سان عربستان ۾ جلوه‌افروز ٿيو. اهو رحمت جو مرڪز سڄي عالم تي قرب حضوري جي ڀالوٽ لاءِ آيل هو. جنهن لاءِ عرب و عجم، بصريٰ و بغداد، مصر و ملتان، عراق و ايران، چين و اسپين هند ۽ سنڌ مطلب تہ ساري دنيا جا ملڪ منتظر ۽ مشتاق، ماندا ۽ آسائتا هئا تہ اهو ابرِ رحمت اڃهوڪي اڃي سائيهہ کي سڏاس ڪندو.

## ڪلام

اڄ پڻ اتر پار ڏي کڪر ٿو ڪري
روضي پاڪ رسول ﷺ جي باڙيو پٽ پري
وڄڻ ساڻ وري، ته سگهڙن سڪ لٿي

آڪهيو آهي، لکيو پس لطيف چئي
وٺو مينهن وڏ ڦڙو ڪيو ڏڻ ڪاهي
ڇڻ ڇڏي پٽ پٺو سڀر سنباهي
و هو م لاهي آسرو الله سان

آگم ڪيا الله لکيو پس لطيف چئي
پلر جي پالوٽ سين پٺ جهليا پاهه
واحد وڏائي ڪيا متي گسڻ گاهه
سانگيئڙن وريا ساهه، آئن آب اگوندرو

(شاهه)

آنهي پلر جي پالوٽ جي قرب واري ڪڪر جنهن مان رحمت جي ڦڙي ملڻ جي اُميد ۽ آسرو هو. سنڌ جيڪا دنيا جي نقشي ۾ سپ ۽ دل جي صورت سان مشابهه آهي، سا هن دنيا جي اجهاڳ سمنڊ جي سطح تي سپ وانگر باران، رحمت جي بي بها موتيءَ لاءِ تڙپندي ۽ ڦٿڪندي پئي رهي.

سپ سمنڊ ۾، سڄي ابر سارو س
ٻاڙو پئي نه پيڙي منو منهن لڳو س
ماڪ تي مڙيو س، جيئن تنگ ڪيائين تار ۾ "شاهه"

دنيا جا ڪيترا ملڪ دين اسلام جي باران سان شاد آباد ٿيندا آيا، ۽ اهڙي طرح اسان جي سنڌڙي سن ١١ع ۾ مڪمل پلر جي پالوٽ سان سيراب ٿي.

سنڌ جيڪا ڪشمير کان عربي سمنڊ تائين سموري ماٿر جي واديءَ کي سڏيو ويندو هو. ان وقت اها سونهاري سنڌڙي، منڙي ملتان تائين اچي محدود ٿي هئي. جنهن جي ڪنڌ ڪڙيچ ۾ واهڙ ۽ واهن تي ساچي ۽ ڪاڇي ڪپ تي، مالداري ۽ آبادي جي خيال کان هر ڪنڌي ڪناري تي سپاجهڙا سانگي، جهانگن وارا جهوپڙا ڳاهي سڪونت اختيار ڪري ويٺا هئا. اهي سڀ اسلام جي نور لاءِ سڀ وانگر آسُتا ۽ ماندا هئا. جيئن ئي اسلامي لشڪر سنڌ ۾ اول اسلام جو ڏيئو روشن ڪري سنڌ کي "باب الاسلام" جو ڏلو عطا ڪيو، ۽ پنهنجا امير مقرر ڪيا، جن هندستان جي وڏيڪ پرڳڻن ۾ رهندڙ ماڻهن کي اسلام جي اصول ۽ دستور کان روشناس ڪرايو. ان محبت اهڙو رنگ لاتو جو هر دل اسلام جي موتي کي ائين پئي سانڍيو جيئن سپ ڦڙي کي سڪ ۽ پيار سان سمائي ماڻڪ لعل حاصل ڪندي آهي.

اهڙي طرح اسان جي سڳوري سنڌ جنهن جي اصل حد بندي مٿي بيان ٿي چڪي آهي، پنهنجي آغوش ۾ وقت جي ضرورت موجب ڪيترين ئي بيبها شخصيتون پيدا پئي ڪيون آهن. جن ۾ صاحب ولايت، عالم فاضل، شيخ و مشائخ، مجذوب، مخدوم، غوث، قطب، پير ۽ فقير، رند قلندر، سردار سپاجها، گوهر غازي، خاوند خواجه اچي وڃن ٿا. جيڪي سنڌو ماٿري جي پيٽ جا هيرا، موتي، لعل، جواهر، در، گوهر، پارس ۽ ماڻڪ کان وڏيڪ قدر ۽ شان ۾ قيمتي داڻا آهن.

انهن املهه ماڻڪن مان اسان جو فقير صوفي بزرگ سرمست عبدالخالق عرف غازي غمدل سائين هڪ آهي. جن سپاجهڙي سنڌ جي ماٿر ۾ سنڌونديءَ جي ڪاڇي ڪپ تي ڳوٺ ڪچا چاچڙ لڳ ريلوي اسٽيشن شهر پني عاقل ۾ جنم وٺي عشق جو علم بلند ڪيو.

عشق سدائت آئين تون سنزل کي پهچائين تون موتي ڪنڌ ڪپائين تون
"پير اچي "پني" ۾ پاينءَ سلوڙ حجاب سلامت چائيه
غمدل ذام ڏرائين تون نهن رمز رچائين تون"

هن درويش پنهنجي خداداد اوصاف ۽ اطوار سان لکين انسانن جي رهبري ڪري

کين شريعت ، طريقت ، حقيقت ۽ معرفت جي منزل تي پهچائي مالڪ الملڪ جي قرب ۽ حضور پرنور جي محبت ۽ عشق سان ڀرپور ڪري ڇڏيو . انهي ازلي عشق ۽ انس ، جنهن جي ڪري انسان جي تخليق ٿي ۽ محمدي مظهر جي اظهاري ٿي ، ان جي آمد جو هن ريت نقشو چٽيو آهي :

ڪيتا عشق ازل دي ڪيڏا پسارا ، تابع تخت دلين دي دست ملڪ سارا

١. اول اظهاري دا ڪيتس ارادا ، بي صورت بن صورت ناپيدا ٿيا پيدا
ڪلما ڪن فيڪون دا وصل واعدا ، جملي عرش زمين جوڙيس جنسارا

٢. جذبي جوش جلالئون فطري ٿيا قلزم ، آکيس ارواحان کون الست بربڪم
سهٹل سير بهاني چوڙيا ملڪ ادم ، قالوبلیٰ قربئون آکيس اقرار !!

٣. مصورکون تصور محمدي وٹيا ها ، خلق الآدم صورت بوتا بٹيا ها ،
اذ قال ربڪ ملڪا سٹيا ها ، اتان عزازيلؑ آکڏ انڪارا !

٤. جوڙيس جاءِ جنت آدم آستانا ، حيرت حب حوادي ڪيتا حيرانا ،
دانٹي گندم دا بٹيا بهانا ، ديسئون ٿيا پرديسي پروس پيارا

٥. بيڙا نوحؑ نبي دا طوفان چڙهايس نقشا فنادا بي رنگ هٹايس ،
يونسؑ وچ درياءَ دي مڇي پيٹ پايس تحم صابرؑ دا ڪيڙيان دا گذرا .

٦. حضرت يعقوبؑ تي آزمائش آئي ، لاچار ڪيتا يوسفؑ دي جدائي
بردي کون مل گئي مصر بادشاهي روندي زليخاؑ ڪر زار و زارا .

٧. فرزند شير خدا دا شبير غازي ، برسر ميدان سيد سرفرازي
زير خنجر دي ناموس نمازي ، پڙهندا حمد خدا دا شڪر گذارا .

٨. منصور سهڄئون سولي مينگاري "شاه شمس تبريز" کلڙي اتاري
سرمد بعد قتل دي سري اڏاري عاشق الا الله دا ماريا چا نعرا

٩. تون ڀي عشق "غمدل" برچشم چائون هرهم هادي دي ڪ پال پائون
ڏونهئين جهانين دا سدا سنگ سائين ، هوسون ڪول هميشه منظور يارا

هن سدا حيات عاشق و شاعر مشڪ و عنبر ڪان و ذيڪ خوشبوءِ داريءِ هيڪار ڪمند ڙ

پنهنجي ناليءَ ۾ عشق جي واٽ تي رهگذرن جي رهبريءَ لاءِ پنهنجي قلبي ڪلام "گلزارِ غمِ دل" جي نالي سان ڪتاب جي صورتِ عالم جا وداڻيءَ جو فيض تا قيامت دائم قائم رهندو. پيرانِ طريقت وانگر عام جي ڀلائيءَ لاءِ مشعلِ راه تحفو ڏنو آهي. جنهن مان محبت وارا مزو ماڻ ۾ محويت وٺي منزلون ماڻيندا.

ماڻ مٺائيءَ کان مٺي، جيئن ماکي ۾ مصري
محبت جي ميدان ۾ نانگو ٿيءُ نسري
وريل وڃ سري نه مزو چکين ماڻ جو.
"سائين وريل فقير"

جنهن مان ذات پات جي وڇوٽي، ڪيني ڪدورت ۽ وير جي پاڙ پٽڻ جو سبق ملي ٿو. وري سدا حيات رهڻ جو مقصد به حاصل ٿئي ٿو.

ڪاتي ڪهي سڀ ڪي، پر ڪاتين ڪهي ڪير
جي وريل ڪڍين وير، ته ڪاتيون سڀ ڪُسي پون.
"سائين وريل فقير"

**حسب نسب:** هي سدا حيات عاشق عربي نسل مان، والد مڪرم جي طرفان "قمبري" حضرت قمبرؓ ۽ والده ماجده جي پاسي کان "فضائي" امڙ فضا، قوم "وڙياه" جا صالح ۽ باخدا فرزند هئا.

سنڌ شجرو هن ريت آهي:

١: عبدالخالق بن پير بخش ٢: پير بخش بن محمد طالب خان ٣: محمد طالب خان بن طاهر خان ٤: طاهر خان بن محمد حسن خان ٥: محمد حسن خان بن محمد طالب خان ٦: محمد طالب خان بن محمد حسن خان ٧: محمد حسن خان بن غازي خان ٨: غازي خان بن محمد طاهر خان ٩: محمد طاهر الخ. اهڙي طرح چوڏهين پشت ۾ شيرِ خدا حضرت علي عليه السلام صاحبِ ولايت جي وفادار خادم حضرت قمبرؓ ۽ خاتونِ جنت بنت رسولِ مقبول صلی الله عليه وسلم حضرت بيبي فاطمة الزهره جي ڪنيز دائي امڙ فضا سان وڃي ملي ٿو.

علي سان ڪنهن جي زماني ۾ همسري آهي
علي جو هر هڪ معجزو پيمبري آهي
نه عبد ڪنهن کي به حاصل ٿي "قمبري" آهي،
ملي نه ڪنهن صاحب دولت کي بوذري آهي!

فقير سائين جن جي جدّ امجد جو آستانو رسولِ خدا جي ارضِ مقدس "حجاز" هو. ان
کانپوءِ ڪوفو، ڪوفي کانپوءِ عراق، ايران آخر ۾ دهلي هندستان ۾ رهيو. جتي سادات گهراڻي سان ڏک ۽ سک ۾ شريڪ سيد محمد مڪي سان گڏ هلندا آيا. اتاهون سنڌ ۾ آيا جو سيد مبارڪ شاه دهلوي کي سنڌ ۾ رهڻ جو حڪم مليو هو. جنهن پهريائين "اُچ شريف"، عادلپور بعد ۾ صاحبن جي لوڏ "گهوٽڪي" ۾ مڪمل سڪونت اختيار ڪئي. ۽ اڄ تائين ان قبيلي جا
اطفال سان اتي رهندا اچن ٿا.
سادات عظام پنهنجي اولاد ۽
وڙياه قوم جا جيڪي قمبري ۽ فضائي خدمت جي زيور سان سينگاريل
هئا. پراڻي دستور موجب ان تعبيداريءَ کي قائم رکندا سيد مبارڪ شاه سان گڏ سنڌ ۾ آيا. جيئن ته سيد مبارڪ شاه جيلاني سادات ۽ دستگيري دسترخوان جا مالڪ ۽ اتي ٿي رهي پيا. تنهن ڪري هڪ طرف بنهيءَ جون ڪانيون ۽ حاضر خدمت مرد ڏيندا هئا، ته ٻئي طرف حويليءَ جي خدمت ۽ دائپو جيڪو امڙ دائي فضا کان ورثي ۾ مليل هو، عورتون ڪنديون رهيون. ان ڪري سنڌ ۾ فقير سائين جن جو قبيلو "وڙياه" مان ڦري "دايا" سڏجڻ ۾ آيو. اڄ ڏينهن تائين انهيءَ نالي سان سڏبا اچن ٿا. جي بعد ۾ گهوٽڪي ۽ پني عاقل تعلقن ۾

رهڻ ڏيکا. ۽ هن وقت به رهندا اچن ٿا.

فقير سائينءَ جن پهريائين گهوٽڪي بعد ۾ پنوعاقل ۽ آخر ۾ رتوديري ۾ مڪمل سڪونت اختيار ڪئي. مگر انس، آداب ۽ تعلقات سادات گهراڻي سان ساڳيءَ طرح قائم رهيا. انهيءَ خاندان مان فقير سائين جن جو والد ماجد محترم پيربخش خان درويش صفت، بلند ڪردار باهمت ۽ بهادر انسان هو. جنهن پنهنجي لياقت سبب تعليم حاصل ڪري رسالداريءَ جي عهدي تي فائز ٿيو. پيربخش خان کي دنيا جي هر مسرت موجود هئي مگر نرينه اولاد نه هئڻ سبب هميشه اداس رهندو هو. ان اداسيءَ کي ميٽڻ لاءِ به شاديون ڪيائين. تڏهن به من جي مراد حاصل ڪين ٿيس. جنهن لاءِ وڃي پيرن فقيرن تي منتان مڃيندو ۽ سُڪائون باسيندو رهندو هو. اڪثر ڪري وقت جي اولياءَ مخدوم محمد صديق سيهڙ جي حضور ڳوٺ محمدپور جيڪو پنو عاقل کان ويجهڙائي ۾ آهي، اتي وڃي نرينه اولاد لاءِ درگاه تي خدمت سرانجام ڏيندو رهندو هو.

**ولادت باسعادت:** هڪڙي ڏينهن مخدوم محمد صديق صاحب اشارو ڏنو ته "طريقو اسان تا ڏسيون، شاهنشاه قلندر شهباز سيوهاڻ جلاليءَ جي درگاه تي وڃي رياضت ۽ خدمت ڪيو، انشاءَ الله دل جو مطلب پورو ٿيندو. باقي سلطان العارفين سلطان باهوؒ جيڪو رحم ۽ جمال جي درياءَ جو شهباز آهي، طريقت ان جي بحر مان عنايت ٿيندي". اهي لفظ چئي مخدوم صاحب هي شعر پڙهيو:

مين شهباز ڪران پرواز، وچ درياه ڪرم دي هو
زبان ميڏي ڪن برابر موڙي ڪم قلم دي هو
ارسطا طاليس تي افلاطون جيهي اڳون اساندي ڪيهي ڪم دي هو
سڪندر تي سليمان جهڙي "باهوؒ" در اساندي منگدي هو!

اهڙي ڏاهيءَ ۽ سونهين جي ڏس، پيربخش خان جو ارادو ۽ يقين وڌائي ڇڏيو جنهن سواءِ ڪنهن کي ٻڌائڻ جي ۽ نوڪري تان موڪل وٺڻ جي راتو واه گهر بار ۽ نوڪري ڇڏي شهنشاه قلندر شهباز مخدوم محمد عثمان مروندي جي درگاه تي سيوهڻ پهتو.
پيربخش خان درگاه سيوهاڻ ۾ پنهنجي عرض جو غرض پيش ڪيو. دل ۾ مطلب رکي مٽي پاڻيءَ جي سر تي رکي، رياضت شروع ڪري ڏني. انهيءَ رياضت دوران هڪڙي رات عالم خواب ۾ جناب پيربخش خان کي قلندر شاهنشاه جي طرفان ارشاد ٿيو ته "نرينو اولاد

ته مليو آهي مگر اسان دربار امام عالي مقام حضرت حسين عليه السلام گلگون وٽ دعالاءِ پيش ڪيو آهي، اتان عنايت ٿيڻ بعد توکي اجازت ڏبي. رياضت بدستور جاري رهي“ پيربخش خان اهڙي خلوص سان پنهنجي رياضت ڪئي جو مٿي ڪٽڻ سبب مٿي ۾ ڪنڊيون پيس. پيهر ارشاد ٿيو ته عاشق امام حسين عليه السلام ثناخوان اهلبيت، مرد مجاهد، رند قلندري رنگ ۾ رنڱيو ٿيل فرزند ارجمند عطا ٿيو آهي. توهان هاڻي ڀٽائي شاه عبداللطيفؒ جي درگاه تي وڃو. اسان لعل آهيون هو لعلڻون لعل آهي. ۽ کيس امام حسين عليه السلام گلگون جي سوءَ مليل اٿس. اتان ٻه اهو بکرو درد و الم، غم و سوز حسيني کين ملڻو آهي.

هاڻي پيربخش خان ارشاد ملڻ بعد شڪرانو بجا آندو ۽ سيوهڻ شريف کان نئي پيٽ ڌڻيءَ جي درگاه ڏانهن روانو ٿيو. اتي پهچڻ تي ٻه سالي رياضت شروع ڪري ڏنائين. مگر پيربخش خان ان وچ ۾ گوٺ کي ٻه احوال ڪين موڪليو هو. هو ڏانهن گوٺ عزيزن قريبن ايئن سمجهيو ته پوليس عملدار هو ڪنهن دشمنيءَ سبب کيس ماري ڇڏيو هوندو. دستور موجب کيس ختما، درود ڏيارڻ شروع ڪري ڏنا هئائون.

پٽ تي ڪجهه عرصي رياضت ڪرڻ بعد پيربخش خان کي شهنشاه سهڻي لطيف هڪ فانوس آڻي هٿ ۾ ڏنو. پيربخش خان عالم خواب ۾ عرض ڪيو ته ”قبلا فانوس ٻاري ڏيو.“ جنهن جي جواب ۾ لطيفي آواز ۾ فرمان ٿيو ته ”اسان هن تي رنگ چاڙهيو آهي. هي اوهان کي پور پٽ تي ٻري ملندو.“ اوهان دلجاءِ ڪريو. هي ازلي عاشق آهي. درد الم، سڪ ۽ سوز، ثنا ۽ تعريف. اهلبيت عظام جي دربار حسيني مان کيس عنايت ٿي ملي آهي. هي هڪ اهل دل ۽ غم واري دل جو صاحب شاعر ٿيندو.“ پيربخش خان مسرت ڀري دل سان حمد پڙهندو پور پٽ جو گولائو ٿيو. کيس پڌايو ويو ته پور پٽ حضرت ”اسباه“ کي چوندا آهن. پر اميد تي پور پٽ طرف روانو ٿيو. ڪشالا ڪاٽيندو، منزلون طئي ڪندو اچي پٽ پهتو ٿيو. ٽن ڏينهن جي مسافري کان بعد پور پٽ جي درگاه تي حضرت اسباهؒ آستاني جي سيد فيض محمد عرف فيض درياه شاه گادي نشين هو. شام جو وقت هو کيس مريد تيل ميٽ سان وهنجاري رهيا هئا. شاه صاحب چيو ته ”ميٽ لاهي وٺو جو پٽ جو قاصد اچي رهيو آهي.“ ايتري ۾ پير بخش خان اچي پهتو ۽ شاه صاحب ڏانهن قدمبوسي جي ادائي سان وڌيو. جنهن تي شاه صاحب فرمايو ته ”توسو ميٽ لاهي وٺون.“ پيربخش خان ايئن چوندي، سهڻا اهو ميٽ ناهي، اها ميندي آهي، وڃي پاڪ ڪرڻ پاڪ. فيض درياه شاه هڪ مهيني تائين قريبن جي قاصد کي پاڻ وٽ رهائي ڇڏيو. ۽ روزانو پيو چوندو هوس ته ”اهو ارادو مٿايو، پيو جيڪي گهرو سو تي پوندو.“ کيس دلاسا ڏنا ويا

نه ترقي ڏياري. رسالدار مان پوليس ڪپتان ڪرايون يا ڪي پيو حڪم هجي نه اهو به پورو ٿيندو.
پيربخش خان، جو قوي همت ۽ بلند حوصلي وارو انسان هو ڪنهن به لالچ ۾ نه آيو. عرض ڪيائين
ته "قبلا بخش ۽ عنايت اڳوائ ٿيل آهي. جنهن ڪي ا وهان بخوبي ڄاڻو ٿا. صرف اوهان جي ارشاد جي
ضرورت آهي. جو مالڪن جا اهڙو فرمان آهي. وڏيڪ مالڪ آهيو. الهي نقطي فيض درياه شاه
کي مجبور ڪيو. چو ته مردن جا واعدا پڪا ٿيندا آهن. اجا اهو گفتگو هلي رهيو هو ته ايتري ۾ آرائين
گلاب جا گل ڪٽي اچي درياء ۾ ني پهتو. شاه صاحب اتان نوڪريءَ مان هڪ گلاب جو گل جنهن کي گلگوني
حسيني رنگ چئبو آهي ڪٽي هڪ سائي جمالي "حسيني" رنگ واري ڪيمخاب جي ڪپڙي ۾ ويڙهي ڪري
پيربخش خان جي حوالي ڪيو ۽ فرمايو ته " هي گل پيدا ٿيندو هن جي خوشبوءِ عشاقي رنگ ۾
هڪار لائيندي، جيئن ته هي درپار حسينيءَ جو عطا ۽ عنايت ٿيل تحفو آهي. هن جي حمل ۾ اچڻ
سان مست تعبيد اريءَ ۽ حفاظت ۾ رهندا، تنهن ڪري انهن مستن جي اوهانکي پارت هجي ۽
اوهان کي مبارڪون هجن جو جفاڪشي ڪري اهڙو لعل حاصل ڪيو آٿو." پيربخش خان جا
سيئي سنوڻ سجايا ٿيندا آيا جو وقت جي اهل حيات والممات جي سدا حيات اوليائن وٽان
تصديقون ملنديون آيون ته گلگوني گرنار جي شجر مان گل گلابي ازلي عشاق جلالي وجمالي رنگ،
۾ ريٽو غايت ٿيو آهي.

پيربخش خان مطلب حاصل ڪرڻ بعد ڇهن مهينن جي دراز عرصي کان پوءِ مسرت
پيري مکڙيءَ وانگر مرجهايل مائٽن وٽ اچي ڳوٺ پهتو. او چتي اچڻ سبب گهر بار، عزيز قريب،
پاڙي ۽ ڳوٺ وارن ۾ خوشيءَ جي لهر ڊوڙي ويئي. جيئن ته سنوڻ سڀ سجايا هئا، تنهن ڪري
پيربخش خان جڏ ساڳيءَ عهدي تي سواءِ ڪنهن سوال وجواب جي فائز ٿيا. ٿورن گهڻن ڏينهن
گذرڻ بعد هڪ ديري تي حمل عمل ۾ آيو ۽ صبح جو سوير گهر جي اڳيان ننڍجي وڻ تي هڪ مست
اچي چڙهي ويٺو. جيئن اذان اچي پوري ٿي ته مست هي لفظ دهرائڻ شروع ڪيا:
آيا يار پيارا ...... آيا، آيا يار پيارا آيا" مست کي اهي الفاظ روئانو ورد رهيا ۽ پيربخش خان
کي عرض ڪيو هئائين ته "جيوين يار پيارا دا ٢ اوڻ ٿيوي، اسان ڳون اول انهي دا ديدار شرف
ڪراوين". الله تبارڪ وتعاليٰ جي ڪرم نوازيءَ سان ايامن پوري ٿيڻ تي هن پاڪ پيڪر روح
سدا حيات عاشق برون سومر ست ١٨٦٧ع ٽيهريءَ وقت شهر پنو عاقل ڳوٺ ڪچا
چاچڙ مهراڻ جي وادي سونهاري سنڌ جي آغوش ۾ عالم ارواح کان ڌرتي تي دنيا
۾ پير پاتو.

ماڻ دائي مسيحي وصفون معصوم بينگر ۽ سي حيران ٿي ويا ۽ هڪ

ڏانهن سموري حقيقت مبارڪ ن کي احترام سان ڪرڻ شروع ڪري ڏنو ۽ هڪدم پاڳ واري پير ڏانهن سموري حقيقت مبارڪ ن کي احترام سان ڪرڻ شروع ڪري ڏنو ۽ چيو آهي.

۽ واڌاين سان چوائي موڪلي ته "توکي هڪ مادرزاد اولياءُ جهڙو جمندي جام ٿيو آهي."

ورهن جي وسائل گهر ۾ هن پرندڙ فانوس جي روشن ٿيڻ سان وڏو احسان ۽ مسرت ٿي.

خبر پوڻ سان خوشبون ٿي ويون ۽ هر طرف کان مبارڪ! مبارڪ! جا آواز بلند ٿي ويا. پيربخش کيل واعدي مطابق تڪڙو نينگر کي غسل ڏياري هڪدم اچي مست کي ڏنو. جيڪو دروازي تي ديدار لاءِ مشتاق بيٺو هو. مست بِسۡمِ اللهِ چئي نونهال کي ماڻهن کان پري ڪيڻ وڃي ڳالهائڻ لڳو. گفتگو جا ٿي اهڙي ڪنهن کي به پڌڻ يا سمجهڻ ۾ نه آيو. ايتري ۾ موجوده ماڻهن ۾ چئو ٻول پئجي ويو ته "پيرن کان پنهنجي مَس مَس مارڻ تي مينهن وٺو آهي ۽ پيربخش خان وري نينگر کي چرئي جي حوالي ڪيو آهي!! چرين جو ان ڳالهه سان ڇا وڃي؟" ايتري ۾ اتان هڪڙو ماڻهو تڪڙ ڪري مست کان نينگر کسڻ جي ارادي سان وڌيو، مست اهو ڏسي نينگر کي ڪيڏي جهنگ ڏانهن ڀڳو. مخلوق ۽ پوليس وارا جيڪي پيربخش خان جا زبردست هئا، سڀ مست جي پٺيان ڪاهي پيا. مست کي ڊپائڻ ۽ ان تي الزون ڪرڻ لڳا، مگر مست کي پهچي ڪين سگهيا. پيربخش خان سڀني ماڻهن کي واپس ڪري مست کي پيرن فقيرن، خداوند قدوس ۽ ان جي حبيب ﷺ جا واسطا وجهي التجا ڪرڻ لڳو. هو ڏانهن جو والده کي اها خبر پئي ته ماما جي پيار ڪري جذبي ۾ اچي ٻاهر نڪري پيئي، جنهن سبب ڪري بيمار ٿي پيئي ۽ تڪڙو وفات ڪري ويئي.

پيربخش خان جي منت تي مست راضي ٿيو ۽ ذرا پي طور چوڻ لڳو ته "پوليس وارن جي توبيج ڪرائين، وٺي وڃان؟ پنهنجي يار کي جتان آيو آهي؟" معافي جي طلبگاري تي مست چيو چڱو بخش تي مليو اٿو اسان به دعا ڪري اوهان کي ڏيون ٿا." نونهال کي پيربخش خان جي حوالي ڪندي چيو ته "هي شيرِ يزدان جو سپاهي، عاشق امام حسين ؑ ۽ وڏو اولياءُ ٿيندو." ايترو چئي مست ڪوه ۾ ٽپو ڏئي هليو ويو.

پيربخش خان نينگر کي واپس ڪري پاڻ ڪوه جي ڪپ تي ويهي رهيو. وقت گهڻو گذري ويو مگر مست ڪوه کان ٻاهر نه نڪتو. آخر پيربخش خان موٽي آيو. اچي ڏسي ته سالگيو مست نم تي ويٺو آهي ۽ چئي رهيو آهي ته: "آيا يار پيارا آيا........ آيا يار پيارا آيا"

نينگر جو اسم مبارڪ عبدالخالق رکيو ويو، جنهن کي امام حسين ؑ گلگون ۽ والده جو ازلي غم چئي جي ڏينهن کان ورثي ۾ مليو. جنهن بابت پاڻ فرمايا اٿين ته:

غم دل غمان دي ڏکدي ڏونهين ـ ساڏي سونهين سور سموهين

الست ڪنون ڪيتا سو دا روحين ـ عاشق مين اقرار دي هان

**نندپڻ جو احوال:** هن مرد خدا جي گذران جو، رب پاڪ اهڙو پنهنجي رزاقي جي صفت سان بندوبست ڪيو جو سندس مائٽيلي ماءُ کي بنا اولاد ڄمڻ جي ڇاتيءَ ۾ کير پئجي ويو. ان کان علاوه ڪڏهن ڪڏهن سندس والد ماجد پيار وچان کڻندو ڪيڏائيندو هو ۽ پنهنجي ڇاتيءَ سان لائيندو هو. خدا جي فضل سان سندس سڄي ٻُٻي ۾ کير پيدا ٿيو جو نيڪ بخت نينگر پيئندو هو. ان ڳالهه جي فقير سائين ءَ جن پاڻ به تصديق هنن لفظن سان ڪئي، پاڻ فرمائين ٿا ته: "مون ٽن چئن سالن جي عمر جو هوس، بابي جي بدلي پني عاقل کان گهوٽڪي ٿاڻي تي بيٺي. بابو سائين آفيس ۾ ويٺو هو ۽ مان پنهنجي خيال راند ڪيڏي رهيو هوس. مون راند ڪيڏندي اچي بابا جو پهراڻ مٿي ڪري سڄي ٻُٻي مان کير پيئڻ لڳس. ان وقت سردار محمد مراد خان ٻُلو بلوچ جيڪو بابا وٽ موجود هو، اهو حال ڏسي اچرج ۾ پئجي ويو، ڪيفيت بنسبت معلوم ڪرڻ لڳو. بابا وراڻيو ته هي قدرت جو ڪمال آهي جو مرد مان مرد کي کير ٿو پياري. اهڙو مثال دنيا ۾ مشڪل ملي سگهندو". ان مان هن پار جي بلند شان جو اندازو ٿئي ٿو. هن جي والده ماجده ڇهين ءَ کان اڳ وصال ڪري ويئي هئي. ۽ ڇاتيءَ تي لڳائڻ ڪري هن جي مائٽيلي ءَ ماءُ ۽ سندس والد کي ٻنهي ۾ قدرتي کير پيدا ٿيو جو هيءُ پيئندو رهيو.

قدرت جي ايڏي ڪرم نوازي ننڍي کان ٿي هئي جو سائين عبدالخالقؒ کي هر ڪو ننڍو خواه وڏو پيار ڪندو هو. سلڇڻي ۽ سهڻي صورت ڪري ته هيڪاري دلين ۾ سمايل رهندو هو. هميشه ڳوڙهي خيال ۾ اڪيلائيءَ ۾ گذارڻ پسند ڪندو هو. ننڍپڻ کان وٺي ٻاراڻي عمر پوري ڪرڻ تائين ڪنهن به ڪين ڪنهن چيز جي گهُر ڪرڻ يا ان لاءِ خواهان ٿي ڏٺو ۽ نه وري پينگهي ۾ کير لاءِ ئي رُنو. جڏهن والده ڪڏهن کير پيئاريندي هئي ته مُسڪرائي کير پيئندا هئا. ڪر روڄ ۽ روئڻ سان دل لڳندي ئي ڪانه هين. مگر اڪيلائيءَ ۾ ڪڏهن ڪڏهن مست، جيڪي حسن ۾ اچڻ کان وٺي حفاظت ۾ آيل هئا، انهن سان ورونهن ڪندا هئا. ايئن معلوم نه ٿيندو هو ته ڪي عمر جو تفاوت آهي. سڀ هم عمر دوستن وانگر مشغول هوندا هئا. ۽ اهي مست تعليم دوران به خدمت ۽ حفاظت ۾ رهندا هئا. ان وقت تائين جيتر طريقت جو ظاهري سلسلو قائم ٿيو. ان بعد ڪيترا مست، فقير سائين جن جا طالب مريد ٿي رهيا ۽ انهن تي فقير سائين ءَ جن فرما نروا هوندا هئا.

**تعليم ۽ تربيت:** پيربخش خان جي بدلي گهوٽڪي کان ميرپور ماٿيلي ٿي. ان ڏينهن ننڍڙي عبدالخالق سائين جي عمر جا ڇهه سال پورا ٿيا هئا. اولاد جي پيار ۽ فرض ادائي موجب نينگر کي ميرپور ماٿيلي جي پرائمري اسڪول ۾ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ ويهاريو ويو. ميرپور ماٿيلو تعلقه هيڊ ڪوارٽر آهي، ۽ مند کان وٺي اڄ تائين مشهور علائقو رهيو آهي. مومل ۽ سومل جو والد راجا نند جيڪو وقت جو هڪ مالدار مشهور ماڻهو هو، اهو به ميرپور ماٿيلي جي ويجهڙائيءَ ۾ رهندو هو. جتان لڏي اچڻ بعد مومل پنهنجي مائي ڪاڪ ۾ ٺهرائي. تنهنڪري ڪاڪ ۽ ميرپور ماٿيلي کي تاريخي اهميت حاصل آهي.

قسمت وڏو ڪاڪ ٿي وڃي ڪو ويلو،<br>
اچي وَيَڙَمِ اُتهون رنگ سندو ريلو.<br>
ڪيو ماه بره جي ڪڪوري ڪيلو،<br>
من ڏٺي ميلو منهنجو محبن سان ڪري!

اهڙي محبت واري ملڪ ۾ ازلي عاشق سائين عبدالخالق مدڪ ۽ سور جا سبق پرائمري اسڪول ۾ درويش صفت، سلوڪ جي صاحب، استاد احمد علي فقير طالب مريد سخي قبول محمد صاحب درازن جي زير نگراني پراڻڻ لڳو. شام جو ٽائي جي لڳيتي مسجد ۾ مولوي محمد عارف صاحب جن وٽ ديني تعليم وٺندا هئا.

اسڪول ۾ داخل ٿيڻ سان حفاظت ۾ رهندڙ مست، هڪ اسڪول جي هڪڙي دروازي کان ۽ ٻيو ٻئي دروازي کان موجود هوندا هئا. اهڙيءَ طرح روزانو گهر کان اسڪول ۽ اسڪول کان گهر تائين حفاظتي ڊيوٽي ڏيندا هئا. باقي ٻيو وقت گهر جي ٻاهران ويٺا هوندا هئا. ننڍڙو عبدالخالق سائين گهر ۾ ته صبر ۽ سڪون سان گذاريندو هو مگر گهر کان اسڪول ۽ اسڪول کان گهر ايندي ويندي رستي تي ڪنهن ڪيچل يا روڻشي سان دل ڪانه لڳندي هين. ايتري قدر جو ڪنڌ وراڻي به ان طرف نه نهاريندا هئا. جيڪڏهن ته پاڻ چئندڙ ڄام هئا، تنهنڪري منجهن ننڍڙي ئي عمر ۾ سڀئي مجازي رمزان رونما ٿيڻ لڳيون. اسڪول ۾ ٻئي هڪڙي هم ڪلاسي شهزادي ٻيءَ سان نظرن ناتو لاتو. ڪتابي سبق بدران جي ڄاءِ حسن سردار جون صورتون سيني ۾ سمائي قلبي تلاوت ۾ مستغرق رهڻ لڳا.

غمدل اسم هم دم جنهن دائم الدارين ۾<br>
قلبي تلاوت طالب تن وره وارن کي وروو<br>
غمدل سائين

لاشڪ عاشقن کي آدل جو ڪتاب ڪافي
جنهن ۾ اصول، اصلي لاريب لاخلاقي
بيدل سائين

هاڻي مدرسو ته ساڳيو هو مگر درس مَتجي چڪو هو. عشق ۽ مُشق لِکڻ جا نه آهن. هو ڏانهن استاد به روشن ضمير هو ۽ برهه جي باب جو ماهر هو. جائي ويو ته هي نينگر ڪو وڏو عشاق ٿيندو، جو هن عمر ۾ ئي مٿس حُسن جو ايڏو اثر وارد ٿيو آهي. عشق ۾ هميشه آزمائشون اينديون آهن. ان اصول مطابق استاد آزمائش خاطر هن ننڍڙي نازڪ مزاج عاشق ۽ معشوق کي اسڪول جي جدا جدا ڪمرن ۾ ويهاري جدائيءَ جو باب ڪوليو ۽ ڪمرن جو باب بند ڪري ڇڏيو. مگر عاشق عبدالخالق سائينءَ جي اکين جو داب اهو دروازو برداشت ڪري نه سگهيو. ۽ شيشا جيڪي دروازي ۾ رڪاوٽ جا پردا بڻيا بيٺا هئا، اوچتو ئي اوچتو ٽٽي پيا.

دوبدو ديدار ۾، ديدن رکيو ڏيان،
ڪجليون ڪيف ڪڪوريون مينگهه ملي ميدان
غمدل نيزي نينهن جي نانگا ٿيا نشان
چشمن جي چوگان، شهزادا شهيد ٿيا.

---

نگاهون نينهن وارن جون جڙيون جانقش جانا ۾
مصور پي ٿيو مستان، تصور صورت معنيٰ ۾!

اهڙي طرح حجابي پردا دور ٿيا ۽ استاد قدردان مجبور ٿي جدا ويهڻ واري بندش لاهي ڇڏي. سندن دل ۾ سائين عبدالخالق لاءِ هيڪاري محبت ۽ عزت وڌي ويئي. ۽ ڪين پيار ۽ قدر واري نگاه سان ڏسڻ لڳو، جنهن ۾ عبدالخالق سائين جي وڏيڪ همت افزائي ٿيڻ لڳي. درسي ڪتابن سان ڪانه لڳندي هين. فقط ان ۾ جيڪي پنا ئي سائينءَ جا بيت هوندا هئا انهن سان دل ريجهندي هُين ۽ ان جي معنيٰ به ازلي ڪندا هيا، جنهن تي سڀئي استاد وڏي خوشي محسوس ڪندا هيا. هڪ ڏينهن اسڪول جو آفيسر ساليانو امتحان لاءِ آيل هو. فقير سائينءَ جن چوٿين درجي ۾ هئا، امتحان دوران آفيسر پنا ئي ءَ جي هيٺ جا ٽايل بيت جي معنيٰ پڇي. سواءِ ننڍڙي عبدالخالق جي ڪنهن شاگرد به نه ٻڌائي سگهي.

بيت:
سڀئي جان سُتيا س، سڪ سمهڻ نا ڏئي
جاڳي ستيس جن لئه، سي آيا تان نه اٿيا س

پيئڙا آءُ پلپاس، نه تہ سڪ سمهڻ ڇا لڳي!
شاهه

هن شعر جي معنيٰ ۽ حوالو، حضرت ”اويس ڪرني رضه“ عاشقِ رسول مقبول ﷺ جي روح جو دربارِ ربا جي دروازي تي عرش معليٰ تي موجود رهيو، حقيقي عاشق ۽ محبوب جي گفتگو جي رازڪي معلوم ڪرڻ آهي. مگر باري تعاليٰ ڪٿي ٿو سهي سگهي جو ٻيو عاشق سندس محبوب جي احوال کان واقف ٿئي. سوگهري ننڊ حضرت اويس ڪرنيءَ جي روح کي پنهنجي آغوش ۾ آڻي مغلوب ڪري ڇڏيو. جڏهن ته ارڙهن ورهين جي معراج واري رات به پوري ٿي چڪي هئي ۽ سرڪارِ دوعالم محبوب مدني صلي الله عليه وسلم پنهنجي مڪان تي واپس پهتو. انهيءَ ساڳي وقت حضرت اويس ڪرني سجاڳ ٿيو ۽ ڀٽائي صاحب حضرت اويس ڪرنيءَ جي روپ ۾ سندس حال جي ترجماني مٿين شعر ۾ ڪرڻ فرمائي آهي:

آفيسر ڏاڍو خوش ٿيو ۽ انعام طور ڀٽائيءَ جو رسالو ڏنائين. رسالي جي مطالعي ته هيڪاري محبت ۽ مجاز ۾ واڌارو آندو.

گرمين جي موسم هئي هڪڙي ڏينهن ننڍڙو عبدالخالق اسڪول کان واپسيءَ تي ڪتاب ٻاهر رکي مسوواه ۾ وهنجڻ لڳو. هي واه ميرپور ماٿيلي شهر جي وچان وهندو هو. ايتري ۾ سندس محافظ مستن مان هڪ مست آيو. اچڻ سان سمورا ڪتاب پاڻيءَ ۾ ڦٽا ڪيا ۽ سائين جن کي پنهنجي پٺيءَ تي چاڙهي مسوواه ۾ اوپارو ترڻ لڳو. آخر اصرار ڪرڻ تي ٻاهر نڪتا ۽ سڀ ڪتاب سواءِ انگي حساب جي، مست پاڻيءَ مان ڪڍي سائين جن کي ڏيندو ويو جيڪي بلڪل سڪل هئا. پر انگي حساب ڪونه ڏنائين ۽ چوڻ لڳو ته ”سائين توهان سان حساب ئي ڪونه آهي. اهڙو ڪتاب ڪاڏي ڪبو جنهن ۾ حساب هجي. يار سان ليکا ئي ڪونه آهن“ پاڻ سائينءَ جن ان ڏينهن کان تعليم تدريسيءَ کي خيرباد چيو. فقط سنڌي پنج درجا ۽ قرآن شريف پڙهيا.

ميرپور ماٿيلو مان پير بخش خان نوڪريءَ تان رٽائر ٿي آخري عمر پنهنجي گهر پنوعاقل ۾ اچي خدا جي ياد ۾ گذاري. ميرپور ماٿيلي کي ڇڏي اچڻ بعد والد صاحب پنهنجي فرزند کي پني عاقل اسڪول ۾ ويهاريو. اتي هندو استاد سنمکداس ماهر تعليم، طبعيت شناس نينگر کي ڏسي چيو ته هن کي اکري تعليم جي ڪهڙي ضرورت آهي، هن جي سيني ۾ سمنڊ سمايل آهي. مگر پيربخش خان جي اصرار تي کين ڇهين درجي ۾ داخلا ملي. استاد پڙهائڻ جي بجاءِ سلڇائيءَ ۽ سڪ جا سبق، سائين عبدالخالق کان سکڻ لڳو. پيربخش خان ڏاڍي ڪوشش ورتي مگر تعليم ۾ واڌارو ڪونه ٿيو. اٽڪل ڏهن يارهن سالن جي عمر ۾ ننڍڙي عبدالخالق تان پيءُ جي شفقت وارو ڪڪر لهي ويو. يعني پير بخش خان وفات ڪري ويو. هاڻي دردوند عاشق جي درد ۾ اضافو ٿيو.

۽ پاڻ ازلي محبت سبب رات ڏينهن والدين جي مزارن تي گذارڻ لڳا، جي سائڻ هم ڪلام رهندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن فقيرن جو ويراڳ پڙندا هئا، جن ۾ حضرت پناڻي گهوٽ ۽ فقير سائين وريل ابڙي جا ڪلام پسند ايندا هئين. ۽ پڻ پاڻ به اهي سُرسان جهونگاريندا هئا. والدجي وصال ڪرڻ کان بعد تعليم کان بلڪل ڪناره ڪشي ڪيا ئون. ڪاروبار زيب تن ڪري زندگي گذارڻ لڳا ۽ ڪين طريقت حاصل ڪرڻ جو اشتياق دل ۾ پيدا ٿيو.

**طريقت حاصل ڪرڻ:** انهيءَ اونده جي عالم ۾ نندڙي عبدالخالق سائين ءَ جن جي ورونه پناڻي ۽ فقير وريل سائين حن جي ڪلام سان رهي. ۽ فقير وريل جن ته بعد ۾ فقير سائين جن جي طريقت جا پيرمغان به ٿيا. وقتي، يڪتاري تي جوڳي فقيرن جي ٽولي سان گڏ سريلي ۽ درد واري آواز سان پاڻ ڳائيندا هيا.

هڪڙيءَ رات جيئن سومهڻيءَ جي نماز پڙهي پاڻ سمهي پيا ته عالمِ نيم خوابيءَ ۾ هڪ صورت جنهن کي مٿي ۾ بلوچڪي ٽوپي، ڪنن ۾ سونا والا، وڏو پهراڻ پاتل ۽ ٻينگر جهوليءَ ۾ هو، سرخ چشم شيرِ يزدان جي روپ ۾ ديدار ڪرايو، ۽ حڪم ڪيو ته " اچو اسان اوهان جي انتظار ۾ آهيون جو اوهان کي طريقت جي تلقين فرمائي پنهنجو طالب ڪندا سون." ايئن ڪوڪ چئجي ته:

اچي عزرائيل سُتي جاڳائي سَسُئي - پئي دوڙائي دليل، ته پنهل ماٺهو موڪليو.
"شاهه"

انهيءَ اقرار سائين ءَ جن کي بيقرار ڪري ڇڏيو. جنهن ڪري ننڊ، آرام، سک ڪاڌو خوراڪ وسري ويند

عشق لڳا گهر وسر گيا، ڀُل گيا ن ند ٻيران
هوش هنر دي حاجت نهين ڪوڙيان ڪل تقريران

علم عقل حيران کڙي وچ ميدان، جو چيٽان ٻره ٻهيران
غمدل غلبه عشق دا باري ڏاڍا جونٽ گيان تقديران!
"غمدل"

هاڻي سائين ءَ جن گهر ٻار ۽ مٽ مائٽ ڇڏي طريقت جي راه ۾ پهريون عشق جو سفر اختيار ڪري مرشد محبوب جي ڳولا ۾ نڪري پيا. جوڳي فقيرن کي سک ۽ سچ جي سير ۾ ساٿي بڻائي سنڌو ماتر جي ڪابي پاسي جي سيپني درگاهن ويندي پنجاب، رياست بهاولپور، رياست خيرپور، ضلع نوابشاه، ضلع حيدرآباد، ٿرپارڪر، ضلعو ننگر ۽ ڪراچي تائين بزرگن جي سجاده نشينن سان ملاقاتون ڪندا رهيا، مگر ڪنهن به هنڌ سائين صورت نظر ڪين آئي. ايذي ڪشالي ڪڍڻ کان بعد عبدالخالق سائين جن ارادو ڪيو ته ايران، عراق عربستان، بغداد شريف ۽

مدينني منوره ۾ وڃي محبوب مرشد جي ڳولا ڪجي، دل جيڪا پهرين نظر سان مرشد پير سردار فقير ڦري ولو آهي. سارو پروند رانو ڏينهن ڪانسواءِ مزو نه آهي. آخر اچي بازار ۾ فقيراڻي ويراڳ جو ڳين سان گڏ ڳائڻ شروع ڪيو. فقير وريل سائين ٻاه بيٺائي صاحب جا ڪلام چوندا رهيا.

انهي وقت جيڪا فقير سائين جن جي حالت هوندي، سا بلڪل سندن هن ڪلام جهڙي هوندي.

ڪلام:- دل ديدن سان ولو فقير ڦري | وڃي آوس نه منهجي ڪان سا ڪيئن وري
اهي مال خزانا محلات مڏلون | پلاسهج سگهن جا چونه چڏيون
لڙهلا هوتن جي لوءِ لڏيون | ڪل خويش قبيلو قربان ڪري.
٢ آهي آڌوتن جو عشق امانت | سڪ جو سمرست سير سلامت
غم دل غم الم آزار علامت | چت منهنجي ۾ تو چاڪ چري

فقير وريل سائين جي مريد ڪراچي جي هڪ سيٺ ميمڻ جڏهن پنهنجي مرشد جي هن ڪلام سان گڏ هن سوز واري صورت ڪان درد واري آواز ۾ هي شعر پڙهيو. سو پڙهڻ سان دل ڪسائي ويٺو

ڪلام:- عشق ڳيلوار بيبلن ڪي | ناهي سپ ڪنهن جي نه سڃاڻڻ جو
عشق سڃاڻ سردار سا جها | گوهر غازي خاوند خراجا
رمز انهي ۾ ڪئي زانول راجا | ناهي چڙن جي چاڻڻ جو
٢- عشق اميلن تي ڪاهيون ڪاهي | سرڙا اڏي تي ڏين تاهيون تاهي
ساڻ شناخت ويرو ڏائي | پر تو ندن جي پڇاڻڻ جو
٣- نازڪ نيهن نباهن نيهي | سڌ تني کي ساري پيئي
ڦاٽ ڏلو جن پاٽ ۾ پيهي | موج منصوري ماڻڻ جو
٤- وريل صوفي صاف سو يارا | هردم ڌڌاري حق حقارا
لاهي چڏ پالڻ لوڪ جا لارا | ورق انهي ۾ نه وسارڻ جو

نيٺ سيٺ فقيرن کي ايلاز، منت ۽ نياز ڪري پنهنجي دعوت قبول ڪرائي گهر وٺي آيو.

ڪنيز اڏيهن کين پاڻ وٽ رهائيو. سيٺ جو عبدالخالق سائين جن تي عاشق ٿي پيو هو. تنهن کين دائمي پاڻ وٽ رهائڻ جو عرض ڪيو. سيٺ پنهنجي بنايل محلن جا اڌ ڪرائڻ ۽ ملڪيت جيڪا ان وقت لکن رپين جي هئي. ان مان اڌ حصي ڏيڻ جي رضامندي ڏيکاري. پاڻ سائينجن ان ڳالهه تي راضي ڪونه ٿيا. سيٺ کي جواب ڏنائين، ته مونکي عربستان وڃڻو آهي، جتي ڪين رهندس. سيٺ وري التجا ڪئي ته اوهان کي عربستان موڪلڻ جو بندوبست ڪرڻ مون تي آهي. جيترو ان ڪم جو بندوبست ٿئي، تيستائين اوهان خدارا مون وٽ رهو. اها ڳالهه عبدالخالق سائين جن قبول ڪئي. سيٺ ڏاڍو خوش ٿيو. ڪجهه ڏينهن اندر سيٺ ڪيل واعدي موجب بندوبست مڪمل ڪيو. ۽ جهاز رواني ٿيڻ واري رات عبدالخالق سائين، جوڳي فقير ۽ سيٺ صاحب جن اچي بندر تي ترسيا. جوڳي فقيرن پنهنجي وسان ڪين عربستان وڃڻ کان ڏاڍو وروڪيو، مگر سندن ارادو مضبوط ڏسي لاچار ٿي پيا. رات جو پاڻ ۾ مجلس ڪرڻ بعد جيئن عبدالخالق سائين جن فرض نماز ادا ڪري آرامي ٿيا. ته انهيءَ ساڳي صورت اچي ارشاد فرمايو ته اسان هت سنڌ ۾ وڻيا آهيون. ۽ اوهان عربستان وڃو ٿا. پاڻ سائين جن اٿي جوڳي فقيرن ۽ سيٺ کي ٻڌايو ته مون عربستان ڪونه وينديس. اهو ٻڌي جوڳي فقير ڏاڍا خوش ٿيا. ۽ سيٺ چوڻ لڳو ته مون کي ايڏو خرچ وڃڻ لاءِ ڪرايو اٿو، هاڻي اوهان کي ڇا ٿي ويو. عبدالخالق سائين جن ورائيو ته اهو هڪ راز آهي اوهان انکي ڇڏيو، باقي جيڪا تڪليف اوهان کي آئي آهي اها معاف ڪندا، جو اسان پنهنجي وس ۾ نه آهيون. پاڻ سائين جن اتي هليا سيٺ کين پاڻ ڏانهن هلڻ لاءِ عرض ڪيو، مگر سائينجن انکي راضي ڪري رخصت ورتي. جوڳي فقيرن سان گڏجي مهران جي ساڄي ڪپ سان درگاهن جي تلاش ڪرڻ جي ارادي سان لاڙ ڪائي طرف روانا ٿيا. رستي ۾ سيپني درگاهن تان زيارت ڪندا اچي سيوهڻ شريف جي درگاهه تي پهتا. ۽ اتي شهنشاهه قلندر جي سلامي ۾ چوڻڪي پيري مختلف درگاهن تان ٿيندا. ڪشالا ڪاٽيندا لاڙ ڪائي اچي جاڙل شاهه جي درگاهه تي پهتا. عبدالخالق سائين جن اهو راز ۽ درد پنهنجي دل ۾ سانڍي بيٺا پئي آيا ۽ ڪنهن سان به اظهار ڪين ڪيو هئائون.

شعر:- پنهنجي حال جي محرم کي، هئي حال سڻايان مان،
داستان درد جو ٻئي کي، نه ٻڌايان مان.

جاڙل شاه جو سلسلو سلڪ قلندري سان قائم آهي. ان وقت جيڪي فقير درگاه تي موجود رهيا، انهن جو سندن موهيندڙ ۽ سهڻي صورت ڏٺي، سو هڪ ٻئي کان پڇا ڪرڻ لڳا ته ڪهڙي درگاه جا فقير آهيو. پاڻ سائينجن جواب ۾ چيو ته طلب ۾ آهيون پنهنجي درگاه جي فقيرن ارادو ڪيو ته هن کي مهردار بڻائجي. عبدالخالق سائين جن ورندي ڏني ته اها ڳالهه به ڏکي نه آهي. تڪ پهچڻ، شهر جو سير گداءَ ڪرڻ ۽ فقراءَ ۽ آبو پاڻي پيئڻي ته بعد ۾ انکي ڏسبو. شهر جي سيرواري ۾ چونڪئي اهڙو رنگ لاتو. جو شهر جو هر هڪ ماڻهو ان کان متاثر ٿيو.

واپسي تي هزارين ماڻهو سائينجن جي ديدار ۽ مجلس لاءِ جاڙل شاه سائين جي درگاه تي گڏ ٿي ويا. اهڙي رش هئڻ ڪري درگاه جي فقيرن کي وڏيڪ مٿين ڳالهه جي باري ۾ موقعو ڪونه مليو ۽ رات جي گهڻي پاڻي گذري وڃڻ ڪري، سمورو فقراءَ آرامي ٿيو.

عبدالخالق سائينجن ان آرام کي بي آرامي سمجهي اڪيلي سر اتي راهي ٿيا. لاڙڪاڻي مان ڪين معلوم ٿيو، ته فقير وريل جن ڇهن ستن ميلن جي مفاصلي تي گهاڙواه پرسان ميان شاهل محمّد ڪلهوڙي جي درگاه جي سامهون ميان ڏتل ابڙي جي ڳوٺ ۾ رهندا آهن. ان فقير جي زيارت لاءِ روانا ٿيا.

اڌ پنڌ تي پهتا، ته صبح ٿي ويو. ڪين هلندي هلندي رستي ۾ اوچتو اهڙو نه پابروڪنڊو لڳو جو پير جي آر پار لنگهي ويو. پاڻ گهيڙ تي ڪنڊي کان جند ڇڏائڻ جي ڪري ويهي رهيا، ته ايتري ۾ پرواري ڳوٺ مان ٽي عورتون پاڻي ۽ جاد لاڪينو گهاڙواه مان پاڻي ڀرڻ جي ارادي سان اچي گهيڏ تي پهتيون. انهن مان جيڪا اڌ عمر جي هئي، ان چيو ته اچو ته هن ويچاري جو ڪنڊو ڪڍون، هي به ته ڪنهن ماءُ جو پٽ هوندو. هو جو ٻئي ساهيڙيون هم عمر ۽ نوجوان هيون، تن وراڻيو ته جيڪو هاڻي ٿئي ويٺو آهي ڪنڊو ڪڍڻ

سو ڪڏهن منزل کي پهچندو. ڪنهن ڪيس چيو آهي ته تبديلي ٿئي ٿي ۽ فقير ٿئي ٿو، سالڪ عورتن جي انهي مبارڪ تي عبدالخالق سائين جن تڙپي اٿيا. ڪندي ڪڍڻ بجاءِ آب وهائيندي اٿي کڙا اٿيا، منڌڪ منڌڪ ڪندا اچي منزل پيڙو ٿيا. ۽ پريان هڪ پيرمرد ڏسڻ ۾ آيس اهو فرمائي رهيو هو. ته هلي آءُ يار هلي آءُ ماڌيون به توکي مٺاڻيون ڏين، عبدالخالق سائين جن عرض ڪيو ته قبلا وريل سائين جي ملاقات جو مشتاق آهيان، ان جو ڪو ڏس ڏيو. ان پيرمرد فرمايو ته وريل پنهنجي سراوهان جي اڳ تي آيو آهي، جو غم درد سان سات ڪيو، چيڙ جيلانيون اچين ٿو. فقير سائين جن آداب بجا آڻيندي اچي قدم بوسي ڪئي. ۽ ڏنائين ته سائين وريل فقير جي هٿ ۾ نچڪٽو هو، فقير وريل سائين ڪيس ويهاري سند ڏن ڪندو ڪڍيو ۽ بعد ۾ پيار سان پنهنجي ميخاني تي وٺي اچي رهايو.

عبدالخالق سائين جن کي وريل فقير ڏاڍيون دلداريون ڏنيون ۽ ڪيترا ڏينهن پاڻ وٽ رهائي ڇڏيو. هڪڙي ڏينهن فقير وريل سائين کانئن پڇا ڪئي، ته ڳائيندا به آهيو؟ جنهن تي پاڻ سائين جن سچل سرمست جو هي ڪلام سهڻي سر ۽ آواز سان يڪتاري تي ڳايو

ڪلام:- پيئڙ مونکي ڪير ٿيون پانيو آهيان مان اسرار

ڪلام ٻڌڻ سان فقير وريل سائين جا وار مبارڪ کڙا ٿي ويا، جنهن ڪت تي ويٺا هئا، سا ميدان ۾ رڪس يعني ناچ ڪرڻ لڳي. سائين وريل فقير جن پنهنجي وقت جا قطب الاقطاب هئا. درد واري صورت کي گهڻو پسند ڪندا هئا.

عبدالخالق سائين جنهن کي درد ۽ غم ورثي ۾ مليو هو. ۽ سندس دل تي غم جا انبار ڏسي غمدل سڏڻ لڳا، فرمايائون ته هي اسرا وهان کي ازلي عنايت ٿيل آهي اڳتي شعر ڪلام به ان نالي سان چوندا ڪريو.

عبدالخالق سائين جو هاڻي غمدل ٻڌجي چڪو هو. سو غم جي درياهه ۾ سير ڪرڻ خاطر سائين وريل بادشاهه کان اجازت وٺي. اسهڻ جو ارادو ڪيو، ته سائين وريل فقير جن جيڪي دلين جي رازجا ڄاڻو هئا، تن فرمان ڪيو ته ابا قلندر شاهه نبي شاهه وڳڻ واري کي ڏسندا. پوءِ ميڏا انهن هو ڏانهن پليي وڃجو. مٿين لفظن کان سواءِ

نه وريل فقير سائين ڪجهه فرمايو ۽ نه وري فقير عمدل سائين ظاهر زبان مان ڪجهه ڳالهايو. دل پيئي دل کي سمجهائيو ۽ اهو فرمان ٿيو.

فقير وريل سائين کان موڪلائي رتوديرو کان ٿيندا، نبي شاهه وگهڻ ڪيل فرمان موجب آيا. اُتي پڇا ڪرڻ تي معلوم ٿين، ته سائين قلندر شاهه بادشاهه جن فقيرن سميت پٽاڻ واهه پنهنجن مريدن ڏانهن ويا آهن فقير عمدل سائين جن پٽاڻ واهه روانا ٿيا، ۽ اتي پهچڻ تي معلوم ٿين ته سائين قلندر شاهه فقيرن سميت سلطان ڪوٽ اسهي ويا آهن. وري عمدل سائين جن سلطان ڪوٽ جو رخ ڪيو ۽ اتان خبر پين نه سائين جن شڪارپور ويا. سلطان ڪوٽ کان شڪارپور پهتا. ۽ سائين قلندر شاهه بادشاهه جو ڏس نبي شاهه وگهڻ رواني تي وحڻ جو ملين.

پوءِ فقير عمدل سائين جن پنهنجي اباڻي ڳوٺ پنهه عاقل آيا، جو ڳي فقير جيڪي جاڙل شاهه جي درگاهه تي رهجي ويا هئا، سي به اچي ڳوٺ ملين. ڳوٺ ٿورو وقت رهي. فقير عمدل سائين جن وري وريل سائين جي ميخاني تي آيا. جو عشق ڪين آرام ڪرڻ ڪين ٿي ڏنو. ٿورو گهڻو سواد به وريل سائين جي صحبت مان ٿي آين.

شعر: يڪ بار سجن صافي سخن سنا ديا
اس اقرار بيقرار مجهي بي سر بنا ديا.
("عمدل سائين")

دل جو درد گهٽجڻ بجاءِ اندرئي اندر ۾ وڌندو رهيو. جيئن درد وڌيو، تيئن بيقراري طاري ٿي. اهڙي حالت ۾ فقير وريل سائين کان واپسي جي اجازت طلب ڪئي. سائين وريل فقير جن تاڪيد ڪيو ته ابا قلندر شاهه کي ڏسندا، پوءِ ڳوٺ وڃجو.

فقير عمدل سائين جن حڪم جي تعميل ڪرڻ لاءِ نبي شاهه وگهڻ آيا. جتان وري به معلوم ٿين ته سائين قلندر شاهه جن پٽاڻ واهه مريدن ڏي ويا آهن. اڳ وانگر جتي جتي پاڻ فقير سائين جن پهتا ٿي، ڪين هڏ اليو ويو ٿي ته سائين قلندر شاهه هاڻي روانو ٿي ويو. آخر شڪارپور مان اڳ وانگر ڳوٺ هليا آيا.

هي سچو قصو مرشد جو طالب سان نازهو، جي عربستان تي ولوت سڌي موٽائي ٿو، جي درگاه تي اچي ٿو ته ديدار ارڪان سڪائي ٿو، جيئن فقير عندل سائين جن خود فرمايو آهي ته

شعر:- برڪات بدل نک باران هن اهي عندل گنج گلزاران هن
سهڻي يار دي سڀ اطواران هن ڪٿ نازڪري ڪٿ نيازڪري

'عندل سائين'

بيشماري جو اهو عالم هو جو فقير عندل سائين وري پنهنجي سنڌ وارن جوڳي فقيرن سان گڏجي سردار فقير وريل سائين جي ديدار ۽ صحبت خاطر سندن ڳوٺ ميخاني تي آيا. ڪجهه عرصي گذارڻ بعد جوڳي فقيرن سميت وريل سائين کان وڃڻ جي اجازت طلب ڪيائون، وريل سائين پڇا ڪئي ته ابا قلندر شاه سان مليا آهيو؟ فقير سائين جن سموري حقيقت بيان ڪري ٻڌائي، جنهن تي فقير وريل سائين جن فرمايو ته هاڻي اوهان سان قلندر شاه جي ملاقات ٿيندي، اوهان نبي شاه کان ٿيندا وڃجو. فقير عندل سائين جن غم درد جي صورت بڻيا، پنهنجي جوڳي فقيرسائين سان گڏ رتيديري کان ٿيندا نبي شاه روانا ٿيا پيئي ويا، ته شهر رتيديري جي پرسان انجنيري بنگلن وٽ بيهي الله اڪبر چيئي فرمايائون ته هاڻ شهر ۾ به اسان کي عمر جو ڪجهه حصو گذارڻو آهي.

خير پنهنجي اصلي مقصد خاطر نبي شاه وڃڻ روانا ٿي ويا. جيئن درگاه تي پهتا سامهون اها ساڳي خواب واري سهڻي صورت موجود هئي، ڏسڻ شرط فقير عندل سائين جن جا هوش حواس هليا ويا، محبت وجد جي صورت اختيار ڪئي، ۽ زمين تي ڪري پيا. حالت هي رهي جو.

شعر:- وچ ديد دي ديدڙ لاليس ميڏا دم پرواز ڪرائيس
بت باقي بسم بنايس گهنڊ کول نقاب نظر دا.

'عندل سائين'

هوڏانهن "اول عشق دردل معشوق پيدا مي شود" جي مصداق مطابق سائين شاه قلندر جن بسم الله چيئي اٿي ڪڙا ٿيا. ۽ فرمائڻ لڳا "امان سلام"، امان سلام،

فقير سائين کي ڪنائي پنهنجي ڪٽ جي پرسان رکايو- ۽ قرب جي نظر سان ڪين نوازي عرش تي پهچائي ڇڏيو - اها ڪرم نوازي واري حالت دل تي نتي ڏينهن تي راتيون گذري جنهن دوران ڪامل مرشد پنهنجي پياري طالب کي هڪ ئي نظر سان طريقت ۽ حقيقت جون منزلون طي ڪرائي معرفت جي ملڪ جو ماهر بڻائي ڇڏيو-

نظر جني جي ڪيميا — سي ڇپر مارڻ پارا "

انهيءَ قربداري جي ترجماني فقير عمدل سائين جن هن ڪلام ۾ ڪري فرمائي آهي.

شعر:- منهن پسي محبوب جو — منهنجا نيڻ نوازيا نفعي
ويا لهي خطرا خلل — شفقت شفيعن جي شفي
صفتون سوين سارا هيان — مطلق مثال نه ناهيان
لا مثل مظهر پائيان — عمدل فقر جي فلسفي

جڏهن مٿيون ڪلام شهنشاهه قلندر جي آڏو سندس حضور ۾ ڪيل قربداري جي باري ۾ فقير عمدل سائين جن ڳاليو ته بادشاهه پنهنجي لوڪيل سلي جا گل ڏسي بيحد خوش ٿيا. طالب تي وڏيڪ قربداريون ڪري سموري سر طالب ۾ سمائجي ويا. ظاهر باطن جا راز جيڪي پوشيده هئا سي کلي پيا.

ازلي رازن جي اظهارڻ تيڻ ۽ مرشد محبوب پنهنجي وجود ۾ سمائجڻ ڏسي فقير سائين جن مرشد محبوب کي محبت ۽ عشق ۾ هن ريت عرض گذاري ڪئي.

شعر:- ازل کان عشق اوهان جي ڪيو عشاق مونکي — فناجو فيض ڏجو في سبي فراق مونکي
موجود ڪل تو ۾ عدم. تون عندل سدا مون ۾ — ڏي پسڻ پنهنجي پرين پيو ڪل پسڻ نا ياڪ مونکي

" عمدل سائين "

اهڙي طرح فقير سائين جن فنا في الوجود جي منزل طي ڪري فنا في الشيخ تي پهتا مڪان ناسوت مان نڪري مٿي پرواز ڪري پنهنجي مرشد جا عاشق هوندي معشوق ٿي پيا- ۽ مرشد سائين قلندر شاهه جن پنهنجي پياري طالب جا مطلوب هوندي عاشق ٿي پيا اهڙيون هزارين ثابتيون فقير سائين جن جي ڪلام ۾ موجود آهن.

شعر:- عشق بڳا آزاد ٿيو سي | جنهن ڇُٽ پيئي يار جنجال ڪنون
پير مغان پر ڪرڏ تڙا | ڪيفي جام ڪلال ڪنون
بيوٽ نال پرواز ڪيتو سي | خمر خفي دي خيال ڪنون
عمدل معلوم تڏان ٿيو سي | هادي والي جال ڪنون

"عمدل سائين"

شعر:- طالب تي مطلوب مدامي | وتدي رنگ رلائي وي
دم دم دي وچ درشن دائم | وچ صورت راز ڇپائي وي.

فقير عمدل سائين جن پنهنجي مرشد کان سري اذکار حاصل ڪيو ۽ قلبي جو ذڪر اڳ ئي ننڍڙي هوندي کان ئي مادرزاد اولياءَ هجڻ ڪري جاري هُيَن. مرشد جي حضور ۾ رهڻ ۽ صحبت جي رنگ چڙهڻ بعد سنڌن امرسان فقير عمدل سائين جو پنهنجي اباڻي ڳوٺ پنه عاقل ۾ رهڻ لاءِ آيا.

اُتي گهر جي اُتر پاسي قبلي رخ تي مرشد طرف عقيدت جو احرام ٻڌي سجدي ۾ ڪليا ويا. ان احرام جو مقصد هن ريت هو.

شعر:- نظرن ڪيو منظور صورت يار ڪي سجدو صحي
ٻيئي طرف طرفين کان پنهنجو پليو هو پاڻ موت. "عمدل سائين"

احرام جي سجدي کي ست سال گذري ويا. ان عرصي دوران فقير عمدل سائين جن تي هڪ رلهي پيل هئي، ۽ سندن ماتيلي ماءُ جن پاليو هُيَن، سردي جي شدت سبب ماتا جي پيار ڪري ڪک ڪانا ۽ ڪاٺيون گڏ ڪري، پر ۾ باهه ٻارڻ جي ڪيترا ڀيرا ڪوشش ڪئي هئي. مگر انهن ڪکن کي باهه ڪنهن تي نه لڳي، جتي عشق آڙاهه ٻاريون ويٺو هجي. ان ستن سالن جي مدت ۾ فقير عمدل سائين جن نه ڪجهه کاڌو ۽ پيتو ۽ نه ڪنهن ٻي حاجت روائي جي ضرورت رهي. چوٿون احرام اهڙو هو. جنهن جي وضاحت هن ريت آهي.

شعر:- قربان قتل سري سر واهه ڪيل ڪيم | اعلیٰ ابرو قطب قبله گاهه ڪيم
انهن غمزن وار و غبار غضب | ماٺيون موتو قبل الاجو مشرب
ڏيدان ديدن ۾ لايون لب سان لب | عمدل دم دم دربار ڪيم.

۾ ڏيلوان جي صورت اختيار ڪندا آهن. اهڙي طرح هر هڪ موقعي تي جيڪي ڪجھ فقير عندل سائين جن سان گذريو، ان جو ڪيل اظهار ۽ هن وقت "گلزار عندل" ان مجموعي حالات جو ڪلام اسان جي هٿن ۾ موجود آهي.

مٿي بيان ڪيل مطلوبي مهرباني جو اظهار فقير سائين جن هن ريت ڪري فرمايو آهي.

شعر:- ثابت سيحاتم صيحح صوفي سر الله جو
قائم دائم قدم آهي رهبرواري راهه جو
هادي حڪم سان ڪيو سالار سپ سپاهه جو
عندل" قول ڪلام ڪثرت قرب قلندر شاهه جو

هاڻي جو فقير سائين جن طالب سان گڏو گڏ مطلوبي درجو حاصل ڪيو هو ۽ فنا في الشيخ مان فنا في الرسول جي منزل ۾ داخل ٿي رهيا هئا. تنهن ڪري نبوي اطوار ۽ اوصاف عنايت ٿيڻ لاءِ ۽ طريقت جي آداب ۾ اضافو ٿيڻ لڳو.

ان لاءِ ست سال راتيون ٻئي نوع انسان کان الڳ رهندا هئا. ان دوران ڪنهن به شيءِ جي ضرورت ڪا نه رهين. جنهن ۾ کاڌو پيتو ۽ ٻيون شيون جيڪي انسان طبع سان واسطو رکندڙ آهن. سڀ ترڪ ڪيون ويون.

شعر:- فقير جيڪي اسڪي جنهن جي سيڪري سري
پر گهران نه گهري گهران ڏان نه گهري
جيڪو ماني کان مري سو سامي ڪيئن سڏيو. "شاهه صاحب"

انهن ڪٽي چيچي ۾ انهن ڇهن سالن ۾ فقير عندل سائين جن دل جي حفاظت ڪئي. جڏهن اهو مجاهدي جي ڇهن سالن وارو عرصو پورو ٿيو نه وري فقير عندل سائين جن جي دل حفاظت ڪئي جو پاڻ سائين جن ڇهه سال راتين جو ڪو نه گذاريو. اهو عرصو لشڪر خان چانديءَ جي ڳوٺ پرسان ماهي مڪول ڳوٺ ۾ رهيا. اهو ڳوٺ لاڙڪاڻي ضلعي جي قمبر تعلقي ۾ آهي. اڄ تائين اتي چپ فقير جو ميخانو موجود آهي. جيڪو فقير عندل سائين جن جي ڇهن سالن جي نه گذارڻ ڏانهن منسوب ٿيل آهي ۽ اهو واضح ثبوت آهي. مٿي بيان ڪيل ٻارهن سالن جي عرصي دوران ڏيهي يعني ناسوتي صفات، نفساني.

ان يگانگيءَ دوران محبت اهُورنگ لاتو جو ستن سالن جي عرصي گذرڻ بعد مرشد سائين قلندر شاهه بادشاهه او چتوئيءَ او چتو سيد اسماعيل شاهه وگهڻ واري جي شرعي مريد گنبذ وعرف گدا فقير کي سواءِ ڪنهن خبر ڏيڻ جي ساڻ ڪري وٺي هلندا پيا.

مدينجي ڪان ريل ۾ سوار ٿي . اچي پنهه عاقل ريلوي اسٽيشن تي لٿا. اتان لهي سڌو جبهن ڪنڊ ۾ فقير سائين جن سجدي ۾ هئا. اتي اچي بيٺا. ۽ ايئن ٿي ڳوچڻ ڪيي اڳ ان جاءِ جي سائين جن کي واقفيت هئي. اتي پهچڻ سان سائين قلندر شاهه فقير سائين جن جي پويان هي الفاظ فرمايا.

”اين ڪي ڪوت - اين ڪي راجا - تمڪيون يُون يُون ڪرتا -

انهن لفظن ٻڌڻ سان فقير سائين جن جي جسم ۾ تحرڪ ۽ لرزش پيدا ٿي. سائين قلندر شاهه هٿن مبارڪن سان اهار لهي لاٿي جا بلڪل زلون ٿي ويئي هئي، ۽ سندن الفي به ذرلون ذرلون ٿي چڪي هئي.

اهڙي طرح فقير غمدل سائين جن ان عرصي ۾ عشق جو ڪيئي منزلون مرشد جي مهرباني سان طي ڪيون ۽ عشق جي مدرسي جو آفيسر پنهنجي طرلقيت جي طالب کي عقيدت ۽ عشق جي امتحان ۾ ثابت قدم ۽ صحيح طرح پاس ٿيل ڏسي، دستار بندي يعني خلافت جي خرقي عطا ڪرڻ ۽ ويس پڌائڻ لاءِ آيا هئا.

سائين قلندر شاهه نئون ويس ۽ وڳو گهرائي فقير غمدل سائين جن کي خلافت جي پاڪو طور پهرايو. ڪين طالب مان ڦيرائي مطلوب جو درجو عطا ڪيو. ۽ خلق خدا کي فيض ڏيڻ جو فرمان جاري ڪيو. ان بعد فقير سائين جن طالب مريد ڪيا. ۽ گنبذ وعرف گدا فقير جبهن کي فقير سائين جن جي خدمت ۾ رهڻ جو حڪم مليو. اهو به سندن دست بعيت ٿي طرلقيت جو طالب ٿيو.

اهو اصول آهي، نه جهڙو جهڙو حال طالب تي ايندو آهي، ۽ جهڙي مرشد محبوب مهرباني ڪندو آهي. ان ڪيفيت جو اثر سندس قلب تي گذرندو آهي . ان جي ترجماني ڪندڙ ڪلام جيڪي قلبي يا الهامي ڪلام هوندا آهن. اهي اظهار ٿيندا رهندا آهن. جيڪي بعد

۾ ديوان جي صورت اختيار ڪندا آهن. اهڙي طرح هر هڪ موقعي تي جيڪي ڪجهه فقير محمدل سائين جن سان گذريو، ان جو ڪيل اظهار ۽ هن وقت "گلزار محمدل" ان مجموعي حالات جو ڪلام اسان جي هٿن ۾ موجود آهي.

مٿي بيان ڪيل مطلوبي مهرباني جو اظهار فقير سائين جن هن ريت ڪرڻ فرمايو آهي.

شعر: ثابت سچا تم صحيح. صوفي سر الله جو قائم دائم قدم آهي. رهبر واري راهه جو
هادي حڪم سان ڪيو. سالار سپ سپاهه جو محمدل قول ڪلام ڪثرت. قرب قلندر شاهه جو

هاڻي جو فقير سائين جن طالب سان گڏ وڳڏ مطلوبي در جو حاصل ڪيو هو ۽ فنا في الشيخ مان فَنَا فِي الرَّسُول جي منزل ۾ داخل ٿي رهيا هئا. تنهن ڪري نبوي اطوار ۽ اوصاف عنايت ٿيڻ لاءِ طريقت جي ادابن ۾ اضافو ٿيڻ لڳو.

ان لاءِ ست سال راتيون بني نوع انسان کان الڳ رهڻو پيئين. ان دوران ڪنهن به شيءِ جي ضرورت کان رهين. جنهن ۾ ڪاڌو پيتو ۽ ٻيون شيون جيڪي انساني طبع سان واسطو رکندڙ آهن. سي ترڪ ڪيون ويون.

شعر: فقير چٽنجي ان کي. جنهن جي سپ ريءَ سري
پر گهران نه گهري. گهران تان نه گهري
جيڪو مانيءَ ڪاڻ مري. سو سامي ڪيئن سڏبو (شاهه صاحب)

ائين ڪٽي چٽنجي ته انهن ڇهن سالن ۾ فقير محمدل سائين جن دل جي حفاظت ڪئي. جڏهن اهو مجاهدي جي ڇهن سالن وارو عرصو پورو ٿيو ته وري فقير محمدل سائين جن جي دل جي حفاظت ڪئي، جو پاڻ سائين جن ڇهه سال راتين جو ڪو نه ڳالهايو. اهو عرصو لشڪر خان چانڊئي جي ڳوٺ پرسان ماهي مڪول ڳوٺ ۾ رهيا.

اهو ڳوٺ لاڙڪاڻي ضلعي جي قمبر تعلقي ۾ آهي. اڄ تائين اتي چُپ فقير جو ميخانو موجود آهي. جيڪو فقير محمدل سائين جن جي ڇهن سالن جي نه ڳالهائڻ ڪري انهن منسوب ٿيل آهي ۽ اهو واضح ثبوت آهي.

مٿي بيان ڪيل ٻارهن سالن جي عرصي دوران ڏيهي يعني ناسوتي صفات، نفساني

وصفون ختم ٿي چڪيون هيون. انسان جي وجود ۾ جيڪو نفس آهي، اهو برائين ڏانهن مائل ڪندڙ هڪ ڏاڍي جي مثال آهي. جنهن کي فقير عمدل سائين جن مردانگي ۽ مرشد جي مهرباني سان ماري مات ڪيو. جنهن ڪري حضوري قرب حاصل ڪرڻ لاءِ وجود وساري وحيي ذات ۾ ٻيڪ ذات ٿيندڙ موجون ماڻيائون

دوزخ جي ڏاڍي تي بيهي ڏني سي بانگ
من اندر مصحو ڪيو تن ڇڏي سڀ تانگهه
ڇڏي سڀ وساريو سانگ تڏهن ويل ٿيو وسري

سائين ويل فقير

جڏهن هر شيءِ جسم خواه اسم پوري طرح سان وساريو ويو ته هڪڙي رات فنا في الرسول جي منزل عنايت ٿيڻ لاءِ فقير عمدل سائين جن کي حضوري قرب هن ريت عنايت ٿيو، جو هڪڙي ڏينهن شام جو اقوالحروف سائين سندن مٿخاني تي ويٺي ورونهن ٿي ڪيئي. گفتگوءَ دوران شعر جيڪي هيٺ ڏجي ٿو، ان جي آمد جو سبب ظاهر ڪرڻ لاءِ عرض گذاريو ويو.

جيتوڻيڪ پاڻ رازڪي ڏاڍو ڍڪيندا هئا. مگر ان ڏينهن خوش قسمتي هئي جو فقير عمدل سائين جن اڪيلائي ڏسي ٿڌو ساهه ڀري سرخ چهري ۽ ترچشمن جي صورت ۾ پاڻ فرمايو: "ابا ڇهه سال اسان دل جي حفاظت انسان ذات جي تعلق کان ٻاهر گذاري ڪئي، ۽ ان بعد ڇهه سال دل، اسان جي حفاظت انسان ذات سان گڏ گذاري ڪئي، جو ظاهر زبان سان ڇهن سالن جي ايڏي مدت ۾ هڪ لفظ به نه ڳالهايو ويو هو. ان بحران جي دوران مان گذر ڪرڻ سان محبوبن جي طرفان مشاهدو تيار ٿي آيو.

**مشاهدو:** پاڻ هڪڙي محلات ۾ جنهن جي چوڌاري وڏا آڙاهه ٻاهه جا ٿي ٻريا ۽ دروازي تي واسينگ نانگ وڏي جوش خروش سان ڦوڪون ڏئي رهيا هئا. تخت تي پاڻ آڌو ڪاتيءَ اڏو ڪيون ويٺا هئا. ان محبوبي صورت حڪم ڪيو ۽ فرمايو ته "هلي آءُ"، سندن فرمان تي ان باهه ۾ ڪاهي پياسي ۽ سواءِ ڪنهن تڪليف جي ان مان لنگهي پار ٿيا سي. دروازي تي نانگ بلائن جي سامهون پهچڻ تي امر ٿيو ته "اتان به هلي آءُ". لاخوفيءَ سان اتان به اڪريا سي. هن طريقت جي راهه پار ڪرڻ لاءِ هي شعر بلڪل موزون ايندو:

ترسيو ڪين طريقت ۾ سو تارڪ طلسمائي جو
تيز تري ويو تارتڪيءَ مان طالب تحقيقاتيءَ جو!

عمدل سائين

وٽس پهچڻ تي ارشاد ٿيو ته "آءُ اڏي تي". ارشاد جي تعميل ٿي ۽ سر ڌڙ کان جدا ٿي پيو. سر کانسواءِ سارو جسم ڪيمون ڪيو ويو، ان بعد سيخن تي ڪباب پچايا ۽ نوش جان ڪيائون. ان وقت جو منظر هن ريت هوندو جيئن فقير غمدل سائين جن خود فرمايو آهي:

هٿ اپني ڪات ڌريندا، اوته هوڪا هٿ هٿ ڏيندا
ودا عاشق نون ڳليندا، سر ڏي ته پڇي سرگهردا

اهو سهڻل ميڏا ساقي غمدل موجود ميٺا فتي
محبوب ٿيا هي ملاقي، پر ڏيندا جام زهر دا!!

پنائي بادشاهه به اهڙي مشاهدي جو اظهار پنهنجي بيتن ۾ ڪرڻ فرمايو آهي.

سانت صحت سپرين، آهي نه آزار
مجلس وير متو ٿئي ڪونيندي قهار
خنجر تنهن خوب هي جنهن سين ڏٺي پيار
صاحب رب ستار سوجهي رڳون ساه جون
شاهه

رڳون ٿيون رباب وڄن ويل سپ ڪين
لڇڻ ڪڇڻ نه ٿيو جانب ري حساب
سوئي سنديم سپرين ڪيس جنهن ڪباب
سوئي عين عذاب سوئي راحت روح جي!
شاهه

پابوهيو پچن ڪٽي هٿ حبيب جو
نيزي هيٺان نينهن جي پاسي پاڻ نه ڪن
عاشق اجل سامهان اوڇي ڳات اچن
ڪسڻ قرب جن، مرڻ تن مشاهدو!
شاهه

جڏهن نوش جان ڪيائون ۽ راضي ٿيا ته آڏو هڪ وحدت جو درياهه هو، ان ۾ ٽپو ڏنائون. پوين ۽ پر تي پاڻ ظاهر ٿيا ۽ اوريئن پر تي اسان سالم جسم سان. وري هُن پر کان ٽپي هنيائون ته پاڻ هِن پر ته اسان هُن پر بيٺا آهيون.

ان طرح نفي اثبات ڪرڻ بعد وڏي سوز ۽ پيار واري آواز ۾ من موهيندڙ لهجي ۾ فرمايائون ته "اسان ڏي ڏس!" عرض ڪيو ويو ته "پنهنجيون اکيون ڏيو ته توهان کي ڏسون. هنن اکين کي ڪهڙي مجال آهي جو توهان کي ڏسي سگهن." ايئن چوڻ سان يڪ وجودي ٿي ويا. ايئن ڪيئي چئجي ته

بي خوديءَ مان ڪري ظهور، يار سمايو صفات ۾
ذات صفات جي ناهي جدائي عشق جي اوقات ۾!!

انصاف ڪڙين جاڏ سو غمدل گهڙيون گهوارن ڪري
آئي سچيون ڏين ثابتيون اشارا اثبات ۾!!

صحيح مقام عنايت ٿيڻ لاءِ ڪروڙين قربداريون ۽ نوازشون ٿيون ۽ هي ڪلام انسڀي ماجرا جو صورت حال آهي.

تنهنجي نازتي آهي نازمونکي هر دوجهان ۾
تصوير جي تشبيه نا، ڪون و مڪان ۾؛
غمدل نکيو نکن ۾ تنهنجي نظر سان توکي
سامت تو سمجهايو مونکي ناطق زبان ۾؛

اهڙي طرح حضور ڪريم صلى الله عليه وسلم جن پاڻ "علم قرآن سامت" فقير سائين جن جي سيني ۾ "علم قرآن ناطق" سمائي پنهنجي رحمت جو ڇٽ فنا في الرسول جي منزل جو عطا ڪرڻ فرمايو. اهڙي طرح فقير سائين جن بدستور فنا في الله ۽ بقا بي الله جو درجو به حاصل ڪيو.

عشق ٿيو سر عطا الاهي بيشڪ بقا باالله جو
لا اله کان لنگهي ٿيو اثبات الا الله جو؛
ڪري فنائي کي فنا، عشق چيو آهي انا،
برهه بنائي توڙ بنا، اني ان الله جو!
غمدل ٿيو خوش دل سدا عهديت ڪري عهدالا
منصوري مشرب مُدا، مائي ملڪ لمن الله جو

مگر فقير سائين جن ان بقا باالله جي درجي مان نڪري فنا في الله جي مقام ۾ سموري عمر گذاري. ڇو ته عارفن جو آخري مقام بقا باالله ۽ عاشقن جو مقام فنا في الله آهي. ان جو سبب اهو آهي ته عاشق چاهيندا آهن ته معشوق کي بقا هجي ۽ اسان ان ۾ فنا هجون.

چوته فنا ۾ درد گهڻو هوندو آهي.

"جنهن کي درد آهي سو مرد آهي"

اهڙي احسان منديءَ لاءِ طريقت جو سلسلو هن ريت آهي:

## سلسلو

١: اَللهُ جَلَّ جَلَالَهُ ○

خدا ونده طفيلي ذات پنهنجي. منهنجي قسمت نصيب پنهنجو لقا كر ○

٢: مُحَمَّدُ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ ○

خاطر نبي دي لولاڪ لما. خدا خلقيا خاص هر دو جهان مخفي گنج روشن رجاعت كهون.

ثناءِ محمدؐ عبادت كهون، بصلوات عالى عبارت كهون ○

طفيلي سيد الانبياء محمد مصطفىٰ جي منهنجو عشق و ايمان كامل ڪ بقا كر ○

٣: سندن دست بيعت. سيد مظهر العجائب والغرائب صاحب ولايت. امام الاولين امير المؤمنين. شيرِ خدا مرتضىٰ علي مشكل كشا عليه السلام ساكن شهر شاه نجف ولايت عراق ملك عربستان ○

يٰس دا سر تي سهرا بنا. لقب جنهن دي دختر دا زهراؑ بنا. بعد از علي دي امامت كهون. ثناءِ محمد عبارت كهون ○

طفيلي شاهِ مردان، شيرِ يزدان مرتضىٰ علي جي، شفيع منهنجو محمد مجتبىٰ كر ○

٤: سندن دست بيعت. جليل القدر. طالب اولين. سراج السالكين خليفو جناب حضرت خواجه حسن بصري، پيرِ طريقت كامل صوفي القادري رحمت الله عليه ساكن شهر بصرو ملك عراق عربستان ○

طفيلي حسن بصري پير كامل جي سيئي دور مون كان حرص و هوا كر ○

٥: سندن دست بيعت، فضيلت مآب عالي جناب خليفو حضرت شاه حبيب عجمي پير كامل و مكمل صوفي القادري رحمت الله عليه ساكن شهر عجم ملك عراق

طفيلي شاه حبيب عجميءَ مكمل جي، منهنجي آئينهٔ دل كي صفا كر ○

٦ : سندن دست بيعت شمس .......... الاولياء قطب العارفين پيرطريقت خليفو جناب حضرت شاه محمد داؤد ماهرِ معرفت صوفي القادري رحمت الله عليه ساڪن ........... ○
طفيلي پيرِ حضرت شاه داؤد جي ـ شرابِ معرفت منهنجي غذا ڪر ○

٧ : سندن دستِ بيعت شيخ المشائخ ، صاحبِ شريعت و پيرِطريقت خليفو جناب حضرت شاه ڪرخي پيرِ معروف صوفي القادري رحمت الله عليه ساڪن شهر ولايت ڪرخ ملڪ ترڪستان.
طفيلي شاه ڪرخي پير معروف جي شريعت ۾ اسان کي رهنما ڪر ○

٨ : سندن دست بيعت ، پيرِطريقت سرتاج السالڪين محبوب المشتاڪين خليفو جناب حضرت خواجه شاه عبدالله سري سقطي صوفي القادري رح ساڪن شهر اصفهان ملڪ ايران ○
طفيلي شاه عبد الله سقطي جي اسان کي راهِ طريقت عطا ڪر ○

٩ : سندن دست بيعت پيرِ طريقت هادئ الحقيقت رائ رحمت جناب حضرت خليفو خواجه جنيد بغدادي صوفي القادري رحمت الله عليه ساڪن شهر بغداد ملڪ عراق ○
طفيلي شاه جنيد بغدادي پير ڪامل جي ، حقيقت منجهه منهنجي دل کي ضيا ڪر ○

١٠ : سندن دست بيعت پيرِطريقت ماهر ملڪ معرفت فيض مآب عالي جناب خليفو حضرت خواجه شيخ شبلي ابا بڪري عاشق انور صوفي القادري رحمت الله عليه ساڪن مڪه شريف ملڪ عربستان ○
طفيلي شيخ شبلي پيشوا جي ، صوفين ۾ مونکي اصفيا ڪر ○

١١ : سندن دست بيعت ڪرم فرما راحت فيض بخش صاحبِ ولايت خليفو جناب حضرت مخدوم ابو الفضل عبد الواحد ابن عبد العزيز نعمي صوفي القادري رحمت الله عليه ساڪن شهر يمن ملڪ عربستان ○
طفيلي عبد الواحد ابن نعمي مهتدا جي ـ ڪرم بخشش ۾ مونکي مهتدا ڪر ○

١٢ سندن دست بيعت پيرِطريقت و راحت خليفو جناب حضرت مخدوم ابو الفرح يوسف ولي طرطوسي صوفي القادري رح ساڪن شهر طرطوس ملڪ مصر عربستان.
طفيلي ابوالفرح يوسف ولي جي ـ عذاب النار مون کان جدا ڪر ○

١٣ : سندن دستِ بيعت پيرِطريقت سرگروه السالڪين و امام المشائخين فيض مآب

عالي جناب كيميا نظر شيخ المشائخ مخدوم حضرت ابوالحسن على بن محمد يوسف قريشي هنگاري صوفي القادري رحمت الله عليه ساكن شهر هنگاري ملک ترکستان ○
طفيلي ابو الحسن شيخ المشائخ جي ، منهنجي وجود کي کيميا کر ○

١٤ : سندن دست بيعت پيرِ طريقت هادي الحقيقت فيض درجت بادشاه بي ريا جناب حضرت مخدوم خليفو بوسعيد بن علي مبارک پيرِ پيران - پير محرومي صوفي القادري رحمت الله عليه ساکن شهر محروم ملک مصر ○
طفيلي بوسعيد پيران پير ميران جي ، عبادت ۾ منهنجي دل بي ريا کر ○

١٥ : سندن دست بيعت خليفو صاحبِ شريعت پيرِ طريقت هادي الحقيقت مَلَک ملک معرفت محبوب سبحاني، قطب رباني ، غوث صمداني ، غوث اعظم پيرانِ پير شيخ المشائخ ميران محی الدين سيّد ابومحمّد عبد القادر جيلاني صوفي القادري رحمت الله عليه ساکن شهر بغداد ملک عراق ○
طفيلي غوث اعظم شاه جيلاني جي فنا فی الله ۾ مون کي فنا کر ○

١٦ : سندن دست بيعت خليفو فرزند عقيد تمند عالي همت بابرکت پرکشش پير طريقت فيض درجت بقا بالله سخي جناب حضرت ميان عبدالرزاق صوفي القادري رحمت الله عليه ساکن شهر بغداد شريف ملک عراق ○
طفيلي پيرزاده عبد الرزاق جي ، بقا بالله ۾ مونکي بقا کر ○

١٧ : سندن دست بيعت خليفو پيرِ طريقت هادي الحقيقت کامل اکمل اولياءُ دافعُ الوسواس وکاشف الاسرار جناب مخدوم خليفو عبد الجبار صوفي القادري رحمت الله عليه ساکن شهر .......... ملک .......... ○
طفيلي پير حضرت عبد الجبار جي ، مون وسواس شيطان کان رها کر ○

١٨ : سندن دست بيّعت پيرِ طريقت ، قطب العارفين ، رهنماءِ السالکين ، تصورِ طالبان جناب حضرت خليفو سيّد محمد يحیٰ صوفی القادري رحمت الله عليه. شهر .......... ملک .......... ○
طفيلي سيد محمد يحیٰ رهنما جي ، سياهي دُور کر دل کي صفا کر ○

١٩ : سندن دستِ بيعت پير طريقت سراج السالڪين ، محب المساڪين ، تصور طالبين
ڪامل اڪمل پيشوا جناب حضرت خليفو نجم الدين صوفي القادري رحمت الله عليه
ساڪن شهر برهانپور ملڪ هندستان ○
طفيلي پير ڪامل نجم الدين برهانپوري جي ، محبت شوق پنهنجي ۾ فدا ڪر ○

٢٠ : سندن دست بيعت پير طريقت آفتاب العاشقين و مهتاب المشتاقين ڪاشف الاسرار
روشن ضمير جناب حضرت خليفو عبدالفتاح صوفي القادري رحمت الله عليه ،
ساڪن شهر.......... ملڪ ........ ○
طفيلي پير ڪامل عبدالفتاح ڪاشف الاسرار جي ، مونکي پنهنجي دوستن ۾ شمار ڪر ○

٢١ : سندن دست بيعت پير طريقت راز دانا ماهر ملڪ معنيٰ سلطانا سر سلطانا جناب
خليفو عبدالستار صوفي القادري رحمت الله عليه ساڪن شهر........ ملڪ ........ ○
طفيلي مرشد راز دانا عبدالستار جي ، تمامي دور مون کان بلا ڪر ○

٢٢ : سندن دست بيعت پير طريقت هاديُ الحقيقت ابرِ رحمت ، فيض درجت ، عزت مآب
عالي جناب حضرت خليفو سيد عبدالبقا سالڪ صوفي القادري رحمت الله عليه
ساڪن شهر........ ملڪ ........ ○
طفيلي پير ڪامل سيد عبدالبقا جي ، منهنجي قسمت کي بي بها ڪر ○

٢٣ : سندن دست بيعت ، پير طريقت جليل القدر ، جيد موحد ، پر اسرار ۽ پر انوار
مخدوم جناب حضرت خليفو عبدالجليل الله صوفي القادري رحمت الله عليه
ساڪن شهر........ ملڪ ........ ○
طفيلي مرشد ڪامل عبدالجليل الله جي ، منهنجي سر تان تمامي قرض ادا ڪر ○

٢٤ : سندن دست بيعت پير طريقت قطب الاقطاب - مشغول ، فارغ ، راز پوش ، پير ڪامل
اڪمل ، سراج السالڪين ، سلطان العارفين ، مقصد الطالبين جناب حضرت زين زري
بادشاه خليفو سيد عبدالرحمان شاه جيلاني ، بغدادي ، صوفي القادري رحمت
الله عليه ساڪن شهر دهلي ملڪ هندستان ○
طفيلي پير ڪامل عبدالرحمان شاه جيلاني بغدادي جي ، هر مرض ۽ درد
جي شفا ڪر ○

٢٥ : سندن دست بيعت پير طريقت، فقير و قادر، سلطان العارفين، محب المشتاقين و سالڪين، راحت العاشقين، مقصد الطالبين، سلطان الاولياءُ جناب حضرت سلطان محمّد باھُوَ اعوان صوفي القادري سروري رحمت الله عليه ساڪن شهر شور ڪوٽ ضلع جھنگ سيال صوبو پنجاب ملڪ پاڪستان ٥
طفيلي پير ڪامل بادشاه سلطان باھوجي، شفاعت مصطفيٰ جي مون تي روا ڪر ٥

٢٦ : سندن دست بيعت پير طريقت، طالب الاولين، محبوب مھ جبلين، صادق اليقين منظور نظر، با خبر، قطب ڪمال، صفت جلال وجمال جناب حضرت خليفو مخدوم مخمد صديق سيھڙ صوفي القادري رحمت الله عليه ساڪن شهر لڳ محمد پور ضلع سکر صوبو سنڌ ملڪ پاڪستان ٥
طفيلي پير ڪامل مخدوم صديق سيھڙ جي، ڇپايو عيب منهنجا ۽ رد خطا ڪر ٥

٢٧ : سندن دست بيعت، پير طريقت، هادئ الحقيقت، رهبر رنديت، سخيءُ الصفت ماهر ملڪ معرفت، محبوب صورت، فيض درجت، عالي جناب حضرت خليفو ميان خير محمد پَٽ ڏڏي پنهيار صوفي القادري سروري رحمت الله عليه ساڪن ميان جو ڳوٺ لڳ همايون شريف ضلع شڪارپور صوبو سنڌ ملڪ پاڪستان ٥
طفيلي پير ڪامل رهنما خير محمد پَٽ ڏڏي جي، مون کي صوفين ۾ اصفيا ڪر ٥

٢٨ : سندن دست بيعت پير طريقت، صاحب شريعت، هادئ الحقيقت مالڪ ملڪ معرفت، حيدري همت، شير يزدان قوت، راز الاهي رحمت پير ڪامل مڪمل جناب حضرت خليفو مخدوم قلندر شاه ڪڇي ڏڏي صوفي القادري سروري رحمت الله عليه ساڪن شهر ڪڇي، ضلع ڪڇي، صوبہ بلوچستان ملڪ پاڪستان ٥
طفيلي پير ڪامل مڪمل قلندر شاه ڪڇي ڏڏي جي، منهنجي مستجاب سڀ دعا ڪر ٥

٢٩ : سندن دست بيعت پير طريقت، سالڪ سرمست، رهبر رنديت فقير روشن ضمير، ناطق تفسير، ماهر علم جزوي، معنوي گوهر جناب الهڏنو فقير شهپوش صوفي القادري سروري رحمت الله عليه ساڪن جهل نواب مگسي ضلع ڪڇي صوبہ بلوچستان ملڪ پاڪستان ٥
طفيلي پير ڪامل الهڏني فقير جي، مون کي درد دل جو نور عطا ڪر ٥

٣٠ : سندن دست بيعت، پيرطريقت، هاديُ الحقيقت، مالڪ ملڪ معرفت، قطب الاقطاب تارڪ، رند قلندر، فقير قادر، معنوي ماهر، قدردان، پُرشان، فيض مآب، لاجواب، يوسفي صورت، پاڪ سيرت، اعلىٰ درجت جناب حضرت خليفو وريل فقير ابڙو صوفي القادري سروري رحمت الله عليه، ساڪن ڳوٺ ميان ڏنل ابڙو تعلقو قمبر ضلعو لاڙڪاڻو صوبو سنڌ ملڪ پاڪستان ○

طفيلي پير ڪامل مڪمل وريل فقير جي، مونتي پنهنجي ڪرم جي نگاهه ڪر ○

٣١ : سندن دست بيعت، پيرطريقت، هادي و مهدي، پيردستگير، شير يزدان صورت، نيڪ سيرت، سخي سلطان، مالڪ ملڪ ترڪ، شب ورهف، مستغرق، نظرباز، شهباز عقاب مه جبين، تصور طالبين، لجپال حسيني حال، قربن ڪمال، خليفو حضرت سيد سردار، جناب سائين قلندر شاهه جيلاني صوفي القادري رحمت الله عليه ساڪن ڳوٺ نبي شاهه وڳڻ تعلقو ڳڙهي ياسين ضلع شڪارپور صوبو سنڌ ملڪ پاڪستان.

طفيلي پير ڪامل و مڪمل قلندر شاهه، هادي پاڪ جي مونکي بخش تصرف ۾ صورت سيني ۾ صفا ڪر ○

٣٢ : سندن دست بيعت، پيرطريقت، هاديُ الحقيقت، مالڪ الملڪ معرفت، محب المشتاقين، سراج السالڪين، تصور الطالبين، سلطان الاولياءُ، رند قلندر، تارڪ عارف، عاشق معشوق، معنوي گوهر، فقير روشن، ناطق تفسير، راضي با رضا، خليفو حضرت عبد الخالق عرف **غازي غمدل** فقير دايو صوفي القادري سروري سلطاني، رحمت الله عليه ساڪن شهر نوديرو ضلع لاڙڪاڻو صوبو سنڌ ملڪ پاڪستان ○

(سندن مزار مبارڪ هن وقت پيرطريقت سان گڏ آهي)

طفيلي پير مرشد ڪامل مڪمل غازي غمدل فقير سائين جي مونکي اثارين عاشقن مؤمنن ۾ رلا ڪر ○

صفت خدا صفت خير البشر - علي فاطمهٴ و شبيرؑ و شبرؑ
غمدل دي هر دم حمايت ڪهون - ثناءِ محمدؐ عبادت ڪهون

# جواني ۽ مجازجون مهميزان

جيئن ته اڳ ۾ ئي ٻڌايو ويو آهي ته جوانيءَ واري عمر کان اول اسڪول واري وهيءَ ۾ ئي غمدل سائين جن تي حسن شهنشاه جو طوفاني شور برپا ٿيڻ شروع ٿي چڪو هو. هاڻي جو سورنهن سترهن سالن جي عمر ۾ ئي تصوف جي رهبر، هادي جنهن جي دستور ۾ حق پرستي حسن جي عبادت ڪرڻ سان حاصل ٿيندي آهي، ان ته هيڪاري مٿن رنگ لاتو. اهڙي محويت جي جام ملڻ جو پڻ احساس ٿيل معلوم ٿئي ٿو. جو پاڻ فرمايو اٿن ته:

پر جام پياري ساقيءَ ڇيو ته مئي سمائبي
دو بدو دلبر جي ديدن منجهه ديد لائبي،
غرق ٿي غواص غمدل در حسن درياءَ ۾ بي
جي نکيئي لوڪ ته جٽيو ڪفر گل پائبي!

اهڙي طرح فقير غمدل سائين جن هاڻي بره جي بانگ جو مؤذن بڻجي عشق جي نماز پڙهڻ لاءِ خونِ جگر سان وضو فرمائي حسن جي عبادت لاءِ بشري ڪعبو، جنهن کي علم تصوف جي اصطلاح ۾ حقيقي عشق جو ڪعبو چئبو آهي، فنا جي فرض جي تڪبير چئي، دائمي قبلي رُخ ٿيا ۽ ان ۾ ڪيترين ئي سُورنءَ جون سنتون ادا ڪيون.

نمازون نينهن جون نيتي، امر عاشق ادائي ڪر
فنا جي فرض ۾ فالم فنا في الله فدائي ڪر

غمدل سائين

جنهن جو مقصد هي آهي ته:

ڪعبو حسن صحي آ مسجود منهنجو
صورت انساني ڪي آهي سجود منهنجو!

غمدل

# پني عاقل شهر جي ماجرا

پني عاقل شهر ۾ هڪ مه جبين ”سدا ديوي“ سان سائين غمدل جون اُنڌي اکيون اڙجي ويون. پاڻ ان جي عشق ۾ اهڙو ته وڌي ويا جو پني شهر جي سموري پنچائت مخالف ٿي ويئي، پاڻ جنهن جاءِ تي ويهي مشاهدو مائيندا هئا، اتي ديوان اچي ساڻن وڙهندا هئا. اتي جيڪي مسلمان موجود هوندا هئا سي سهي ڪو نه سگهندا هئا ۽ ديوانن کان سائين جن کي ڇڏائيندا هئا. تنهن تي پاڻ کين چوندا هئا ته توهان جو ڇا وڃي، ڀلي ديوان مون سان وڙهن، پاڻهي عشق انصاف ڪندو.

## حسن جي تصديق ۾ ڪلام

حق پرستي حسن عبادت، حڪم هويا رهبر دا رهوا
طالب ويکن نينهن نظارا رنگ برنگي حُسن هزارا صورت بشري پردا وهوا
غمدل ذاتي قلب ڪماون وچ دربي درشن پاون نربيج پولادين ڪفردا وهوا

اهو منظر محويت اختيار ڪندو آيو جيئن مخالفت وڌندي ويئي تيئن طرفين ۾ عشق مضبوط ٿيندو ويو. سدا ديوي لاءِ جيڪا هڪ عورت هئي، هڪ طرف مائٽن جا سُهمان ۽ مهڻا ته ٻئي طرف غمدل سائينءَ جن تي انهن جا حملا، سندس برداشت کان ٻاهر هئا.

هڪ طرف خوف ته ٻئي طرف اها پڪ به ٿي ته مائٽ ڇڏي ويندا پر فقير ڪڏهن نه ڇڏيندو. اهو ارادو غمدل سائين جن کي سيني جي سگهه مان هڪ تيز برق وانگر معلوم ٿيو ۽ سدا ديويءَ کي مخاطب ٿي دل جاءِ ڏنائون. چوته ”اَلْمَجَازُ قَنْطَرَةُ الْحَقِيْقَتُ“ جي قول موجب غمدل سائين جن مجاز جو ميدان پار ڪيو هو ۽ حقيقت جون منزلون ماڻي رهيا هئا. سچڙ رحه سنئون جيڪو دل جي دفتر مان عشق جي انصاف جو تيار ٿيو سو هن ريت هو:

سدا عشق ۾ سر ڏي سلطان ٿيندو، اگر عاشقيءَ جو امتحان ٿيندو
رهنما رقيبن تي رهڻ روا ٿيو مقتل ۽ معرفت جو ميدان ٿيندو
حلاجي حسينيءَ همت حال همدم غمدل مدد شاهِ مردان ٿيندو.

جيئن شعر نڪتو نيئن ٿي پيو. عاشق جي صداقت ڏسي پنچائت پنهنجي هار مڃي ۽ سدا ديوي جو گهر مائٽن سميت پنچائت مان ڪڍي ڇڏيائون. هيءُ گهر فقير جي حوالي ٿيو ۽ محبوب جيڪي هاڻي سدا آڏو ٿي گذارڻ لڳا، سائينءَ کي گهر ۾ ويهاري ٽڪڪ لائيندا هئا. ۽ آخر هلي سدا ديوي ۽ سندس پاءُ راڄو مسلمان ٿيا. ۽ فقير سائين جن کان طريقت جي طلب حاصل ڪيائون ۽ ساري عمر فقيري ۾ گذاريائون.
سدا ديويءَ جي شادي گهوٽڪيءَ طرف ٿي ۽ راڄو جنهن کي فقراءَ ۾ نانڪ يوسف ڪري سڏيندا هئا، جماعت ۾ شامل رهيو ۽ اٽڪل اڻ نوي سال ٿيندا جو ڪنڌ ڪوٽ ۾ وفات ڪري ويا. هن وقت سندن مزار شهر جي عام قبرستان ۾ آهي.

جهڙيءَ طرح شهباز جي دائمي خوراڪ گوشت هوندو آهي، اهڙي طرح عشق جي عقاب جي به دائمي خوراڪ حسن هوندو آهي. فقير سائين جن جو شهباز عقاب هئا، تنهنڪري ساري عمر حسن ۾ گم رهيا، ۽ هڪ سؤ پنج سالن جي عرصي دراز ۾ هزارين حسن جي شڪار جا واقعا رونما ٿيا، جن مان ڪي هي آهن:

سدا ديوي جي حسن جي معراج ماڻڻ بعد سائين غمدل جن مرشد محبوب جي حضور ۾ نبي شاه اڇي صحبت جا پيگ پيتا. ۽ رياضت جا ٻڪرا ۽ ڀرا حاصل ڪيا. کين رياضت ۾ درگاه جا مٽ ڀرڻ وارو ڪم مليو هو. جيئن ته اڳ نلڪا ڪين هيا، پاڻي ڀرڻ لاءِ کوه هئا جتان عورتون ۽ مرد پاڻي ڀريندا هئا، تنهنڪري فقير سائين غمدل جن به درگاه جي پاڻي ڀرڻ لاءِ ڳوٺ جي ٻاهران هڪ کوه تي ويندا هيا جتي هڪ حسين نينگري ذات موچاڻي سان اکيون ٻه چار ٿي ويون ۽ بي قضا عاشق جي دل مقيد ٿي پيئي. مگر نظربازن ۽ تيراندازن واريون نظرن ان حسين نينگريءَ جي دل ۾ آڙاهه ٻاري ڇڏيو.

ابرن جي اشاري سان اثر ٿيو عشق جو پڌرا
چڙهائي چوٽ چشمن کي چيهاڙيون چاڪ چڊان دل
مقيد ٿي قضا منهنجي زلف در پيچ زندان دل؟
"غمدل سائين"

اهو معاملو ڪي ڏينهن لڪل رهيو مگر عشق ۽ مشڪ لڪڻ جو نه آهي

آخر عشق اظهاري ڪئي جو هڪ ڏينهن نينگري پاڻيءَ جا دلا ڀريون کنيون ٿي آئي، ته سامهون غمدل سائين جن به کوهه تي پاڻي ڀرڻ لاءِ پئي آيا. دوبدو ايندي ئي ان حسن جي ديويءَ جا پير ٿڙڪي ويا، سڀ دلا ڀڄي پيا مٿس بي هوشيءَ جي حالت طاري ٿي ويئي. شعر:

نيڻهن ۾ نشترن کي نظرن ڪيو نشانو
آهه نقش دل نشمبر مژگن جو ماجد انو.

"غمدل سائين"

شهر جا ماڻهو جيڪي سڀ سائين قلندر شاه جا مريد ۽ معتقد هئا، انهن مان نينگريءَ جا مائٽ به هوندا هئا، جن هڪدم نينگري کڻي اچي سائين بادشاه جي اڳيان رکي ۽ عرض ڪيو ته "قبلا، هن کي اکين جي شهباز سڃي وڌو آهي، جيڪڏهن اهي باز هاڻي ٻي ان شڪار تي ڇڏيا ته پوءِ اسان شهر ڇڏي وينداسين. وڏيڪ مالڪ آهيو. سائين قلندر شاه سواءِ پڇا ڪرڻ جي فقير غمدل سائين جن کي سڏائي ورتو ۽ فرمايو ته "اسان جي شهر جو به احترام نه ڪيئي؟" فقير سائين جن با ادب حضور ۾ عرض ڪيو ته "قبلا منهنجي جسم جي ڪا به غلطي ڪانه آهي باقي اکيون اوهان ڪان عنايت ٿيل آهن جنهن راز کي سائين جن پاڻ ڄاڻن ٿا."

سائين قلندر شاه جن مام سمجهي ويا ۽ فقير سائين جن ان تي ئي هي هيٺيون شعر پڙهيو:

اکين جي انصاف جي آهي اکين کي آگاهه
پائي پيچ پريت جا پڇي ٿيون پاهه
مُنصفي ميدان ۾ عاشق ٿين الله
غمدل نور نگاه عينن مان اثبات ٿئي.

عاشق

سائين قلندر شاه جن نينگري تي نظر ڪرڻ فرمائي ۽ بيهوشي جي حالت مان نڪري ساري حياتي محويت جي عالم ۾ رهي ۽ الله واري ٿي ويئي.

هوڏانهن فقير غمدل سائين جن کي ان اڳاٽ جي عيوض درگاه تي رهڻ کان منع ٿي ۽ سير و سياحت جو امر مليو. ان امر ملڻ سان پاڻ سائين بادشاه جي حضور ۾ هي شعر چيو ۽ سفر جي تياري ڪئي:

ثلهه: سر بار غمان دي آئي ني. اسان عشق دي سفر سهائي ني

مجروح ڦرون مستانا تيڏي ڪيتا ديد ديوانا
ڳل تار زلف دا ڳانا. خم خم دي پيچ پوائي ني

اهي ازلون اکيان اڙيان - او نه مول نه غمدل مڙيان
لا چوتان چت تي چڙهيان - لک عاشق مار گنوائي ني

فقير غمدل سائين جن هالاڻي عشق جي سفر تي روانا ٿي چڪا هئا ۽ گهمندي ڦرندي وڃي شهنشاهه قلندر سيوهاڻي جي درگاه تي پهتا. ڏينهن جو سڄو وقت ڪيرڻ ۾ ۽ اذرات ڪانپوءِ درگاهي دربار ۾ ايندا هئا. اهو وقت فقير سائين جن فاقي ۾ گذاريو. سجاده نشين کي حڪم ٿيو ته ” اسان جو مهمان ڪيرڻ ۾ رهي ٿو. ان کي روزانو کاڌو ملڻ گهرجي“ ان بادشاهه سجاده نشين فقير غمدل سائين جن کي ڳولي لڌو ۽ روزانو حڪم جي تعميل ڪندا رهيا. سيوهڻ طرف پاٽوڻ جا جاگيردار سيد رهندا هيا ۽ هينئر به رهن ٿا انهن مان هڪڙو هو به هو فقير غمدل سائين جن جي هم شڪل هو جيڪو شهنشاهه قلندر جو نائب هو ان کي مستن جي خدمت حوالي ٿيل هئي. ارادو ڪيائون ته ڪربلا معليٰ جي زيارت ڪجي ان ارادي سان سيوهاڻي بادشاهه کان اجازت وٺڻ لاءِ درگاه تي آيو. کيس اجازت ملي مگر مستن جي خدمت لاءِ ماڻهو ڪهڙو مقرر ڪجي. اهو معلوم ڪرڻو هو. دربار تان حڪم مليس ته اسان وٽ هڪ مهمان آيل آهي ان کي وٺي وڃي مست حوالي ڪيو. سيد بادشاهه مهمان کي ڳوليو مگر مهمان هٿ ڪين آيو.

آخر وري شهنشاهه کي عرض ڪندا ٿيو ته ورندي مليس ته هوبهو توهان جي هم شڪل آهي ۽ اڄ رات کان بعد توهان سان هٿ درگاه تي ملندو، اهڙو حڪم اسان ان کي به ڏنو آهي.

سيد بادشاهه غمدل سائين کي هٿ ڪيو ۽ سمورو احوال ٻڌايو فقير سائين جن چيو ته حڪم برچشم آهي جيئن مرشد قلندر شاهه کان به اهڙو حڪم نه ملندو. تعميل مشڪل آهي. پوءِ ٻئي ڄڻا درگاه ۾ آيا، اتان ٻنهي قلندر جي حڪم مطابق فقير غمدل سائين جن پاٽوڻ جي سيد سان گڏ ويا ۽ مستن جي سنڀال جي چارج ورتائون ۽ سيد بادشاهه امام عالي مقام حضرت حسين عليه السلام ڳگون جي ديدار ۽ زيارت لاءِ

ڪربلا معلىٰ ويو ۽ ڇهه مهينا گذاري واپس آيو. ان دوران عليل مست جيڪي ڪاڏو پيتو به پاڻ واپرائي ڪين سگهندا هئا عصدل سائينءَ انهن کي اهڙو سڌاريو جو اهي پنهنجو ڪاڏو پاڻ تيار ڪندا هيا ۽ پاڻي وغيره به پاڻ ڀريندا هيا. ڪيترا ته اهڙا به ٿي پيا جو ساڻن گڏ ويراڳ به ڪندا هيا. اهي مست عليل بجاءِ مست سالڪ ٿي پيا. شاه صاحب جي واپس اچڻ تي فقير عصدل سائين جن رخصت اختيار ڪرڻ جي تياري ڪئي. شاه صاحب محبت وچان ڪين اجازت نه ڏني ۽ چيو ته جيسلمير مان پٽ جي شادي ڪرڻي آهي ان خوشيءَ جي موقعي ۽ سفر ۾ اوهان شريڪ هجو. فقير عصدل سائين جن پڻ پنائي صاحب جو اهو شعر پڙهندا هوندا:

تنهن جيسلمير پاڻي جس - جنهن لا الله ڪارڻ لنديو
ڳس لڳون لطيف چئي - ڪانه به ڳس ڪس،
هت به رهايا ٽين رس - هت به ملي وڃي هوت کي.
شاه

سو ان مائي جي تربت جي زيارت ڪرڻ لاءِ موقعو چاهي ڇچ سان گڏ ان جي قافلي سان روانا ٿيا. شاديءَ جي شغل پوري ٿيڻ بعد سيدن جو قافلو واپس ٿيو مگر فقير عصدل سائين جن اتي ئي رهي پيا. مائي جي تربت جي زيارت ڪيائون. ان ڳوٺ ۾ هڪ هندو ڇوڪرو ڪنعيا لعل رهندو هو. ان سان فقير عصدل سائين جو آڪيون اٽڪيون شروع ۾ تمام گهڻي بندش رهي مگر فقير سائين جن آدوٿڻ وانگر ڪنعيا لعل جي گهر جي در تي ڏونهين ڌڪائي ويهي رهيا. ان دوران کاڌي پيتي جي احتياجي ڪا نه رهي. ۽ عشق پنهنجو انصاف اهڙو ڏيکاريو جو هڪڙي رات ڪنعيا لعل جي گهر جي پٺيان ٻڪرين جي واڙ کي اوچتو باه لڳي ۽ ماڻهن جي همت ئي ڇوڪرو ڇڙڪ پري جو اٿيو ته ان ڇڙڪ ۾ ئي سڌو کوهي تان ڪري پيو ۽ ڏو وڃي ٻرندڙ باه جي وچ ۾ پيو. والدين پريشان ٿي ويا. سندس ماءُ پيو چارو نه ڏسي فقير سائينءَ جن ڏانهن ڊوڙي آئي ۽ چيائين ته بابا، ڪنعيا لعل باه ۾ ڪري پيو آهي بچائي ڏيوم! اهو ٻڌي عصدل سائين جن جلد ۾ آيا ۽ باه ۾ ٽپو ڏنائون. رب جي رحمت سان ڪنعيا لعل کي صحيح سلامت ڪڍي آيا. ان ڏينهن کانپوءِ بندش جون ڪڙيون ٽٽي ويون ۽ ڪنعيا لعل سان بنا روڪ ٽوڪ جي ملاقاتون ٿيڻ لڳيون.

ڪنعيا لعل جا والدين غمدل سائين ۽ کي هاڻي عزت جي نگاه سان ڏسڻ لڳا ۽
پنهنجو ساڻو سمجهي کين نڪاڻي ۾ ويهاريو. روزانو شيوا ڪندا ۽ تلڪ لڳائيندا
هيس. فقير سائين جن ان شيوا منڊلي ۾ ڪنعيا لعل کي ٻچن ۽ راڳ جي تربيت ڏني.
ڪنعيا لعل جي والدين جي محبت ۽ اعتبار ايترو نه مضبوط ٿي ويو جو پنهنجي پٽ
کي سندن حوالي ڪري ڇڏيو. فقير سائين ۽ کيس ڇيڙ جامو پهرائي ڳارائيندو پانون جي
سيّدن وٽ وٺي آيو. پانوٽ ۾ رهڻ وقت سيّد بادشاه جن پٽ جيڪو ڪنعيا لعل جي
هم عمر هو ان کي به پاڻ راڳ ويراڳ جي سکيا ڏني هئي. هاڻي ٻنهي شهزادن کي ڇيڙ
جامو پهرائي محبو با ڻي اندازن ۾ ٽن سالن جي سفر پوري ڪرڻ بعد فقير سائين
جن حقيقي مرشد جي حضور ۾ وٺي اچڻ لاءِ روانا ٿيا. مرشد بادشاه جي طرفان به
يادگيري ۽ سڪ وڌائي ۽ سندن حضور ۾ سهڻن سان گڏهي شعر ڳائيندا اچي
حاضر ٿيا:

جاني پيارو جم جم پرجام جلدي جلدي،
سهڻي ڪيو سرچڻ جو سرانجام جلدي جلدي

مشتاق هيو هت ماندو معشوق الله ڪيڻي آندو
هڪ وارو وصالون واندو بي آرام جلدي جلدي

گلزار ٿيو گل غمدل پرپات پڪون پي پلپل
حملي حسن سان هلچل هُل هنگام جلدي جلدي

ان کانسواءِ سيّد بخشل الله شاه ولد سيد محمّد شاه ساڪن ڳڙهي بوزدار
تعلقو ميرپور ماٿيلو.

غلام حسين فقير دايو ساڪن ڳوٺ جامڙا تڳ شڪارپور.

سيّد عبدالرزاق شاه ساڪن ڳوٺ بنگلو تڳ شڪارپور، به فقير سرلان
جي نظرن جا نشان ٿيل هئا، جن فقير سائين جن کان طريقت جو تحفو حاصل ڪيو.
۽ ساري عمر معشوق هوندي به سندن عاشق ٿي رهيا. سندن حضور ۾ محبت ۽
صحبت جو رنگ حاصل ڪري رڱجي ريتا ٿي پيا مگر خود پارس ٿي پيا.

وري اتر سنڌ ۾ هڪ حسن جمال قرب ڪمال سان راه وبندي اوچتو ملاقات
ٿي. حسن جي راڻي پنهنجي سهيلين جي ٽولي سان گڏ ٿي آئي ته

اوچتو سامهون فقير سائين جن گهوڙي تي پهچي آيا ۽ انهن جي ويجهو اچي ويا چؤطرف نظرن جا تير وسڻ لڳا، ان حسن جمال اهڙو غنچه حسن اختيار ڪيو جو چنڊ جهڙي صورت سندس گيسوءَ جي ڪڪرن ۾ ڇپائي نازڪي بي اندازڪري چڙهيو هن حسن جي حملي جو سندس دل تي اهڙو اثر ٿيو جو هڪدم رت جون الٽيون اچڻ شروع ٿي ويون، پاڻ هڪدم گهوڙي تان لهي پيا جو حسن جي سواريءَ تي صورت جي سير ۾ مستغرق ٿي ويا. هن واقعي جي پوري معلومات سندن پنهنجي هن ڪلام مان پوندي جنهن ۾ ساري حقيقت سمايل آهي:

آج دل کي ديس پر شاه حسن کالشکر چڑها
عشق شاهنشاه گرد وگرد حملا ور چڑها،،

رعب تابش کي مقابل کيا کسي حاجت نهين
معلوم هوتا هئ کوئي دارا يه سکندر چڑها

غمدل شکستِ عاشقان پر فتح معشوقان هوئي
اس لڑائي آشنائي کا اثر يکسر چڑها

هن حسن جي اوچتي وار عاشق جي دل ڇيهاڙيون ڪري ڇڏي مگر رفوگر جي صورت سيني ۾ رهڻ ڪري هرچاڪ، چاڪ ٿي پيو. الفت جي لطف ۾ وا ڌ ايندي رهي. اهڙي ڪيفيت طاري ٿي جو ڪيترو عرصو رت جون الٽيون جاري رهيون ته سياري ۾ وِلهه تي رکيل پاڻي سان فقير سائين کي وهنجايو ويندو هو. تڏهن به بره جي باه ڄهڪي نه ٿيندي هئي. جسم تي پاڻي وجهڻ سان دونهون نڪرندو هو ۽ پر ۾ بيٺل ماڻهو ڇَر محسوس ڪندو هو.

هو ڏانهن وري اها حالت رهي جو هروقت تڙڦو رهيو ۽ جنهن کي ناز هو سو نياز ۾ اچي ويو جو اڳ معشوق هو سو عاشق ٿي پيو. اهو سڀ ڪجهه فقير سائين جن جي خود نثاريءَ ڪم ڪري ڏيکاريو. ؎

؎ تمهاري خودنثاري سي بدل جائي تيري تقدير
فقر معشوق هو عاشق تماشا آشنا سمجهو!
”غمدل فقير“

اهو صرف تڏهن ٿيندو آهي جڏهن عاشق جي استقامت ۽ صداقت حد جي معمول کان مٿاهين ٿي وينديءَ آهي، هن ڳالهه کي سالڪ سمجهي سگهن ٿا.

"بوس پائي سگ بجانانا — قيس کي ٿيو ڪيئن روا ؟
لا مذهب لا ولولو — حب ليليٰ لا حدود
"عمدل سائينءَ"

جڏا ان عاشق صادق ٿيوي — تڏان معشوق عاشق ٿيوي
سخن سمجهي کو سالڪ ٿيوي — ولا آ کان ته ول نهندا
ڪنا تيغي حسن هووي — شهيد بي ڪفن هووي
ديدان دي وچ دفن هووي — نه "عمدل" دا غسل نهندا

هاڻي عمدل سائين ان حسن جمال، قرب ڪمال کي پنهنجي غم ۾ شريڪ بڻائي ڇڏيو هو ۽ عمر پڻ هڪ ٻئي کي ان پهرين نظر واري انداز ۾ ڏسندا هئا، جنهن جو مقصد فقط هي آهي "عشق ۾ عمر پڻ کو آزار ناهي - حسن لئي حيا تي ڪا حرام ناهي" حسن جو حملو احيان پورو ئي نه ٿيو هو ته علمائن جو حملو شروع ٿي ويو. جو ته فقير سائين جي حسن اخلاق ۽ پير طريقت جي بي انداز نوازش سبب پنهنجا عاقل ۾ محبت جو ميخانو قائم ٿيو ۽ اتي عشق جي اظهاري اهڙي رنگ لا نوجواوري پري جا ماڻهو اچڻ وڃڻ لڳا، ۽ ڪيترا حلقهءِ طريقت ۾ داخل ٿي ميخاني تي رياضت ۽ عبادت شروع ڪري ڏني. رات ڏينهن ذڪر ۽ شغل لڳو پيو هوندو هو، ۽ سڄي رات روح رهاڻ محبت ۽ سماع جون محفلون ٿينديون هيون.

مطلب ته جيڪي قريب هئا، سي محبت ۽ محويت جي مستي ۾ مست رهيا، جيڪي دور هئا، سي حسد، هٺ، سبب هستي جي هوڏ ۾ اچي مخالفت ڪرڻ لڳا، جو ته حال محرم نه هئا، ۽ علم جي ڄاڻ هوندي به حال جي ڄاڻ کان بي ڄاڻ هئا. شعر عرض آهي ته

صوفين ڏو هو نسور و عبادت عامن — خبر ڪامن پنهنجي پروڙ جي — "بيدل سائين"

بيدل سائين جيڪو عالم به هو، ۽ فقير به هو - ان جي قول مطابق جيڪا عوام الناس عبادت ڪن ٿا. سا صوفين لاءِ ڏوهه آهي، ۽ جيڪا عبادت پنهنجا صوفي اختيار ڪن ٿا، سا هن بيخبر عوام کي

معلوم ٿئي نه آهي. صوفي سلوڪ کي قائم رکندا آهن، تنهن ڪري هر هڪ کي نيڪ نگاهه سان ڏسندا آهن مگر جيڪي علم مناظري يا بحث مباحثي لاءِ سکندا آهن. انهن ۾ هٺ پيدا ٿيندو آهي، ۽ هو پاڻ کي پلاڙو ۽ ٻين کي مجرم يا ٻي راهه سمجهي، انهن دين جي آڙ ۾ حملا ڪرڻ شروع ڪندا آهن.

هٺ جنيکي هوءِ — هوت نه هوندو تنهين
هرت ٿني سين هوءِ — ڪين جني جي ڪيچ ۾"

مطلب ته وقتي ۽ دائمي عبادت جي سمجهڻ جو فرق آهي.

ان باري ۾ حضرت سلطان باهو صاحب فرمايو آهي، ته جو دم غافل سو دم ڪافر مينون مرشد ايوين فرمايو هو، وڌيڪ فرمايو اٿن، ته

مذهبان والي دي اچي دروازي — تي راهه فقير دي موري هُو
ملا تي پنڊ والي ڪولون — چپ چپ ويندي چوري هو
"باهو" اتان چلمييئي — جتان دعوا ڪسي نه هوري هو

فقير نماڻائي ۽ عاجزي سان گذاريندا آهن. اسان جو فقير عمدل سائين به اهڙي نموني گذارڻ لڳو. مگر ان علائقي ۾ چاواهئا، سنڌي عمر ۾ ئي يتيم ٿي گذاريائون. سو انهن وٽ پڙي لوڙي ويچڙائي جا ماڻهوا ويندا اهئا، ماڻهن جي آمدني وڌيڪ ڏسي، سو علمائن کين چوائي موڪليو. ته هي جو گمراهي جو گڙهه قائم ڪيو اٿو، سو اهو هڪدم بند ڪريو، نه ته ٻي صورت ۾ پاڻ کي شرعي سزا يعني ڦاهي تي چڙهڻ لاءِ تيار رکو. ان پيغام جو ٻڌي فقير سائين جن تي اهو اثر ٿيو. جو هي شعر اظهار ٿيو جنهن کي ان پيغام جو جواب سمجهڻ گهرجي.

"عجب مين عشق داندا — ٿا سردي سٽيندا هان
خرقا پا خراباتي — منادي پيا ڪريندا هان
نظاري نظم دا نڪتا — پريد ايا هيئي يڪتا
پريمي پيچ ڪر پختا — سخن الٽا اليندا هان.
اصل آ ڏوٽ هان ازلي — نالا عمدل ڏريندا هان
خمر دي خيال ٿي خوشدل — سنگ نانگي نچنيدا هان.

هي شعر عالمن سڀگورن ٻڌو، مگر سمجهه ڪونه سو ٽپي باهڙي ويا. چوڻ ته

"ي يار جاڻندي هن پيدا يارن دي     جهڙي ماهر معني دي معنيٰ دي
منڪر حال ڪيا جاڻن ڪفر حقيقي     مطالع ڪرڻ علم گمسانا دي
گر بن غمدل گت نه پاون     توڙي سيل ڪرن آسمانا دي

سو علم اليقين وارا حق اليقين وارن کي ڪيئن سمجهي سگهن، سو قصور پنهنجي علم جو، پر فقير سائين کي مجرم سمجهي پنهنجي اوري پري جي سموري جماعت يعني انگل تي سو علماءَ هائيجي واري بزرگ ميان حماد الله صاحب جي اڳواڻي هيٺ فقير غمدل سائين جي ڳوٺ ڪچا چڙهي جتي فقط نو گهر هئا شرع جو تعزير ڏيڻ لاءِ اچي ڪٺا ٿيا، جناب فقير غمدل سائين جن سندن آدر ڀاءُ ڪيو، ۽ ماني موڪلائي، پر علماءَ سڀگورن فرمايو ته توهان جو ان پاڻي حرام آهي. جو اوهان ساز وڄائيندا آهيو، تنهن ڪري اوهان جي ماني کائڻ جائز نه آهي. فقير سائين مٿين فرض ادائي پوري ڪرڻ کان پوءِ ڪين ٻڌايو ته اوهان پهريائين فتويٰ ڪڍو اسان کي شرعيت جو امر آمين آهي. عالم سڀگورن ڪتابن جي ورق گرداني شروع ڪئي. ڪين ان حالت ۾ ڏينهن رات لڳي ويا پر فتويٰ ڪڍي نه سگهيا، سبب اهوئي هو جو فقير سائين جي ماني حرام ڪري، پار سڀني هندو سو چانئي جي ماني حلال ڪري ڪاڏي

هي واقعو ١٩٣٦ع ۾ رونما ٿيو.

ٻئي ڏينهن تي مولوي غلام مجدد سرهندي اها خبر ٻڌي فقير سائين جن وٽ آيو، احوال معلوم ڪرڻ کان پوءِ اجازت گهري ته توهان جي يارن انهن علمائن سان سوال جواب ڪجي. جو انهن توهان جي ماني حرام قرار ڏني آهي. پر فقير سائين اجازت نه ڏني ۽ بجاءِ ان جي هي شعر فرمايو ۽ منع ڪئي ته ائين نه ڪريو.

شعر:- صرڪ ڏين منصور کي     مفتي ملا سوري سزا
عشق انا الحق ٿو لڳي     ڪهڙي ڪندا قاضي قضا
طبل تماشي تاب واري     برهه جي بازار ۾
سر ڏائڻ سو پيار ۾     غمدل غازي جي غذا

اهو شعر ٻڌي مولوي غلام محمد ڏاڍو متاثر ٿيو. مگر تاهم به ڇيڇڙي جي ڳوٺ ۾ وچي رئيس العلماءَ ۽ ٻين علمائن سان سوال جواب ڪيا. جواب نه ملڻ جي حالت ۾ پنهنجي جان ڇڏائي وڃي پيگا، وري ڪاٻه اهڙي تحريڪ ڪانه ملايائون هن آزمائش جي گهڙي اچڻ ڪري ڪيترا طالب مريد لڏي پيا ۽ ڪي وري اهڙا هئا، جيڪي عقيدت جي خيال کان وڌيڪ مضبوط ٿي ويا. اهڙو بيان فقير عمدل سائين جن ٻي قربن ۽ قدردانن جي باري ۾ ڪري فرمايو آهي. جو قدردان ۽ ٻي قربن جي باب مان ڏسڻ گهرجي. وري به فقير سردار ستاري ڪري ڪين هيئين شعر ۾ چئي ڏنيو آهي.

شعر: عمدل پلي پلي جي پاڻ آيا — سي ٻه نه پلا
ٻيهرتن سان پاڄهه ٿيندي — يار جي ياري ڪي

فقير عمدل سائين جن فرمائيندا هئا ته "جي پيار سان نه پليا ته ڪلن سان ڪٽيا، جن محبت سان نه ميجبو تنکي موچڙن سان ميجائيندا سون. جيڪي هڪڙو دفعو ڳنڍيا ته اهي ڇڏٿائي نه آهن.

وڌيڪ هي مصرع فرمائيندا هئا. "پير نه ڇڏي پنهنجا توڙي ڏڏڏ قيٽر" ڪريل ڪي ڪٽڻ. گنهگار جي مدارت ڪرڻ فقير جو ڪم آهي، جو اهار سولي رهڻي ۽ اطوار آهن جنهن لاءِ هي حديث شريف دهرائيندا هئا.

مسالحين لله و طالحين لي" — مطلب ته منجهن جي رهبري ڪرڻ، حاجتمند جي حاجت روائي ڪرڻ، سندن اولين اوصاف هوندو هو.

هميشه فقيرن جو اهو اصول رهيو آهي، ته پره جي بدنامي کڻڻ فقير جو ڪم آهي، ان جي تصديق ۾ سيني عشاقن درويشن سوين قول ارشاد فرمايا آهن.

"ڪم نه عاشق سو ڪرين — جنهن ۾ تنهنجي تعريف ٿئي
کڻ ملامت ڪامتي — پل ڏيه نو طعنا ڏيئي"
"سچل سائين"

برھہ ۾ بدنامر تي تحقيق تان فقيرن جي تون ملامت کيئي شيخ المشائخ پيران
"عمدل سائين"۔

فقيري، رندي، مشرب جو اصل مقصد ملامت مو چاري. برھہ جي بدنامي ۽ حسن سردار جي سير و سفر ۾ ماهر تي، موجون ماڻڻ آهي. ان ڪري اڪيون عشاقن جون، اربيلون، عقاب وانگر شورپل ڪاڻ شڪار جي، خماريل خون ڪرڻ لاءِ اوڏ اڳي سان مواس ٻڌجيو، سيلاني رهنديون آهن — اسان جو فقير عمدل سائين به انهن وصفن وارو آڌوتي عشاق حسن سردار جي معنيٰ ۽ سان جو شناسي، صورت جي مخفي معراج جو ماهر هو. تنهنڪري سندن نظرن آڏو جيڪا به چيز اچي ويندي هئي، نه شڪار تي پوندي هئي، ان لاءِ فقنا سرين بهانا ٺاهيندي آهي جنهن مان هڪ بهانو اهو به ٿيو. جو فقير سائين جن جي نظرن جو شڪار مسمات ڪزبانو تي پيئي. سال ١٩٤١ع ۾ ترڪ وطن جي سنت بجا آڻڻ لاءِ فقير عمدل سائين جن غير منتحرڪ ملڪيت ۽ وطن ترڪ ڪري اچي رياست خيرپور ميرس جي راڻيپور ويجهو سائين احمد شاھ جيلاني جي زمين تي ڳوٺ محمود خاصخيلي ۾ رهايش اختيار ڪيئي -
پنهنجا عاقل ڪان سڪونت ڪوچ ڪرڻ ڪري، جدائي جو عالم شروع تي ويو. ان وچوڙي ۾ فقير سائين کي اهڙو مزو حاصل ٿيو جو جدائي هوندي به گڏ هئا، درد جي واداري ڪري مست منگهن رهيا. اهڙو شعر ملاخطي لاءِ پيش ڪجي ٿو.

"وچوڙا يار دا وڏدا ستم ڏاڍي سهاوڻ دا
الم تي غم اناوڻ نارڪ ناتي نياوڻ دا
جدائي حب وڏائي هي ڏينهان ڏينهن سڪ سوائي هي
دردان ڏم مچائي هي جيوين باران ساوڻ دا
وچوڙي ڪرن وصل چاتم لَنولا تقنطو لا تم
"عمدل" سانگ سرچا تم بلي قالو بلاوڻ دا

فقير عمدل سائين جن جي هن شعر اظهار تيئڻ سان ناز ۽ حسن جي پتلي جيڪا سندن نظرن جو شڪار ٿيل هئي، بيقرار تي پيئي، هو ڏانهن فقير سائين جن کي مرشد شهنشاھ

طرفان ارشاد آيو ته اسان جدائي کي وصال ۾ مٽايو آهي، ۽ اوسان کي حياتي ۽ جي آخري گهڙي تائين گڏيي ڇڏيو آهي.

هاڻ فقير سائين جن پنهنجي مرشد محبوب جي طرف متوجه رهيا ۽ درد جو داستان دل ۾ جاگير رهيو هو، قدرت جڏهن ڪو ڪم ٿاهيندي آهي، ته اهڙا اسباب پيدا ڪندي آهي، جو ازخود ان جي پولواري تيئن بگدي آهي.

چنانچه، جو مسمات ڪزبانو جو خاوند اوچتو ئي اوچتو وفات ڪري ويو ۽ شريعت جي عدت وارن ايام گذرڻ بعد سندن عزيزن ٻي شادي ڪرائڻ جو ارادو ڪيو.

" بندي جي من ۾ هڪڙي خدا جي من ۾ ٻيءَ عشق استادي اهڙي ڏني، جو مسمات ڪزبانو مردانو ويس پائي، جوڳين جو روپ اختيار ڪري، فقير سائين جي ڳولا ۾ نڪري پيئي، سڌو سکر ۾ سندن طالب آندل فقير سومري وٽ آئي، ۽ ڪيس ٻڌايو ته مونکي هڪدم سائين عندل فقير وٽ پهچايو. جو مان ان جو طالب ٿيندس.

آندل فقير نئين جوڳي فقير سان گڏجي مرشد هادي وٽ آيا. ته ان جوڳي جي روپ مان هڪ حسين مه جبين سينگري ظاهر ٿي پيئي. هاڻ عشق حسن جي امتحان جو نئون باب کلي پيو.

" ٿيوي نوشه دا نزول جڏان | توحيد به هوندي طرل تڏان
قتول ڪڏان مقتول ڪڏان | جڏان روشن مخفي راز ڪري "

" عندل سائين "

هن واقعي جي ڪري مائي صاحبه جي عزيزن سنيئي سڌي فرياد فقير سائين تي ڪئي، پوليس فقير سائين ۽ مائي صاحبه کي حضرت يوسف عليه السلام جي سنت بجا آڻڻ لاءِ بنه عاقل بندي خاني ۾ اچي محفوظ رکيو. قدرت دري چاڪيو، جو غلام حسين جمعدار ۽ فرمان علي جمعدار ٻئي سندن طالب بدلي ٿي اچي بنه عاقل گهاٽ تي پهتا. ايئن ڪٽي ڇنجي ته قدرت ڪيئن فقير سائين جي خدمت لاءِ گهرايو هو - پوءِ ته بندي خانو هڪ ميخانو بڻجي ويو هر طرف کان صوفي فقيرن جو لوڙ آيا ۽ ويا ٿي - ڪابه بندش ڪانه هئي ميخاني جا سيپيءُ تڳڙ ا اتي موجود هئا. مائي صاحبه جو ڪورٽ ضامن وڏي بنيڪ محمد چاچڙ جي ڪوٽ ۾ رهايو.

دستور موجب حاضريءَ جي تاريخ تي ڪورٽ ۾ حاضر ڪرڻ لاءِ هر جوابدار کي هٿڪڙي سان پيش ڪبو آهي. اهڙيءَ طرح سائين غمدل فقير کي به ڪورٽ ۾ پيش ڪرڻ لاءِ هٿڪڙي هڻي وٺي وڃڻ جون تياريون ڪيون ويون، مگر هٿ ڪڙي ڪين اصل نه ٿي لڳي ڪيئي هٿڪڙيون بدلائي آنديون ويون، پر ڪا به هٿڪڙي نه لڳي، آخر مختيارڪار صاحب پنهنجي آفيس مان اٿي آيو ۽ فقير سائين کي چيائين ته جي هٿڪڙي نه ٿي لڳي ته اوهان بنا هٿڪڙي جي ڪورٽ ۾ هلو.

فقير سائين ورائيو ته "اهو ڪورٽ جي دستور جي خلاف آهي". اسان فقير آهيون پنهنجي پيشوائن جي پيروي هر حال ۾ ڪرڻي پوندي، جو هيءُ حضرت امام زين العابدينؓ جي سنت آهي سا ڪيئن ترڪ ڪبي. ايتري ۾ سويراج فقير روهڙي وارو اچي ويو، فقير سائين ان کي سڏ ڪري چيو ته اوهان معشوق تي رهيا آهيو، سو اوهان هٿڪڙي هڻو. ديوان صاحب امر جي بجا آوري ڪئي ۽ ڪم ٿي پيو. اڳ ۾ اچي چڪو آهي ته مرشد محبوب جو ارشاد هو ته دائمي ميلاپ رهندو هائي جو هن نفوني جدائي ٿي ته سائين جن پنهنجي مرشد محبوب جي طرف مخاطب ٿي هيءُ آرزو پيش ڪئي

ميري دل کي آرزو هئي — امداد نظر ڪر دي
ابرِ ڪرم سي باران — آباد صحرا ڪر دي
دن رين بيقراري — آنکون ۾ انتظاري
آنسو کي نهر جاري — فرياد اثر ڪر دي
"غمدل" کهي بيچارا — تجه بن نهين کو چارا
تيرائي هئي سهارا — دلشاد مگر ڪر دي

فقير سائين جو هي شعر چوڻ، مائي صاحبه جيڪا نيڪ محمد چاچڙ جي جوڙ ۾ ضمانت تي رهيل هئي، سو ان جي بيقراري اجازياده ٿي ۽ سا گيو شعر پڙهي پيئي، ايئن ڪيئي جنجهي ته ظاهر ۾ دور پر باطن ۾ گڏ هئا.

"پلڪ به ناهيان پري جي گڏجي نه گهاريان هڪ گهڙي"

جڏهن ٻئي هستيون ڪورٽ ۾ حاضر ٿيون تڏهن سڀ ڪورٽ ۾ روح راڙو برپا ٿي ويو

هيءَ جو حالت ڏسي محمد خان ڇاڇڙ ڏني، سو سمجهاڻ جي بجاءِ ساڻن غم ۾ شريڪ ٿي پيو ”ميترن ڏيندي لوڪ کي چري پاڻ ٿيا“.

فقير سائين ۽ مائي صاحبه ظاهر ۾ جدا پر حقيقت ۾ گڏ هئا. انهن جو اهو ڏڻو، ته ڪيئن قيدي جي ڪوشش جاري آهي ته هن ڪري ڪيئن وڌيڪ مضبوط ڪرڻ لاءِ هي شعر پڙهيو. فقير سائين جن جي شعر ۾ اهو قدرتي اثر هوندو هو، جو جيئن شعر چوندا هئا، تيئن ان مطابق حالات ٿي پوندي هئي.

”سودي ڪارڻ سر — تنهنجا سانگ سفر
ورهين نه وڃي — اهڙا عشق اثر
دوسدو ديدن ڪان — اولي نه ٿي اکين ڪان
رلين رقيبن ڪان — دور مجين دلبر
تنهنجي سر جون صدائون — غمدل منگي دعائون
عاشق جون الاهون — ڪر منظور نظر

جڏهن ايڏيون دلداريون ڇيل شعر موجب ڪين مليون، سو ساري ڪوٽ ۾ اچا تائين روئڻ راڙو لڳو پيو هو. جڏهن ڏٺو ويو ته ڳالهه وس کان ٻاهر ٿي ويئي سو مائي صاحبه کان ڇاڻ ڇڏائڻ جي ڪيا لوڻ.

مائي فقير سائين تي اثر هلائڻ ٻگا ته ”او هان ان ڳالهه کي ڇڏيو، پر فقير سائين جن ڪين ڪنو جواب ڏنو. آخر ڪورٽ جي مئجسٽريٽ کي سڏايو ويو ته فقير صاحب تي زور آڻي مائي صاحبه تان هٿ ڪڍائجي. سڀني حاضري تي مئجسٽريٽ ڪين چيو ته او هان مائي صاحبه ڇڏيو ته مان اڄ ئي تو صاحب ڪنان ۽ ڪيس مان ٻه ڇڏي ٿو ڏيان. فقير سائين جن ڪورٽ جي صاحب کي وڪيلن اصيلن شاهدن مثيرن جي روبرو هي جواب ڏنو ته:

جيئن عشق چوي تيئن ڪرڻو آهه — ڏڙڏار سري ڪان ڏرڻو آهه
برجسته امر فرمان اهو — ننگ ناموس نثار نسيان اهو
آهي تيهن وارن جو نشان اهو — پارڻ سوز برهه جي ۾ پرڻو آهه

برطرف خدائي ساري خلق — خود ملڪ فلڪ تي نامي نلڪ
عمدل دلبر جو ڀري دلق — پنهنجو قدم قرب سان پرڙلو آهه

هن جواب صاحب تي اهڙو اثر ڪيو، جو هڪدم ڪيس ڪرڙو ڪري ڪڍي ڇڏيو، ۽ ڪين آزاد ڪري ڇڏيو.

آخر ۾ مائي صاحبه جي وارثن کي راضي ڪري سگ جو معاوضو ڏنو ويو. ۽ مائي صاحبه جو سگ شريعت محمدي موجب حق نڪاح ڪري ڏنو. جيڪي اڳ مخالف هئا، سي اڄ رشتيدار ٿي پيا، ۽ بعد ۾ اڪثر حلقه طريقت ۾ داخل ٿيا.

اهڙي طرح هي امتحان به فقير سائين جن عشق جي بي پرواهي سان پنڌ رهن ڏينهن ۾ پورو ڪيو، واپسي تي پنهنجي عاقل ڪان پنهنجي دوست احبابن، عزيزن، طالب، مريدن سان گڏ جي شعر ڳائيندا اچي پنهن جي ڪين پهتا.

عشق اسان جو بيپرواه — سوري ڪان سوڪين سنگي ٿو
جاتي سرواهن جو سڪو — طرف تنهين سرڪامون ڪاهه
واسينگن کي ويرونگي ٿو
سودي سر جي پاڇهون عمدل — ڪانه سٽي ڪاٻي صلاح
ڏکيي ته موروڻ مال منگي ٿو.

اهڙي طرح فقير عمدل سائين جن مجازي حسن جون منزلون طي ڪندا رهيا. مطلب ته حياتي جي آغاز کان قدم قدم تي مدرسي عشق ۾ هر گهڙي هر پلڪ ۾ سڪ ۽ سوز جا سبق پڙهيا، ۽ هر آزمائش ۾ ثابت قدم رهي، پڪا ۽ سچا پيروي پير مغان تي آخري دم تائين پورا رهندا آيا. اهو دستور آهي ته جيڪي جودا، بهادر جنگ جي ميدان ۾ صفائي جسم سان وڙهندي مري پوندا آهن، اهڙن بهادرن کي اصغر شهيد سڏيو آهي. جنهن جي درجي جي معلومات آيات" يرزقوني" ۾ جا ٿايل آهي، مگر عاشق، غازي مرد نفس ۽ حسن جي جنگ ۾ اسم جي هٿيار سان جسم کي نابود ڪري ڇڏيندا آهن. ۽ اکين جي ترار سان موت کان اڳي مري نيئن ۽ دائمي حياتي حاصل ڪندا آهن انهن کي اڪبر شهيد سڏيو آهي" اصغر شهيد جو سان جيڪو ام الڪتاب ۾ جا ٿايل آهي ان

کان اکبر شهيد جو شان ۽ درجو بلند بڌايو ويو آهي. اسان جا فقير سائين جن به اسم ۽ حسن جي تيغ جا شهيد ٿيل اکبر شهيد آهن"

" عاشقن جو آذان ۽ حسن جي نماز

حسن جي تعريف برتر عاشقن اکبر آذان. غمزه انهي عمدل کيو نيهن ۾ نالو نشان

سائين عمدل فقير جن "فنا في المعشوق" جي منزل ۾ اهڙي طرح جذب ٿي ويندا هئا جو راهه وينديءَ کا به سهڻي صورت ڏسڻ ۾ ايندي هين، ته ياٺ ان ۾ جذب ٿي سما ٿي ويندا هئا زندگي ۾ اهڙا ڪيئن مثال درپيش آيا آهن جن مان هڪڙو بيان ڪجي ٿو. فقير عمدل سائين جن پنهنجي مرشد قلندر شاه جيلاني ۽ فقراءُ سميت بني شاه وڳڻ کان مرشد هادي فقير وريل سائين ڏانهن ٿي ويا. جڏهن ڳوٺ وڏن دڪڻ مان لنگهيا ته سکرواه جي پل ٿي هڪڙو حسين ڇوڪرو جنهن کي اڏ رنگ يعني لقوي جو مرض هو سو ويٺو هو. سڀ فقراءُ اتان گذري فقير سائين جن سيني ۾ پٺيان پيئي آيا، جڏهن پل تي پهتا ۽ سندن نظران سينگر تي پيئي، ته اها صورت سندن سيني ۾ چڀجي ويئي ۽ ياٺ ان ۾ اهڙي طرح جذب ٿي ويا، جو جيئن اڏ رنگ ڪري ڇوڪري جي واڇ ڦري ويئي ٿي ۽ ٻانهون سڪل ڪمزور هيون، اهڙي طرح فقير سائين جن جي به ساڳي حالت ٿي ويئي. فقراءُ مان ڪنهن فقير وڃي سائين قلندر شاه کي ٻڌايو ته فقير عمدل کي اڌ رنگ ٿي پيو آهي، سائين مرشد ڏسي فرمايو ته هنکي "مر رنگ ٿي پيو آهي" جڏهن وريل سائين وٽ پهتا، ته ان ڏسي فرمايو ته واه فقير عمدل کي ته سڀ رنگ ٿي پيو آهي. مطلب ته ولو رنگ جي مٿان رنگ چڙهندو. هو ڏانهن ڇوڪر جي جا حالت رهي جو لي آرام ٿي پيو، سندس ماٽن پڇا ڪندي فقيرن جو پتو لڳائي پئي ڏينهن ڪيس فقير وريل سائين وٽ وٺي آيا. جڏهن ڇوڪر ۽ فقير عمدل سائين جي ملاقات ٿي، ته ڇوڪرو به موذي مرض کان آزاد ٿيو ۽ فقير سائين به ٺيڪ ٿي ويو. مٿن سڀ رنگ چڙهي ويو. مگر نينگر حلقهءِ طريقت ۾ داخل ٿي ويو ۽ سڄي عمر فقير سائين جي در تي گذاريائين. سندس نالو علڻ فقير هو.

---

# ”شادي ۽ اولاد“

فقير محمد ل سائينءَ جن جي عمر جيئن وڏندي ويئي تيئن سندن والده جن کين پاليو هو، جنهن جي اکين جو اهوئي سهارو هو، سا چاهيندي هئي ته پنهنجي حياتي ۾ ئي خوشيءَ جي مراد ڏسي. سو مٿن شادي ڪرڻ لاءِ زور رکيو. پاڻ سائين جن ان خيال جا هئا ته شادي سيڙهاپو آهي. شادي ڪرڻ جو کين ارادوئي ڪونه هو. ماءُ جي ان ڳالهه هيڪاروڏل گهيو ڪيو، ۽ ويڳاڻي صورت ۾ وڏيڪ حيلا وسيلا هلائڻ لڳي. ان صورت حال ۽ مامتا جي ادبيت کين مجبور ڪري وڌو ۽ آخرڪار ان طرف رضامندي ڏيکاري ۽ سندن والده جيڪا اڳ ۾ ئي سڱ نظر ۾ رکيون پئي آئي، تنهن من جون مرادون ڏسڻ لاءِ ڪوشش ورتي ۽ ويهن باويهن سالن جي عمر ۾ فقير محمد ل سائين جن جي پهرين شادي پنهنجي عزيزن ۾ ٿي. مگر پاڻ پنهنجي مستي حال ۽ راهِ طريقت ۾ مستغرق رهيا. ايتري قدر جو والده ماجده سندن مرشد سائين قلندر شاه سائين جن وٽ به ئي دعا اها ڪيفيت عرض گذاري ڪئي. جنهن تي مرشد محبوب کين فرمايو ته ”ابا هيءَ به سنت محمدي آهي. ان طرف نظر ڪرڻ به مردن جو ڪم آهي. لهذا فقير کي سان نياءِ باقي مون هر وقت هيتِ هُتِ اوهان سان ساڻ آهيان. تنهنجو منهنجو ظاهر باطن ملڪ مڪان هڪ آهي.“

اهڙي فرمان ڪان پوءِ فقير محمد ل سائين جن پنهن جي ڳوٺ ڪجهه وقت گذاريندا هئا. ۽ ڪجهه وقت مرشد محبوب جي حضور ۾ رهندا هئا. پهرينءَ وهي مان کين پٽ جي اولاد ٿي. جنهن تي نالو پنهن جي والد بزرگ جو پيرو بخش رکيو. ان بعد هڪ نياڻي ۽ آخر ۾ ٻيو نمبر پُٽ لطف علي سائين به پهرين ديري مان پيدا ٿيا. فقير محمد ل سائين جن به شاديون ڪيون. هڪ ڏاڏي پوٽي ۽ ٻي آدم پوٽي. ٻي شادي ڪهڙي نموني ٿي، تنهن جو ذڪر ۽ احوال مٿي بيان ٿي چڪو آهي. ان ديري مان کين ڪا به اولاد ڪانه ٿي. ٻئي ديرا فقير سائين جن سان آخري گذر تائين گڏ رهيا. پهرين شادي وارا رفيق حيات فقير سائين جن جي وفات کان چند سال اڳ شهر تنيديري ۾ گذاري ويا. جن جي مزار شريف وڏي مقام سيد مبارڪ شاه شهر جي اتر ئين طرف آهي. ٻئي نمبر وارا رفيقِ حيات هن وقت تائين زنده آهن.



# فقير سائين جن جي اولاد ۽ ان جو تفصيل



فقير پير بخش کي پُٽ اولاد نه هجڻ ڪري هن پنهنجي دستار مبارڪ ننڍي ڀاءُ فقير لطف عليءَ کي بخش ڪئي هئي.

هن وقت فقير سائين لطف علي جن پنهنجي اهل اطفال سان شهر ڏتي ديري ۾ مسرور وشاداب آهن.

مشغولي سندن سنڌي ماستري (استاد) آهي. فقير فقراءَ ۽ طالبن مريد خادمن جي ڪشاده دلي سان مهمان نوازي ۽ خدمت ڪندا رهندا آهن.

شال خداوند قدوس اڪبر کين آباد ڪري.

"آمين ثم آمين".



## ”صُورت ۽ سِيرت“

فقير محمد مل سائين جن سُهڻي صورت ۽ پاڪ سيرت جا صاف صُوفي درويش هُئا. سندن قد پورو وچٿو، گندمي (ڪڻڪ رنگو) گول چهرو، ويڪري نوراني پيشاني، اکيون وڏيون سُرخ رنگ خمار ڀريون، شروع ۾ سُونهاري مبارڪ وڏي، گيسُو گهڻا ڊيگهه وارا، دراز قد رکندا هئا. ۽ آخر عمر ۾ هلڪي سُونهاري، شرعي بُتوان وار هوندا هُئا. شهپر مبارڪ وڏا رکندا هئا.

شروع عمر ۾ گيڙو رتا ڪپڙا، ڪاري رنگ جي الفي پهريندا هئا. طريقت حاصل ڪرڻ بعد ڪجهه وقت سالڪ مجذوبي حال ۾ گذاريائون. ان وقت صرف هڪ گِندي (رلهي) الفي وانگر ڪلهن ۾ پيل هوندي هُئين.

نوجواني دوران ڪڏهن الفي، چيه جامون پهريندا هئا. ۽ ڪڏهن عُشاقي پوشاڪي گذاريندا هئا.

اسان عشق وندي خمر دي خوراڪي
رُوپوش رهندي عشاقي پوشاڪي

ائين نظر ايندا هئا جڻ ڪي وڏا امير آهن. هميشه خمار ۾ هوندا هئا. پانهن لوڏي گهمندا هئا. هر وقت صفائي ۽ پاڪائي سان دل هوندي هُئين. پاڻ فرمائيندا هُئا ته ”جنهن جو جسم پاڪ رهي ٿو ان جو خواب سچو ۽ درست رهندو آهي. ۽ جنهن جو قلب پاڪ رهندو آهي ان جو مشاهدو ديدار صحيح ۽ دائمي رهندو آهي.“

جنهن ڪري پاڻ جسمي پاڪائي لاءِ هر وقت وُضو سان گذاريندا، ڏينهن ۾ سياري جو هڪ وقت اَسُر جو ۽ اونهاري ۾ ٻئي وقت اَسُر. منجهند ۽ شام جو غسل ڪندا هئا. صاف ۽ پاڪ ڪپڙا پهريندا هئا.

قلبي پاڪائي لاءِ اِسم ذاتي دائمي عبادت جاري رهندي هُئي ۽ هر چيز کي نيڪ نگاهه سان ڏسندا هئا. محمد مل ايترا هوندا هئا جو ٻئي کي ڏک ۾ ڏسي سهي نه سگهندا هئا. ۽ پنهنجي وس آهر ان جي مدد ۽ ضرورت حاجت روائي ڪندا هئا.

آخري زندگي دوران گرمي ۾ گول چولو، بلوچڪي ٽوپي ۽ پيرن ۾ چمپل ۽ سردي جي موسم ۾ شلوار، ڪُڙتو، ڪوٽ، گرم ٽوپي ۽ پيرن ۾ بوٽ پهريندا هُئا. شادي مُرادي

ياعيد جهڙي موقعن تي دستار مبارڪ پائيندا هئا. جنهن کي ڪاٻي طرف کان ٿورو وڌيڪ جهڪائيندا هئا. دستار مبارڪ جنهن کي نقرالي پولي ۾ "وڀس" چوندا آهن، اها هلڪي گيرو، ڳاڙهي يا سبز (مدين) رنگ جي پهريندا هئا. جاڪين ڏاڍي ٿڌي هوندي هئي، جو پڳ جو ور تمام سهڻو ڏيندا هئا. شروع عمر ۾ ته ڪاڏي جي ضرورت سالن جا سال ڪين رهيو. سابقه ثابتي جي روشني ۾ ڇهه سال رات ڏينهن احرام جي سجدي ۾ ۽ ڇهه سال ڏينهن رات بني نوع انسان کان دور گذاريائون.

مطلب ته ان طرف احتياج نه هوندي هئين. وقتي پاڻ فرمائيندا هئا ته، "ٻُک ۾ ڍو، مفلسي ۾ سخاوت ۽ مسڪيني ۾ تونگري مردن جو ڪم آهي."

جڏهن مرضي پوندي هئين ته ڪاڏو هلڪو ۽ سادو کائيندا هئا. سو به فقط هڪ وقت ڏينهن جو سائي پاچي يا لسي ۽ مکڻ، جوئر يا ڪڻڪ جي هڪ ماني ۽ رات جو ڪيرو ۽ چانور تمام ٿوري انداز ۾ کائيندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن ته هڪ وقت تي به گذارو ڪندا هئا. ڪڏهن به ماني گهري نه کائيندا هئا. جيڪين ڏني ويندي هئي ته مرضي مطابق کائيندا هئا، جي زياده هوندي هئي ته بچائي واپس ڪندا هئا. جي ڪم وبيش هوندي ته به پهر گهر نه ڪندا هئا. ان تي راضي رهندا هئا.

مٿن عجب بي پرواهي جو عالم طاري هوندو هو. ڪڏهن به ٽهڪ ڏيئي کلندي ڪين ڏٺاويا. بس خوشي ۽ رضامندي جي اظهار ۾ مرڪڻ ۽ مسڪراهٽ سان ڪندا هئا.

طالبن مريدن سان هميشه مجلس ۾ رهاڻ ۾ پنهنجي مرشد محبوب جي ثناء ۽ تعريف، هلندي وحيي محبوب سبحاني غوث صمداني شيخ سيد عبدالقادر جيلاني، ٻارهن امام، چوڏهن معصوم ۽ پنجن پاڪن، شهداءِ ڪربلا تائين پهچندي هئي. گفتگو اهڙي سڪ سوز ۽ احترام سان ڪندا هئا جو ٻڌندڙ پرمسرور ٿي ويندا هئا. علم موسيقي ۽ علم معنيٰ جا پاڻ ماهر هوندا هئا. جهڙي جهڙي قسم جي مجلس هوندي هئي. اهڙي انداز جي گفتگو ڪندا هئا. رازکي راز رکندا هئا. جهڙي سهڻي صورت ۽ من موهيندڙ چهرو هئين. اهڙو ئي پرلطف ۽ مٺو آواز هوندو هون.

آواز ڪلام ۾ اهڙو درد ۽ اثر هوندو هون جو ٻڌندڙ دل ڪسائي ويهندا هئا. ۽ ڪيترن کي ته گريو جاري ٿي ويندو هو. ۽ وجد پوندا هئا. سلسلهٔ گفتگو جاري رهندي، آياتِ ڪريما، حديث پاڪ ۽ اولياء عظام جي اقوال ۽ سندن حياتِ طيبه جا مثال ۽ حواله ڏيندا هئا. سموري گفتگو جو مرڪز مجلس ۾ رهاڻ ۾ سائين قلندر شاه ۽ پيرِ مغان فقير ڪريل سائين هوندا هئا. جن جي زندگي جي اطوارن ۽ مثالن سان باريڪ کان باريڪ مسئلا ۽ نڪتا سمجهي

نموني سمجها ٿيندا هئا. اهڙي صحبت مان طالبانِ طريقت رهبري حاصل ڪندا هئا. ۽ پنهنجي زندگي جون منزلون طي ڪندا رهندا هئا. مطلب ته سندن صحبت جو عجب رنگ هوندو هو.

صُحبت سيرين ۾ جي آنسو روئي نُور
مِلي ٿو مَطلوب ڪان محبت جو مذڪور
مُڙن مانجهي ڪِين ڪي ماڻ ذوق ضرور
حاصِل حج حَضور. النور ٿئي ان مان

مرحوم النور علي. النور



# جن درويشن جي مجلس ۾ گذاري فقير غمدل سائين جن صُحبت ۽ محبت جا پيغ پيتا.

سڀ کان اول ته فقير غمدل سائين جن جا مُرشد ۽ سندن مُرشد جا مُرشد هُئا جن جي حضور ۾ زندگي گُذاري فيضياب ٿيا:-

١- سيّد قلندر شاه جيلاني حَسني حُسيني شيرِ پير دان صفت وصورت لجپال لعَل حسيني حال ساڪن ڳوٺ نبي شاه وڳڻ تعلقو ګڙهي ياسين ضلع شڪارپور.

٢- قُطب الاقطاب، جلالي وجمالي ماهرِ معنيٰ علم ڪُلي، يوسُفي صورت و اِسرار الصفت، صوفي باصفا سائين وريل فقير ابڙو پيرِ مُغان ساڪن ڳوٺ ڏتل ابڙو لڳ ميان شاهل مُحمّد گهاڙيپر تعلق قمبر ضلع لاڙڪاڻو.

٣- اقطاب و اوتاد سرگروهِ فقراءُ، بابا ميرل فقير جاگيراڻي منظورِ نظر حضرت فيضِ درياهِ بادشاهه درگاهه حضرت انباهه تعلقه ۽ ضلع سکر.

٤- سُلطان العارفين، سراج السالڪين، رهبر، هاديُ الرندان، جلالي وجمالي. پاڪ صورت وَسيرت سخي سردار قبول مُحمّد سائين فاروقي سجاده نشين درگاهِ سچل سَرمست درازي تعلقه گمبٽ ضلع خيرپور ميرس.



# "حضرت سائين قلندر شاه"

جيئن ته فقير غمدل سائين جن اهڙي سالڪ سرمست مردن جي سنگت ۽ صحبت ۾ رهي رنگجي رچي راس ٿي سون ٿي پيا. مگر سون بجاءِ پارس بڻجي پيا ۽ ڪيترن کي خود سون بڻائيندا رهيا اهڙي ڪرم نوازي جي ڪڪر جي ڇانو مٿن هن ريت رهي.

فقير غمدل سائين جن تي پنهنجي مرشد محبوب جو ايتري قدر قرب ۽ پيار هوندو هو جو سندن نالي وٺڻ بجاءِ ۽ نالو وٺي سڏ ڪرڻ جي بجاءِ پيار سان هميشه "فقير سائين" سڏيندا هئا. ڪين فرمائيندا هئا ته " اوهان جي عشق مون کي اظهار ڪيو آهي ورنه منهن جو هڪ وار به ڪوئي سچائي نه سگهي ها. هائي هي سمورو سر اوهان ۾ سمايل رهندو ۽ سچو فقراءُ پر تل اٿو".

فقير سائين جن مرشد محبوب جي اهڙي ڪرم نوازي سان طريقت جون منزلون فنا في الوجود، فنا في الشيخ، فنا في الرسولؐ، فنا في الله و بقا بالله جون ماڻيون. جيئن ته پاڻ عاشق هئا تنهن ڪري بقا بالله جي محويت ماڻي. وري فنا في الله جي درجي ۾ رهيا. جو ته عارف بقا بالله ۾ راضي رهندا آهن ۽ عاشق فنا في الله ۾. جنهن ڪري علم اليقين، عين اليقين ۽ حق اليقين جون منزلون طئه ڪري فقير سائين جن مڪان ۾ رهڻ هوندي لامڪان جا سير ڪندا رهيا.

بي فلڪ فلڪئون پري پيا لاهي بار ميا رحبا
سي گڏيا گر ساڻ غمدل دوست دم ديدار جا

"غمدل سائين"

اهڙي قرب جي اظهاري سچل سرمست سائين پنهن جي بيت ۾ هن ريت ڪرڻ فرمائي آهي:

عشق عطا الاهي هوندا نهين ڪسب ڪماوڻ دا،
ڪڪر هٿ ڪنهين دي نهين موتي مينهن وساوڻ دا،
"سچو" سائين اسان ڪنهين دي والون نه سُڻيا هيرا هٿ نماوڻ دا.

وري فقير سائين جن مٿين بيت جي معنيٰ ۽ تفسير ۾ جا ٽايل شعر ۾ ڪري تصوف جي طالبن جي رهبري ڪرڻ فرمائي آهي:-

يار و ناز نفي دي باجهون. سر اثبات نه ڪرندا ڪوئي،
جان جان هستي هٽ نه ويندا. توڙ نه هرگز ترندا ڪوئي،
غمدل باجهون راز مرشد دي. طالب فيض نه گهندا ڪوئي.

هائي سچل سائين جنهن شيءِ کي عطا اِلاهي سڏيو آهي اها اهڙي آهي جيڪا ناممڪن کي مُمڪن ۾ بدلائي ڇڏي - پر .....

فقير سائين جن ان کي مرشد جي راز سان تعبير ڪيو آهي - ۽ اها هڪڙي چيز آهي جنهن سان موتين جي مينهن جو ڪڪر ۽ هيري لاثاني جو نعمي پورڻ ممڪن ٿي پوي ٿو -

پاڻ مرشد جي مهر کي عطا الاهي کان به وڌيڪ ٿا سڏين - جيئن هن بيت ۾ فرمايو اٿن ته :

عشق لگا آزاد ٿيوسي - سک صبر ڪجھ ساءُ نهين ،
لُون لُون دي وچ رانجهن وسدا - بن رانجهي اور الله نهين ،
غمدل صاف صحي ڪرجاتا - وت ڪوئي غرض گناه نهين -

اهڙي نموني فقير سائين جن مرشد محبُوب کي راضي ڪري عطا الاهي جو فيض حاصل ڪيو - ان عطا اِلاهي جي عنايت ٿيڻ سان جيڪو قرب حاصل ڪيو آهي ان جو اندازو عقل جي قياس کان ٻاهر آهي نظر اچي -

فقير غمدل سائين جن مرشد محبُوب جي طرفئون اهڙو قرب ۽ پيار حاصل ڪيو جو سالن جا سال سندن حضور ۾ موجود رهندا هئا - پر جي ڳوٺ وڃڻ جي تياري ڪرڻ لاءِ اجازت ملندي هُين ته مهينن جا مهينا ان تياري جي حالت ۾ گذري ويندا هئا - فقير سائين جن قدم بوسي ڪري مُرشد محبوب کان اجازت طلب ڪندا هئا ته بادشاه ٿڌو ساهه ڀري فرمائيندا هئا ته ” ابا نيرن پاڻي ڪري پوءِ وڃو ، جو پنڌ پراهون آهي -“ ائين چيئي رهاڻ ۾ ويهجي ويندا هئا - ٻيو سمورو وقت انهن جي پنهن جي رياضت جي ڪم ۾ هليو ويندو هو ۽ هي ٻئي طالب ۽ مطلوب ياهڪ ٻئي جا عاشق ۽ معشوق اهڙا رهاڻ ۾ محُو ٿي ويندا هئا جو نيرن به ياد نه پوندي هين - ايتري قدر جو ڪاڻ ڪا هوندي هيئن جو اها ياد پوي - آخر اهڙي ڪيفيت هوندي هئي جو جڏهن نفس ۾ منجهند جو مٿاڻي ٿي مونتد اهيا تڏهن منن کي اها ڳالهه پوندي هئي ته ڪا منجهند به ٿي چڪي آهي - انهيءَ وقت بادشاه فرمائيندا هئا ته ” ابا سڀاڻي وڃجو -“

صُحبت سپرين جي آسمورو ٿي سُور،
مَحو ملاقات ۾ دوستاڻو دستُور،
هنيئون ڏيان هٿن سان موت نه ڪُمر ان مُور،
گهائي وڌ ۾ گهُور - آتڻ آئي عجيب جي - انور علي - آثور

اهڙي نموني من ٻنهي طالب ۽ مطلوب جي دستور ۾ سڀا ٿو ٿيڻ ڏاڍو مشڪل هوندو هو - انهيءَ باهمي محبت جي فقير سائين جن هن بيت ترجماني ڪري ۾ طالب کي طريقت جي راهه ۾ هلڻ

لاءِ رهبري ۽ خاطر هدايت ڪن ٿا.

جي طالب ٿيو ٻين حق دا، ته ڪول مُغان دي جاليين،
جيو ٻين رايا رانجهن والا پرت پوري ڪر پالين،
ديد ڪنون دم دور نه ٿيو ٻين ثابت سُرت سنياليين،
غمدل عشق امر دي ٻاجهون ٻي مڪر ڪوڙ مقالين.

جڏهن عرصو ڊرا گذري ويندو هو ته آخر فقير سائين جن جي والده ماندائي سبب پنهنجي عاقل ڪان ايندي هُئي ۽ مجبورًا بادشاه ڪان سندن اجازت وٺي ساڻ وٺي ويندي هُئي. اُنهيءَ ڪري فقير غمدل سائين جن جي دل تي جُدائي جو گهرو اثر گذرندو هو. سندن چهري مان رونق تبديل ٿي ويندي هُئي. سائين قلندر شاهه رازجائي فرمائيندا هُئا ته، "ماندو نه ٿيءُ، جهڙي پاسي کان ڏسندين موجود هونداسين، وِٿ هڪ وار به نه آهي."

اهڙي دلداري ملڻ تي فقير سائين جن مامتا کي راضي ڪرڻ لاءِ گوٺ ويندا هُئا. بادشاهه جي انهيءَ سُخن اهڙو اسرار پيدا ڪيو جو هر طرف کان سائين موجود هوندا هُئا، ۽ جيڪو ڪم فقير سائين جن ڪندا هُئا، اهو پاڻ تي ٿيندو هو. ان راز کي مخفي رکڻ خاطر پاڻ ڏينهن جو رياضت جو ڪم ڪرڻ ڇڏي ڏنو ۽ جو ڪم ڪندا هُئا اهو رات جو ڪندا هُئا.

فقير غمدل سائين جن کي پنهنجي آبائي زمين مُنخاني ۽ جاءِ رهائش جي ويجهو هوندي هُئي. ظاهري ذريعه معاش ان زمين جي آبادي هوندي هُئي. جنهن ته زمين شهر کي ويجهو هُئي تنهن ڪري فصل جي حفاظت ۽ مال جي پيل وغيره کان بچڻ (بچاءُ) لاءِ ان کي لوڙهي هڻڻ جو ارادو ڪيو. فقير سائين جن جا هو اصول هوندو هو ته جيڪو ڪم خيال ۾ رٿيندا هُئا اهو پاڻ ڪرڻ شروع ڪندا هُئا، ۽ ڪنهن کي ائين ڪين چوندا هُئا ته، "هي ڪم پورو ڪر." جو ته رياضت جو ڪم اڪثر پاڻ پورو ڪندا هُئا. پر جيڪڏهن ان رياضت جي ڪم ۾ ڪو طالب مُريد اچي شريڪ ٿيندو هو ته ان کي منع نه ڪندا هُئا. مگر جيسين ڪم پورو نه ٿيندو هو تيسين پنهنجي سر ان کي ڪندا ٿي رهندا هُئا. ائين نه هوندو هو ته ٻين کي ڪم لاءِ چئي پاڻ ويهي رهندا هُئا. مگر جيڪڏهن ڪنهن کي به رياضت جي ڪم ڪرڻ جي هدايت ڪندا هُئا ته پهريائين اهو ڪم پاڻ شروع ڪندا هُئا. سو هڪڙي رات هيانو ڪٽي زمين کي لوڙهي ڏيڻ لاءِ ڏنگرن جا پورا ڪٽي اچي لوڙهو ڏيندا ٿي رهيا. ۽ هڪ گهمري هڪ پورو ڏنگرن جي جاءِ تي ٻن پورن جيترا ڏنگر ٿي آيا.

قُدرتًا ڇا ٿيو جو هڪڙي دفعي ڏنگرن جي وڏيڪ بار هجڻ سبب هيانو چيرجي پيو ۽ سمورا ڏنگر فقير سائين جن جي مٿان پيا. اِن ڪين اهو خيال آيو ته، "مون هڪ پورو ڏنگرن جو ڪٽي اچان ته

ڏنگر ٻن پورن جيترا اثاڻي پون، هر ڪو ٻيڻ تي آهي، ماڻي مرشد محبوب سائين جن جهڙي هيائي جو حال
ڇا آهي؟"
اڄا پاسي پر نهارن ته بادشاهن سان به ساڳي حالت آهي جيڪا فقير سائين جن سان هُئي.

اها ڳالهه فقير غمدل سائين جن جي دل سهي نه سگهي ۽ انهيءَ وقت ئي ڪمر بند ڪري گهر به ڪين آيا صرف اُتان ڇوائي موڪليائون ته، "اسان درگاه تي ٿا وڃون." ۽ راتو واهه روانا ٿي ويا. پنڌ ڪندا اچي مرشد محبوب جي حضور ۾ پهتا. جڏهن اڪيلائي ٿي ته سائين قلندر شاه سڏ ڪري ڪين ويجهو ڪري مضبوط ڪرڻ خاطر فرمايو ته، "ابا پُٺيءَ تان پهراڻ مٿي ڪري ڏور وڪنهو."

فقير سائين جن ڪٽي ڏسي ته ساڳي طرح جيڪي ڪنڌن جون رهڙون مون کي آيل هيون، سي ئي سائين قلندر شاه جي پُٺيءَ تي به هُيون. جنهن تي سائين قلندر شاه جن فرمايو ته، "متان چوين ته جُدا آهيون، هم جان هم جسم آهيون. ظا [illegible] ملڪ [illegible] ڪان هڪ آهي، جڏ اهي هڪ وار جي به نه آهي.

مطلب ته هتي حساب به جسمڪ جسمي، له [illegible] لحمي، دمڪ دمي ۽ روحڪ روحي وارو هو. اهڙي قربداري ۽ يڪ وجودي حاصل ڪرڻ جو فقير سائين جن مرشد محبوب جي حضور ۾ شڪرگذاري سان هي شعر اظهار ڪيو.

دلبر پسيو جن ديد ۾ - تن جون دليون ديدان ٿيون
ابرن اندر انوار خالص. خوب خورشيدان ٿيون
دلبر سنديون ديدان مِلين. تن ساڻ حق هرجاءِ پسن،
دُوري به آ نزديڪ جن. تن عاشقن عيدان ٿيون
غمدل ذڪر فڪرات کان - سي سنگهيا لطيفات کان
واندا هجر وصلات کان - تن ادم اميدان ٿيون

ادم - ا

هن شعر جي مطالعي ڪرڻ مان معلوم ٿو ٿئي ته فقير سائين جن شريعت جنهن جو مقصد قول آهي، طريقت جنهن جو مقصد فعل آهي، حقيقت جنهن جو مقصد عمل آهي ۽ معرفت جنهن جو مقصد مدعا آهي. انهن جي منزلن جا معراج ماڻي سر ۾ ثابت سر ئي ناسوتي، ملڪوتي، جبروتي ۽ هاهوتي ملڪ پار ڪري وڃي لامڪان لاهوت ۽ ياهوت جي باغ بهار هيڪڙائي واري ملڪ جا واسي بڻيا. جنهن جو مطلب اهو آهي ته فرش تي رهڻ هوندي به عرش جا سير ڪيا.

آڏو تن آستان ڪيو، لامڪان لاهوت
نانگن نانهن نفي ڪيو نسورو ناسوت
مورڙيون انهيءَ ملڪ ۾ ملڪ نه ڪو ملڪوت

جوڳين سندي جُوءِ جو جوڙ ناهي جبر وت
سِرِ ۾ سِرُ ثبوت. غمدل ڳڀرُ نارن جو

مطلب ته ڳُنڀيرتا ڳالهين تي نانوڪي ڪري وڌين قرب هئا مرشد محبوب جا جيڪو عطا الاهيءَ جو اسرار آهي. اها عطا الاهي فقير سائين جن کي بي حساب عطا ٿيل نظر اچي ٿي. جو ته پاڻ طالب هوندي به مرشد محبوب جا منظور نظر هُئا. عاشق پنهنجي معشوق کي ڪهڙو نه سينگاريندو آهي. ان مقصد مرجب ائين چوڻو پوندو ته سمر ۽ سينگار فقير جو مرشد محبوب پنهن جي منظور نظر طالب تي پنهنجي نظرن ۽ نگاهن کي نثارڻ ۽ قرار ڏيارڻ لاءِ ڪري اليو آهي. جنهن جي ثبوت ۾ فقير سائين جن جو هي شعر شاهد جي حيثيت رکي ٿو.

ياري ياد اسان جي آيارن کي. ناتي نينهن نرا ڪٽ وارن کي
پنهنجي پاڙن پت. لنون لائي لڳت. سهٽي تن جي سنگت. رهٽي ريت رهت
عجب الفت محبوبن مصلحت. دل دست ڏني مون دلدارن کي
غمدل غم الم. سار زسور ستم. آيو عشق اُڌم. سر تي ڪاتَ قلم
بي قضا جو ڪم. پانيان قرب ڪرم. منهنجو ماتم آهِ منٺارن کي.

اهڙي حالت هوندي هُئي جو ڪهڙي به وقت ۽ جهڙي به طرف کان فقير سائين جن مرشد محبوب جي حضور ۾ ايندا هئا، ته بادشاه جن ان وقت ۽ ان طرف کان فرلانگ به پنڌ تي درگاه کان جهنگ جي خيال جو بهانو ڪري ڪونڙو ڪٽي نڪرندا هئا ۽ فقير سائين جن جي اڳ تي اچي ويهندا هئا. اهو هميشه جو دستور هوندو هو. جيڪڏهن وقتي فقير سائين جن محبت وچان درگاه ڏانهن رخ رکيون وينداهئا ته بادشاه جنهن جهنگڙي ۾ ويٺا هوندا هئا ته ڪنگهڪار ڪري سندن ڏيان پاڻ ڏانهن ڇڪائيندا هُئا. ۽ فرمائيندا هئا ته: " آيار اسان اوهان جي انتظار ۾ هتي ويٺا آهيون." فقير سائين جن هڪدم وڃي قدم بوسي ڪندا هئا ۽ مرشد بادشاه جن کين ڪنڌ ۾ ٻاڪر پائي پاڻ سان گڏ وڏي پيار ۽ محبت وچان وٺي درگاه تي ايندا هئا. اهڙو حال هن طالب ۽ مطلوب جو هيو.

هڪڙي دفعي جي ڳالهه آهي ته ڳوٺ محمد پور اُڏي ۾ سردار الله بخش خان اُڏو جيڪو سائين قلندر شاه جو مريد هو ۽ پڻ طالب به هو، ان جي دعوت تي سائين قلندر شاه فقراءَ سميت ويل هئا. فقراءَ ۾ فقير غمدل سائين جن به شامل هئا. سائين قلندر شاه فقراءَ سميت باغ واري بنگلي ۾ لٿل هئا. منجهند جو وقت هو. محفل سماع پوري ٿيڻ بعد فقيرن وڃي ٿڙ قليل ڪيا. هڪڙو حسين مهجبين نينگر ڙو جيڪو فقير سائين جن جو منظور نظر هو ان کي پيرن ۾ جُتي يا بُوٽ ڪو نه هو. پاڻ ان جا پير خراب ٿيڻ نه پئي سٺا، تنهن ڪري ڪيس پنهنجي ڪلهن تي کنيون واپس پئي آيا

۽ سائين قلندر شاھ جي نظر وچين چوڪر تي پئي. فقير محمد ل سائين جن جيڪي سندن منظورِ نظر مٿان تنهن جي مٿان سواري ڪرڻ ڪنهن جي مجال آهي سو هڪل ڪري سائين جن فرمايو ته،

”هڪدم فقير سائين جي ڪلهن تان لهي وڃ، چاڙهي تون ڪو ابيچند آهين جو اهڙي گستاخي ٿو ڪرين.“ مٿين لفظن جي معنيٰ بلڪل واضح آهي ته سائين قلندر شاھ جي نظرن ۾ فقير سائين جن جو ڪيترو قدر ۽ درجو هو. ايتري چوڻ تي چوڪر هڪدم لهي پيو. سائين قلندر شاھ ڪٽ گهرائي، پنهن جي ڪٽ جي لاڳيتو وڇائي ان تي بسترو وڇرائي ڪين فرمان ڪيو ته، ”هلي آءُ هن ڪٽ تي اچي ويھ، جو حضرت غوثِ اعظم محبوب سُبحاني قطب رباني رح جي حڪم سان اوهان لاءِ رکايل آهي.“

فقير سائين جن مٿان ادب جو وڏو بار اچي پيو، مگر اَلْاَمْرُ فَوْقَ الْاَدَبْ جي لحاظ کان امر جي تعبيداري ڪئي. سائين بادشاھ سمور و فقراءِ گهرائي فرمان جاري ڪيو ته، ”فقير جو امر منهنجو امر آهي، فقير جو قدر منهنجو قدر آهي، فقير جو فرمان منهنجو فرمان آهي. فقير جو ادب منهنجو ادب سمجهو. اڄ کان وٺي ڪنهن جي به فقير سائين جن سان ريس ڪرڻ نه آهي، هن امر کان جيڪو انڪاري آهي سو مجلس کان هڪدم نڪري وڃي. جن کي آمين آهي سي روبرو منهنجي پنهن جي زبان سان اقرار ڪن.“ وڌيڪ فرمايائون ته، ”هي نند وڏائي جو سوال نه آهي. فقير کي هيءَ عنايت محبوبن جي طرفان ٿي آهي، جو سندن اکيون سَهي نه سگهيون ته فقير جي مٿان ڪو سواري ڪري، پر فقير جو قدر سڀ جي مٿان سوايو هُجي.“

سموري فقراءَ آمين ڪئي، مگر مثل فقير ورا ٽيو ته ڪالهو ڪو چوڪر آهي. ان کي سر بر اهي ڏني ٿي وڃي. اسان جهوپڙو اوپيا آهيون. ان چوڻ تي سائين قلندر شاھ ڪيس اُٿهيءَ وقت ٿي مجلسِ فقراءَ مان تڙائي ڪڍيو.

مطلب ته جيئن محمود اياز جي خوبين ڪري مٿس عاشق ٿي پيو هو، اهڙي طرح سائين قلندر شاھ کي فقير سائين جن پنهنجي اطوار سان ريجهائي اياز ۽ محمود وار ونئون باب عشق جي داستان ۾ کوليو، جنهن جي تصديق ۾ سندن شعر موجود آهن، جيئن ته:

عشق لڳا اَلْحَمْدُ لِلّٰه صد بار شڪر گذار ميان
وڳٿين وسدا امرشد ميڏا قلندر قربدار ميان
ڪيتس قرب اياز والاعالم وچ اظهار ميان
محمد ل نال وِصال هميشه نينهن ڪيتس نروار ميان

انهن ڪٿي چٽجي ته مرشد محمود ۽ طالب اياز هو. اياز جي محبت ۽ صداقت اهڙو ڪم ڪيو جو محمود عاشق ٿي پيو ۽ اياز محبوبي مشرب ۾ داخل ٿي پيو.

دنيا جا ماڻهون مثال ڏيڻ يا حقيقت بيان ڪرڻ سان فخر ۽ مسرت محسوس ڪندا آهن هتي به اهڙي حالت هئي - جو فقير سائين جن عشق ڪي دلال بڻائي مرشد ريجهائي وڏو ۽ اعزازي منصب ماڻي پنهنجي مرشد محبوب جا به محبوب بڻجي پيا -

لايا ٿيهن جوڳي دي نال اسان　　وچ ڪتيا عشق دلال اسان

انحد مرلي موهيا من ڪون　　لائي مئي درد ڌمال اسان

ايسا عشق لڳايا مين　　عمدل نام ڌرايا مين

چار انجهو رمز ريجهايا مين　　ست ڪيڙيان والي خيال اسان

" قطب الاقتاب پير مغان حضرت وريل سائين "

ائين برابر آهي ته سائين وريل فقير جن اسان جي فقير سائين جا پير مغان آهن ، مگر مرشد محبوب سائين قلندر شاه جي بيحد پيار ۽ قرب ڪري ۽ فقير سائين جي صاف صورت ۽ پاڪ سيرت سبب سائين ۾ جذب ٿيل هئا - سندن هزارين مهربانيون فقير سائين تي ٿيل آهن - جن مان چند قلم بند ڪجن ٿيون - هڪڙي دفعي جي ڳالهه آهي - ته فقير وريل سائين پنهن جي نينگرن جي شادي ۾ سائين قلندر شاه کي فقراءَ سميت شريڪ ٿيڻ لاءِ چوايو - سائين قلندر شاه فقر جي سالار عمدل سائين ڏانهن بنا تند تار جي فون ڪري شادي ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ فرمان ڪيو - حڪم پهچڻ سان هڪدم تياري مڪمل ڪري ان ڏينهن ئي فقير عمدل سائين جن پيادل پنهن عاقل ڪان نبي شاه وگهڻ درگاه تي پهچي ويا - مگر وڏي مفاصلي ۽ تيز رفتاري سبب پيرن مبارڪن ۾ ڇالا پئجي ويا - سائين قلندر شاه سندن پهچڻ تي هڪدم سموري فقراءَ کي تيار ڪري مديجي اسٽيشن ڪان ريل ۾ چڙهي لاڙڪاڻي پهتا ، اتان کي فقير ڪجهه خريداري لاءِ لاڙڪاڻي شهر ۾ ويا - سائين قلندر شاه ۽ فقير سائين جن اچي ٻيڙي ۾ ويٺا ، جوان وقت گهاڙواهه ۾ ٻيڙي بيٺل هئي جنهن تي سفر ٿيندو هو -

فقيرن شهر ڪان اچڻ ۾ دير ڪئي ، هوڏانهن سائين قلندر شاه خيال ۾ ڏنو ته مرشد وريل سائين جن اسان جي اچڻ وارو رستو ٻهاري سان صفا ڪري رهيا آهن سوا ها ڳالهه برداشت نه ڪري سگهيا ، ۽ ٻيڙي واري کي سڄي ٻيڙي جي پور جي رقم ڏيئي

هلڻ جو حڪم ڪيو. فقراءَ جو شهر ڪان موٽيو سو ٻيڙي نه ڏسي، گهاڙ سان پيادل ٻ وڃڻ لڳا. عين ان وقت پهتا جو سائين جن به ٻيڙي مان لهي رهيا هئا، چا ڏسن ته فقير وريل سائين جن سيخاني ڪان وٺي ٻيڙي جي پتڻ ڏانهن رستو صفا ڪندا پيا اچن ۽ ڪو شعر آهي، جيڪو جهونگاريندا پيا اچن - شعر ملاحظي لاءِ پيش ڪجي ٿو -

احجي شال ايندا اگڻ تي ٻهاريان ... پنبر ٽيون پٽڙ ٽيون - اکين ۾ وهاريان

جهاجهمڻ جيءَ جهوري، لايون ويم لوري ... کهوريان جان جنڊڙي گهوررو جيان گهوري

(٢) چوري نڌوري ننگي ڏي نهاريان

"ورتياد" ٻانيپڻ، پوتيدار پچايان ... آءُ پاڻ گهلي ڦاروڻ روز پايان

رولوت روز رويون اپي تي اساريان

(٣) سنجهو ساٿ سيد جو ٿيو سولو سٽائو ... وريون واڳون وصل جون ويڙو ڏوڏائو

لٿي مونجهه من جي گوڏي گڏ گذاريان

(٤) وريل تن ونهين جي ڏاريل آءُ ڏاري ... اڳيان عجيبن جي ڳل ڳچي ڳاري

ڪندا سهڻا ستاري پورهيت ٿي پڪاريان

هن مان ظاهر آهي ته وريل سائين جو پنهن جي طالب قلندر شاه سان ڪيڏو نه پيار هو فقير عمدل سائين کي جو پنڌ سبب پيرن ۾ چالا پئجي ويا هئا. سو ان لاءِ وريل سائين اڳ ئي گهوڙي گهرائي بيهاري ڇڏي هئي، وريل سائين گهوڙي تي چڙهڻ لاءِ فقير سائين کي ارشاد فرمايو، پاڻ ڪين با ادب عرض گذاريو، ته قبلا اوهان پنهي مردن جي موجودگي ۾ مان گهوڙي جو سهارو وٺان ۽ اوهان پيادل هلو، اها ڏاڍي مشڪل ڳالهه آهي. انهيءَ چوڻ تي هڪڙي طرف کان وريل سائين ۽ ٻئي طرف کان سائين قلندر شاه فقير سائين کي پاڪر ۾ ورتو ۽ اهو سا ڳيو مٿي لکيل ڪلام سڀيئي گڏ چوندا ميخاني تي آيا. اجا اهو شعر پورو ٿيو ته فقير سائين ٿيل عنايت جي بدلي ۾ شعر نئون چوڻ شروع ڪيو، جيڪو سيني گڏجي ڳايو.

"احجي شال ايندا وني نال نيندا ... هيءَ چوري منڌوري ڇپر نا ڇڏيندا"

پيءُ مرشد فقير سائين کي جيئن ياڪر ۾ ورشيون ڏي آيا، ۽ هر مصرع سان ھي ورندي ڏيندا ٿي آيا، ته "ڪين ڇڏيندا ۔ ڪين ڇڏيندا ۱۔ "شادي جو شغل وڏي ڌام ڌوم سان ٿن ڏينهن گذرڻ بعد پورو ٿيو ۔ هاڻي شادي مٿان شادي شروع ٿي ۔ ڇو ته فقراءَ جون خلاصيون ملاقاتون ۽ روح رهاڻيون جاري رهيون، وريل سائين ڪيترا ڏينهن سائين قلندر شاھ کي پاڻ وٽ رهائي ڇڏيو، جو صحبت ۽ سڪ جو سفر پورو ئي نه ٿي ٿيو ۔ هڪ ڏينهن راڳ ويراڳ جي محفل هلندي، وريل سائين شيءِ شعر چوڻ لاءِ عمدل سائين کي فرمان ڪيو ۔ امر جي تعميلات ھن شعر سان ڪيائون ۔

شعر :- ظهور و يار ذاتي جو صفاتي ۾ ڇپايو ؟ ۔ مٿان ظاهر ٿي هت آيئن پرد و بشري بنايئه جو ؟

ڪلام پورو ٿيو، محفل جهومي رهي هئي، ته فقير وريل سائين رهبري ڪندي ان ڪلام جي هڪڙي مصرع ۾ درستي ڪرڻ فرمائي ۔

اصل مصرع :- ڪيو هو خواب ۾ منظور زليخان عشق يوسف جو

درستي ڪيل مصرع :- ڪيو هيئه خواب ۾ منظور زليخا عشق يوسف تي

وريل سائين درستي ڪرڻ بعد سائين قلندر شاھ کي فرمايو ته "هن فقير جو آئينو ڪجھ جنوني پيو آهي، تنهن ڪري اڪنڙو مٽي صاف ڪري ڇڏيوس، سائين قلندر شاھ عرض گذاريو ته قبلا اوهان جهڙي ماهر جي ميخاني ۾ موجود هوندي، مون وري ڪهڙا اڪنڙا گولڻيندو وتان، اوهان مهرباني ڪريو ۔ اڪنڙو اڪ جي ٻوٽي ۾ هڪ اڇي رنگ تي گول نمونو گوڙهو ۽ وزن ۾ هلڪڙو ٿئي وانگر ٿيندو آهي ۔ پراڻي زماني ۾ آئيني جي شيشي کي اڪنڙو هٿ ڪري صاف ڪندا هئا ۔ ايتري چوڻ تي فقير وريل سائين عطا الاهي جو هٿ فقير عمدل سائين جي سيني تي ڦيرائي فرمايو ته "اسان جو بيڪس، بيدل، نانڪ يوسف، سچل نجفي، نيشان، درياخان، ڪتباڻ، بلو ۽ فريد هي آهي ۔ هن کي ڪو ٽندو ڪونه، وري پاڻ شيءِ شعر چوڻ جو ارشاد فرمايو ۔ فقير عمدل سائين جن سندس ڪيل ڪرم نوازي سان اتي جو اتي هي شعر چيو ۔

انهد نادو جنيدي مون اسان هر جا حڪم هلينديون

رستم شاه رندان کڙان نجفي تي نيشان کڏان، دولهه دريائن کڏان
سڀ نقش نگار ٻڌيندي هون

بيکس هون ڪٿ بيدل هون شاه نانڪ صوفي سچل هون
گوهر غازي عبدل هون اسان سرواه سڀندي هون

هن مٿين شعر ٻڌڻ تي ٻيئي بادشاه ٻنهجي دعاجو اثر ڏسي ڏاڍا خوش ٿيا ۽ ساڻس وڏ يڪ ٻيون ٻه مهربانيون ڪيائون. سائين وريل سائين جي صحبت جو اهو اثر ٿيو جو فقير عبدل سائين ۾ اوصاف ۽ اطوار وريل سائين وارا هئا. جيئن ته بي پرواهي بانهن لوڏي هلڻ، هر صورت جي مٿان قادر صورت هجڻ، مسڪين ۽ قرب واري جي آڏو وڏ ۾ وڏ عاجزي سان پيش اچڻ ۽ ميران صورت يعني هر صورت سان سلوڪ سان گذارڻ هر طالب سان هر مڪان ۽ منزل تي موجود رهڻ جيتوڻيڪ ظاهري وڏي دوري چون هجي.

شعر: پلڪ ٻه ناهيان پري جي گڏجي نه گهاريان هڪ گهڙي
رمتا منڊي نه رنجيد گي رهتي رمز واري رهبري "عبدل سائين"

هڪ نڪتي ۾ وڏي ۾ وڏو مسئلو حل ڪرڻ، مستن جي مٿان قادر هجڻ، جيئن ته پاڻ ڪنهن شهر ۾ پهچندا هئا ان شهر جي مستن ۾ ڪو ٿورو ٻيجي ويندو هو جو گهاڙا پاڻ ڏيکڻ ۽ لڪڻ جي ڪوشش ڪندا هئا. مطلب ته جيئن پڪين ۾ ڪوشه باز اچي ٻيو هجي. فقير عبدل سائين جن هميشه رڍ ڪانٽيا تي هلندا هئا، پر هر مجلس ۾ مير مجلس هوندا هئا. وريل سائين وانگر

شعر: وريل ڪاڻ ڪدي نه ڪنهنجي جيڪا ڳيٽي سا پرتون پنهنجي

فقير عبدل سائين جن فرمائيندا هئا ته ابا مرشد سائين جن ڪنهن اولي سولي ۾ پهچڻ نه ڪو نه "وريل سائين جن ان کان اول پهچندا آهن - پاڻ فرمائون ته ابا پيرا محبوب مرشد سائين جن دفتري صحيحون وٺڻ لا آيا ته هڪ دم فقير سائين ( فقير وريل سائين) جن پهچي وڃن ۽ قلم ۾ هٿ وجهي چون "ته فلحال ترس احاهن کي مٿي ڪم ڪرڻو آهي - اهڙي حالت ۽ ڪيفيت شرط سبب مهينن جا مهينا جسم نفي طرف مائل رهندو هو، اهڙي حقيقت پنهنجي شعرن ۾ ڪرڻ فرمائي اٿن - فقير وريل سائين جا عبدل سائين جن سان ڏاڍا ٻي انداز قرب ٿيل هئا.

## سخي سردار فقير قبول محمّد سائين درازيءَ

سخي قبول مُحمّد سائين درازائيءَ فقير سائين جن جي صداقت ۽ مردانگي جي ڪري مٿن وڏو پيار ڪندا هئا. ان باري ۾ ڪي چند واقعات قلمبند ڪجن ٿا

هي ان وقت ۾ اُتي جو دستور هو ته جنهن رات جي صبح تي سجاده نشين جي دستار بندي يا تخت نشيني ٿيندي هئي، ان رات جو ويراڳ (سماع) جي محفل فقير عبدل سائين جي فقراءَ ڪي ملندي هئي - جو سڄي رات ڳائيندا هئا، جنهن ۾ سخي سائين جن فقير سائين کي پنهنجي پاسي کان پري نه ڪندا هئا.

هڪڙي ڏينهن فقير سائين جن سخي قبول محمّد سائين کان سوال ڪيو ته قبلا پڙايو ته "او مين آهيو ڇا؟ "جيڪو اچي ٿو، ان سان ويٺا ٿا هائو هائو ڪريو - ڪي اچن ٿا ته "اسان جا گرونانڪ آهيو" ڪي چون ٿا ته اسان جا نيڪ لنگ اوتار آهيو. ڪي چون ته اسان جا عيسيٰ عليه السلام آهيو: ڪي چون ته گرو گورکنات آهيو" ڪي چون ته امام مهدي عليه السلامُ آهيو" "ڪي چون ته اسان جا راملا پير آهيو". پر پڙايو ته اوهان آهيو ڇا؟ سخي سائين وراڻيو ته " ابا جاڻي ته سڀ ٿو، مگر اسان کان اظهار ڪرائڻ چاهيو ٿا.

" ابا -! هي آئينو آهي، جيڪو جهڙي صورت سان اچي ٿو اها صورت انکي نظر اچي ٿي جنهن سان هو راضي ٿي وڃي ٿو" آئينو ڪو انڪار ڪندو ڇا؟ سو اسان آهيون آئينا، تنهن ڪري هر هڪ سان ويٺا ٿا هائو، هائو ڪريون -

پنهنجي عاقل شهر جي شيخ برادري جي گمبٽ شريف جي شيخ صاحبان سان مٽي ماٽي هئي، هڪ شادي جي موقعي تي گهوٽ نيا جيڪي سان گڏ فقير عبدل سائين کي فقراءَ سميت دعوت ڏيئي پاڻ سان گڏ گمبٽ شريف وٺي آيا هئا، اتي پهچڻ بعد هر ڪو جاءِ پير تو ٿيو، شادي جو شغل جاري رهيو. گڏيل اصرار تي فقيرن منجهند جو ويراڳ جي چونڪي ڪئي. جنهن وقت ۾ ڪلام چيائون، ته

جادو جڙليو جن - جيجان جو گيڙن     منڍ ميٺي محبت جا موهيو محبوبن

ڪلام جي چوڻ جو اهڙو اثر ٿيو، جو اندر توڙي باهر وجد جاري ٿي ويو - ميزبانن جو اهڙي حالت

ڏني سو هڪدم ويراڳ بند ڪرايو، جنهن تي گهوٽيتا ۽ ڪنوارينا پاڻ ۾ اٽڪي پيا. فقير سائين جن جو اهڙي نامناسب روش ڏسي، فقيرن سميت اٿي ڪري اٿيا جيترڏ ڏرليون پاڻ ۾ ٺهن، تيئن فقير سائين جن عشق جي فيصلي ۾ انصاف لاءِ سرتاج العاشقين سچل سرمست ڏانهن ڏرتتيءَ جو دراز بن پيادل روانا ٿيا. ۽ ويراڳ ۾ سچي وات هي شعر پڙهندا آيا.

شعر:-

| | |
|---|---|
| برهه ٿيو برحال بانگو هيٺي نعره حيدري | جا بجا ذاتي ظهور، عين اعلى الانواري |
| شوق جي شعلي شمع پرواني پرواز ڪيو | بسم ٿيو بانڪو بهادر ناث نانگو نادري |
| حسن جي جوڙي جماعت عشق غمدل ٿيو امام | پرت مان پڌرو ڪري پنهنجو قرب علم قادري |

فقير غمدل سائين جن جهڙي ره مستي حال ۾ هئا، سو بوتن، جتي سوڏ ادرگاه جي دروازي اڳيان اچي بيٺا، خليفا يا مجاور موجود هئا، انهن چيو ته هي ڪهڙا بي ادب فقير آيا آهن جيڪي بوٽن سميت مٿي چڙهي آيا آهن، گهيٽي منع ڪيائون پر ڪنهن به نه پڌن. سو سچي سائين دانهن ڪيٽي ويا. سچي سائين دانهن پڌڻ کان اڳ ئي مستي ني ماني ڪينو، پيدڙو مٽرس ائين چوندو آيو، ته اڙي اهي سچل سائين کي پيارا اٿو. ڪين ڪجهه به نه چئجو. گرمي جي پوسات ڏينهن نيت کان سچي فقيراڻا جا ڪپڙا پگهر کان پاڻي ٿي ويا هئا خبر ته ڏهن پيٽي جو سچل سائين جي روضي جو دروازو بند ٿي، وري جو کليو، ته اندران اهڙي ته ڏي هير آئي جو پگهر ٺي خشڪ ٿي ويا، مگر چونڪ بي بد ستور جاري رهي. دروازو به بند شيندو ۽ کلندو هوا ڏيندو رهيو اها ماجرا ڏسي بيا ماڻهو خليفا مجاور حيران ٿي ويا، ته هي ڪهڙو رنگ آهي، هاڻي ته سچي سائين کان سواءِ ٻيو ڪو ڳالهائڻ وارو ڪونه هو، ويراڳ پورو ٿيو. ته سچي سائين جن فقير سائين کي فرمايو ته فقير پوٽيتي پيلئي ڏرليون اوهان جي ڳولا ۾ آهن. جنير توهان نه ويندا تيستر نڪاح ڪونه پوندو. سو هي مچي ماڻي به جيڪو جيي اتي ڪالو. هڪدم تانگا گهرائي فقيراڻ کي ڏنا ئين، موڪلاڻي مهل سچي سائين فقير سائين جنکي پاڪ ڪرپاڻ لاءِ چيو فقير سائين ورائيو ته قبلا "هڪ ني پاڪ کان واندو نه ٿيو آهيان، توکي ڪيئن پاڪ ڪرپايان".

فقير جيڪو دانهن ڪيٽي سچي سائين ڏانهن ويو هو، تنهن چيو ته "فقير توکي سچي سائين پاڪ ڪرلاءِ چوي ٿو ته ڪيس پاڪ ڪري ٿو پاسين". سچي سائين فقير کي جهٽڪ ڏيئي فرمايو

ته "...سمجهين اٿو ته فقير ڇيئي ڇا ٿو؟ ايتري ۾ سخي سائين هڪدم ڀڙڪ ڇا ڪري فرمايو ته هلي آءُ هي قلندر شاه جو پاڪرتي.

فقير عمدل سائين جن پرواني وانگر عشق جي شمع جي آغوش ۾ هليا آيا. جڏهن موڪلائي گمبٽ آيا. ته معلوم ٿيئن ته توهان جي ڳوٺ ۾ ڏاڍا مٺو موڪليل آهن. شايد جيڪڏهن توهان اچو ها ته شادي منسوخ ٿي وڃي ها. سخي سائين جن جا فقير سائين سان ڏاڍا قرب هئا.

هڪ دفعي جي ڳالهه آهي ته ميلو سچل سائين جو هجي سو سخي سائين هڪ وڏو گلم فقير عمدل سائين لاءِ پنهنجي گوڏي هيٺان رکي ڇڏيو. جڏهن فقير سائين جن فقراءَ سان گڏ ويراڳ ڪندا، سخي سائين جي نزديڪ آيا ته پاڻ سخي سائين جن استقبال لاءِ اٿي بيٺا ته ڪو شخص گلم ڪڍي ويو. سخي سائين جن فرمايو ته فقير سائين مان توهان لاءِ هي گلم رکايو آهي سو ڪٿا ئي وڃو. اڃا جو ڪڍي ڏسن ته گلم آهي ئي ڪونه. پاڻ چيائون ته مان ٿو ته ڏسو جو گوڏي هيٺان به شيون ڪنيو پيا وڃن. سو توهان کي ٻيو گلم گهرائي ڏيون ٿا. سخي سائين جي وقت ۾ فقراءِ يا طالبن مريدن يا ٻين مهمانن لاءِ پلا پلا طعام تيار ٿيندا هئا. جيڪو امير غريب پنهنجو پرائو ڪائي خوش ٿيندو هو، مگر سخي بادشاه فقير سائين کي وني ڪوٽ ۾ ويندا هئا. ۽ فرمائيندا هئا، ته ابا معراج ٿا ڪريون، ڪوٽ ۾ فقط امڙي پيڙي ضعيف العمر نانڪ سائين جي نياڻي ۽ سخي سائين کان عمر ۾ وڏي هئي. سا سندس اهليه موجود هوندي هئي. آئي صاحبه اٽو ملي تيار ڪندي هئي، فقير سائين ڪاٺيون گڏ ڪندو هو. ۽ سخي سائين جن ڪاٺيون دانگي هيٺان سور سيندا ويندا هئا. اهڙي طرح آئي صاحبه کي روٽ پچائڻ ۾ مدد ڪندا هئا، هڪ روٽ پچندو هو، جيڪو ٽن حصن ۾ تقسيم ٿيندو هو ۽ هڪ هڪ حصو هر ڪنهن کي ملندو هو. ان روٽ جي کائڻ ۾ جيڪو مزو هوندو هو. بادشاهي هوندي مسڪيني طرح گذارو ڪرڻ، ۽ مخفي ملاقات ۾ برابر معراج جهڙو راز هوندو. جو سخي سائين انکي معراج سڏيو آهي. سخي سائين بادشاه جي قربدارين جو جا بيان ڪجي فقير عمدل سائين سان ته سندن ڏاڍو قرب ۽ محبت هوندي هئي.

" فقير بابو مبول سائين جاگيراڻي "

بابو ميرل سائين هڪ سالڪ درويش ۽ سرگروهه فقراءَ جو هو. وڏي عمر هجڻ سبب هر هڪ کيس احترامًا بابي ميرل سائين جي نالي سان سڏيندو هو.

فقير محمد سائين جن جو پنهنجي فقراءَ جا سپهه سالار هئا. ۽ هڪ دردواري صورت طالب ۽ مطلوب جي معنيٰ جا ماهر ۽ جاڻو هئا. تنهن ڪري بابو ميرل سائين کين وڏي پيار سان پاڻ سڏيندو هو. هو ذاتي وري رياضت جي ڪم ۾ فقير سائين جن پوئين عمر ۾ بابي ميرل جي تمام سٺي خدمت ڪئي. اڪثر ڪري هر محفل ۾ داتا فيض دريا هر بادشاهه جي فقراءَ جا بابي ميرل سائين جن ۽ سائين قلندر شاهه جي فقراءَ جا فقير سائين جن اڳواڻ گڏ هوندا هئا. صحبتون ۽ رهاڻيون پاڻ ۾ عام جام ٿينديون رهنديون هيون. طرفين جي محبت ۽ فرمانبرداري جو اندازو جيڪو فقير سائين جن وصال نامون بابي ميرل سائين جن جو مرتب ڪيو آهي، ان مان معلوم ٿي سگهي ٿو.

"وصال نامو"

مرد هو مردان ميرل محب فيض دريا جو   ٿيو روان دارالبقا پروان عشق انبياء جو

"محمد" نظم نروار ڪيو هي گلستان گلزار ڪيو
يار جو يادگار ڪيو پنهنجي عشق ملن اطلاع جو.

# "فقير عمدل سائين جو ڪلام ۽ ان جون خوبيون"

جيئن ته اڳ ۾ ئي بيان ٿي چڪو آهي. فقير سائين کي فقير وريل سائين سنڌس پيرِ مغان جي دعاهئي، ته هي اسان جو بيڪس "بيدل" سچل، نانڪ يوسف، ڪنٻاڻ، نجفي، تيشان، بلو دريلفان ۽ فريد آهي -

ازانسوا ۽ فقير وريل سائين ۽ پنائي صاحب جي شعر جو گهرو رنگ چڙهيل آهي جنهن ڪري فقير سائين جو شعر ڪلام هڪ جامع صفات و درجات جو شعر ڪلام آهي. جنهن ۾ هڪ طرف وفادار عورت جو پنهل سان ناتو نڀائڻ- نوري نفائي جو ناز ۽ پاڳ ۽ سمي ڄام تماچي جا ڪينجهر ڪناري واسين تي قرب، سهڻي ۽ ميهار جي سڪ ۽ سير مومل ۽ راڻي جي مجازي ماجرا، دانجهن جو تخت کي ترڪ ڪري، هير سان ريجهو ۽ رهاڻ ۾ گذارڻ جا داستان بيان ٿيل آهن -

۽ ٻئي طرف تخليق آدم عليه السلام جو راز، صوفين، سادن، جوڳين، سناسين عاشقن، رندن، قلندرن ۽ فقيرن جا اوصاف ۽ اطوار چٽا ٿيل آهن. ۽ ذات باري تعالى سان ضمير حاضر ۾ ڪلام ڪرڻ، سرورِ ڪائنات فخر موجودات حضور انور صلى الله عليه وآله وسلم، مولىٰ مشڪل ڪشا شير خدا علي المرتضىٰ، حضرت امام حسن عليه السلام حضرت امام حسين عليه السلام، ۽ اهلبيت پاڪ، محبوب سبحاني سيد عبدالقادر جيلاني مرشد بادشاه ۽ ديگر سلسلهٔ پيرانِ طريقيت جو شان ۽ انهن سان اُنس، عقيدت جو اظهار ٿيل آهي. طالبن کي تلقين ۽ تقويت، امر نهي، نفي اثبات، دک درد، هجر فراق، عشق محبت، حسن ناز، ديدار، مئه و ساقي، ۽ پاڻ سڃاڻڻ جا بهراز بيان ڪيل آهن. اهو مٿيون سڀ داستان گلزار عمدل جي نالي سان دوهي، بيت، وائي، ڪافي، ڪلام، غزل نعت، مناقب، قصيده، مداح، مولود، سهري، سه حرفين ۽ زرين اقوالن جي روپ ۾ سنڌي سرائڪي، اردو، پنجابي، پارسي ٻولين ۾ چيل آهن، جنهن جي مطالعه ڪرڻ سان معلوم ٿيندو ته فقير سائين جن باريڪ کان باريڪ مسئلا سهڻي نموني حل ڪري سمجهايا ويا آهن، ۽ نوان نڪتا ۽ نظريا پڻ پيش ڪيل آهن، گلزار عمدل ۾ هن ڀاڱن

تي مشتمل دليوان آهي، جنهن ۾ چاليهه باب سمايل آهن.

## " باريڪ مسئلا "

١ حق پرستي حسن عبادت — حڪم هويار هبر دا وهو اهه

٢ عشق ۾ عمر پر ڪو آرام ناهي — حسن لئي حياتي ڪا حرام ناهي.

٣ انصاف جو خون الفت ۾ ناهي — اهڙو قدم ڪو عدالت ۾ ناهي

٤ فنا بقا ٿيون بفافتا دا — التا قول قدم الثا.

٥ ڪعبي جس نون سجدا ڪيتا — ڪيوين آ ڪان ڪنهن دي ذات

٦ جيئن دکڙا ڳهٽا، تيئن اکين اوجڙ — پيهز ڪيئن پيچان هائي عهد امر

٧ لايا نينهن جوڳي دي نال اسان — وچ ڪيتا عشق دلال اسان

٨ برهه ۾ بدنام ٿي تحقيق تان فقيرآن — جي تون ملامت ڪيئن شيخ المشائخ پيرآن

٩ هر حال ۾ حاضر ناظر ڪجهه آرنه چاڻان — محبت ۾ مصيبت جو ميار نه چاڻان

١٠ عشق ري آهي اجائي هي حياتي رائگان
شرم و حيا قربان ڪر شوق ۾ تون شان مان

١١ درد دل آهي ته بهتر نه ته پن وجي پيايئي جهان ۾
ماڻڻ مزو الفت اگر حاصل ڪرين عالي مڪان

١٢ صنم برهه سوزبازي ۾ — حسيني حال آهه منهنجو
شهنشاهه عشق سرآيو — پلي مان يال آ منهنجو

١٣ عشق مجاز آئينو آهي — صورت مظهر ذاتي جو
پردو وهم حجاب وڃائي — جوڙ جڙيل جسماني جو

١٤ دل وحدت جو درياءُ به آهه — حرمين تي بيت الله به آهه
ڪل مظهر صورت حضرت انسان — اول ڪتاب الله به آهه

مٿين چند مسئلن جي مطالع مان معلوم ٿيندو ته اسان جو فقير عبدل سائين فرمائي ٿو ته

حق جي حاصل ڪرڻ لاءِ حسن جي عبادت هڪ بهتر رستو آهي. جي حسن جي عبادت ۾ عمر گذري ته حياتي سجائي آهي. پر حرام نه آهي. محبت ۾ انصاف ختم ٿي وڃي ته ڪا وڏي ڳالهه نه آهي، نه وري ڪنهن ڪورٽ يا عدالت ۾ اهڙو قاعدو موجود آهي، جو بي انصاف محبت رکندڙ کي مجرم ٺهرايو وڃي، اٽلو ان محبت جي طفيلي اهو ظاهري نه سهائيندڙ ڪم کي احترام ۽ عزت جي نگاهن سان ڏٺو ويندو آهي، ۽ اهو دنيا ۾ مثال ٿي رهندو. عشق جي راهه ۾ جنهن کي بقا سمجهو وڃي ٿو، انکي فنا آهي. ۽ جنهن کي فنائي آهي، انکي حقيقي بقا آهي. اهڙي الٽي ۽ اوکڙي راهه ۾ عاشقن جا قول، قدم الٽا آهن.

اهاڻ ته ڪا هستي آهي جنهن کي ڪعبو سجدو ڪري ٿو، يا مصلي اچي انجو طواف ڪري ٿو، هن مان ثابت ٿئي ٿو ته ان محل هي بشري صفات مان گذري الاهي ذات پاڪ ٿي پيو جو ڪعبو به سندس سلامي آهي. فقير سائين جن فرمايون ٿا ته محبت ۾ ڏک، ڏاکڙا، غم، الم، درد، اهڙو توشو آهي جو هر ڪثيف چيز کي ختم ڪري لطيف بڻائي ڇڏن ٿا، جنهن جو نتيجو اهو نڪري ٿو ته جيڪو محبت ۽ پيار ۾ عاشق، حقيقي محبوب جي ويجهڙائي حاصل ڪري، مشاهدي محويت ۾ مستغرق رهي، مستفيض ٿين ٿا.

وڌيڪ فرمائين ٿا ته اسان عشق کي دلال بڻائي جوڳي سان نينهن نڀائي درد جي ڌمال ڪيڏي، ازلي راز کان واقف ٿي مقصد حاصل ڪيو آهي، عشق جنهن کي برهه جي باب ۾ رهبر سڏيو ويندو آهي. اهو جو خود دلالي ڪري ته پوءِ ڪا به مشڪل ڪان مشڪل به ان لاءِ سهل ۽ آسان آهي، عشق جي ڏسيل راهه سچي ۽ حقيقي راهه آهي. فقير سائين جن روشني وجهندي سمجهايو آهي فقيرن کي چيئجي ٿو. جڪڏهن عشق جي خواري، ملامت، بدنامي سرتي نه ٿو ڪيڙي ته هو فقير سڏائڻ جو حقدار نه آهي ۽ اهو هڪ زماني جو پير آهي. مگر اهي حقيقت کان باخبر ڪندي هوشيار ڪن ٿا ته حسن جي جلائيندڙ سفر ۾ وڏا ابار ۽ ملامتون رنڊڪون ۽ رڪاوٽون درپيش اچن ٿيون، تنهن ڪري طريقت جي طالب کي مٿين طرح رهبري ڪندي وڌيڪ مضبوط ڪرڻ لاءِ بي قضا ڪنهن به سزا تي راضي برضا رهڻ جي تاڪيد ۽ تلقين ڪن ٿا ۽ ڪين فقير جي حقيقي شان کان آگاهه ڪن ٿا. فقير سائين جن

هدايت ڪندي فرمائين ٿا ته عاشق کي محبت ۾ گهڙي به تڪليف پهچي ٿي ته اهوان کان ڪنهن به قسم جو آرنه ٿو ڪري پر جيڪڏهن اُف ڪري وڃائين ته راهِ عشق ۾ ميار دار ڪري وڃائين، پر عاشق کي هر حال ۾ بهاري آهي ـ فقير غازي عمدل سائين جن فرمائين ٿا ته عشق کان سواءِ هيءَ زندگي اجائي آهي. جو ته طالب حقيقي کي عشق جي راه ۾ شرم حياءِ شان شوڪت زماني جا ناٺ پاڻ سڀ قربان ڪرڻ پوندا آهن ـ جنهن دل ۾ درد نه آهي، ته ان لاءِ هيءَ جهان ڪم جا نه آهن ـ جو ته عاشق جو هي جهانن سان ڪم نه آهي جو ته هن کي فقط پنهنجي محبوب حقيقي سان محبت ۽ عشق آهي، عاشق کي قرار تڏهن ايندو جڏهن هو جدائي ۾ ڏک سور تڪليفون سهي وصال حاصل ڪري ٿو.

پاڻ فرمائين ٿا ۽ هدايت ڪرن ٿا ته عشق جي آمد کي سڀ کان وڏي عنايت محسوس ڪرڻ گهرجي، جو ته ان ۾ درد، غم الم ڏک سور سهڻا پون ٿا جا ڪاٺ ته هر حال تي راضي رهڻ اهاحسينؑ جي پيروي آهي ـ

پاڻ شعر ۾ فرمايو اٿن ته مجازي عشق، حقيقي مظهر جو آئينو آهي، جو ته جڏهن هيءُ جسمي صفات ختم ڪندو تڏهن ازخود حجابي وهدهءِ پرداچاڪ ٿي پوندا، ۽ طالب حقيقي راز کان ماهر ٿي صفات وڃائي وڃي ذات سان ذات ٿيندو. پر اها سڀ عشق جي امدادي ۽ عنايت آهي ـ حديث شريف ۾ آهي ته المجاز ڪنترا الحقيقت، جيئن ته مجازي عشق حقيقي عشق لاءِ ڏاڪڻ آهي ـ

معنيٰ ته سڀ ڪوسمجهائي سگهي ٿو پر فقير عمدل سائين جن معنيٰ جي معنيٰ سمجهائي آهي ـ ۽ انسان کي پنهنجي صحيح انسان هجڻ ۽ سندس مقام جي خبر ڏني آهي ته سندس ڪهڙو درجو آهي ـ انسان جي دل کي وحدت جو درياءُ حقيقي ڪعبو ۽ اول ڪتاب الله سڏيو آهي ـ جنهن مان انسان جي اشرف المخلوقات جي جاڻ ملي ٿي ـ ته خالق اڪبر ڪيس ڪيترو اشرف ڪيو آهي ـ جو حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم جي صحابي انسان کي محمدي صورت عطا ڪري، ڪعبي کان به اعليٰ اوصاف بخشي ڪعبي جو به ڪعبو، يعني حقيقي ڪعبو سڏيو آهي ـ هي ته هيا باريڪ مسئلا ان کان سواءِ لنوان

نڪتاءِ نظريا پيش ڪيا آهن، جيڪي گلزارِ عندل ۾ موجود آهن. انهن مان ڪي چند ڏجن ٿا. جيڪي بادشاهه بيان فرمايا آهن انهن جي مطالع ڪرڻ کان پوءِ معلوم ٿئي ٿو ته فقير سائين جي عقيدي جي پختگيءَ اوقاتِ خيالات جو پرواز بلنديءَ اونهو آهي. جو حد کي پهچي شعر و شاعري تي ايتري قدر عبور حاصل ڪري نرالي رنگت چاڙهي اٿن، جنهن جي پڙهڻ سان نيون نراليون رمزون نظر اچن ٿيون.

## "لوان نڪتاءِ نظريا"

١ وڇوڙا يار دا وڏا — ستم ڏاڍي سهاوڻ دا
الم تي غم اناوڻ دا — نازڪ ناتي نڀاوڻ دا
٢ منهنجي ڪاڻ مارن ڪيا وسڪارا — مٿي ماڳ ماتم مچائن موچارا
٣ عشق رهبر آهه انهن — ڪفر جن آهي ايمان
برهين بنا فرمنو فضول — زهد آهي سڀ زيان
٤ آيو پاڻ پنهل پرچائڻ ڪاڻ — پنهنجا پيرپري قرب و ڏاڻ ڪاڻ
٥ سانگ تنکيون پيو سانگن ساري — مارن ڪاڻ ملير
٦ اي درد وڃ دلدار ڏيئي — هن حال جي صورت ڏيئي
معلوم ڪر محبوب کي — مورت منجهان معنيٰ مٿي
٧ ياري ياد اسان جي آهه يارن کي — ناتي نينهن نزاڪت وارن کي
٨ بيخودي مان ڪري ظهور — يار سمايو صفات ۾
ذات صفات جي ناهي جدائي — عشق جي اوقات ۾
٩ آبر ۾ اسرار بڻيءِ گڏ — آب آگ آڙاهه جا
بحر مان قطرا بڻي پيا — دور ڏس درياهه جا
١٠ تنهن جي نور مان روشن ٿيو — شمس و قمر دو نور
جلا ڏي وڃائي بڻي — سيفون ضيان ۾

فقير سائين فرمائي ٿو ته وڇوڙي جي جلائيندڙ آفت کان گهڻن شاعرن ۽ عاشقن دانهون ڪيون آهن، پر وڇوڙي جي ستم جي آفت مونکي وٺي ٿي. ڇو ته نينهن جي نازڪ ناتي نڀائڻ لاءِ اهائي صحيح راهه آهي. جنهن تي مضبوط قدم کڻي رهڻ سان وڇوڙو به وصال ٿي پوي ٿو.

ڪيترن عاشقن اها ڳالهه ڪئي آهي، ته اسان مارن جي ڪاڻ وليس ڪارا ڪيا آهن. مگر فقير سائين جن پنهنجي مقام جي وضاحت اهڙي نموني ڪئي آهي. پاڻ سائين جن نگاهه مديني منوره کي ملير ۽ سيد الشهدا امام حسين عالي مقام جي سموري صابرين سان کي مارو سڏيو آهي. وڌيڪ ان رازَ شعر جي ملاحظي ڪرڻ سان حاصل ڪري سگهجي ٿو ته جو راز هِن به وڏو راز آهي.

فقير سائين پنهنجي عقيدت، عشق جي استقامت ۽ مضبوط طالب جي حيثيت ۾ پنهنجي پنهل کي اهڙي طرح ريجهائي راضي ڪيو آهي، جو اُن ۾ ايڏي پڪ ۽ يقين اٿن جو پنهل. پنهل هوندي به فقير محمد سائين جن کي پنهنجو پنهل ٻڌائي ڇڏيو آهي. جو پنهل کي سسئي جي سڪ ستائي رهي آهي. ۽ معشوق کي ٿي عاشق راضي ڪرڻ جي تمنا آهي، جنهن ڪري قرب کي وڌائڻ لاءِ پنهل پاڻ پرچائڻ لاءِ اچي ٿو، اهڙيون فقير سائين جن جي شعر جون جهلڪون، رمزون ۽ بلند درجي هجڻ جون وصفون ۽ خوبيون آهن. فقير سائين جن مديني منوره کي ملير ۽ امام حسين عليه السلام جي جملي سائين کي سانگي ۽ مارو سڏيو آهي.

جيئن ته مدينو يعني ملير انهن سانگي مارن لاءِ ڏاڍ ومانڊو ۽ اُداس آهي ته منهنجي سرزمين تي ڪڏهن اچي اُهي قربدار قرب جا قدم اچي گهمائيندا.

ائين برابر آهي ته هر هڪ عاشق پنهنجي محبوب ڏي ڪنهن قاصد کي يا هوا کي، يا ڪانگ، ڪبوتر کي پيغام ڏنو آهي، پر اسان جي شهنشاهه فقير محمد سائين جن درد کي قاصد ڪري پرين ڏانهن پٺيو آهي، ڇو ته جيڪا منهنجي حال جي خبر منهنجي درد کي هوندي سا ٻئي کي معلوم ڪٿي هوندي، ڇو ته انکي هر ڳالهه ٻڌائڻي پوندي. ڪنهن شاعر ائين فرمايو آهي، ته يارن جي يا راڻي اسانکي ياد آهي. مگر فقير سائين جن فرمائين ٿا، ته اسان جي ياري يارن کي ياد آهي، ڇو ته

پاڻ عاشق هوندي معشوق به هئا. پنهنجي پيرانِ طريقت وٽ اهڙي درجي جي قدر و قيمت هئي، ٻئي هنڌ فرمايو اٿن، ته "هي تو هميشه وفادار منهنجي، ڪنڊ بين نيت ڪڏهين ڪا دلشاد منهنجي"، عشق محمّدي اهڙو ڪم ڪري ڏيکاريو جو بي مثل ۽ بي مثال هستي کي انساني صفات ۾ آندو. جو ذات صفات ۾ ۽ صفات ذات ۾ مدغم ٿي هڪ ذات يا صفات ٿي ويا. ان مان ثابت آهي ته عشق ذات صفات جو فرق ميٽي ختم ڪري ڇڏيو جو انهي عشق محبت ۽ پيار کيس مجبور ڪيو جو تخليق آدم عليه السلام جو خيال ورتس آيو.

فقير سائين جن جي شعر جون خوبيون ته نراليون آهن جو هر هڪ جو هلڻ هوارو آهي، پر فقير سائين جو پرواز اوپارو آهي. هر نيٺ ڳالهه اهڙي سهڻي انداز سان پيش ڪئي اٿن جو ان جي مطالعي ڪرڻ سان تمام سهڻي نموني سمجهي سگهجي ٿو ته هي مسئلو پيش ڪندڙ ڪهڙي نه عجيب نوع سان بيان ڪيو آهي ته باهه ۽ پاڻي جو هڪ جاءِ تي گڏ هجڻ مشڪل ڳالهه آهي. فقير سائين جن اهو ثابت ڪري ڏيکاريو آهي ته اسين ٿي سگهي ٿو ته باهه ۽ پاڻي هڪ جاءِ تي موجود رهي سگهن ٿا. يعني اَبرَ هڪ اهڙي شئي آهي جنهن ۾ برسات (پاڻي) ۽ بجلي (باهه) هڪ جاءِ تي موجود آهن. ڏسو ته ان قدرتي مان ڪيئن درياءُ ۽ سمنڊ لهي پيا آهن. اهڙي طرح هي تخليق آدم عليه السلام ۾ جلال يعني (الله ج) جمال يعني حضرت مُحمّد مصطفیٰ صلعم جن جي نور مان ٿيل آهي ان ڪالسواءِ فقير سائين جن پيچيده کان پيچيده نڪتا پنهنجي فڪر ڪمال سان حاصل ڪري سمجهايا آهن. اهڙن مثالن سان سڄو داستان گلزار عندل پر لو پيو آهي- جنهن جي بار بار مطالعي ڪرڻ سان هر نيٺ ڳالهه ڏسڻ ۽ سمجهڻ ۾ ايندي.

ان سواءِ بلاغت، سلاست، تجنيس حرفي، يا سڄو شعر تلهه ۾ ۽ هر هڪ مصرع آخري لفظ ۾ سمايل ۽ مکو ٿيل آهي- ۽ سهڻا سهڻا محاورا، اصطلاح، قول، چوڻيون تاريخ جا صحيح حوالا، تصوف جي اصول ۽ حقيقت جي مڪمل ڄاڻ سان پر لو ٿيل نڪتا سندن شعر جون خوبيون آهن. جيئن ته اهي سڀ وارالهامي ۽ قلبي ڪلام آهي، تنهن ڪري لا قيد رندن جي اصول موجب هر قيد کان بالا آهي. هن جذباتي ۽ روحاني ڪلام سان عقل

جون پابنديون لاڳو نہ آهن، مگر اهڙي ڪلام جو گرامر (صرف نحو) صرف سُرتار آهي باقي علم عروض، صرف نحو، ڪنہ قوري جي بندش کان مٿي ڪان مٿاهون آهي. جو تہ هر هڪ عشاق دليل کي رنڊڪ ۽ رڪاوٽ سمجهيو آهي.

جيڪڏهن سندس ڪارنامن تي روشني وجهجي تہ هي داستان تمام ڊگهو ۽ لنبو چوڙو ٿي پوندو.

شعر:- عشق رهبر آهہ انهن ڪفر جن آهي ايمان
برهين بنا فرض وفضول زهد سڀ آهي زيان
"عبدل فقير سائين"

شعر:- ڪفر ٿي تہ اُنهين باب شرع جا ڇڏ
مس مشرڪين گڏ تہ ديجهو تنهين وصال کي
"سچل سائين"

شعر:- ڪفر لازم ڪيو شرع ڪجي حقيقت کي سجود
ساجدن پٽي سرو ڏيا واصلن وحدت وجود
"عبدل سائين"

شعر:- جو ڪافر عشق هوتي هين اُن ڪي مندر اور هوتي هين
خدا ڪو يون بلاني ڪي منتر اور هوتي هين

اهي منتر اهڙن عاشقن وٽ هوندا آهن، جيئن ڪي حضرت حسين عليہ السلام گلگون سيد الشهداء جي نقش قدم تي هلندڙ آهن، ۽ صحيح پيروي تي هلي حسيني حال حاصل ڪرتا

جڏهن فقير عبدل سائين جن جي خيال ۽ فڪر جو درجو ۽ پرواز شهباز وارو آهي تہ پوءِ مذڪوره اصول موجب سندن شعر جو معيار گهڻن شاعرن جي ڀيٽ ۾ مٿاهون ۽ نرالو آهي. تنهن ڪري سندن شعر ٻين شاعرن جي شعرسان گڏ پيش ڪجي ٿو جنهن ۾ شهباز جي پرواز واريون جهلڪيون موجود ۽ سمايل آهن.

مولوي احمد خان گڙهي . فقير عبد الخالق غازي غمدل

(١) آهن قلندر ٻه ون شب . وحدت وڏا ٿئي ۾ غرق
وحدت اٿين ويڙهي وين . جو ڪين ڪي چاڻ فرق
الله اڪبر جن چيو . تن جو ساه سجدي ۾ ويو
جو بٿي هيو سوئي رهيو . ويو ٿاه جو ساه وٽڙڪ
احمد جڏي سديق ٿيو . تڏي ٿاه سارو ٺيڪ ٿيو
جڏي ڀاه واه ڏريڪ ويو . لنگهي فلڪ کان ٿيو بي فلڪ

مولوي احمد سائين

٢ آهن قلندر رون شب . هر ٻاز ۾ رلمل سدا.
ٻاڻي ڪٿي غازي ٿيا . موجون ملنگ ماڻن مدا.
مسجد مندر مٺخان ۾ . حق پرستي بت خان ۾
هر مظهر ميدان ۾ . سالڪ ڏين ٿا سجدا
ڪشف ڪرامت تقويٰ . نا هي ريت رندن جي هوا.
غمدل بقا جي سر ٿيا . جسمون رهن جيئري جدا.

غمدل سائين.

سائين رکيل شاه بادشاه - فقير عبد الخالق غازي غمدل سائين

١ سڪ ريت روش سمجهاوڻ دي . ڪر ويران وجود وڃاوڻ دي
عاشق هوڪا ڏيون ضروري . واعظ نصيحت سڻاوڻ پوري
ٿپ رک اپڻا ڪنز قدوري . ڪيا حاجت پڙهڻ پڙهاوڻ دي.
ڪن ڪها فيڪون بنايئه . هر گهونگهٽ وچ آپ سمايئه

شاهه رکيل سان گهونگهٽ پائيندا - فنفخت في سڻاوڻ دي.

سائين رکيل شاهه.

آ سڪ ريت پريت پڇاوڻ دي - وڳي نوبت نينهن نياوڻ دي.
گهنڊ کول نقاب نهاڻي دا - اهين پار س پاڪ پيشاني دا.
ٿبي واقف رمز حقاني دا - مئه ساغر سرڪ سماوڻ دي.
ٿي پروان آزاه ٿي آوين - غمدل غازي قدم ڪڏاوين.
شهنشاهي شور مچاوين - شوقون شمع جلاوڻ دي.

غمدل سائين

## فقير قادر بخش "بيدل" ۽ عبدالخالق غازي "غمدل"

آ اڏ رپکيئڙا ون" واهيري . نکر منجهان ناسوت
بيدل ڪر پرواز جو سعينو - هل موٽي هاهوت

"بيدل سائين"

آ ڪرپرواز پکي پچ پچرو - تنهنجا عرش اتي آشيانا.
غمدل گيان اهي گن گوهر - سپروڙ ج پروانا.

"غمدل سائين"

۲ ٿو ۾ سوسر سارو - جنهن جاپند پڇين ٿو
غير نه جاڻج پاڻ کي - بيدل شاهي مار نقارو

"بيدل سائين"

۲ آهين پاڻ اهين - پاڻ پروڙ ج پاڻ ۾ پيهي
غمدل پنهنجو پاڻ سڃاڻج - وحدت وار يون موجان ماڻج
طالب هي تلقين.

"غمدل سائين"

## فقير خواجه غلام فريد . فقير عبدالخالق غازي "غمدل"

آ اسان بدمست قلندر هون - ڪڏان مسجد ڪڏان مندر هون.
دل وا ٿون سمجھ فريد الا - ڪر محض نه شعر جديد ولا.

هي چالرن حال پڌ سيد پلا - توڙي ڪيچون ساڙي ابترهون
خواجه غلام فريد

٢ سرُدي سواري ڪردي هون - بردار قدم دم ذردي هون
نوبت پنهن نزاڪت والي - ناتگي نات نظر دي هون.
درگوهر ياقوت يگانا - سبحاني ماسر سلطانه
غمدل نيهي نام نشانا - گوهر غواص بحر دي هون
"غمدل سائين"

٣ تيڏي نينان تير چلايا - تيڏي رمزان شور مچايا
عليل مست هزار مار بيٺه - لک عاشق مار گنوايا
دردا بار اٺايا هر هڪ - اپڻا وقت سڀايا.
ڪرقربان فريد سراپڻا - هڻ تيڏا پيي وار آيا.
"خواجه غلام فريد"

٤ تنهنجي نازخوني نظاري نهايا - ڪڏي ڪند قصدون ڪلان ڪپايا.
ڪجا بادشاهي ڪجا درگدائي - ڪجا عشق ظالم ڪجا تاج شاهي.
ڪيئي گهوت غمدل تو گوهر گنوايا.

## فقير عبدالوهاب "سچل" سرمست - فقير عبدالخالق غازي "عمدل"

١ ڪم نه عاشق سو ڪرين — جنهن ۾ تنهنجي تعريف ٿئي
ڪڻ ملامت سر مٿي — سر لوڪ تو طعنا ڏئي

١- بره ۾ بدنامي تحقيق ٻان فقير آن "سچل سائين"
جي تون ملامت ناڪٺي شيخ المشائخ پير آن

فقير "عمدل" سائين

٢ حد وچي سپ ڪو لاحد وڃين پير — سچل سو فقير حد لاحد لنگهي ويو

"سچل سائين"

دليس انهيءَ ڏي آهي اسارو — نام نشان جت ناهي نظارو
قلزم ڪين ۾ ڪام — حد لاحد کان پار لنگهڻ جي

"عمدل سائين"

٣ عشق پلي جيءُ آئين تون — ڪنهن منزل کي پهچائين تون
موتي ڪنڌ ڪپائين تون

"سچو" سنڌ پنڌ پڄائي — گهوريون پنهنجو سر گهمائي
نينهن واري تو ڳالهه ڳالهائي — عاشق تو آزمائين تون

"سچل سائين"

عشق سدا انچ آئين تون — ڪنهن منزل کي پهچائين تون
موتي ڪنڌ ڪپائين تون

پير اڃي ترپني ۾ پاٿيه — تو ڙ حجاب ملامت چاٿيه
"عمدل" نام ڏراٿين تون — نيڻين رمز رچائين تون

## فقير يوسف "نانڪ" - فقير عبدالخالق غازي "عمدل"

ادم دم ڏمال دم ڪي ڪرني نه فراموش — موسيٰ ڪطور ڪرني ارني نه فراموش
رب ڪها ڪُلُّ نَفْسٍ ذَائِقَةُ الْمَوْتِ — صورت دنيا ۾ هرگز مرني نه فراموش
ڪڙاهون آهو زاري سوزش، گداز غم سي — تڙ ڦڙ هماري دل ڙي ڏرني نه فراموش
پيوند دم سي اور دم هاهر حقيقت ڪو — هر دم لگا مين دم سي ڏرني نه فراموش

مرڻ سي ياريوسف آڳي مرڻ ٻيلا    هستي ڪا دم مدامي پرڻي نه فراموش

يوسف نانڪ

نفي اثبات جي ناتي ڪيو هذات هستيءَ ڪي    ڪفر ڪلمات ڪل قلمي ملهايو موج مستيءَ ڪي
فقر في الحال ٿيو فالم برابر بي خطر بالم    صفا صوفي سدا سالم ختم خيالات خستيءَ ڪي
انا الاقرار انواري ملي منصور مختياري    سوري سردار سينگاري وڃائي ويروستيءَ ڪي
فنا في الله جو فرقو بقا بيرنگ بڻيو برقعو    خضري خاص هي خرقو پيو پارس پرستيءَ ڪي
موتو قبل الا منجهان ماهر الاهي اوج ٿيو ظاهر    "غمدل" ماڳ هي مظهر عطا آدم الستيءَ ڪي

"غمدل" سائين

٢ اقرار نا ڦيرائڻ مردن جي شان ۾    محبوب جي چوڻ جو ذرو ڦرو زبان ۾
ان جو هي حال سينا تحقيق جي حقيقت    ڪر قياس پنهنجو دل ۾ ڏس اول قرآن ۾
چٽ ڪر ڪوٺ جو ڪنارو دم عشق شاه سان    هڪڙيون رکڻ سڃاڻڻ پيوند لسان ۾
سڻ سمجهه هي حقيقت منهنجي نه مان چئي    جن جي مکي ته مچ تون هجين الله آسان ۾
"يوسف" رکڻ هي ياري اها صفائي صوفين جي    پوءِ ڪَرَ حُڪم هلائڻ هردو جهان ۾

" نانڪ " سائين

اسرار بي اختيار سار وسير آهِ سر ۾    صورت صحيح سڄڻ جي نازل آهي نظر ۾
ڳجهڙي جي ڳاله ڪائي رهبرا چي ٻڌائي    وحدت وسري نه وائي اوجر آهي اندر ۾
ڳجهي رمز اکين ۾ آهي اوچتو اچي ٿيون ڪاهي    ڪلڙي ڪنهين کي ناهي سيفون سڄ صبر ۾
محبوب مُک گلابي تِکا نيڻ سندن تابي    عاشق لاهي حجابي "غمدل" آيو امر ۾

## علامه تارڪ هدايت عليؒ "نجفي" - فقير عبدالخالق غازي "غمدل"

١ ناموس ڪان وياسي نڪري    سرپيا برهه جا بار ميان
بيخود هنيو سي نينهن جو نعرو    نجف علي نروار ميان

نجف علي تارڪ

جهدؤن ڏِٺم جيڏيون    برهه سندي بازار ميان
"غمدل" نالو نينهن ۾    نسنگ ٿيو نروار ميان

"غمدل" سائين

٢ عشق اسانجو ٿو موجون ماڻي    پيو ڪو جاڻي توڙي نه جاڻي

"تارڪ" تُون هَڻ نِينهن جو نعرو    پيا چوڏ ڌنيال اڪاٽي
"نجف علي تارڪ"

اسان جي عشق جو انصاف    سراسر سير سوايو آهِ
پيالو ذوق جو ساقي    پيا ڪن ڪي پلايو آهِ
هدايت هيءَ هادي ڪئي    ازلي ارشاد آيو آهِ
گُم ٿي پاڻ ۾ "غمدل"    پيو ڪُل پند اچايو آهِ
"غمدل" سائين

## فقير سيّد مهدي شاهه "مهدي" - فقير عبدالخالق غازي "غمدل"

١  جامو پهرايو جن    آءُ قرباني ٿيان تن
موهي من مستان ڪيو    مرڪي محبوب بن
"مهدي" ساڻ ملن    ڪليو سي خوش ٿين
باهيون ٿيون ٻيٽ ڪن    اَڱڻ عجيب اچن
مهدي شاهه سائين

جادو جڙيو جن - جيجان جو گهيڙن    منڊ هڻي محبت جا موهيو محبوب بن
"غمدل" گوندر غم - دائم درد الم    مدامي ماتم اورانو اکڙين
"غمدل" سائين

٢  آيو عشق امير - عاشق ٿيو ته اسير    پڙهي فرض فنا جو - فالم ٿيو ته فقير
"مهدي" محمّدؐ هڪ - لاهي ڇڏيائون لڪ    ڏيئي ڍُڪَ ڪي ڍڪ - پياريئون شراب ترشير
مهدي شاهه سائين

اَنَا الحَقُ نادو ڇيندي هون    عشق لڳا ڪشير
عِلم عَقل درڪار نه سانوَن    لائي هٿي برهه بهير
قُربُون هادي شاهه قلندر    ڏِتڙا فيض فقير
"غمدل" سانون پهڻون سيبا وي    تيز برهون دا تير
"غمدل" سائين

# فقير "ٻُڍل" عرف ٻُڍڙو سائين - فقير عبدالخالق غازي "غمدل"

١ آءُ ادا سالڪ صحيح ڪر — ڳالهه ڳُجهه جي هيءَ ڳري
ٻلپل "ٻُڍل" سي پور ۾ — سامي سڙا هن سور ۾
هر دم رهن ٿا حضور ۾ — ڪولي ڏ ٿوُن دل جي دري

"ٻُڍل" سائين

اهلِ دل دردي هميشه — عشق جي آزار جا
تير نظرن جا نشانا — سي سپر تلوار جا
سور جا سونهان سدا — سارن نه سُک سنسار جا
لاڳا لوڪن جا لنگهي — ٿيا واسي پورب پار جا
بي فلڪ فلڪوُن پري پيا — لاهي بار ميار جا
سي ڳڏيا ڳرساڻ غمدل — دوست دم ديدار جا

"غمدل" سائين

٢ دم دم ياد پون ٿا اباڻا - ٻن هسيون ٻن هار - عمر موڪي ڪين سيباڻا
"ٻُڍل" چوي هت ڪيئن مان جاليان — سانگيئڙن کي ويٺي روڙ سنپاريان
ماريو مارن جي ميار — وڻن ٿا ڪين وهاڻا

"ٻُڍل" سائين

ڪڏي وِسرن ڪينَ اباڻا - منهنجا مارو مور نماڻا
پلڪ پلڪ ۾ پنهوارن جا - پوَن ٿا پُور پُراڻا
ڙيور زيب ڙيون پٽ پاٿڻ — لائق نا هي لوئي لپاڻڻ
مرڪ اسان جو ماڳ ملهائڻ — شل سر جي سات سُجاڻا
پلنگ پاڪ پٽيون پنهوارن — وليون وليس وڳا ويچارن
"غمدل" سهڻو سير سنگهارن — واريون طول وهاڻا

"غمدل" سائين

## فقير سيّد مصري شاهه "مصري" - فقير عبدالخالق غازي "عمدل"

١ ياد ڪر تان ياد ٿئين — لايون نئوان نت نينهڙا
رئي ياد گيري يار جي — ڪوڙا ڪٽڻ هيت ڏينهڙا
جي وساريندين ته وسري — ٿون ٻه ويندين ويسرا
فَاذْكُرُوْنِيْ فِيْ الْحَقِيْقَت — سُڻ سمجهي سنيهڙا
پاڻهي پاڻ ڏيندو پيو ڏٺي — جيڪي ٻول يار وچل ٻڌا
وندر ۾ وسندا وري — "مصري" محبّت جا منيهڙا

"مصري شاهه" سائين

نت ياد پرين تنهنجا ٻول سچڻ — اهي قربن وارا قول سچڻ
تنهنجي ياد ۾ شاد گذاريان مان — پنهنجي دل جو صحن سينگاريان مان
توکي اکڙين منجهه وهاريان مان — اڄ ڪول ڇڏي ڏي اول سچڻ
تنهنجو "عمدل" خاص ڪنيز ڪُهن — منظور اميدن تون محسن
دارين ۾ تنهنجو دم درشن — مقصود نه ٻيا ماحول سچڻ

"عمدل" سائين

٢ ڪج زلف ڪمند ڪڙ يارا — سي ته پائن دام ڏُبارا
ڏين لامارا لحظي لحظي — بند ڪن ٻلغ ٻچارا
وروجهيو واسينگ ورن تا — تنهنجا ڪيس تليهر ڪارا
رهزن جڻ رخسار رنگيءَ تي — مار متيا مرڪ وارا
جلوه مثل جنّاتِ عدن — مِنْ تَحْتِهَا الْاَنْهَارَا
جن جا بخت ڀليرا "مصري" — سي نر ڏسن نظارا

"مصري شاهه" سائين

آج دل کي ديس پر شاهِ حُسن کا لشکر چڙها — عشق شهنشاه گردو۔ گرد حملا ور چڙها
کرني لگي عامل مقيّد۔ بيکسون کو بار بار — زلف سيّه پوش نر ور آور زنگي زابر چڙها
"عمدل" شکستِ عاشقان۔ پر فتح معشوقان هوئي — اس لڙائي آشنائي کا اثر يکسر چڙها

عمدل سائين

## فقير سيّد حسن بخش شاھ - فقير عبدالخالق غازي "عمدل"

ھن عشق جي آڙاھ  ڪيئي ھزار ڀڳڻ ٻاريا
ھر دو جھان نينھن جي  نشي جوڳي جبنگ جيئاريا
مچ عشق جي مچال  اَنَا الحَق اچاريا
منصور جھڙا منصف  تن سوري ۽ سر سينگاريا
"حَسن بخش" عاشقن لئي  ھئي ھئي لڙڪ ھاريا
قربان تن جي نام تان  جن قول قالوا بَليٰ پاريا
حسن بخش شاھ سائين

ورھ واري وات ويا  مرڪڻ مور نه موٽيا
سار سُھڻن سندي ساريا  ڪسڻ ڪارڻ ڪوٺيا
سُرخ ڪيائون سوري ۽ ڪي  سي عاشق امر الھوٽيا
وير نه ورِيا ورنھ  وري واسينگن ولھوٽيا
ڏٺ ڏُراڙائون ڏار ڏري  صوفن سر سنجو نٽيا
"عمدل" پرين پاڻ ڪان  پاسي وِٽ نه ھڪ وڇوٽيا
"عمدل" سائين

## فقير "خوش خير محمد" حيسباڻي - فقير عبدالخالق غازي "عمدل"

الله نال عاشق دم جال ويندي  پھلا ٻول اَلست والا پال ويندي
نوبت مار نسنگ وَل نينھن والي  ڪيڏ ڪي درد ڏمال ويندي
ھادي نال ھميشه ھڪ رھڻ  ٻوٽا ٻيائي والا ٻال ويندي
"خير محمد" عشاقان دي حنوء ويکو  اُنھان دي عرش ڪنون لنگھ خيال ويندي
عاشق جذبي جوش جولان ڪنون  لنگھ ٻرھ سيتي ٻرحال ويندي
خوش خير محمد سائين

عاشق عشق وصال منگي  مال منگي نه اعمال منگي
تخت منگي نه بخت منگي  نه دنيا دولت دست منگي
نه دوزخ جنت بھشت منگي  ھڪ ھادي ھردم حال منگي

مُلڪ نہ ڪو ملڪوت منگي — جبروت نہ ڪو لاهوت منگي
هاهوت نہ ڪو باهوت منگي — هڪ "عمدل" نينهن نهال منگي
"عمدل" سائين

٤ پٽ نہ ڪن پنوهار — سونهن لعل لڱن سر لويون
جيئن هت باغ باغيچا ماڙيون — تيئن هُت اوت اترڪن واڙيون
ويڙهين جا ولهار — اچن سنگهار سڱن مُٺ سويون
"خوش خير محمد" ملان ماڙيچن — ورهيہ ڏني ٿيا مونکي ويڙهيچن
سانگي ميل ستار — لاهن داغ دلين جا ڌويون
"خوش خير محمد" سائين

سي ڪيئن خوش ٿي ويهن ڪٿن تي ڪليون
جيڪي پلر پڪون پي پڪن ۾ پليون

مَنهن مارن جا محلاتن کان — ڀلا ڀاڻ عجب اوطاقن کان
بيزار بنگلن باغن کان — ويڙهي ويهن ويڙهيچا ولهارو ليون
ثابت سير ستر آهہ سنگهارن جو — پردو پوش پڌر پنوهارن جو
"عمدل" درد گهڻو دلدارن جو — اڏ مات اندر ۾ اتو گهاو گهليون
"عمدل" سائين

## فقير محمد "عثمان" سانگي - فقير عبدالخالق غازي "عمدل"

پهريون سچا ٽج ڀاڻ — سڀ ڪا صورت پوءِ سچائي
گهوٽ آيو آهہ تنهنجي گهر ۾ — وَفِيۡ اَنۡفُسِكُمۡ آهي اندر ۾
منجهہ وجود وٿاڻ — طرف ٻئي ڪنهن چوٿو تائي
پير مغان "عثمان" اهوئي — بيخود جام پياري جوئي
مئي ڏيئي مهراڻ — موج الاهي پوءِ توں تائي
"عثمان" سائين

نہ غافل ٿي تون ڏنهن پنهنجي — ڪلي توکي عيان دل ۾
تنهنجوئي جاڻ تو ۾ آهہ — نظر ڪر تون نهان دل ۾
توائي جو ترين طالب — نہ ٿي دم ڪان جدا هڪ دم

قلب مؤمن عرش الله — خدا جو آستان دِل ۾
منجهان عين اليقين "عمدل" — تئين حق اليقين حجي تون
حضوري قرب جو ڪعبو — حَرم بيت المڪان دِل ۾
"عمدل" سائين

٢ اکڙيون عزم ايڏو رکي — دلڙيون ڦاسائن دام ۾
ديدان ڪنهين دستور سان — موهيو وجهن هڪ مام ۾
اکڙين پاتو ڪهري ڪجل — دل ۾ رکي خونِي خلل
جيئن وڙهي ملهه ساڻ ملهه — ڳڏجن اچي هڪ گام ۾
"عثمان" سان اکڙيون اٿين — بحري باز ڪري پرواز جيئن
رکي تاب تابش جو تئين — جهٽيون وجهن هڪ جهام ۾
"عثمان" سائين

اهلِ خوبان ادا ناز و- نکي موران مٽائيندا رهندا
جفا جور و وفا سمجهي - عاشق اکيون اڙائيندا رهندا
چڙهيا چوڳان تي چو رنگ - چشم چوبان چتايون
گهڻ گهڻ ڪيو گهيرا - گهور سان گهائيندا رهندا
انهيءَ اسرار حبي آهي - عبرت انتها اهڙي
ڪيئي "عمدل" جهڙا غازي - عمزن سان گنوائيندا رهندا
"عمدل" سائين

## فقير "چِتل" سائين سانگي - فقير عبدالخالق غازي "عمدل"

١ لايئه ٻِرهه بيقراري — هيڪل سگهين نه ويهي
منظور ڪيئه مٿي تي — محمدي خاص ديهي
هر دو جهان جو تون آن — نياز دار نيهي
تنهن حبي شوق ۾ "چِتو" تو — ماڻي مزا مڙ نيئي
"چِتل" سائين

صورت ساغ بشر — تنهنجو سانگ سفر
من ڪو ياد پيو ٿي — پنهنجو درد هجر

لَا اِلٰـهَ لک پٽـي لڪائيه — اِلَّا الله آرام نه آئيـه
مَس مَس مِيم مِلائيه — مُحمّدي مَظهر
"عنمدل" سيڪي سهي ٿئو — تنهنجي رمزم رهي ٿئو
وَه واه سرتي وهي ٿئو — ڪهنو ڪات ڪسر
"عنمدل" سائين

٢ تنهنجي حُسن حيران ڪيا — ماڻهو مُلڪ حوران پريون
تنهنجي شوق ۾ آهي "چتو" — تنهنجي ذوق ڪيوزابرزريون
هڪڙا ورهه ويران ڪيا — ٻيا ٿا اُٿن ڪوڙي ٽريون
"چتل" سائين

تنهنجي حُسن سندا — ڪيئي بردا بشر
لک حُسور ٻپري — ملڪ ديود شر
ڪيئي حيرت ۾ هشناڪ چوان — ڪيئي "عنمدل" جهڙا غمناڪ چوان
ڪيئي سالڪ مست مشتاق چوان — تنهنجي جلوي عڪس جا اهڙا اثر
"عنمدل" سائين

## فقير "پهلوان" سائين گولاٺو - فقير عبدالخالق غازي "عنمدل"

١ ٻيوس جندڙي جلدا — پور پون ٻپلپل دا
نال سڪايل دي سُهڻا — منهن ڏي محب نه ڪلدا
رُخ صنمدا صورت سُهڻا — اکيان ڏونهين قاتل ڪهڻا
واه واه بي پرواهي رهڻا — حُبج ڏادي نال نه هلدا
سچ پهلوان صحيح ڪرجاڻي — جيتان سُور اُٿان ٿي ساڻي
لذت ڏيک ڏکان دي ماڻي — وهگيا قتلمارل دا
"پهلوان" سائين

هڻ مين ٻيوس ٿئي هان — سيني سورڙا سمايا
لاعرضان دي نال ٻيارو — نينهڙا نپاوڻ آيا
اکيان اڙيان اساڏيان — دلبر جادوچا لايا
عيذا گهتيوني وچوڙا — جهنان ڪون ترس نه آيا
رهبر راه حقيقي — سانُون عشق ٻتايا

"عمدل" سب حسن دا — مُرشد مَينُون ڪرايا

"عمدل" سائين

٢ وچ وِڪ ڪٽي ٿوري گهٽي — ڇَڏ آسرا آرس نه ڪر
ڪاڇو اٿئي ڪوهيار ڏي — اُٿ هَل گسر گوهيون ڇَڏي
اڳي هوت سهڻو ٿو سَڏي — اَڄ اَڄ سڄايو ٿئي سفر
وٺ دنيا کان دِل ڪسي — صوفي "پهلوان" ٿُون ره رسي
سدا وِرد وحدت جو وسي — لايادمن دم دهڪا اندر

"پهلوان" سائين

ڇو پريئون پو ڪار ٿين — ڇو پاڻ کي پانئين پَري
نَحنُ اَقرَب کي نِهار ج — نين ٻئي نظرون ڌري
لائق لياني ناهي ٿو — سَڏڙا صنم ڪيڏا ڪري
وَهُوَ مَعَڪُم اَينَمَا — ڪُنتُم سُڻي تون ڪيئن سري
گوش ڪر "عمدل" نه ڇَڏ — هن ذوق کي ذري ذري
جو مري معمان ۾ نه — مَلڪ الموت کان سو ٿو مَري

"عمدل" سائين

## فقير محمّد مُحسن "بيڪس" سائين - فقير عبدالخالق غازي "عمدل"

١ دين ڪفر در ڪار نهين — جبي عشق سانون گهرندا يار
ستگر سانون راه بتائي — سَگ مَين اُسدي دَر دا يار
محبوبان دي اُلٽي چَالي — جان جسم وچ جهرندا يار
ويک نينان دي رمز نرالي — علم عقل اُت سڙندا يار
ڪاڻ ڪني تهو وچ بانهردي — "بيڪس" ويڪو بردا يار

"بيڪس" سائين

دين ڪفر کان تارڪ آهيان — برهه لڳو ٿم باري - بي اختياري
عشق جي غلبي شور مچايا — اَنحد نوبت ناد وڄايا
سرت وحيا يم ساري — هوش هوشياري
محڪم ٿي ميدان ۾ آئيم — "عمدل" نالو نانءُ ڏَرايُم

چوٽ لڳي چوڏاري حُسن هزاري
"عمدل" سائين

## فقير "دَرياخان" زنگيجو - فقير عبدالخالق غازي "عمدل"

١ شعلي شاهدي ميکون پيو مار ڏنيتا
هُڻ بيوس ٻي اختيار ڪيتا
جَڏان ڪر آون سُهڻي سينگار ڏيکو
هڪ جوبن تي ٻيا جنسار ڏيکو
چؤ طرف حُسن دي ٻهار ڏيکو
يار و لٽڪ اهين گفتار ڏنيتا
"دريا خان" حُسن دا سامان ڏيکو
نهين حاجت شرح بيان ڏيکو
اهين صورت دي سلطان ڏيکو
يار و عجب اهين اسرار ڏنيتا
"دريا خان" سائين

٢ ٽيوان گهول حُسن گهنڊ پاوڻ تئون
اهين نازڪ ناز چپاوڻ تئون
آفتاب آيا هٿي ابر دي وِچ
دُر گوهر لعل بحر دي وِچ
تصوير نگار نظر دي وِچ
اهين سفيد سياه سَماوڻ تئون
موهيا "عمدل" ماٽي محسن دي
درسين دوامي درشن دي
گفتار شڪر لب گفتن دي
اهين شيرين سُخن الاوڻ تئون
"عمدل" سائين

اُٿي جاڳ جاڳي پويئي ڪل ڪائي
جاڳڻ ريءَ جالينديں سورن ۾ سدائي
جاڳڻ ساريون راتيون - پائي جيءُ ۾ جهاتيون
هميشه عشاقن کي - اها آڏ وڏائي
"دريا خان" ديرچڏ - سگهو پاڻ گوندر گڏ
وڃيئي ٿي وسيرو ليسر ۾ - هيءَ عُمر اَجائي
"دريا خان" سائين

اُٿي جاڳ جوڳي جوڳي
آساسپا جهڙي لات
ننڊ نه گهرجي نانگن کي
هاڻي وِهاڻي رات
سر ڙو گهورج "عمدل" سائين
سونه مليئي سوغات
"عمدل" سائين

## فقير"گهرام"سائين - فقير عبدالخالق غازي"عنمدل"

١ - جڏهن عشق خنجر ڪوڙيا — تڏهن مُنهن نه مَسنن موڙيا
پرين سندي پنبڻين پڇائي — وره وارا ووڙ ويا
نيزا گُهمائي نينهن جا — اڇي پاٽ پرين پوڙيا
سُڌ تِني کي سُور جي — جن جا اندر آهوڙيا
"گهرام" غمزا غم سندا — جن کي لڳا تِن لوڙيا
"گهرام" سائين

نگاهون نينهن وارن جون — جڙيون جان نقش جانا ۾
مصوّر به ٿيو مَستان — تصور صورت معنىٰ ۾
قدم جنهن جاءِ تي جوڙن — نه منهن احرام کان موڙن
خنجر عشق جا کوڙن — نظر جن جي نشانا ۾
سورهيه ميدان جا سونهان — مڪمل مهجبين موهان
"عنمدل" درد جا دونهان — مچائن مچ ميخانا ۾
"عنمدل" سائين

## فقير مولوي عبدالغفور"مفتون" - فقير عبدالخالق غازي"عنمدل"

١ - تنهنجي زلف جي بند ڪمند وڏا - حيران هزارين مان نه رُڳو
تنهنجي دسترخوان مٿي — مهمان هزارين مان نه رُڳو
دلبر پيارا ڪر نُور نظر — تون سِرِّ عالم جن و بشر
توتان قربان شمس و قمر — "مفتون" هزارين مان نه رُڳو
مولوي عبدالغفور"مفتون" سائين

جلوي حُسن برابر ڪوئي جلوه گر نه سمجهان — غلمان مَلڪ گلبن حور و ڪسر نه سمجهان
سڀ شان کي شرمايو تنهنجي شرف شهنشاهي — درجي وصال دلبر ليل و قدر نه سمجهان
"عنمدل" جلال جمال جلوي جبين نه جهڙو — نوري ناري ستارا سِج ڪتيون قمر نه سمجهان
"عنمدل" سائين

## فقير مولوي قادربخش "گولو" - فقير عبدالخالق غازي "عمدل"

1. شوق مثل شير دي — كر شور حملا آوندا
جان جسم جگر بند — دل چير چكين كا وندا
عشق جنهين دي سيني آيا — اور نه كوئي سما وندا
شان شرم چوڙ شرع — سوريءَ سر سلها وندا
ذري ذري ذوق نوري — "قادر بخش" كهاوندا
قتل سر قبول كيتا — اَنَا الحق الا وندا

"قادر بخش" سائين

عشق اوبڙا باري ڏاڍا — نا وَل كنهن دي چاوڻ دا
چاوڻ نال چپاوڻ دا
عشق نهين كا ٽكل بازي — جنهن سر آوي تنهن سر تازي
سوريءَ سر سهاوڻ دا — منصوري مَنصب پاوڻ دا
هادي شهنشاه قلندر — كيتا عشق عنايت مَين سر
"عمدل" نام سڏاوڻ دا — ڏاڍا ستم سهاوڻ دا

"عمدل" سائين

## فقير "وريل" سائين ابڙو - فقير عبدالخالق غازي "عمدل"

اَدم كي سڀا ٻي عمر كر — دم آهه الله اَكبر
دم آهه ظهور و ذاتي — دم آهه نُور اَنور
نالو "وريل" به دم آهه - فرمان دم فهم آهه - قادر به دم كرم آهه
دم آهه پاك پرور

"وريل" سائين

دم دا سير صحيح كرچاتم — دم دي كيڏ ڏمال ميان
دم دا ملك مدامي محكم — دم هئي نور جمال ميان
دم والي دارين دا — دم قادر كرم كمال ميان
دم صورت سر ثابت "عمدل" — دم دي نظر نهال ميان

"عمدل" سائين

۲ امر حبني تي عشق حبو — برهه چڙهيو ٻاري
بيحد برهه بقاءَ جي — سڌ تني ساري
"وريل" رهن وصال ۾ — آهي خاوند خوماري
اٿن ڪلهي ڪٽاري — هردم هادي هوت جي
"وريل" سائين

جي طالب ٿيوين حق دا — ته ڪول مغان دي جالين
جيوين راڙيا رانجهن والا — پريت پوري ڪر پالين
ديد ڪنون دم دور نه ٿيوين — ثابت سر ريت سنڀالين
"عمدل" عشق امردي پاجهون — پئي مڪر ڪوڙ مقالين
"عمدل" سائين

اها وضاحت اسين ڪيترا ڀيرا مٿي ڪري آيا آهيون ته جناب فقير "عمدل" سائين جن جي شعر ڪلام تي فقير وريل سائين جي شعر ڪلام جو سنئون سڌو اثر رهيو آهي. ڇو ته سندن صحبت ۾ ڪافي عرصو گذاريو اٿئون ۽ ان بحرمان غواص بڻجي هن ريت موتي هٿ ڪيا آهن. فقير وريل سائين جن جو شعر پيش ڪجي ٿو:

شعر: عشق لڳو اربيلن ڪي — ناهي سڀ ڪنهن جي سڃاڻڻ جو
عشق سڃاڻن سردار سپاجها — گوهر غازي خاوند خواجيا
رمز انهي ءَ ۾ رانول راجا — ناهي ڄڻ جي جاڻڻ جو

سندن مذڪوره بالا شعر موجب عشق اربيلن، سپاجهي سردارن، گوهر غازين، خاوندخواجن ۽ رانول راجائن کي لڳندو آهي، ڇو ته اهي ان کي سڃاڻن ٿا. مگر جهڙي تهڙي ڄَٽ ڄنوڙي جي جاڻڻ کان هي ءَ حقيقت مٿاهين آهي.

جناب فقير عمدل سائين جن صحيح نشان دهي ڪري انهن اربيلن ۽ سپاجهي سردارن جي حقيقت پنهنجي شعر ۾ هن طرح بيان ڪرڻ فرمائي آهي:

شعر: حقيقت عشق دي يارو — ڪوئي بي درد ڪيا جاني
اگر جاني ميري مولا — او والي ڪربلا جاني
ڇُٽي هن تير ڪرجيل ول — زخم ڏادي ڏکن پلپل
ڪڙا عاشق آکي وَل وَل — جيوين تيڏي رضا جاني
حسيني حال ڪربل دا — ايوين سارا ها پنجتن دا
قضا "عمدل" قتل هن دا — علي مرتضىٰ جاني

انھيءَ ڏس ۾ مصري شاھ سائين پڻ تصديق ڪرڻ فرمائي آھي:

شعر: جڏھن پرتوو طور تي . پيو نُور جو
مُوسيٰ نہ ماھر . تنھن مذڪور جو
ڪٿن بار بيشڪ پلي بوترابي پريل پاڇھ نرگس عجب نيم خوابي

تنھنڪري مٿي ڄاڻايل شاعرن جا شعر ڪلام ھن حديث شريف جي ھڪ ڪڙي آھن:

" اَلْاَنْبِيَاءُ خَادِمُ الْفُقَرَاءُ."

جنھن مان روز روشن وانگر صاف ظاھر آھي تہ شير يزدان جو نُورُ عَلىٰ نُور گھراڻو فقير بہ آھي تہ سردار بہ آھي.

عام چوڻي آھي تہ " فَقِيْرُ الْاَوَّلِيْن سَيِّدُ الْمُرْسَلِيْنَ "

انھي اولين فقير جو شان فقير عمدل سائين جن پنھنجي قرب، عقيدي ۽ نوارنيل نظرن سان مشاھد و ماڻي منظر ھن طرح بيان ڪرڻ فرمايو آھي:

شعر: احسن عظيم اعلىٰ اسم فقير جو جلالي وجمالي جسم فقير جو
اسرار عجب احمدي اعظم فقير جو عيسىٰ مطيع موسىٰ خادم فقير جو
شوق شمع شاھي شم فقير جو "عمدل" غلاف پھري آيو غم فقير جو

حضور ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن جي حديث شريف ۾ فرمايل آھي تہ:

" طَالِبُ الدُّنْيَا مُخَنَّثٌ " يعني دنيا جو طالب ڪدڙو آھي.
طَالِبُ الْعُقْبىٰ مُؤَنَّثٌ " يعني عقبىٰ جي طلب رکندڙ عورت مثل آھي.
"طَالِبُ الْمَوْلىٰ مُذَكَّرٌ " يعني مولىٰ جي طلب رکندڙ مرد آھي.

ھن حديث شريف مان واضح ٿيو تہ جھان دنيا ۾ جيڪي مرد آھن، اھي ٽن گروھن ۾ ورھايل آھن. ھڪڙا ڪدڙا، ٻيو مثل عورت، ٽيون مرد.

فقير جي وصف انھن کان اجھا مٿاھين آھي. اوّلين فقير اھو آھي، جيڪو مردن جو بہ مرد آھي، ھن چند لفظن ۾ اھو سارو راز سمايل آھي.

شاھِ مردان شيرِ يزدان قوّتِ پروردگار
لَا فَتىٰ اِلَّا عَلِيٌّ لَا سَيْفَ اِلَّا ذُوالْفَقَار

ھن مان ثابت آھي تہ اوّلين فقير حضرت علي عليہ السلام ۽ سندن اولاد حَسَنيءَ حُسَينيءَ نسل مان سڀ حقيقي سردار آھن. ياوري اھي مرد مجاھد جيڪي مذڪور ھستين جا عاشق ۽ نقش قدم تي ھلندڙ آھن، جيئن تہ حضرت ابوذر غفاري رضہ حضرت سليمان فارسيءَ

حضرت قمبرؓ وغيره. جنهن مان هڪ لاءِ ته حضور ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو آهي
ته "سُلَيمَانُ مِنّيِ اَهلُ البَيتِ" اهڙن مردن جي لاءِ مذڪوره بالاحديث فرمايل آهي:

"اَلاَنبِيَاءَ حَنَادِمُ الفُقَرَاءُ"

شعر: روزا نفل نمازون اِي پڻ چڱو ڪم
اهو ڪو ٻيو فهم. جنهن سان پسجي پرين کي. "شاهؒ صاحب"

جناب فقير "عمدل" سائين جن روزي ۽ نمازڪي ادا ڪرڻ لاءِ اهو ڪو ٻيو فهم پنهنجي شعر ۾ سمائي هن طرح رهبري ڪرڻ فرمائي آهي. لطيف سائين فرمايو آهي ته جيڪو عشق جو ڪُنو اسان چاڙهيو آهي ان جو ڍڪڻ هيءَ چوڪرو (سچل سرمستؒ) لاهيندو ته هنڪري هن چوڻ ۾ ڪو به وڌاءُ نه ٿيندو ته جنهن ڪُني جو ڍڪڻ سچل سائينءَ لاتو هو، ان مان هو تي جناب فقير "عمدل" سائين هٿ ڪري پنهنجي عشق سان اظهار ڪري پيش ڪيا آهن:

شعر: نمازون نينهن جون نيتي — امر عاشق ادائي ڪر
فنا جي فرض ۾ فالم — فنا في الله فدائي ڪر
برهه جي بانگ چؤ برحق — وجد جي وقت ويراڳي
منادي مست منبر تي — چڙهي چينچل چٽائي ڪر
طريقي عشق وحدت ۾ — عبادت حق پرستيءَ جي
سروپا تاج سر "عمدل" — ڳلي ڪو جي گدائي ڪر

"عمدل" سائين

وڏيڪ شهنشاهه ڀٽائي گهوٽؒ جن فرمائن ٿا ته:

شعر: صحبت سپرين جي آ — نسوروئي ناز
قضا ڪر نماز — وقت وڃائڻ ويجهڙو

شاهؒ صاحب

شعر — سختي شهادت جي، هو نسوروئي ناز،
ڪي رند پروڙن راز قضيي ڪربلا جو. — شاهه صاحب

مٿين شعرن ۾ اهو معنيٰ سمايل آهي، ته سپرين جي صحبت ڪُلي وجزي ناز آهي، ۽ تاڪيد ٿيل آهي ته اهڙي صحبت کي نه ڇڏجي. مگر نماز قضا ڪري پڙهي سگهجي ٿي. اهڙي طرح ڪربلا جو قضيو بناز آهي. يعني اها هڪ مخفي ملاقات هئي جنهن راز کي ڪي رند سچائي سمجهي سگهن ٿا. ان راز جي مام جنهن کي ڀٽائي گهوٽ ناز سڏيو آهي تنهن جي جناب فقير عمدل سائين جن هن

ربيت ومناجات ڪرڻ فرمائي آهي.

شعر:-

نازل نبيان دي روح ساري
ويکن قدرت دي نظاري
هر هڪ حمد پوڪاري
حوران ملڪان دي جهلڪاري
اٿان بيا ڪون دم ماري
مقابل مرد خدادي ڪون
صورت نقشا تصور ها
جو عبرت وچ معتور ها
اتون گردن دي خنجر ها
سخن الله اڪبر ها
حق موجود مظهر ها
عبادت بي ريا دي ڪون "غمدل سائين"

شعر:-

تورڙي انجام باري ها
هزارن فيض جاري ها
صورت مقتول در سردي
وصال باخدا آيا "غمدل سائين"

نهڙو لطيف سائين فرمائي ٿو ته

شعر:-

چارترارين چيله سين ٻڌي ۽ پاڳون
اڱين جون اڳون، ڪنورقلعي ۾ موڪيون "شاه صاحب"

انهي شعر جي اها معني نه آهي ته واقع چارترارين سمسار ۽ ڪمڪار وغيره حضرت امام حسين عليه السلام چيله سان ٻڌليون هيون، يا ته دستار مبارڪ ۾ سرتي رکيون هيون، مگر شاه صاحب جو شعر جيڪو معنيٰ جو مها ساگر آهي، انهيءَ ۾ هي راز جا ماڻڪ ۽ موتي سمايل آهن. چار ترارين يعني شريعت، طريقت، حقيقت ۽ معرفت هيون، ته

۽ پا ڳوڻ امامت ۽ نبوّت جي ذات ورثي ۾ ملڻ جو ذڪر ڪيل آهي -

اڳين جون آڳون يعني هڪ لک چوويهه هزار انبياڪرام ڪربلا جي دهشت واري ميدان ۾ اچڻ بعد ان جي ڳري بار ڪڻڻ کان درگاه باري تعالیٰ ۾ امان گهري آزادي حاصل ڪئي هئي، انهن سڀني جي اڳ حضرت امام حسين عليه السلام پنهنجي اهلبيتن سميت اچي ڪربلا جي هيبت ناڪ ميداني قلعي ۾ مردانگيءَ سان ملهائي موڪائي جنهن جي ثابتيءَ ۾ جناب فقير عبدل سائين هن ريت تصديقون پيش ڪري، پتا ٽي گهوٽ رح جي شعر جو تفسير ڪلي معنیٰ سان سمجهايو آهي -

شعر:-

جلالي نور دا جلوا جو روشن رونما آيا
زمين و آسمان بيت الحزن از ڪربلا آيا
جنهين جا تون بني اڪمل لرزدي ڳيئي امان منگري
اهين جا مثل آتش تي نمازين ڪر ادا آيا
غنيمت جاڻ "عبدل" حسيني سوز هر دم غم
صدف چشمان زگريان، گوهر صد بارها آيا

عبدل سائين

داغ ظفر، سلطان باهوءَ ۽ ديگر شعرا ڪرام به ڪافي تصديقون پيش ڪيون آهن، پر فقير عبدل سائين جي شعر ۾ جيڪا خوشبوءِ سمايل آهي، سا به ڪابل ذڪر آهي سندن شعر ڪلام سنڌي، هندي - سرائيڪي، پنجابي اردو ۽ پارسي ٻولين ۾ چيل آهن - پاڻ حضرت سلطان باهوءَ سان سلسلي روحاني سان نسبت قائم رکندي هي شعر فرمايو اٿن

شعر:-

منم درويش مسڪينم، غلاما غلام درباهو
منم عڪس برزمين پيدا، شعاع شمس قمر باهو
منم غازي غواصي "عبدل"، مثل گم حباب بحر باهو

عبدل سائين -

متي جيڪي به مذڪوره بالا ذڪر ڪيو ويو آهي، اهو سڀ سپرين جي صحبت جو ناز ۽ نوازش آهي جنهن ۾ سپرين مرشد محبوب کي سڏيو ويو آهي - جيڪو حقاني همراز ۽ تڪبير جد صاحب ۽ راز محرم آهي - جنهن سان نسبت مجاز قائم هئڻ سبب سچو سائينهه

سيرين سان پيرلپور مليو -

شعر:- صحبت سيرين جي - آهي نسوروئي ناز - " فقير انور علي انور"

فقير عمدل سائين جن جا دوست احباب ۽ همر اثر شاعر" جيئن ته فقير عمدل سائين جن سير و سياحت جا شوقين هئا، انهي دوران جن دوستن احبابن ۽ همر اثر شاعرن ۽ درويشن سان ملاقاتون، روح رهاڻيون ۽ صحبتون ڪيون انهن ۾ هيٺ ڄاڻايل صاحبن جا نالا قابل ذڪر آهن -

## دوست احباب"

١- سردار محمد مراد خان بلو، ساڪن ڳوٺ پنهنجو تعلقه پنو عاقل ضلعو سکر

٢ سردار دادن خان لنڊ، ساڪن ڳوٺ پنهنجو تعلقه ميرپور ماٿيلو، ضلعو سکر

٣ مير محراب خان لنڊ، ساڪن ڳوٺ پنهنجو تعلقه ميرپور ماٿيلو ضلعو سکر

٤ سيد علي اصغر شاه گيلاني، ساڪن بهشتي تعلقه گهوٽڪي ضلعو سکر

٥ رئيس پينو خان چانڊيو، ساڪن ڳوٺ پنهنجو تعلقه ميرو خان ضلعو لاڙڪاڻو

٦ مولوي غلام حسين جلباڻي، ساڪن گهر پنهنجا تعلقه ميرو خان ضلعو لاڙڪاڻو

٧ سيٺ چيتن داس جيلر هندو شهر سکر

٨ سيٺ فضل الدين، خواجه شهر پنو عاقل ضلعو سکر -

٩ سيٺ فضل الاهي انصاري، شهر پنو عاقل ضلعو سکر -

١٠ سيد ڪرم جهانيا، اُچ شريف، بهاولپور -

١١ سيد رسول بخش شاه عرف وڏل شاه شهر گهوٽڪي ضلعو سکر -

١٢ علي نواز خان داريجو، ساڪن دادلوءِ تعلقه پنو عاقل ضلعو سکر -

١٣ قاضي عبدالواحد صاحب، شهر سکر

١٤ عالم فاضل فقير صفت مولوي غلام مجدد سرهندي ضلعو حيدرآباد

١٥ فقير صفت سيد علي گل شاه ڪوناڻي، شهر روهڙي ضلعو سکر

١٦ سيد وڏيل شاه موسوي شهر روهڙي ضلعو سکر -

١٨ - صوفي القادري، ساڪن وستي عنايت شاھ تعلقہ گھوٹڪي ضلعو سکر

١٩ - مخدوم سيد علي اڪبر شاھ جيلاني "جعفار" ساڪن بھشتي تعلقہ گھوٹڪي ضلعو سکر

٢٠ - سلطان العارفين، دستگير زادو مخدوم سيد احمد شاھ جيلاني ساڪن راڻي پور شريف ضلعو خيرپور ميرس.

٢١ جليل القدر فقير نصير جلالاڻي صوفي ساڪن جلالاڻي ضلعو خيرپور

٢٢ مخدوم تصور الطالبين معنوي گنوھر شاھ مردان شاھ راشدي، ساڪن پير جو گوٺ ضلعو سکر -

٢٣ - فقير درويش سالڪ الھوراليو، فقيرڙ پيٽو سجاده نشين درگاه لونگ فقير مهيسر

٢٤ - سيد عمر دراز شاھ ساڪن رتوديرو ضلعو لاڙڪاڻو -

٢٥ چيف سردار مير سندر خان اول سندراڻي، ساڪن ڏڙي تعلقہ ڪندڪوٽ ضلعو جيڪب آباد

٢٦ مير علي مراد خان سندراڻي، ساڪن ڏڙي تعلقہ ڪندڪوٽ ضلعو جيڪب آباد

٢٧ مير نظر محمد خان سندراڻي، گوٺ ڏڙي تعلقہ ڪندڪوٽ ضلعو جيڪب آباد.

٢٨ درويش عاشق صادق عارف سالڪ سيد سلطان شاھ لڳ آڳاٽي ضلعو لاڙڪاڻو.

٢٩ سلطان العارفين مخدوم حبيب سلطان اعوان شھر شورڪوٽ. ضلعو جھنگ.

٣٠ درويش صفت فولاد فقير شر گوٺ شر تعلقہ ميرواھ ضلعو خيرپور.

٣١ دستگير الوقت مخدوم سيد غلام مرتضیٰ شاھ جيلاني، ساڪن گمبٽ شريف ضلعو خيرپور -

٣٢ فقير غلام محمد ٽالپور، ساڪن ٽالپور وڏا ضلعو خيرپور.

٣٣ سالڪ درويش مخدوم نول گھوٽ نقشبندي قادري، ساڪن نوشهرو ضلعو نوابشاھ.

٣٤ محب المساڪين درويش فقير عبدالستار ثاني لانگاه سجاده نشين درگاهه جهوڪ شريف .

٣٥ سلطان السالڪين سيد سمن شاهه جهڏو گدام ضلعو نواب شاهه .

٣٦ عالم عارف فقير عبدالرحمان پنگريري فقير . ساڪن واريا سو تعلقو گڙهي ياسين ضلعو شڪارپور .

٣٧ فقير درويش ڀائي وسڻ رام ساڪن روهڙي

٣٨ فقير الصفت ڀائي سترام داس فقير ساڪن جرور تعلقه ميرپور ماٿيلو ضلعو سکر .

٣٩ درويش الصفت سخي الطبع ڀائي ٻگيت ڪنور رام ساڪن جرور تعلقه ميرپور ماٿيلو ، ضلعو سکر .

٤٠ ساڌو سالڪ مست فقير ديا گير ، ساڪن پيلا ر تعلقه پنو عاقل ضلعو سکر .

٤١ فقير الصفت درويش الاهه بخش خان ابڙو ساڪن محمد پور تعلقو گڙهي خيرو ضلعو جيڪب آباد .

٤٢ سردار واحد بخش خان ، پنهور ساڪن گڙهي خدا بخش تعلقو رتوديرو ضلعو لاڙڪاڻو

٤٣ مير الهڏنو خان سندراڻي ، ساڪن ٻنڊي تعلقه ڪندڪوٽ ضلعو جيڪب آباد .

٤٤ محمد پناهه خان ابڙو ، ساڪن محمد پور تعلقه گڙهي خيرو ضلعو جيڪب آباد .

٤٥ فقير الصفت درويش نادر خان ، عزيز الله خان پٺاڻ ساڪن سلطاڪوٽ ضلعو شڪارپور

٤٦ فقير خير محمد جولو ، ساڪن ٻنڊي ضلعو رحيم يار خان .

٤٧ مهجور صاحب ولد عمر بخش صاحب ، ٺلهو شريف .

٤٨ ڪنڊ مل مختيار صاحب ساڪن روهڙي

٤٩ غلام مصطفیٰ خان قاضي رٽائرڊ ڪليڪٽر صاحب ، ساڪن حيدرآباد .

٥٠ حافظ محمد احمد ، ڊپٽي ڪليڪٽر صاحب سب ڊويزن روهڙي .

٥١ سيد مصري شاهه ، سيد رڪيل شاهه . سيد همت علي شاهه ، سيد نواز علي شاهه سيد محمد شاهه ، سيد ڪامل شاهه ، سيد غوث محمد شاهه وڏو ، سيد موسن شاهه ، سيد جمال شاهه ، قائم خان وگڻ سيپ ساڪن نبي شاهه وگڻ تعلقو گڙهي ياسين ضلعو شڪارپور

# "همراهه شاعر كرام

١- وقت جو غوث فقير سيد زكيل شاهه، صوفي القادري ساكن فتح پور شريف، بلوچستان.

٢ فقير روشن ضمير پهلوان فقير گولانو ساكن ٽڪ جيڪب آباد.

٣ فقير سردار بيدل سائين انڙ صوفي القادري، ساكن ڳوٺ انڙ ضلعو شڪارپور

٤ مسيح الصفت عاشق تارك سيد علي محمد شاهه جيلاني ساكن گاگتري شريف، ضلعو خيرپور.

٥ درويش فقير محمد سائين گهوٽو، ساكن حسين بيلي تعلقه گهوٽڪي ضلعو سكر.

٦. عاشق عارف مولوي احمد سائين ساكن خان ڳڙهه تعلقه ميرپور ماٿيلو ضلعو سكر.

٧ منصور الوقت رند محمد سائين، ڪتياڻ ساكن سليمان ڪتياڻ ضلعو حيدرآباد

٨ محب المشتاقين مخدوم غلام محمد صديقي ساكن هالا شريف ضلعو حيدرآباد.

٩ سالك، عارف، عاشق، اعظم شاهه، ڏنڍي وارو، ساكن ٿليلي ضلعو حيدرآباد

١٠ علامه تارك هدايت علي نجفي ٽونيه، ساكن لالو راڻڪ تعلقه واره ضلعو لاڙڪاڻو

١١ راحت الطالبين عشق جو ناچو سيد مهدي شاهه جهانيا ساكن شاهه پور جهانيا، ضلعو نوابشاهه.

١٢ رند قلندر سيد محمد علي شاهه عرف الاهو صوفي القادري ساكن الاهو جو واڏو لاهور.

١٣ شمس العلماءُ فقير الصفت مرزا قليچ بيگ، ساكن حيدرآباد

١٤ عالم فاضل درويش مولوي عبدالغفور ڦيڦو ساكن همايون شريف ضلعو شڪارپور.

١٥ فقير الصفت عاشق، فقير چيتل سانگي لگ محبوب جو بنگلو، تعلقه ميرو خان ضلعو لاڙڪاڻو.

١٦ فقير فيض درياءُ بادشاه جيلاني ساڪن درگاه انباه شريف (پورپيٽ) ضلعو سکر

١٧ بابو ميرل فقير جاگيراڻي ساڪن ڪنڊرا ضلعو سکر.

١٨ سيد عارف، عاشق، تارڪ ولايت شاه درگاه انباه شريف ضلعو شڪارپور.

١٩ سيد گنبل شاه ناري وارو ضلعو خيرپور.

---

اتر سنڌ جا شاعر، عاشق، درويش، فقير، لاڙ واري، شاعرن، عارفن سان اڪثر ڪري شهنشاه قلندر شهباز، پيٺاڻي گهوٽ جهوڪ شريف، درازا شريف جي ميلن ۾ شريڪ ٿيندا هئا ان وقت جي فقراءُ ۾ ويراڳي لوُلا سيد سلطان شاه، سيد اعظم شاه سيد مهدي شاه، محمد فقير ڪتياڻ ۽ فقير عمدل سائين جا مشهور هوندا هئا، جنهن گوٺ، ڳلي، شهر يا درگاه تي مطلب ته جتي به محفل مچائيندا هئا ته محبت ۽ محويت جون بهاريون ٿي وينديون هيون، ۽ هڪدم ٻڌندڙن تي اهڙي ڪيفيت طاري ٿي ويندي هئي، جو دل کسائي رقص ۽ وجد ۾ اچي زار زار رُئندا رهندا هئا.

---

## مذڪوره محفلن مان چند واقعات

---

هڪڙي پيري فقير عمدل سائين جن پنهنجي آباڻي ڳوٺ پنه عاقل کان مرشد محبوب جي درگاه تي اچڻ لاءِ رتيديري پهتا. سائڻ رتيديري جو فقراءُ به ڳڏجي هلڻ لاءِ تيار ٿيو. سموري فقراءُ رتيديري شهر جي سلطاني سير ڪرڻ جو خيال ڏيکاريو. ويراڳ شروع ٿيو شهر جا ڪافي ماڻهو سنڌن آواز ڪلام ۾ ڦاسي زار زار رُئندا سائڻ گڏ ٿي آيا فقير عمدل سائين جو مالوت رتيديري ڦاٽڪ تي صوبيدار هو. ان کي جو اها خبر پيئي ته عمدل فقير شهر ۾ فقراءُ سميت سير ڪري رهيو آهي، سو سير کي پنڻ

لفظ سان تعبير ڪجي ٿي، اهو شڳان سمجهيو، پنهنجي عهدي جي جوابن ۾ پابند ٿيو. هڪڙا ٻه سپاهي موڪليا، ته ڪيس وٺي اچن، جو هي صفا گمراهه ٿي ويو آهي ۽ اسان کي به خراب خوار ڪيو ائين. جهڙي وقت موڪليل سپاهي وٽن پهتا. سو اڳ ٻڌ ڪرڻ ۽ ڪين ٽني وٽ وڃڻ جي بجاءِ ٻين ماڻهن وانگر سائن گڏ جي روئندا ٿي آيا. صوبيدار صاحب ڏٺو ته موڪليل پوليس وارن حڪم جي تعميلات ۾ تاخير ڪئي آهي. سو ٻيا ٻه پوليس وارا گهرائي سخت تاڪيد ڪري ساڳئي حڪم سان روانا ڪيا. انهن ويچارن جو به ساڳيو حال ٿيو جيڪو اڳ موڪليل سپاهين جو ٿيو هو.

اها خبر جو شهر جي سيد عمر دراز شاهه کي پيئي سو هڪدم صوبيدار صاحب ڏانهن پاڻ هليو آيو. هن شهر جي هڪ معزز هستي ۽ فقير جي علم کان واقف هئڻ جي حيثيت ۾ صاحب موصوف کي سمجهايو، ته تنهنجي حڪم کان فقير جو پرواز مٿاهون آهي. ڇو ته فقير مستي ماڻهن جي قيد کان لا قيد آهي. سو پنهنجي موڪليل سپاهين جو ته هلي حال ڏسو، جو فقيرن جي پوئتان روئندا رڙندا پيا اچن، فقيرن کي پڪڙڻ جي بجاءِ پاڻ پڪڙجي پيا آهن.

صوبيدار صاحب اها سموري ماجرا جڏهن پاڻ پنهنجي اکين سان ڏٺي، سو توبه، توبه ڪندو واپس هليو آيو. ۽ عمر دراز شاهه کي چوڻ لڳو ته واقع هي عشق جو شهباز آهي اسان جي جهلڻ جو نه آهي.

جڏهن پوليس وارا ڪجهه ٿي تاخير کان بعد حڪم جي تعميلات جي ڪوتاهي سان ٿاڻي تي آيا، ته صاحب موصوف ڪانئن سبب پڇيو ته هو ڊيوٽي جي تعميل ۾ ڇو قاصر رهيا آهن، پوليس وارا سبب ڏيڻ جي بجاءِ فقير عمدل سائين جن جي تعريف ڪرڻ لڳا گفتگو دوران گهڻا سوال جواب هليا، مگر صوبيدار صاحب حقيقت کي سچو سمجهي هار کائي ويهي رهيو. باقي سپاهي طريقت جي طلب حاصل ڪري فقير عمدل سائين جن جا طالب ٿيا. درويش ۽ رحمدل عملدار ٿي گذارڻ لڳا.

---

# سائين رکيل شاهه بادشاهه سان روح رهاڻ

ھڪڙي ڀيري سائين رکيل شاهه بادشاهه جن جيڪب آباد ۾ پنهنجي مريدن ۾ منزل انداز هئا. فقير غمدل سائين جن جو قسمت سان ڪي جيڪب آباد ۾ اچڻ ٿيو جڏهن اها خبر سائين رکيل گهوٽ کي پيئي، سو پنهنجي فقيرن کي فرمايو، ته ابا منهنجي پاران فقير صاحب کي گذارش ڪريو ته مهرباني ڪري اسان جهڙي غريب خاني تي تڪليف وٺي ديدار ڪرايو، ته احسان سمجهندا سون. جڏهن اهو احوال فقير غمدل سائينءَ کي فقيرن ٻڌايو، سو پاڻ هڪدم بنا عذر جي هليا آيا.

دروازي تي بيٺل فقير جناب فقير سائينءَ کي هٿ ۾ ٻيڙي ڏسي کائڻ وٺي اچلي ڇڏي، فقير سائينءَ جن سندن منهن کي ڏسندا اندر هليا، جڏهن بادشاهه سان مليا ۽ خير آفيت تي گذري تڏهن روح رهاڻ هلندي فقير سائينءَ جن ٻي ٻيڙي دکائي چڪڻ لڳا، هائو ته سواءِ سائين رکيل شاهه جي ٻيو منع ڪرڻ وارو ڪونه هو.

شاهه صاحب، فقير سائينءَ ڏانهن مخاطب ٿي فرمايو، ته ابا! محبوب جوانيءَ محلات ۾ آهي، ان کي دونهان نه ڏبا آهن. جيئن ته سائين رکيل شاهه بادشاهه جن مخدومي ۽ غوثي درجي جا صاحب ۽ درويش فقير هئا. ۽ فقير غمدل سائين جن رندي ۽ قلندري مشرب جا مرد مجاهد هئا. تنهن ڪري فقير سائين ورائيو ته قبلا! تاهڙ يار سان لاڳاپو ڪهڙي ڪم جو آهي. جيڪو دونهين تي رسي وڃي، اهڙي محبوب کي ڇا ڪبو.

يار اهڙو هجي جيڪو ڏوهه گناهه ڏٺي نه ڏسي، پر دل ڏسي قربداري ڪري، ان گفتگوءَ دوران محفل جو رنگ عبرت ۽ انتظار ۾ تبديل ٿي ويو، هر هڪ منتظر هو ته وڌيڪ ڇا ٿو سوال جواب هلي سائين رکيل شاهه بادشاهه اجان ورندي ئي نه ڏني. ته فقير غمدل سائين جن پر ۾ پيل يڪتارو کڻي، هيءَ نئون شعر چيو هر هڪ مصري تي سائين رکيل گهوٽ سڙن تي هٿ هڻي هيئن فرمايو ته مردمون کي معاف ڪر.

شعر

تون رام جپن ميں تينون جپان - تو جپ ميرا جاپا هي مين.
ڪنڌي ڪنارا ڪوئي نه تيرا - تو دريا هه وچ ماهي مين.

(۱) گربہ تون گوبند بہ تون ۔ ميرا تيرٿ تون تڪيا بہ تون.
نظر عنايت هردم تيري ۔ دردي گدائي، شاهي مين.
(۲) اس جڳ اس جڳهه آسڻ تيرا ۔ تون ميرا مين تيرا جي
نرڳ سرڳ سي ڪام نه ميرا ۔ پروسا بيپرواهي مين
(۳) عبدانا معبود تون مطلق ۔ واجب ممڪن اوره نهين
تون تصور صورت مصور غمدل ۔ اسرار وَن آگاهي مين
غمدل فقير

ملاحظي لاءِ سچو شعر گلزارِ غمدل ۾ ڏسي سگهو ٿا
هن ڪلام سائين رکيل شاهه تي اهڙو اثر ڪيو جو سندس واڳ...
اُپاڪرائي ويا ۽ وجد جي حالت طاري ٿي ويئي.
پاڻ فرمائڻ لڳا، ته ابا! توهان جهڙن مردن سان حساب ڪ...
نه آهي. اسان سان هيئن ريڊو ۽ توهان سان ائين ريجهي آيو. اهڙي...
نموني الله وارن جون ظاهري يا باطني روح رهاڻيون ٿينديون رهنديون
آهن.

"فقير محمد سائين اُوٽ پيش آيل واقعو"

فقير محمد سائين ڪتياڻ، سڄي سنڌ جي صوفيا ڪرام جي محبت پر...
محفل منعقد ڪرائي ان ۾ اڪثر ڪري اهي شاعر درويش جيڪي م...
ذڪر ڪيل آهن. سڀ اچي شريڪ ٿيا هئا روح رهاڻ ۽ محبت بلندي فقير...
محمد سائين هڪ طرح پيش ڪئي، ته هر هڪ سرگروه فقراءَ جو...
ويراڳين سميت اسٽيج تي اچي شعر پيش ڪري.
ڏنل طرح تي فقير محمد سائين ۽ فقير غمدل سائين ڪانسواءِ ه...
به شعر پيش ڪري نه سگهيو. فقير محمد سائين جو شعر ملي نه سگهيو...
آهي. باقي فقير غمدل سائين جو پيش ڪجي ٿو.
شعر جي طرح:- سردي بازي بناوڻ، نينهن لاوڻ اسان جوڳيان دي چال ...
فقير غمدل سائين جن جو چيل شعر:-
ٽل:- سردي بازي بناوڻ، نينهن لاوڻ- اسان جوڳيان دي چال وي،
اسم الله جسم فقيري- انگ ڀڀوت رلاوڻ - نينهن لاوڻ.......

ماڳ مئخاني غمدل سائين- پيوڻ تي جام پلاوڻ- نينهن لاوڻ......

سچو شعر ملا حظي لاءِ "گلزارِ غمدل" مان ڏسي سگهجي ٿو.

## "فقير مهدي شاهه سائين جو هڪ واقعو"

هڪڙي سال مهدي شاهه سائين جن شهنشاهه قلندر شهباز جي ميلي تي آيا هئا. مگر مستي حال خيال کان فقراءَ سميت چوٽيءَ تي چڙهي ويٺا رهيا. مذڪوره بالا عاشق، شاعر جيڪي دستور مطابق ميلي تي اچي حاضر ٿيا هئا. تن جو پڌ وته مهدي شاهه بادشاهه هي رنگ رچايو آهي، تنهن ڪري هو نمبروار وٽن وٺي اچڻ لاءِ ايندا رهيا، مگر شاهه صاحب ان جاءِ تان لهي سيوهڻ شريف جي شهر ۾ نه آيو. جڏهن فقير غمدل سائين جن پنهنجي فقراءَ سان گڏ ڳائيندا وڄائيندا اچي صوفين جي سنگ سان درگاهه تي گڏ ٿيا. ته ڪن مهدي شاهه جي ماجرا ٻڌائي ويئي، ته شاهه صاحب کان سواءِ ميلي جو مزو ڪونه ٿيندو، تنهن ڪري فقير غمدل سائين جن فقراءَ کي تيار ڪري ڳائيندا چوٽيءَ ڏانهن هليا. جڏهن انکي ويجهو آيا، ته صوفين جي دستور مطابق سيد مهدي شاهه به فقراءَ کي وٺي آواز ڪلام سان سندن استقبال ڪرڻ لاءِ ايندو رهيو. هاڻي جڏهن ٻئي ٽولا هڪ ٻئي جي تعظيم خاطر هڪ ٻئي ۾ پيوند ٿي ڳائيندا چوٽيءَ تي آيا ته فقير سائين جن جيڪي حڪمت جا صاحب هئا. تن پنهنجي فقراءَ کي آهستي آهستي هيٺ لهڻ جو اشارو ارشاد فرمايو. جڏهن مهدي شاهه ويراڳ جي مستي حال ۾ هيٺ لهي آيو. ۽ پوءِ ٿي چوٽيءَ ڏانهن نهارڻ لڳو. تڏهن فقير سائين جن ڪيس چيو ته پوءِ ٿي نهارڻ يا موٽڻ مرد جو شان نه آهي.

سو شاهه صاحب سموري ماجرا سمجهي خاموش رهي فقراءَ سان گڏ ڳائيندا، درگاهه تي اچي سهڙيا ۽ صوفين جي سنگ کي اچي رونق بخشي.

شهنشاهه قلندر جي ميلي تي آتش بازي جا ٽوڪا ٻاري صوفي فقراءَ تي ڦٽا ڪندا هئا، يا رسي ۾ باهه جا وڏا مچ ٻاري ڇڏيندا هئا، ته جيئن فقير پنهنجو عشق پورو ڪن.

انهن ٽولن ۾ سيد مهدي شاهه، محمد فقير کتياڻ، فقير غمدل سائين

۽ سيد اعظم شاه جن جا ٽولا قابل ذڪر هوندا هئا:

جڏهن صوفي فقراءَ ڪي ٽوٽڪن جي باهه نه ٿي لڳي ۽ مچ ۾ گهري نچندا ڳائيندا هئا، تڏهن عام خلق مان هي آواز اٿندا هئا ته يار باهين وارا فقير به آيا آهن سو هلو ته هلي انهن جو ديدار ڪريون. ميندي مبارڪ واري تقريب ۾ به مٿي ذڪر ڪيل عاشق صادق پنهنجي فقراءَ سميت شريڪ ٿي ميلي جي رونق کي نو چند ڪري ڇڏيندا هئا، ۽ سڀ صوفي سال به سال اها حاضري ڏيندا رهندا هئا ۽ اڄان به ڏيندا اچن ٿا.

# اِلاهُو فقير سان باطني ملاقات مرحوم انور علي جي زباني

سنه ١٩٦٧ع ۾ مان (انور علي) ڪنهن سرڪاري ڪم سان لاهور آبادڪاري کاتي جي ڪورٽ ۾ ڪارڊ پيش ڪرڻ لاءِ ويجي رهيو هوس.

جڏهن مرشد محبوب فقير "عمدل" سائين جن جي قدمبوسي رخصت وٺڻ ويس، ته پاڻ فرمايائون ته "پُٽ لاهور وڃو ٿا، اُتي منهنجو هڪ دوست اِلاهو فقير رهي ٿو جنهن سان اسان جي ظاهري ملاقات ڪا نه ٿي آهي، ان سان ملندا اچجو."

"هن جو خيال هوندو آهي هڪ سوال ڪرڻ، تنهنڪري توهان کي سمجهائي ڇڏيان ٿو، او هانجي حال سان اسان جو خيال شامل هوندو."

هاڻي مرشد محبوب کان رخصت وٺي، هڪ ٻئي دوست سان گڏجي اچي لاهور پهتا سين. پهرين ڏينهن هوٽل ۾ جاءِ وٺي، واسطيدار ڪورٽ جي جاچ ڪرڻ بعد آرامي ٿيا سين. ٻئي ڏينهن ڪورٽ ۾ ڪارڊ پيش ڪري منجهند کانپوءِ واندڪائي ملي.

هينئر اِلاهُو فقير جي ڳولا ڪرڻي پيئي. ٽانگن ۽ موٽرن جي اڏن تان جاچ ڪندي ڪو به ڏس پتو ڪو نه پيو. دل ۾ خيال آيو ته ملاقات جو به امر مليل آهي، پر هت ان جي سُڌ ئي نه ٿي ملي، مگر يقين قوي هو ته ملاقات ضرور ٿيندي. فقط اسان جي ڪوشش جي ڪوتاهي آهي، ان کي تورو تيز ڪجي.

آخر ريلوي اسٽيشن تي وڃي، هر هڪ سواريءَ جي ڊرائيور کان پڇا ڪرڻ شروع ڪئي سون. محبوب مرشد جي مهرباني سان هڪڙي رڪشا ڊرائيور ٻڌايو ته راوي نديءَ جي ڀر پاسي شيخوپوره روڊ تي منهنجي پاڙي ۾ هڪ اِلاهُو جوادو آهي. باقي وڌيڪ ٻڌائي نه سگهيو، ته اتي ڪير ٿو رهي.

اسان رڪشا ۾ چڙهي، تمنا واري جاءِ تي پهچي وياسون. ڇا ڏسون ته جڳهه ۾ اندر ٽيهه پنجٽيهه ماڻهو درويش صفت حلقو ٻڌيون ويٺا آهن. وچ تي هڪ پير مرد، قدآور، پورو رنگ، مٿير ڪي سونهاري مبارڪ جنهن ۾ اڇا وار گهڻا ۽ ڪارا وار ٿورا هئا. مٿي جا وار لٽڪاري جنهن ۾ ڪارا وار گهڻا ۽ اڇا ٿورا هئا. هڪ ڪاري رنگ جو ڪپڙو ادو ٻڌل هيو، جنهن جو هڪ پلاند ڇاتيءَ جي مٿان ڦري ڪُلهي تي رکيل. پيرن ۾ ڪاٺ جي چاڪڙي پيل هئي. پر ۾ ڪوهه جي مٿان ساره جو ڇڙهيل هو، جتان تازو وهنجي، پٿر ٽيءَ تي طول وهاڻي کي ٽيڪ ڏيون ويٺا هئا. پيد سٽل فين (ڏندي وارو پکو) هلي رهيو هو.

جيڪي ماڻهو اُتي موجود هئا، سڀ ساڪت لڳا پيا هئا ۽ هر هڪ فقير جي گفتگو لاءِ منتظر ڏسڻ ۾ ٿي آيو. اسان پهچڻ شرط دربارِ فقيري جا آداب بجا آڻي هڪ پاسي کان ويهي رهياسون. فقير

صاحب اسان جي طرف نهاريندي، اشارتاً پڇيا ڪئي. مُون هٿ ادب جا ٻڌي عرض ڪيو ته قبلا سنڌ کان توهان جي ديدار لاءِ آيا آهيون. ان بعد سينني طرف توجه ڏيئي ويهي رهيو. اِها چُپ چپات جي گهڙي اڌڪلاڪ ياان کان وڌ ڪجهه هلي.

هاڻي مونکي خيال آيو ته مرشد محبوب فرمايو هو ته هڪ سوال، سُوا سان ته ديدار جو هڪ سوال ڪري وينا آهيون، تنهنڪري هٿ ٻڌي عرض ڪيم ته؛

شعر: تجهي کيا سُناؤن اي دلرُبا — تيري سامني ميرا حال هئي
تيري اِڪ نظرکي بات هئي — ميري زندگي کا سوال هئي
"ظفر"

فقير صاحب هڪدم فرمايو ته " بيٽا منشا ايک هوني چاهيئي"

مون حبڌهن ڏٺو ته شعر جي جوابي ۽ سان چُپ جو تالو کلي تو سو آداب سان هي شعر عرض ڪيم:

شعر

ض. ضروري عشق لُٽيدا — اسان بهشت کنون بيزار ميان
محبوب ميڏي دي مَت نهين — توڻي حُوران هُوون هزار ميان
جنت کنون جهوک ماهي دي — مَين سرس ڏٺي صد بار ميان
هر وار ديدار يار دا "غمدل" — هڪ دان منگي دربار ميان
"غمدل" سائين

فقير صاحب پنجابي ۾ اردو ۾ فرمايو ته

ترجمو:
"اِنسان پيدا ٿيڻ ادم مان ٿيو آهي. ڪيس ادم ڏانهن وڃڻو آهي."
ادم کان اول ادم ڏي وڃڻ، آدم آهي ئي ڪين، پوءِ هي ۽ سڀ ڪجهه پاڻ ئي پوندو.

شعر:

۵ ث. ثواب گناه دي غرض نهين — سهڻي ماهي دا فرض فيراق مَينُون
دل تخت هزاري سجود ڪيتا — ڪوئي اور نهين اشتياق مَينُون
مهينوال دي چال چاڪان والي — او ته چاڪ صاحب لولاڪ مَينُون
"غمدل" جهوري جهوک وڃڻ دي — اِهين غرض ڪيتا غمناڪ مَينُون
"غمدل" سائين

فقير صاحب فرمايو ته "جهان ۾ گناه ئي ڪونه آهي، جيڪڏهن آهي ته هڪڙو ان جو نالو اقرار آهي."

شعر: ج- جوڳي آيا پورب ديس والا — ڪوئي جوڳي هي جهڳپال ميان
سامي سود اگر سوز بره دا — ڪامل قرب ڪمال ميان
عشق دا هوڪا هر گهر ڏيندا — وِتردا مست خيال ميان
مَين گهول گهتان اهين جوڳي توئن — "عمدل" سائين سارا جهنگ سيال ميان

"عمدل" سائين

فقير وراڻيو ته " اميد خوف آهي، نا اُميدي موت آهي". مون جيترو به ڳالهايو ٿي، ان جو جواب فقير صاحب هڪ نڪتي ۾ ڏنو ٿي.

ان مجلس ۾ جيڪي به ماڻهو ويٺا هئا، سي مسرت وچان اشارا ڏيئي رهيا هئا ته اهو راهڻ جو سلسلو وڌائيندا رهو، پر مان ائين محسوس ڪري رهيو هوس، جو منهنجا حواس باخته ٿي چڪا هئا. هي لفظ مون کان پيو ڪو چوائي رهيو آهي. مون وري هي شعر عرض گذاريو:

شعر:-

ي- يار چاڻندي پيد ياران دي — جهڙي ماهر معنیٰ دي معنیٰ دي
منڪر حال ڪيا چاڻن ڪفر — حقيقي مطالع ڪن علم گمسانا دي
سعر في دا راز سمجهن — ساڪن حق اليقين مڪانا دي
گربن "عمدل" گت نه پاون — بتوڻي سَيل ڪرن آسمانان دي

"عمدل" سائين

فقير صاحب جواب ۾ فرمايو ته " ڳولا ڪندڙ مشرڪ آهي. پر ڳولا نه ڪندڙ ڪافر آهي".

پاڻ فرمايائون ته اوهان مان ڪري ويهو مون تو توهان کي پُڏايان. پوءِ ته باريڪ باريڪ نڪتا سهڻي نموني سمجهائي حڪم ڪيو ته " اهو جيڪو ڪم ڪريو ٿا، انکي هرگز نه ڇڏ جو".

مطلب ته مجلس دوران فقير صاحب هڪ لفظ ۾ ڪافي مسئلا حل ڪري ڏنا- جن مان مون هڪ نڪتي جي وضاحت طلب ڪئي، مونکي چيائون ته " بابا کان پُڇجو". مون عرض ڪيو ته باباسائين جن ته ڳوٺ آهن.

مونکي جهٽڪ ڏيئي فرمايائون ته " هتي نه ڇئو باباجن حاضر موجود آهن ۽ اسان جا همسفر آهن". مونکي وڏيڪ پيار ڏيندي فرمايائون ته هي ٻ منهنجو شعر باباسائين ڏانهن بطور تحفه کڻي ويندا ۽ هن شعر ۾ پورو قرآن شريف سمايل آهي. مون اهو شعر لکيو. آخرڪار موڪلائي سفر ڪئي اچي ڳوٺ پهتاسون. ٻئي ڏينهن شام جو پنجين بجي جناب فقير عمدل سائين

جن وٽ خدمت ۾ حاضر ٿيس. اچا احوال پاڻ پڇيائون ئي ڪين نه مون عرض ڪيو ته قبلا ملاقات تي پر فقير صاحب جن جونالو مون کان پڇڻ وسري ويو. باقي وڌيڪ احوال عرض ڪندس ريان ٿو.

منهنجي ايتري چوڻ تي پاڻ فرمايائون ته اهو اوهان کي مون ٿو ٻڌايان. جيڪا به گفتگو ٿي هئي اها تفصيلوار معنیٰ سان سمجهايائون.

محبوب مرشد فقير صاحب جونالو سيّد محمّد علي طريقو قادري ٻڌايو. مون حيران ٿي وليس ۽ فقير صاحب جو عطا ڪيل شعر خدمت ۾ پيش ڪرڻ وسري ويو. پاڻ فرمائش ڪري شعر طلب ڪيائون. مون مليل تحفو پيش ڪيو. پاڻ ڏاڍا خوش ٿيا ۽ چيائون ته پت منهنجي لاءِ عجيب خواڪ آندي اٿو.

شعر اردو:-

بي عذر رهي اصل نجات هئي — نه خودي رهي نه خدا رها.
موجود پرجو پڙي نظر — نه فنا رهي نه بقا رها.
١ گذر گيا جو وجود سي — وه لاغرض هئي سجود سي.
مخلص هئي ابد معبود سي — نه تسليم رهي نه رضا رها.
٢ جو نفي اثبات سي گذر گيا — وه موت سي نه مر سڪا.
اُسي شان إِلَّا اللّٰه ملا — جو الف ميم ۾ لا رها.
٣ موجود جبڪه نه هئي دوسرا — تو ڪرم ڪريم ڪاذ ڪر ڪيا.
عذاب، قهر، غضب ٻي لا — نه جرم هئي نه سزا رها.
٤ قديمي تو هئي بي نشان — قِرمثل مثال هئي سپ گمان.
حَيٌّ و قَيُّومٌ هئي تيري شان — قِر ڪون ڪوئي ما سوا رها.

هت توري وضاحت ضروري چائي ڪجي ٿي ته فقير صاحب مٿي شعر ۾ ڏنل "ابد" لفظ پاڻ الف سان لکرايو. سوڪيس مٿائڻ نه گهرجي. باقي معنیٰ جي بحر مان مطلب حاصل ڪجي.

# فقير "عمدل" سائين جن جا صُحبتي

جناب فقير "عمدل" سائين جن جا صحبتي ٻن حسن ۾ ورهائجن ٿا. هڪ سِڪ وارا، ٻيا مُريد.

## سِڪ وارا صُحبتي

جن ۾ سائين صحبتون ۽ رهاڻيون ڪيون انهن مان هيٺ ڄاڻايل صاحبان جا نالا قابل ذڪر آهن:-

١- سيّد، مست، عاشق، عارف انورعلي شاهه بخاري صوفي القادري ساڪن جهانپور ضلع سکر.

٢- سالڪ، عاشق و عارف سيّد غلام مصطفىٰ شاهه ولد سيّد صاحبڏنو شاهه صوفي القادري ساڪن وستي عنايت شاهه ضلع سکر.

٣- اديب، شاعرِ اهلبيت، مرد مجاهد سيّد انورعلي شاهه اظهر گيلاني ساڪن گهوٽڪي ضلع سکر.

٤- سردار فقير محمد ٹ فقير گهوٽيو صوفي القادري ساڪن حسين ٻيلي تعلقه گهوٽڪي ضلع سکر.

٦- سالڪ، مست، روشن ضمير، عاشق ڊاڪٽر محمد فقير حيسباڻي سجاده نشين درگاهه خوش خير محمد سائين ساڪن حيسباڻي ضلع خيرپور ميرس.

٧- درويش صفت، سالڪ فقير محمّد عثمان سومرو سجاده نشين درگاهه امام بخش سومرو ساڪن گل محمّد تنيو ضلع لاڙڪاڻو.

٨- مست عاشق، ميان فيض الله جتوئي ساڪن سونوخان جتوئي ضلع لاڙڪاڻو.

٩- درويش، عاشق صادق، فقير شائق سائين عمراڻي صوفي القادري ساڪن عمراڻي لڳ جيڪب آباد.

١٠- درويش صفت، فقير قادر بخش عرف قادن سائين تونيه سجاده نشين درگاهه فقير نجف علي تارڪ ساڪن لالو راڻڪ تعلقه واره ضلع لاڙڪاڻو.

١٢. فقير روشن ضمير مست عاشق سائين بخشيل عرف ثاني وريل فقير ابڙو سجاده نشين درگاه فقير وريل سائين ابڙو گوٺ ٽنڊو تل ابڙو تعلقه تمبر.

١٣. سالڪ مست عاشق سخي سڱنعلي شاه جيلاني سجاده نشين دستگيري درگاه سائين قلندر شاه جيلاني گوٺ نبي شاه وگڻ تعلقه ڳڙهي ياسين.

١٤. مست عاشق عارف فقير جانڻ چن "چڙن وارو" صوفي القادري.

١٥. درويش صفت خدمت گذار عاشق مير ڪوڙاخان مري بلوچ صوفي القادري ساڪن ڪنڌڪوٽ.

١٦. فقير روشن ضمير عاشق سالڪ دوست علي ڪنياڻ صوفي القادري درگاه محمد سائين ڪنياڻ تعلقه حيدرآباد.

١٧. سيد سالڪ مجذوب عاشق بيدل شاه ساڪن لڳ حسين بيلي تعلقه گهوٽڪي ضلع سکر.

١٨. والئ رياست هزهائينس عاشق مير علي نواز ناز ٽالپر ساڪن رياست خيرپور ميرس.

١٩. صادق عاشق سالڪ سخنور فقير روشن ضمير محمد ڪريم جلباڻي ساڪن گوٺ احمد خان جلباڻي لڳ ريتوديرو تعلقو رتوديرو ضلع لاڙڪاڻو.

٢٠. عاشق صادق مشتاق محبت محبوب علي فقير ڪنياڻ ساڪن حيدرچانڊيو.

٢١. نيضل فقير جمالي ساڪن ڳڙهي خيرو جمالي. ضلع جيڪب آباد

٢٢. محمود فقير عرف مور فقير عارباڻي ساڪن گوٺ محمد عثمان عارباڻي حال لاڙڪاڻو.

٢٣. سائين چيزل شاه بادشاه سجاده نشين درگاه صوفي سردار دڪيل شاه گوٺ فتح پور ٻه ڪي گهڙيون فقير سائين جن سان صحبتون ۽ روح رهاڻيون پڻ ڪيون آهن.

٢٤. مست الست سيد رسول شاه بخاري ڏڪڻ وارو وزيراعظم شهنشاه قلندر سيوهاڻي حال مدفون ڪربلا در شهر سيوهڻ شريف

٢٥. . ويراڳي مير والي رياست سان فقير سائين جن جي اهڙي قربداري هوندي هئي جو مير صاحب ڪيترا دفعا اسپيشل ٽرين ڪرائي فقير سائين ڏانهن وٽ پنهنجي عاقل آيا هئا. ڪيترا ڏينهن اتي رهاڻ ڪرڻ بعد واپس هليا ويندا هئا. جيئن ته هي ٻه هڪ سردار عاشق حسن جو شڪار تيل خدمتگار هو. هن ڪلالي ڪيف ۾ مئي ۽ محبت، وحدت ۽ ويراڳ سان محبوبن جي موجودگي ۾ پنهنجي عمر گذاري سوسنڌن ريجهه ۽ رهاڻ لاءِ نازنين نازڪ بدن برهه واري بالڪي ۽ قرب واري مائي ڪلهوڙي محفل جون رونق هيون.

مير صاحب وقت فقير سائين جن جا ٻه فقير بنام فقير غلام حسين دايه ۽ ڳدا عرف ڳنڊو فقير ٺهيم

۱۱۲

اڪثر ڪري رهندا هئا. سدائين محفل ۾ فقير سائين جا ڪلام ۽ رباعيات مَئي وساقي جي مضمون ۽ معنيٰ وارا پڙهندا هئا جيڪو پڻ ڪي ناز جي تخلص سان سڏائيندو هو. اهو نياز ۾ اچي ويندو هو ۽ جيڪي حُسن جون پُتليون هيون تن جو ناز انداز وڏي ويندو هو. جنهنڪري سندن ڪچلين جي ڪاڻ سان ڪوس برپا ٿي ويندو هو ۽ مير صاحب جهڙو ڪونڌ رجوان ڦٿڪندو رهندو هو.

شعر: ويترسُهڻا يار، وٺي تو جان جان ڏئين توڇهين چاپون چشمان ڏئين توچين، فاسائين تو فقير

ڪڏهين ڪڏهين فقير سائين جن رياست ۾ مير صاحب جن وٽ ايندا هئا. ان مجلس ۾ فقير سائين جن مير مجلس هجڻ ڪري انهيءَ ڪوس واري نوعيت کي قتل گاهه بڻائي ڇڏيندا هئا.

شعر "غمدل" نام ڏرا غازي. رهون رمز رمنادي وچ راضي

جهاد جنگي دي بنا بازي. ڪڏان تلڪرون ڪڏان ڪُسدي هون.

فقير سائين جن جي صحبت جو اهو عالم هوندو هو جو راحت سان گڏوگڏ فيض به جاري هوندو هو. جنهنڪري ڪيترا صحبتي سالڪ ٿي ويا. ڪيترا مُنجهيل رهبري حاصل ڪري راز وٺي ويا ۽ ڪيترا حاجتمند مَن جون مرادون پائي پُر وسَر ٿي ويندا هئا. اها نوازش ۽ ورهاست وڏي راز سان ٿيندي هئي. جو ته راز کي ڇپائڻ فقير سائين جن جو دستور هوندو هو. پاڻ سُنت الله، سُنتِ رسول ۽ سنت اولياءَ جا ڄاڻو ۽ ماهر هوندا هئا.

سُنتِ الله آهي، ڇُپائڻ راز عيبن جو.

سُنتِ رسول آهي، مدارت ڪرڻ دين ۾. خوش اخلاقيءَ سان پيش اچڻ ۾ حاجت روائي ڪرڻ.

سُنتِ اولياءَ آهي، ماڻدن کي دلداري ڏيڻ. پهتل ڏک سُک جي ڪنهن سان شڪايت نه ڪرڻ.

صحيح اولياءَ ۾ سُنتِ الله، سُنتِ رسول ۽ سُنت اولياء موجود هونديون آهن. اسان جا فقير سائين جن ان سيني وصفن ۽ اطوارن جا مجسمي اسرار هئا ۽ صحبتين تي به اهڙي طرح سندن اثر موجود رهندو هو

## پنيءَ عاقل جو واقعو:

هڪڙي ڏينهن فقير سائين جن وٽ پنيءَ عاقل ۾ سيد انور شاهه سائين ۽ سيد صاحبڏنو عرف صاحب شاهه بادشاهه موجود هئا ته هڪڙو ماڻهو پيچو مست اداسائي جي حالت ۾ ان محفل ۾ اچي پهتو ۽ سائين

انور شاھ جي آڏو دست دراز ڪري ھي سوال ڪيو: "خيرات ڏي". سائين انور شاھ خيرات ڏيڻ جي خيال سان ڪيسي ۾ ھٿ وڌو. مگر مست ھڪدم ھون ھون جي آواز سان ان خيرات وٺڻ کان انڪار ڪيو. انور شاھ سائين راز کي سمجھي ويو ۽ سائين صاحب شاھ ڏانھن ڪيس رجوع ڪيو. سائين صاحب شاھ کي به سائيو ٿي سوال ڪيو. سائين صاحب شاھ مست کي فقير سائين جن کان خيرات وٺڻ لاءِ چيو. تنھنڪري مست ۽ فقير سائين جن ڏانھن رجوع ٿيو. فقير سائين جن مست کي ورندي ڏيڻ کان اڳ ئي ھڪدم ھٿ ۾ يڪتارو کڻي ھي ڪلام چيو. جنھن موجب سائل جي عرض جو ترت غرض پورو ٿيو.

ڪلام پوري ٿيڻ سان بادل پرچي آيا ۽ اھڙيءَ طرح مست راز سان صحيح خيرات حاصل ڪري مسرور ٿيندو ۽ فيضياب ٿيندو رمندو ٿر طرف روانو ٿي ويو.

شعر: مارن ملڻ جون اکين آ ڪيرارن      ارادي الست واريون ناھ ڪي سُڌ يارن

1. مارون ھامليرن ۾ منھنجا مــلاقي      ھت مون بنديائي بند ۾ بــاقي

بٽيون منھنجي باب ۾ تکيون تقديرن.

2. جھانگيٿرا جھنگن ۾ ننگي ننگ پــرور      ستر سنگھارن جون لويون ۽ لــيــر

پائن پوشا ڪون پھنور ليرن ڪتيرن.

3. ملڪ ماڙ پيچن جي بجليون پيڙڪن      ڪڪر ڪڪورن ڪيون پيا ڪڙڪن

وسن ٿي ويڙھيچن مٿان بادل بجيرن.

4. عمدل سانگين اچ مونکي ســاريــو      سارسيڻن جي رچيءَ کي جيئــاريــو

لکيون لُونءِ لُونءِ ۾ مون کي ٿڏيون ٿرھيرن.      (عمدل سائين)

## عاشق و عارف سيد ولايت شاھ:

سائين ولايت شاھ ننڍي ھوندي کان وٺي فقير سائين جن جي صحبت ۾ گذاريندو ھو. فقير سائين جن جو ڪيس وڏو ۽ وڏ پيار ھوندو ھو. سلوڪ ۽ شعر جي راھ ۾ شاھ صاحب فقير سائين کان گھڻو ڪجھ پرايو ۽ حاصل ڪيو. مطلب ته جدائي بلڪل ڪانه ھئي ۽ ھيڪڙائي ھوندي ھئي. جيئن فقير سائين جن لاءِ بابو ميرل بابو فقير ھو. اھڙيءَ طرح سائين ولايت شاھ لاءِ فقير سائين جن بابا فقير ھئا. ان محبت ۽ نوازش جو بيان شاھ صاحب فقير سائين جن جي وصال نامي ۾ ڪرڻ فرمايو آھي. وصال نامي ۾ وڏو محبت ۽ عقيدت سمايل

آهي. شاهه صاحب جن فقير سائين جن سان دائمي محبت جي ڪري ئي ڪڙيل رهندا هئا ۽ رهندا آيا. جوهن وقت تائين سندن فقراءِ هڪٻئي سان ملڻ ۽ ملاقات وقت ساڳيئي هڪ سڪ وارو وجد حاصل ڪندو آهي.

## سالڪ مست عاشق عارف سيّد انور شاهه صاحب

سائين انور شاهه جن طريقت جي تلقين حاصل ڪرڻ بعد مجاز جي ملڪ ۾ ڪاهي پيا. شاهه صاحب هڪ هندو ڇوڪر ساڪن ڳوٺ جهان پور تي عاشق ٿي پيو. رات ڏينهن ان هندو ڇوڪر کي جيڪو حسين هو، پاڻ سان هٿڪڙي هڻي گڏ تڪاڻي جي هڪڙي ڪوٺيءَ ۾ ويٺو هوندو هو. شاهه صاحب ۽ ڇوڪر جي عزيزن کي ٻين کي ان ڳالهه تي وڏو اعتراض هوندو هو. مگر هلي ڪنهن جي به ڪانه پئي، جو سيّد کي سمجهائي. ان ڳالهه تان باز ڪري سگهن.

جيئن انور شاهه جو مرشد سائين صابن شاهه فقير سائين جن جي سلوڪ جو دوست هو ۽ هڪ ٻئي ڏانهن ٻئي ايندا ويندا هئا. ان دستور موجب هڪڙي ڏينهن فقير سائين جن فقراءَ سميت جهان پور کان لنگهائون ٿي وسٽي عنايت شاهه، سائين صابن شاهه ڏانهن تي وياته جهان پور جا سيّد جيڪي سائين انور شاهه جا به عزيز هئا، اچي فقير سائين جن سان سائين انور شاهه جي مٿين ڳالهه شڪايت طور پيش ڪئي. وڌيڪ چيو ته فقير ٿيڻ تي ڪين ڪو به اعتراض ڪونهي. باقي رات ڏينهن حسين هندو ڇوڪر سان تڪاڻي ۾ ويهڻ سٺي ڳالهه نه آهي. ڳوٺ جا هندو به شاهه صاحب جي اهڙي روش ڪري ڪِڪ تي پيا آهن. اوهان ان ڳالهه کي حل ڪري ڏيو.

ان حقيقت ٻڌڻ سان فقير سائين جن فقراءَ کي سانڌ سرود تيار ڪرڻ جو حڪم ڏنو ۽ سيّدن سميت ڳائيندا تڪاڻي جي در تي اچي بيٺا. فقير سائين جن اندر تڪاڻي ۾ هليا ويا. سائين انور شاهه به ڇوڪر سوڌو ڪوٺيءَ مان نڪري فقراءَ جي آواز ڪلام تي اچي تڪاڻي جي ايوان ۾ ويٺو.

الخ

فقير سائين جن ان ڏانهن مخاطب ٿيندي فرمايو ته، "انور شاهه ٻڌاءِ شير آهين يا [redacted] جي رهڻ جي جاءِ ڏر هوندي آهي. جي انهن مان آهين ته اتي جاتي رهين ٿو ٺيڪ آهين. پر جي شير آهين ته نڪري ٻر وارو ٿيءُ." فقير سائين جن جي هن سلوڪ واري ڳالهه سيد انور شاهه جي خيال جا طاق کولي ڇڏيا. ۽ ورائيو ته "مان شير آهيان جيڏانهن توکي وڻي موں کي وٺي هَل."

اهڙي طرح فقير سائين جن سلوڪ جي هڪ نُڪتي سان سيّدن ۽ هندن کي راضي ڪيو ۽ انور شاهه سائين کي اها مجاز واري منزل به طئه ڪرائي ڪيس حقيقت جي ميدان تي آندو.

هٿڪڙي ڪولي شاهه صاحب کي ساڻ وٺي، جتي هن وقت شاهه صاحب جو روضو آهي. ان جاءِ تي ويهاري فقير سائين جن فرمايو: "هيءَ تنهنجي هميشه رهڻ جي جاءِ آهي. هاڻي شير مرد ٿي عشق جي اظهار ڪر!"

فقير سائين جن اهڙا فرمانبردار هئا جو پنهنجا فقير سيد بخش الله شاهه ساڪن ڳڙهي بوڙا دار تعلقه ميرپور ماٿيلو ۽ فقير غلام حسين دايو ساڪن چاچڙا لڳ شڪارپور اُتي شاهه صاحب وٽ رهايا. جن کي حڪم ڪيائون ته هن جي مالڪي ڪيو "فقير کي فقر جي رهڻي ۽ سلوڪ ڪيس سيکاريو ۽ عام ماڻهن جي حوالي نه ڪجوس."

جيئن سائين بخش الله شاهه شاعر هو، ان جي صحبت ڪري سائين انور شاهه جي طبيعت ان طرف لاڙو ڪيو ۽ شعر چوڻ شروع ڪيو. هي ٻئي فقير ڪيترو وقت پنهنجي مرشد جي امر جي بجا آوري ڪندا رهيا ۽ سائين انور شاهه کي مستي ۽ مجذوبي جي ملڪ کان ڦيرائي سلوڪ سالڪي ۾ آندو. فقير سائين جن جڏهن به اتان لانگهائو ٿيندا هئا ته ان خيال سان سائين انور شاهه وٽ ڏُيهر و ڪندا هئا ۽ کين سيڪ صحبت ۽ سلوڪ جا بيگ پيار بيندا هئا. اهڙيءَ طرح سائين انور شاهه هاڻي سالڪ مست ٿي پيو ۽ وڏو اولياءُ ٿيو. جنهن جا هزارين طالب مريد آهن. مگر فقير سائين جن سان طالبي واري ادبيت رکندا هئا، جو ته فقير سائين جن سندن مرشد جا دوست به هئا ۽ سلوڪ جا استاد به.

هن وقت به انور سائين ۽ فقير سائين جن جي طالبن مريدن ۾ هڪ پير خاني واري سِڪ موجود آهي.

## سيّد انور علي شاهه اظهر گيلاني

سيّد انور علي شاهه ولد سيد اصغر علي شاهه ساڪن اصغر آباد "بهشتي شريف" پنهنجي والد بزرگ جا فرزند ارجمند آهن. سيد علي اصغر شاهه جيلاني جن فقير سائينءَ جن جي قريبي دوستن مان هئا. انور علي شاهه جيڪو پنهنجي عاقل شهر ۾ انگريزي پڙهڻ جي خيال سان رهندو هو، پنهنجي والد صاحب سان گڏجي فقير سائين جن جي مٺاڻي تي ايندو ويندو هو. شاهه صاحب تمام حسين هوندو هو ۽ حُسن وري فقيرن کي تمام گهڻو پسند هوندو آهي. تنهنڪري مٺاڻي تي شاهه صاحب کي گهڻو پيار ملندو هو. شاهه صاحب کي به اهڙي ڪامَن ۾ محبت جي ميخ لڳي وئي هئي جو اسڪول جو ٽائيم پوري ٿيڻ بعد سڌو مٺاڻي تي پهچي فقيرن جي صحبت ۾ گذاريندو هو. فقير سائين جن جي پريم شاهه صاحب ويهندو هو ۽ مٿن پيار ڪري "اظهر" تخلص به فقير سائين جن جو رکيل آهي. جيڪو اڄ ڏينهن تائين اصل نالي بدران "اظهر" نالي سان اظهار آهي.

طريقت حلقي ۾ داخل نه هوندي به شاهه صاحب تي محبت اهڙو رنگ لاتو جو سٺو شاعر ٿي پيو ۽ ڪيس فقير فقر جي گهڻي ڄاڻ هئي. شاهه صاحب کي سڪ ۽ صحبت جي سُرڪ جيڪا فقير سائين جن وٽان ملي هُئي اِنَ جا ڻ

ڪري وڏيڪ شاه صاحب علامه تارڪ هدايت الله نجف علي فقير جي صحبت جا پيڳ پيتا ۽ ان وٽان علم عروض جو سبق حاصل ڪري موزون شعر چوڻ لڳو. انهن ٻنهي بادشاهن جي صحبت ۽ محبت ڪري هن وقت شاه صاحب وڏو اديب، سلوڪ جو ڄاڻو ۽ شاعر اهلبيت جي اوصافن سان محمود ۽ مشهور آهي. فقير سائين سان هن وقت به اها محبت ۽ عقيدت اٿن. شاه صاحب جن فقير سائين جن جي عرس مبارڪ جي موقعي تي فقراءَ سان گڏ حاضري ڀريندا آهن ۽ ان موقعي تي فقير سائين جن جي شان ۾ جيڪو شعر اظهار ڪيو اٿن سو پوئتي ڏنل آهي. جنهن مان معلوم ٿئي ٿو ته فقير سائين جن جو شاه صاحب تي وڏو ۽ ڏيپارو هوندو هو.

## سيد بُيدل شاه

جيئن ته فقير سائين جن اهڙو فرق نه ڪندا هئا ته ڪوهي فلاڻي درگاه جو فلاڻو طالب آهي. تنهنڪري جنهن ڪي منجهيل يا حاجتمند ڏسندا هئا ته ان جو عقدو هڪدم حل ڪري مٿس نوازش به ڪندا هئا. اهڙي طالب کي فرمائيندا هئا ته "ابا مرشد محبوب کان جيڪو مليو ڪافي آهي. باقي ٻئي هنڌان جيڪي وڏيڪ چٽ نڪرن ٿا اهي به مرشد محبوب جي طفيلي ۽ صدقي آهن". مگر جن طالبن سان سواءِ ڪنهن فرق جي امداد يا رهبري ٿيندي هئي اهي فقير سائين جن جي طالبن مريدن وانگر ادبيت بجا آڻيندا هئا. سيد بيدل شاه صاحب به اهڙن مان هڪ هو.

سيد بيدل شاه جو تڪيو ڳوٺ حسين ٻيلي تعلقه گهوٽڪي جي ويجهڙائي ۾ درياه شاه جي پير تي ڪچي ۾ آهي. شاه صاحب پنهنجي مٿاڻي تي ساليانو تِلُ تبرڪ ڪندو هو. ان ميلي ۾ اتر سنڌ جا اڪثر صوفي درويش ايندا هئا. هڪڙي سال بيدل شاه جا ڪيو جو ان ميلي جي موقعي تي تِلَ جو سارو بند و بست ٺيڪ ڪري پاڻ مٿاڻي ۾ بيٺل تاريءَ تي مَڏ ناهي چڙهي وڃي ويهي رهيو. چوڻ لڳو ته "ڪيترا سال صوفياءِ ڪرام جي خدمت ڪئي اٿم مگر اڄ تائين ڪنهن به نه الله ملايو آهي. اوهان سڀ اچو ٿا پيٽ ڪاٽڻ، سو پيٽ ڪاٽي هليا وڃو. باقي مان هيٺ ڪو نه لهندس. يا اوهان مان جيڪو جوان مون کي هتان لاهي الله ڏيکاريندو ان جوان جو طالب مريد ٿي رهندس."

سڀ ڪنهن پنهنجا حيلا وسيلا هلايا مگر بيدل شاه هيٺ ڪو نه لٿو. ايتري ۾ فقير سائين جن فقراءَ سميت اچي اتي پهتا. اڳ ۾ سائين صابن شاه، الهه شاه، سائين ولايت شاه فقير محمد گهو ٺو،

محمّدڻ فقير گهوٽو سائين رکيل شاهه جو فقراءَ ٻه اتي موجود هئا. هر هڪ جي زبان تي ٻيدل شاهه جو قصو هو ۽ فقير سائين جن کي سموري ماجرا ڪري ٻڌايائون.

فقير سائين جن ويهڻ جي بجاءِ ويراڳين کي تيار ڪري ٻيدل شاهه جي طرف هليا آيا. ۽ هڪ نڪتي ۾ مخاطب ٿي فرمايو ته: ”سيّد! تون نسل شهباز آهين. شهباز جو ڪم آهي پرواز ڪرڻ ۽ نه ڇل وانگر آکيرو ٺاهي آنا ڦوٽڙڻ. جيڪڏهن ڇل آهين ته پوءِ ان آکيري ۾ ٺيڪ آهين ۽ آنا لاهي ويهي ڦوٽڙ. پر جي شهباز آهين ته لهي آءُ. اسان توکي اڏاريون. شرط آهي ته الله دست بدستي ملندو. باقي در تي حاشيءَ نه رهندي. يعني مڪمل ترڪ اچي ويندو. قبول آهي ته لهي آءُ. متان پوءِ ائين چوين ته مرد موجود ڪونه آهن.“

ٻيدل شاهه اهاميار سَهي سگهيو. پاڻ کي ڇل جي بجاءِ شهباز سمجهي مَٿان لهي آيو ۽ پرواز جون تياريون ڪرڻ لڳو. فقير سائين جن ڪيس نفي اثبات جو ذڪر عنايت ڪيو ۽ پوءِ ٻيدل شاهه بلڪل شهباز بڻجي ويو. ۽ الله جون موجان ماڻيون.

ٻيدل شاهه پنهنجي وصال ڪرڻ جي اجازت فقير سائين جن کان رتي ديري وٺڻ آيو هو. فقير سائين جن جي دوڪان جي سامهون بيهي ٻنيرو هڻي رهيو هو. ادب کان ويهي به ڪونه پيو. صرف اهي الفاظ دُهرائي رهيو هو ته ”محبوب اجازت ملي؟“

فقير سائين جن ڪيس گهڻيون دلداريون ڏنيون ته ان ارادي کان باز اچ. مگر رضامنديءَ خاطر فقير سائين جن هائو ڪئي. هائو چوڻ شرط هي سالڪ مست سَيّد فقير سائين جن کي تعظيم جو نياز سلام ڪري واپس پنهنجي جبل ۾ رهندڙ مريدن ڏانهن هليو ويو. ۽ اتي وڃي وصال ڪيو. ٻيدل شاهه جيڪو هاڻي شهباز ٿي چڪو هو. تنهن ڪري سندس وصال جي خبر اوري پري طالبن مريدن کي خيال جي شهباز هٿ راتو رات پهچائي. سڀ مريد اتي وڃي حاضر ٿيا. شاهه جي ڳوٺ جي طرف وارن مريدن بادشاهه کي ڳوٺ کڻي اچڻ جي بيحد ڪوشش ڪئي. مگر جبل واري بروهي ۽ بلوچ قوم جي مريدن اها حجت ورتي ته مرشد اسان جو به آهي. اسان شاهه صاحب کي پاڻ وٽ جاءِ ڏينداسون. صرف اها ڳالهه قبول ڪيائون ته صندوق ٺاهي بادشاهه کي ان ۾ امانت ڪري جاءِ ڏجي. جيڪڏهن شاهه صاحب جبل ۾ راضي آهي ته ٺيڪ.

ٻي صورت ۾ سندس ارشاد ملڻ سان وطن ڪٽي وڃي سگھجي ٿو.

ٿوري عرصي کانپوءِ بيدل شاھ پنھنجي پياري مريد الف خان ٻجاراڻي کي عالمِ خواب ۾ حڪم فرمايو ته اسان کي ھتان جبل مان ڪڍي وڃو. الف خان ذرا ان ۾ ليا في ڪئي جو اڳ جبل واري مريدن بادشاھ کي وطن ڪڻائي وڃڻ کان صاف انڪار ڪيو ھو. ٻي رات وري به شاھ صاحب حڪم ڪيو ته " اسان کي ھتان جبل مان ڪڍي وڃو. آءٌ زنده آھيان. جسم سالم آھي. تون نه گھٻراءِ. جبل وارا مريد تنھنجو اڳ نه ويندا. اسان انھن کي اھڙو نه مان ڪيو آھي".

الف خان ٻجاراڻي ان وقت سواري جو بندوبست ڪري بيدل شاھ کي بنان ڪنھن روڪ ٽوڪ جي ڪڻائي آيو ۽ سندن تڪيي تي جاءِ ڏيئي تربت شريف تيار ڪرائي. ھن وقت ھن عشق جي شھباز تي پڙ پيا آھن. ۽ ماڻھو مرادون ماڻي سڪائون ڏيڻ ايندا آھن. اھڙا فقير سائين جن جي قرب صحبت ۾ رھڻ جا اثر آھن.

ٻيا ڪيترا فقير جيڪي فقير سائين جن جي سڪ صحبت ۾ سلوڪ جا صحبتي ھئا. انھن سان به اھڙي طرح سندن طبع ۾ اشتياق موجب قربداريون ٿيل آھن.

شعر:- نينھن ۾ نالا صفاتي اِسم سي الله جا — جھڙا تعلق تن سين تنھن جا سي ٿي رھبر راھ جا (عمدلؒ)

ھر ھڪ کي جھڙي گھر ھوندي ھئي اھڙو ئي بکرو انھن کي ملندو رھندو ھو. جنھن جي تصديق ۾ فقير سائين جن جو ھي بند پيش ڪجي ٿو.

شعر

تھڙو مليو تنھين کي جھڙو جنھين گھريو — "عمدل" کي غم الم - سر سامان عشق جو

(عمدلؒ سائين)

# طالب مُريد

ھڪ ته فقير سائين جن تي پنھنجي مرشد محبوب جي زيادہ پيار ڪري سمورو فقراءُ سندن احترام ڪندو ھو. ٻيو وري پاڻ سلوڪ ۾ دردواري صورت ھجڻ ڪري ھيڪارو سيني جي دلين ۾ سمايل رھندا ھئا.

سائين قلندر شاھ ٨ محرم تي وصال ڪرڻ وقت فقير سائين جن کي اڪيلائي ۾ گھرائي مٿن وڏا احسان ڪيا ۽ پنھنجي لسان مبارڪ چوسائي وصيت ڪرڻ فرمائي ته " سمورو فقراءَ پرتل آٿو. ٻنڌڻ ۾ حمل آڻين جي به اوھان کي منھنجي وصال ڪرڻ بعد پارت اٿوَ. مخالفت وڌندي. مگر سڀ تاڻي ٿڪ تي ويندي. مونکي مُلان کان غسل نه ڏيارجو. پر فقير غسل ڏين. پر جي ملان اسانکي غسل ڪرائيندو ته اندو ٿي پوندو.

وصال ڪرڻ کان اڳ عزيزن سائين قلندر شاهه کي علاج لاءِ گهڻي گهڻي مجبور ڪري رهيا هئا ۽ بادشاهه وٽ طبيب وٺي ڪي آيا. اهڙي اصرار تي بادشاهه ڪين ڏنل شعر ۾ جواب ڏيئي علاج ڪرائڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. سائين قلندر شاهه پنهنجي حياتيءَ ۾ ڪُل ٻه ڪلام (شعر) چيا. هڪ ان وقت ۽ ٻيو ان کان اڳ چيو هئائون. ٻه شعر:

عشق سنديءَ آزار - ويهڻ ٻيهڻ آرام وڃايو

ڇو ٿيون طبيب مون وٽ آئيو — موج انهيءَ جو مزو نٿيون ماڻيو

وڃيو وهم ويچار - پاڻ ڪڏي جيڪر ڪنڌ ڪپايو

پير مغان مونکي ڏنو آهي. پيالو — لهي ويو سڀ قيد ڪشالو

هُو دم هر دم ڪار. هاديءَ مون کي حق سمجهايو

عبديت جو لاهي اولو — ڏٺي در مل جو پيچي پولو

احد ڪري اظهار - "شاهه قلندر" نام سڏايو

"قلندر شاهه سائين"

فقير سائين جن سيدن بادشاهن کي ملان کان غسل نه ڏيارڻ واري سائين قلندر شاهه جي وصيت کان آگاهه ڪيو. مگر اُن هوندي به سيد نه مڃيا ۽ سبب ڏيڻ لڳا ته "ابي ڏاڏي کان وٺي مُلان آهي. اهو ئي هميشه غسل ڪرائيندو آهي. هاڻي وري هن کي ڇڏي ڏيون. اُئين نه ٿيندو."

آخر ملان آيو. جڏهن بادشاهه جي پهراڻ جي هڪ ٻيڙي کوليائين مَس ته مُلان دانهن ڪئي ته مون کي ديد کان ٿي پوي. فقير سائين جن پاڻهن کان وٺي ڪيس پري ڪيو ۽ چيو ته "انڌي جو غسل جائز نه آهي."

فقير سائين جن بادشاهه کي غسل ڪرايو ۽ جنهن جاءِ تي بادشاهه پاڻ ڪٽ رکائي شام جو ڪچهري ڪرڻ فرمائيندا هئا. سندن فرمان موجب مزار شريف ۽ روضو مبارڪ تيار ٿيو. جيڪو اڄ تائين درگاهه جي نالي سان اتي موجود ۽ مشهور آهي. ۽ سڀني مريدن ۽ طالبن جي زيارت گاهه پڻ آهي. جتي هر سال ٨ - ٩ - ١٠ محرم ماهه جي بجاءِ صفر ماهه ۾ ميلو لڳندو آهي. هو ڏانهن ملان حياتيءَ تائين ڪين کان ويهجي ويو ۽ گداري به ان حالت ۾ ويو.

فقير سائين جن جو سمورل سيد نبي شاهه جو احترام ڪندا هئا. انهن مان سالڪ مست سيد اسماعيل شاهه. مست الست سيد پريل شاهه. سخي سردار سيد سُنعلي شاهه. سجاده نشين درگاهه سائين قلندر شاهه. هرميران صورت عاشق اربيلو سيد شير محمد شاهه فقير سائين جن جا طالب هئا. سڀئي

صاحب ولايت ٿي گذريا آهن ۽ مٿن روضا ٺهيل آهن. باقي سيّد شير محمد شاهه کي رب پاڪ وڏي حياتي عطا فرمائي، آمين. هو صاحب هن وقت پنهنجي مريدن ۾ ڳوٺ دلدار خان ش لڳ مير ڪوش تعلقي اوباوڙي ۾ رهائش پذير آهن. هڪ درد وارِي صورت آهي. فقير سائين بادشاهن سان جن جهونڙن فقيرن گڏ حياتي جو جيئڻ گذاريو انهن فقيرن ۾ خاص فقير محب علي ڏکڻ ساڪن پنوعاقل ۽ همير فقير جتوئي ساڪن ڳوٺ جتوئي لڳ پنوعاقل. ابراهيم فقير ۽ بهار علي فقير. ناز علي فقير ميراسي ٽيٽي پاڻڙ لڳ گهوٽڪي. فقير غلام حسين دايو ساڪن ڳوٺ ڄامڙا لڳ شڪارپور. گدا فقير ٺهيم عرف ڳنڊو ساڪن ڳوٺ ٺهيم لڳ محمد پور اوڍو. امام علي فقير ٺهيم ساڪن ڳوٺ ٺهيم لڳ محمد پور اوڍو. سچل فقير سهاڳ ساڪن ڳوٺ طيب لڳ رتوديرو. لعل فقير مير بحر ساڪن رتوديرو. قائم علي فقير خاصخيلي ساڪن ڳوٺ دائو. مست الست مولوي علي شير عرف بيخود فقير چنو ساڪن سومرواهڻ لڳ مرڪيا ني تعلقو ڳڙهي ياسين. مست الست سالڪ عاشق بخش الله شاهه ساڪن ڳڙهي بوزدار تعلقو ميرپور ماٿيلو. عاشق شهيد عبدالمجيد فقير ڏکڻ ساڪن پنوعاقل. درد وارِي صورت مثل فقير سندراڻي ساڪن گهوٽڪي. صادق پيرل فقير شيخ ساڪن پنوعاقل. فقير گل محمد خان بکراڻي ساڪن ڳوٺ ڪنڊو بکراڻي. ڏاڏو باري بخش فقير سُندراڻي ساڪن غوث پور. ڪنڊو فقير بکراڻي تعلقه ڪنڌ ڪوٽ ساڪن خود ڪنڊو خان بکراڻي. مست عاشق غوث بخش عرف غوثلو فقير بکراڻي ساڪن ڳوٺ ڪنڊو خان بکراڻي تعلقه ڪنڌ ڪوٽ. ضلع جيڪب آباد رسول بخش عرف اُٺ فقير. ذات ڪٽي ساڪن ڳوٺ بنڊي تعلقه گهوٽڪي ضلع سکر.

بلند فقير ڳڏاڻي ساکن ڳوٺ ڳڏاڻي تعلقو ميرپور ماٿيلو. ستار بخش عرف عزرائيل فقير ميرل سي ساکن ڪنڌڪوٽ. عاشق عبدالله فقير ملڪ ساکن ڳوٺ ٻنڊي تعلقو گهوٽڪي. سالڪ مست عاشق هادي بخش فقير خاصخيلي ساکن ڳوٺ خاصخيلي لڳ علي بحر واهه تعلقو ڪوٽڏيجي خيرپور رياست. مست عاشق محب علي فقير پنهون خان خدمتگذار ساکن ڳوٺ وستي عنايت شاهه تعلقو گهوٽڪي. حبيب الله عرف محمد خان. ابيچند فقير پٽو ساکن ڳوٺ آڳاڻي ضلع لاڙڪاڻه. حاجي جمعو خان فقير ساکن ڳوٺ آڳاڻي. علن فقير کوري ساکن ڳوٺ خانپور ضلع شڪارپور. حمن عرف رحمن علي فقير مير بحر ساکن ڳوٺ ٻنڊي تعلقو گهوٽڪي. عبد علي فقير مير بحر ساکن ڳوٺ ٻنڊي تعلقو گهوٽڪي. شوق علي فقير ڏکڻ ساکن ڳوٺ ٻنڊي تعلقو گهوٽڪي. سچل فقير سيلرو ساکن ڳوٺ هولوڙ تعلقو پنو عاقل. سيد لعل شاهه فقير ساکن ڳوٺ بغداد شريف. ڏک منشي صاحبڏنو ساکن ڳوٺ ڪڏواري تعلقو گهوٽڪي. فقير فرمان علي پوليس جمعدار ساکن ڳوٺ جهلم. فقير غلام حسين پوليس جمعدار ضلع جهلم. فقير عبدالرحمان پٺاڻ پوليس جمعدار ساکن رياست جيند هندستان. فقير نذير حسين صوبيدار پنجابي ساکن قصور. سيد وريل شاهه فقير ساکن ڳوٺ ٺل تعلقو ٺل. فقير رحم علي مڱڻهار ساکن ڳوٺ خواهاڙ تعلقو گهوٽڪي هئا. انهن مان همير فقير، ابراهيم فقير، بهار علي فقير، غلام حسين فقير، گدا فقير، امام علي فقير، مٺل فقير، سچل فقير، عبدالله فقير، درگاهي پيرل فقير. فقير سائين جن جي ٽولي جا ويراڳي فقير هئا، جي فقير سائين جن سان گڏ ڳائيندا هئا.

انهن جهونن فقيرن مان هن وقت قائم علي فقير، مٺل فقير، غوثلو فقير، امام علي فقير، اٺ فقير، عبدالله فقير، عبد علي فقير، حاجي جمعو فقير، بلند فقير اسان وٽ نشاني طور موجود ۽ حيات آهي. اهي فقير سائين جن سان گذاريل زماني ۾ عمل رهاڻ جو بيان ڪري مرده دلين کي جيا پو بخشيندا آهن. سمور و فقراءَ انهن جون پوليون پڙهي خرامان خرامان ٿي ويندا آهي. موسيقي جو ماهر صاحب ستار نواز خانصاحب نيڪ محمد اُتي و ڳويو عاشق عبدالرزاق شاهه، عشق جو ناچو سيد بخش الله شاهه فقير سائين جا طالب آهن. جڏهن به ويراڳ واري محفل ۾ اچي ويندا هئا ته محفل جي رونق دوبالا ٿي پوندي آهي. مٿي جا ٿايل قوالن جي جسم ۾ نئون روح ڦوڪجي ويندو هو. ڳائيندڙ ۽ ٻڌندڙ ٻئي مست

تي ويندا هئا. مطلب فقير ﷺ سائين جن پنهنجي دور مسن ۾ ويرآپ جي بادشاهي ڪئي
هن وقت ته نيڪ محمّد خانصاحب جن ستار جي تند چيڙي جهونن فقيرن جا چاڪ چڪائي
وجهندا آهن. ۽ دليون ته گهائجي پونديون آهن.

—...... شهر ٽوديري جي سڪونت دوران سال ١٩٤٨ع کان سال ١٩٧٢ع تائين 25 سالن جي
عرصي ۾ فقير سائين جن ڪيترن طالب ومريدن تي طريقت جي فيض جي عنايت ڪري جو
احسان ڪيو. انهن مان اڪثر نالا هن ريت آهن.

فقير غلام رسول مگنهار خاص خدمتگذار ساڪن ڪندڪوٽ. فقير محمد بخش چاچڙ
ساڪن پنوعاقل. صداقتمند عاشق فقير علي مراد ٻگراڻي ساڪن ڳوٺ ڪنڌ و خان ٻگراڻي
تعلقه ڪنڌڪوٽ. روشن علي فقير ٻگراڻي ساڪن ڳوٺ ٻگراڻي تعلقو ڪنڌڪوٽ. فقير ماستر
نورالدين ڏاهاڻي ساڪن هيبت شهيد تعلقو ڪنڌڪوٽ. شمن فقير ٿهيم ساڪن
ڳوٺ ٿهيم لڳ غلام شاهه تعلقو ڳڙهي ياسين. فقير ماستر محمّد افضل ٿهيم ساڪن ڳوٺ
ٿهيم لڳ محمّد پور اوڍو. فقير ماستر محمد اشرف ٿهيم ساڪن ڳوٺ ٿهيم لڳ محمّد
پور اوڍو. ساماڻو فقير پنهيار ساڪن ڳوٺ پنهيار تعلقو جيڪب آباد. محب علي انور
فقير ساڪن ڳوٺ الاهي بخش خان عارباڻي تعلقو ٽوديرو. فقير عبدالرحمٰن عرف گنبو
ڪلهوڙو ساڪن لڳ پنگي ڪلهوڙا تعلقو ڏوڪري. خانصاحب فقير غلام مصطفىٰ پٺو صاحب
مختيار ڪار ساڪن شهر لاڙڪاڻو. سيّد علي اڪبر شاهه ساڪن خيرپور ناٿن شاهه حال نظر
ڳوٺ لڳ لاڙڪاڻو. خانصاحب غلام مصطفىٰ خان جوکيو فقير مختيار ڪار ساڪن لاڙڪاڻو
خليفو غلام صديق قاضي ساڪن ڏوڪري. فقير جبرئيل عرف منصور مصطفىٰ چانڊيو
فقير ماستر عاشق صادق شهيد پاڻو غلام نبي ڪلهوڙو ساڪن ڳوٺ عثمان ڪلهوڙو
خانصاحب حاجي قمرالدين فقير سهتو. اين.اي ساڪن ڳوٺ صوپوديرو رياست خيرپور
فقير عزيزالله مهر ٽيلر ماستر ڪنڌڪوٽ. حاجي مير فقير نوناري منظور نظر مير ڪوڙا
خان مري ساڪن ڪنڌڪوٽ. فقير الهداد سندراڻي. فقير موريل سندراڻي پٺي پاٽر
ساڪن ڳوٺ گبلو تعلقو ڪشمور. منشي صدرالدين فقير مگنهار ارباب علي فقير
مگنهار ساڪن ڪنڌڪوٽ. فقير برڪت لعل عرف برڪت الله هندو ساڪن ڪنڌڪوٽ

محمد مراد فقير سمالي. فقير نظر محمد عرف گلزار علي عطا محمد عرف عطن فقير، محمد اسماعيل فقير، خانڻ فقير عرف نانگو، گهرام فقير، سڀ خاصخيلي ڳوٺ ٽالپر وڏا تعلقو ڪوٽڏيجي ضلع خيرپور ميرس. آدم فقير عرف ڏاڏو، جمعو فقير عرف راز علي سولنگي - فقير حيدربخش حاڪم الدين عرف حاڪم فقير، غلام مصطفیٰ فقير، نواز احمد فقير، رحم علي عرف رحيم ڏنو سڀ خاصخيلي ڳوٺ پير صاحب جي ڪور تعلقه ڪوٽ ڏيجي ضلع خيرپور ميرس.

اهڙي طرح طالبن مريدن جو اندازو ڪرڻ نهايت ڏکيو آهي. هر قسم جا ماڻهو غير مسلمان هندو، مارواڙي، ڪولهي، ميگهواڙ، اوڍ، ٺڪر وغيره اچي وڃن ٿا. مسلم قومن مان سنڌي، بلوچ مهاجر، پنجابي، پٺاڻ، سيد، ايراني، ترڪ وغيره اچي وڃن ٿا. جي رياست جنيد ڪان وٺي ڪشمير، پاڪستان، هندستان، ايران ۽ عراق وغيره ۾ رهندڙ آهن. ڪيترا طالب فقير درگاهن جا سجاده نشين صاحب وغيره صاحب ولايت ٿي گذريا آهن.

سخي سردار عاشق عارف سيد سڌنعلي شاهه جيلاني مست الست سيد صاحب سيد پريل شاهه جيلاني سالڪ مست تارڪ سيد اسماعيل شاهه جيلاني سالڪ مست سيد پڙل شاهه مست الست مولوي علي شير عرف بيخود فقير، عارف سيد سعد الله شاهه مست الست، عارف سيد سعد الله شاهه ساڪن ڳوٺ علي گنج تعلقو ميرپور ماٿيلو. عاشق صادق محمد امين بکراڻي فقير تعلقه ڪنڌڪوٽ. عاشق عارف هادي بخش فقير، عاشق عارف ابيچند فقير مٺن روضن مبارڪن تي عرس شريف ٿيندا رهندا آهن سندن درگاهن تي وڏو وڏو ميلو لڳندو آهي. جو صاحب ترڪ واري فقير سائين جا طالب هئا، ۽ پنهنجي پير جا نقش قدم آهن.

شعر

مذهبان والي دروازي اُچي راهه فقر دي موري هو
پنڊتان تي ملوانيان کولون چپ چپ ويندي چوري هو
اڏيا مارڻ ڪرڻ بکيڙي دردمنديان دل گهوري هو
باهو چل اٿاهين وسيئي جسي دعوي نه ڪسي هوري هو

## "مشرب وملت"

اها حقيقت آهي ته اولياء الله مان ڪيترا شيخي مشائخي مخدومي ۽ غوثي درجي جا ٿيندا آهن ته ٻيا وري فقير سلطاني قلندري درجي جا صاحب ترڪ هوندا آهن. اهڙي ئي طرح اسان جا فقير سائين جن پنهنجي وقت جا وڏا قلندر هئا. آزاد ملڪ جا واسي مذهبي قيد کان لاقيد. طالب المولى جي نام ۾ معني جا ماهر عشق معرفت جا صاحب ۽ ڄاڻو هئا. سندن اقوال ان باري ۾ پڙهڻ جهڙا آهن.

شعر

برهه پڙهي نام ٿي تحقيق تان فقير آن
جي تون ملامت نا ڪئين شيخ المشائخ پير آن

نه مين مسلم نه مين ڪافر نه مين مذهب منيندا هان
مگر مين طالب المولى رندي رمزان رليندا هان
قلندري ڪله تي قائم قدم مردا ڌريندا هان
حسن والى حڪم اپني طبل شاهي وڄيندا هان

## "عمدل فقير"

انهيءَ جو مطلب اهو آهي ته جيئن سچل سرمست رحمة الله عليه سمجهايو آهي ۽ فرمايو آهي

شعر:-

ڪلمي مون کي ڪين ڪيو مور ٿيون مسلمان
نه ڪي احمد مو ڪليو عرب کان ايمان سچل سرمستان
عالم ليکي آدمي.

وڏي فقير سائين جن فرمائن ٿا ته "برهه جي بيعت ڪري يا عشق کي امام بڻائي سچي راه آهي. بعد ۾ جيڪي مذهب فرقه بڻايا ويا آهن انهن جي مخالفت ڪري هڪ ڏي ريائي جو قدم ۽ فيصلو آهي.

شعر:- مخالف ڪل مذهبن کان امامت عشق جي افضل
بيعت برهه جي باسي برابر بي ريائي ڪر. 'عمدل سائين'..

ــهن رندن. قلندرن ۾ وري به درجا آهن. ڪن ته اهي جيڪي فارغ مشغول هوندا آهن
ٻيا اهي. جيڪي مشغول هوندي به فارغ هوندا آهن. جن کي مشغول فارغ سڏبو آهي.
فقير سائين جن مشغول فارغ جي مشرب جام ۽ مجاهد هئا. جيئن پاڻ فرمائن ٿا.

شعر:- ڪشف ڪرامت تقوىٰ، ناهي ريت رندن کي روا.
غمدل ٻقابي سرٿيا، جسمئون رهن جيري جدا ۽ "غمدل سائين"

جنهن جو مطلب اهو آهي ته جهان دنيا جي ڪاروبار ۾ مشغول رهڻ هوندي به ان ۾ اڙيل
ڪين رهندا آهن. جيتري حياتيءَ ۾ جسم جي قيد کان آزاد ۽ بي پرواه رهندا آهن. يعني

درقبائي بادشاهي دل فقير ۽

پاڻ عاشق هئا حسيني حال ۾ گذارڻ پنهن جي لاءِ فخر سمجهندا هئا. انهن جي ياد سڪ سوز
۽ تعريف کي پنهن جي لاءِ غنيمت ڄاڻندا هئا. سندن اقوال ان ڳالهه جي تصديق هن ريت
ڪن ٿا.

صنم هن سوز باري ۾ حسيني حال آهنجو
شعر:- شهنشاه عشق سرآيو پئي مان پال آهنجو
غنيمت ڄاڻندا غمدل حسيني سوز همدم غم
صدف چشمان زگريان لوهڙ صد بارها آيا ۽ "غمدل"

وٽن ايتري قدر محبت هوندي هئي جو ساري دنيا حضرت امام حسين عليه السّلام جي احسان
۽ رحمت جو چٽو چانيل سمجهندا هئا ۽ سندن مدح ۽ ثنا کي عبادت جو درجو ڄاڻن ٿا.

شعر:-
ان ڪا غمدل هئي عبادت مدح خوان جن ڪا هون مين
هر مڪان سايه اُسي هسوار ذوالجناح ڪا ۽ غمدل سائين

فقير سائين جن شيخ المشائخ سيّد عبدالقادر جيلاني رحمة الله عليه قطب رباني. محبوب
سبحاني ميران محي الدين غوث اعظم بغدادي بادشاه جو اسم مبارڪ وڏي عزت ۽ احترام
سان وٺندا هئا. اڪثر ڪري محبوب جي لفظ سان سندن شان بيان ڪندا هئا. پاڻ کي ان جو طالب

مريد چاڻندا هئا. محبوب سبحاني جي طرفان فقير سائين تي گهڻيون ڪرمنوازيون ٿيل آهن انهن جو بيان پاڻ مداح شريف ۾ ڪري فرمايو آهي. ڪي بند مداح شريف جا پيش ڪجن ٿا.

شعر:-

اي دستگير دوجهان سيد سراج الاولياءَ
سلطان اعظم غوث گيلاني واڪمل اولياءُ

شجر محمد جو ثمر مولا جو منظور نظر
رحمت ڪرامت جو ڪري تارن ۾ شمس الاولياءُ

شير خدا جو شير تون حسنين سائين زير تون
دل فاطمه دلير تون . سونو رنرمل اولياءُ

"غمدل" غلام غلامن - سڳ بوس پائي تو سڳن
منظور مداحي جا ڪجن . مطلب مڪمل اولياءُ

"غمدل سائين"

فقير سائين جن شهنشاهه علي المرتضيٰ مولا علي مشڪل ڪشا، شير يزدان حيدر ڪرار عليه السلام جي شان مبارڪ ۾ جيڪي به وصفون ۽ صفتون آهن انهن کي دل جي ذوق ۽ گهرائين سان بيان ڪندا هئا. سندن تعريف وقت فقير سائين جن جي چهري مبارڪ ۾ تغير پيدا ٿي ويندو هو. ايتري قدر جو شهنشاهه جي اسم مبارڪ کي "اسم اعظم" چوندا هئا. اهڙا شعر صاحب ولايت جي شان ۾ ڏهن ريت آهن.

شعر:-

شهنشاهه علي شيرِ يزدانِ حيدر
لحم دم نبي روح جسمانِ حيدر

بيت الله تولد - خدا گهر شهادت
رتبا هئي عالي عجب شانِ حيدر

سوالي ڪون خالي نه مولا ولينداا
ڪريندا ها فريد قربانِ حيدر

ته اسمِ علي نام ورد و زبان هئي
"غمدل" مداحي محبانِ حيدر "غمدل سائين"

شعر:-

دم عليؑ عليؑ دم عليؑ عليؑ دم علي علي دركار
سدا صد بار، زبان گفتار- دما دم عليؑ عليؑ دركار
"غمدل" ملنگ مداحي مولا، منگدا ذوق الاهي مولا
تيڏي وحدت دا ويساهي مولا- اسم علي اذكار
دما دم علي علي دركار "غمدل سائين"

شعر:-

علي است در دل، بدم دم دما دم
علي ذكر الله، علي اسمِ اعظم
"غمدل" غلامان غلامِ علي- سگان بوس پائي سگ بنامِ علي
فخر دو جهان در امير استم۔ "غمدل سائين"

فقير سائين جن شهنشاهه علي عليه السّلام جن کي فيض جاري وارا سمجهندا هئا. حضور سائين جن جنهن به اصحاب سان ولايت جي عنايت كندا هئا ته حيدر كرار جي معرفت ٽيندي هئي جو ته پاڻ صاحبِ ولايت آهن. هن حديث شريف جو مفهوم به اهڙي طرح پورو ٿئي ٿو.

اَنَا مَدِيْنَةُ الْعِلْمِ وَعَلِيٌّ بَابُهَا "حديثِ نبوي"

جيكڏهن ائين نه ٿئي چئجي ته اِڪ نكتي دي وچ گل مكدي هئي "ته اها ڳالهه برابر ٿيندي. جو فقير سائين جن انهن لفظن ۾ اها ڳالهه مكائي ڇڏي آهي ته "علي ذكر الله، علي اسمِ اعظم".

اسمِ اعظم ۾ شان جا سڀ نقطه اچي پورا ٿين ٿا. فقير سائين جن رافضي ۽ خارجي ٽولن کان كناره كشي اختيار كندا هئا. چوندا هئا ته "انهن مان كو فيض حاصل نه ٿيندو"

چوته گستاخ آهن، "پنهن جي طالبن مريدين کي پنهن ڪري ان طرف کان پاسي رهڻ لاءِ سخت تاڪيد ڪندا هئا - محبت ۽ سلوڪ قائم رکڻ جي لين هدايت ڪندا هئا،

فقير سائين جن اهي سني "نه هئا جو مولي مشڪل ڪشا کي چوٿين درجي تي يارن ۾ شمار ڪن، نه وري اهي شيعي" هئا جو اصحابن سڳورن، يارن وفادارن جو احترام ۽ محبوب سبحاني سيدنا عبدالقادر جيلاني جو ادب نه ڪن. پاڻ سرمست صوفي لاقيدرند، عارف عاشق تارڪ قلندري ۽ سلطاني منصب جاهر رهيا. ان باري ۾ پاڻ فرمايو اٿن،

شعر:-

مشرب خاص مبين اسان جو

رندي مذهب دين اسان جو

ملت سان ملڻ جي - لااله الاالله شرڪ انهي ۾

"غمدل سائين"

پاڻ مسجد شريف - امام بارگاه يا مٺخاني ۾ نماز ادا ڪندا هئا. مگر نماز هٺ بڙي ادا ڪندا هئا. ڪنهن به جماعت ۾ فرق نه سمجهندا هئا فقط پنهنجي مطلب سان مطلب رکندا هئا. گرچا، مڙهي ۽ مندر کي به گهٽ نگاه سان ڪين ڏسندا هئا - جيڪڏهن ڪائين ڪو طريقي بابت پڇندو هو ته جواب ۾ فرمائيندا هئا ته " اسان حيدري، جعفري قادري، صوفي سروري آهيون".

پاڻ وقتي عبادت بجاءِ دائمي دم جي عبادت ۾ مشغول رهندا هئا. اهڙي عبادت کي هر عبادت کان افضل سمجهندا هئا. جنهن جي باري ۾ هن ريت فرمايو اٿن.

شعر:-

نه مين عابد نه مين زاهد نه مين قضا ڪريندا هان

سر ميدان منصوري عجب بازي بنيندا هان

قلندري ڪار تي قائم قدم دم دا اٿيندا هان

حسن والي حڪمراني طبل شاهي وڄيندا هان غمدل سائين

فقير سائين جن سرورِ ڪائنات فخرِ موجودات آقا حضور عليه صلوات والسلام سان وڏي وڏي محبت رکندا هئا. ۽ پنهنجي عقيدي مطابق جيڪو شان بيان ڪيو اٿن اهو دل کي فرحت بخشيندڙ آهي. پاڻ هن حديث شريف کي وڏي وڏ ڌهرائيندا هئا.

"مَنْ رَانِيْ فَقَدْ رَاءِ الْحَقُ" "حديث نبوي"

جنهن جو مطلب آهي ته:-

جنهن مونکي ڏٺو تنهن رب کي ڏٺو.

يعني جنهن حضور عليه الصلواة والسلام کي ڏٺو تنهن الله تبارڪ وتعالىٰ جو ديدار ڪيو. تنهن ڪري فقير سائين جن فرمائيندا هئا ته "مذڪوره حديث شريف موجب ذات جو مثال بشري صفات ۾ موجود آهي. باقي محمدي صورت جو مثال ڪون ومڪان ۾ ملڻ مشڪل آهي. مشڪل ته ڇا پر آهي ئي ڪونه."

ان باري ۾ سندن اشعار ۾ شان هن ريت بيان ڪري فرمايو اٿن:-

شعر:-

ثنائهِ محمدﷺ عبادت ڪهون - بصلوات اعلىٰ عبارت ڪهون

خاطر نبي دي لولاڪ لما - خدا خاص خلقيا هر دو جهان

مخفي گنج روشن رجاعت ڪهون ثنائهِ محمد عبادت ڪهون

يٰسين دا سرتي سهرا بنا - لقب جنهن دي دفتر دا زهرا بنا

بعد از عليؑ دي امامت ڪهون. ثنائهِ محمد عبادت ڪهون

صفتِ خدا صفتِ خيرالبشر - علي فاطمهؑ او شبير و شبر

غمدل دي هر دم حمايت ڪهون ثنائهِ محمد عبادت ڪهون

وڌيڪ فرمائن ٿا ته حضور صلي الله عليه وآله وسلم جي نازتي ناز آهي جو پنهنجي جهانن ۾ محمدي صورت سان تشبيهه رکندڙ ڪا به شيءِ نه آهي. ڇو ته حضور ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جن جي نظر سان فقير سائين جن حضور پرنور صلي الله عليه وآله وسلم جن

جو ديدار ڪيو آهي. ۽ فقير سائين جن کي موجوده قرآن سر و ڪائنات ٻنهي الهائيندڙ قرآن ڪري سمجهايو آهي. تنهن ڪري جيڪو ڪلام فقير سائين جن جو آهي اهو حديث ۽ قرآن شريف جو راز سمجهڻ گهرجي.

شعر:- تنهنجي نانءُ تي آهي نانءُ مونکي هر دو جهان ۾
تصوير جي تشبيه نا ڪون و مڪان ۾، ”غمدل سائين“
غمدل لکيو لکن ۾ تنهن جي نظر سان توکي
سامت تو سمجهايو مونکي ناطق زبان ۾،

فقير سائين جن وڏيڪ سمجهائڻ ٿا ته حضور شاهنشاه جي حسن آڏو جن، انس ۽ حور ان پريون سڀ ڪا به شيءِ ڪين آهن، ۽ پاڻ هڪ جي حيثيت رکن ٿيون. جيڪا به جهانن جي رونق آهي. اهو سڀ حسن ڪمال محمدي مظهر جو جمال آهي. جنهن جو مثال ڪا شيءِ نه آهي. حضرت يوسف عليه السلام جهڙي حسين مه جبين کي به محمدي حسن مان صرف هڪ جز مليل آهي. انهي هڪڙي جز دنيا جي انسانن کي حيران ڪري ڇڏيو. ۽ ڏسندڙن هٿ ڪپائي ڇڏيا هئا. ان لاءِ مصر جي اميرزادين ۽ وڏگهرانن عورتن جي قصي مطابق جن حضرت يوسف عليه السلام جي حسن ڪمال کي ڏسڻ کان سواءِ بيبي زليخان ڏانهن مهڻا ۽ ملامتون چوائي موڪليون. مگر يوسفي حسن ڏسڻ شرط پنهنجا هوش حواس وڃائي ويٺيون ۽ حيران و پريشان ٿي ويٺيون. ۽ صورت ڏسڻ شرط هٿ ڪپي ڇڏيائون. اهڙي طرح محمدي حسن نه ڏسڻ ڪري هن وقت جيڪي ماڻهو پيا ٿا گهٽ وڌ ايو ڪن، اهي جيڪڏهن مصر جي عورتن وانگر روبرو حضور شاهنشاه کي اکين سان ڏسن ته جيڪر هٿن وڃائڻ جي بجاءِ ڪنڌ ڪپائي ڇڏين ها. اهڙا گهڻا مثال آهن جن اهو ديدار حاصل ڪيو تن سر ڌڙ کان ڌار ڪرائي ڇڏيا ته ساري عمر ان تي اشتياق ۽ محبت ۾ عاشق و مشتاق ٿي رهيا. اسان جا فقير سائين جن به حضور عليه الصلواة والسلام جن جي عاشقن مان هڪ آهن جنهن جي تصديق لاءِ هيٺ ڏنل شعر پيش ڪجي ٿو.

شعر:- مت مطلق ناهي مثال تنهنجو - ڪل مظهر حسن ڪمال تنهنجو
جز يوسف کي هو جمال تنهنجو سينا طور سڙي تيو پرزا پٽ

ياقوت عقيق زمرد زرد، شرمند بدخشان گوهر گرد
مرجان و ڪهربان ريحان ڪيرد، تشبيه مثل تياتم تمور
ڪٿي حيرت ۾ هوشناڪ چوان، ڪٿي "غمدل" جهڙا غمناڪ چوان
ڪٿي سالڪ مرد مشتاق چوان، تنهنجي جلوه عڪس جاٿي اهڙا اثر

فقير سائين جن پنهنجي ڪلام ۾ حضور پرنور صلي الله عليه وسلم جي بشري صفات ۽ اوصاف اهڙي انداز ۾ بيان ڪيا فرمايو آهي جو هر شيءِ جو جهان دنيا ۾ مثال ملي ٿو ۽ موجود آهي. ذات الاهي جنهن کي ادراڪ جي ملڪ ۾ رهندڙ سمجهيو ويندو آهي ان ذات جو نه مثال محمدي صورت ۾ موجود آهي جيئن حديث شريف ۾ بيان ٿيل آهي. "من رآني فقد رأ الحق". جنهن ڏٺو مونکي تنهن ڏٺو ذات حق مگر انساني صورت جنهن کي حضوري قرب حاصل هُئا ڪري اشرف المخلوقات جو رتبو مليو آهي ان جو ڪي مثال نٿو ملي. جو ته هو سڀ محمدي مظهر جو جمال ۽ حسن ڪرشمه ڪمال آهي اهڙي مضمون جو ڪلام معني سميت پيش ڪجي ٿو.

شعر:- بي صورت، صورت پردا. خود پردا رخ دلبر دا ۽ "غمدل سائين"

انسان جيڪو ڪائنات جي ڪنهن به صورت تي خليق ڪين آهي اهو بي صورت آهي يعني ان جهڙي ٻي ڪا به صورت ڪين آهي مگر هر هڪ انسان جي جيڪا صورت آهي اها به هڪ جهڙي ڪين آهي. ان ڪمال ڪري هر انسان بي مثال آهي. پر جيڪو ڪمال جو پردو آهي اهو به ان دلبر جي رخ جو مظهر آهي جنهن جي ڪا به شيءِ مشابهه آهي نٿي ڪين.

شعر:- بي صورت صورت اولي. ڪر ناز ادا گهنڊ کولي
ڪل ٻوليان ڀڳين ٻولي. اطوار سپوانور دا ۽ "غمدل سائين"

بشر جي صورت جيڪا بي مثال صورت آهي. ان ميني صورتن ۾ اولو آهي. يعني هر صورت انسان لي پنهنجو حسن ڪمال غماز آهي ۽ ان ۾ ڪيترا گهنڊ ۽ مخفي راز آهن ان بي مثال هر صورت ۾ ڪل ڪروڙ گڻ آهن. جيڪا اها گڻن واري صورت ڪان ٻولي ظاهر ٿئي ٿي اهي

سپ اوصاف اطوار ڪمال وجمال حسن حضور صلي الله عليه وآله وسلم جا آهن.

شعر:- اهو سپ سينگار صنم دا، موجود ېنقش ادم دا

آوار ادم وچ دم دا، دم دم ظلمات بحر دا "غمدل سائين"

جيڪا شيءِ ادم ۾ موجود هئي اها جهان دنيا ۾ ان نقشي تي اظهار ٿي آئي آهي ۽ اهو ان صنم جو سينگار آهي. ڇو ته پنهي جهانن جو اظهار محمدي مظهر جو ڪمال آهي جو هر شيءِ حضور عليه الصلوات والسلام جي نور مان پيدا ٿيل آهي. جيئن ته حديث شريف ۾ فرمايل آهي " انا نور الله وكل خلق من نوري" مان ذات نور آهيان ۽ بي سموري خلق منهنجي نور مان آهي. ادم جنهن ۾ سواءِ ذات باري تعاليٰ جي ڪا شيءِ ڪا نه هئي انتي ادم جو آوار موجود هو سواءِ صورت جي آوار پڌرا عين ٿيندو آهي تنهن ڪري ان دم جي آوار جو ادم ۾ موجود هجڻ صورت جو ثبوت آهي، اهو دم ان ظلمات جي بحر جو در آهي ان مان ظاهر آهي ته هيڪڙائي واري ملڪ ادم ۾ حضور سائين جن موجود هئا. جنهن ڪري محمدي صورت ۾ سندن خود جوئي ظهور ٿيو. جنهن ڪري انسان کي اشرف المخلوقات جي شرف سان نوازيو ويو. يعني انتي به اها محمدي صورت موجود هئي جو هتي به ان جو نقش انسان جي صورت ۾ ظاهر ٿيو، فرمان آهي ته "خَلَقَ الْآدَمَ عَلَىٰ صُوْرَتِهٖ" خلقيو مون آدم کي پنهنجي صورت تي.

" الانسان سري وانا سره" انسان منهنجو راز آهي ۽ مان انسان جو راز آهيان.

مطلب ته انسان ۽ آدم جو صرف اولو آهي هت به ته هت به محمد ﷺ صورت جو مظهر موجود آهي

شعر:- بي روپ دا روپ رنگلونا. ڪٿ ظاهر ڪٿ بطونا

ڪٿ محسن ڪٿ مفتونا. بيچون بي مثال بشر دا "غمدل سائين"

اها صورت جيڪا بي روپ آهي، يعني بي مثال آهي ان جو ڏاڍو وسهڻو رنگ ڍنگ آهي ڪٿ ظاهر احمد آهي ڪٿ باطن احد آهي، يعني احمد ۽ احد کي ملائجي تو ته محمد صلي الله عليه وسلم بڻجي پوي ٿو. عرش تي احمد ته فرش تي محمد آهي. ڪڏهن اهو عاشق آهي ته ڪڏهن معشوق آهي مگر اها بشري صورت جنهن جا ايڏا ڪمال ۽ ڪرشما آهن اها بيچون ۽ بي مثال آهي جنهن جو واضح طور اندازو لڳائڻ عقل جي قياس کان مٿانهون آهي. اهو

عشق ۾ ئي سگهي ٿو جيڪو عاشق جي روپ ۾ معشوق (محمّدي) صورت کي صحي شان سان سڃاڻي سگهي ٿو.

شعر:- بي مثل دي معنيٰ مثلي - من رآني والي وسلي
تحقيق محض هئي تسلي - اهو لفظا "عمدل" ڳُرڙا ٪ "عمدل سائين"

جيڪا ذات الاهي آهي جنهن کي بي مثل سڏيو ويندو آهي، انهي جو ته مثال آهي جو ته:-
"من رآني فقد رأء الحق" جي حديث شريف مان ثابت ٿئي ٿو. جنهن حضور صلعم جن کي ڏٺو. تنهن ذات الاهي (حق) کي ڏٺو. معنيٰ حضور صلى الله عليه وسلم خود ذات آهن.

شعر:- احد احمّد وچ ۾ رڳو ميم فرق
آهي مستغرق - عالم انهي ۾ الهم "شاه سائين"

تنهن ڪري فقير سائين جن فرمائن ٿا ته اها اسانکي بلڪل پڪ آهي جو جهان جي هادي اعظم گفتگو "من رآني فقد رأء الحق" حديث شريف ۾ فرمائي پرداچاڪ ڪري ڇڏيا آهن. تنهن ڪري فقير سائين جن ان عقيدي جا آهن ته ذاتي صورت جو مثال محمّدي صورت ۾ موجود آهي مگر محمّدي صورت جو شان ڪون ومڪان ۾ نٿي ڪين آهي. جنهن لاءِ فرمائن ٿا ته:-

شعر:- ڪن ڪان اڳي ڪانٿي هو. جو ڪئي جو جنسار
ڳجهو سمايل ڳجهه ۾، اونهو سُر اسرار،
پاڻ پڙهي پاڻ سمجهي، پاڻ ڪري ويچار،
سو عمدل ڳُر گرنار. آديسي اثبات عيو! "عمدل سائين"

ان ادمر واري حال جو پٽائي صاحب جن هن طرح بيان ڪري فرمايو آهي:-

شعر:- نه ڪي ڪن فيڪن هو. نه ڪي صورت ماھ
نه ڪا سڌ ثواب جي. نه ڪي غرض گناھ،
هيڪڙائي هيڪ هئي - وحدانيت ويساھ،
لکيائين لطيف چئي. ڳجهاندر ڳاھ،
آلين ١٦/رواح - اها ساڃاھ سپرين:. "شاه سائين"

مطلب انهيءَ وقت به اها محمّدي صورت موجود هئي جنهن جون مخفي ملاقاتون نفي اثبات جي شيشي مان خود معشوق خود عاشق پاڻ ڪري رهيو آهي، آدم عليه السلام جي ايجاد کان اول ئي محمّدي صورت جو مظهر موجود هو. جنهن جي تصديق حضور پر نور عليه الصلواة والسلام جن حديث شريف ۾ ڪري فرمائي آهي.

ترجمو:- "آدم عليه السلام جي مٽي جڏهن ملائڪ گوهي رهيا هئا.

ان کان اول ئي مان آخر زمان نبي آهيان" "حديث نبوي"

فقير سائين جن محمّدي حسن جنهن ساري جهان کي حيرت ۾ وجهي ڇڏيو آهي ان باري ۾ فرمائن ٿا ته انهي حسن جا بي تعداد عدد آهن جنهن ڪري حمّد عربي جي حد ئي ڪا نه آهي ان مضمون تي مبني ۽ عقيدت جي گلن سان سينگاريل حضور جن سان مخاطب ٿي شان بيان ڪيل شعر پيش ڪجي ٿو.

شعر:- تنهنجي حسن جا بي تعداد عدد ، منجهه حيرت ناهي ڪا حمّد جي حد

ڪئي ملڪ فلڪ تو مطيع ڪيا ، خادم خاص نبيؐ ڪيا

ڪئي والي ملڪ وسيع ڪيا ، ملين قوسين ڪنا مقصد

تنهنجي شان شرف جو شناسي آهه، پسڻ جو "غمدل" پياسي آهه

تنهنجي مدس ڪاڻ محواسي آهه، نت راهه تڪي پيو طرحين ترڙد "غمدل" سائينءَ

هائي انهيءَ ڳالهه جي سخت ضرورت آهي ته نور ڪيترن قسمن جا يا درجن جا آهن. عام ماڻهو ته هڪ نور سمجهندا آهن. مگر نور جا ست درجا آهن:-

١. نور ناسوتي ٢. نور ملڪوتي ٣. نور جبروتي ٤. نور لاهوتي ٥. نور هاهوتي ٦. نور باهوتي ٧. نور ذاتي

انهن ستني نورن جو درجو سواءِ ذاتي نور جي تخليقي درجاتي نور آهي ۽ انهن ستني درجاتي نورن کان بشري نور جو شان افضل آهي. جنهن جي تصديق قرآن مجيد به ڪري ٿو ته حديث شريف به ڪري ٿي.

هاڻي هر تخليقي نور کان بشري نور جو تعلق ذاتي نور سان وڌيڪ قريبي آهي. جڏهن

ان ذاتي نور سان ناسوتي نور بشري جي نسبت مجاز قائم آهي تڏهن اها ناسوتي نور واري شيءِ به سيني تخليقي نورن سان وڌيڪ شان واري ٿي وئي. جنهن جو مثال حضور ڪريم صلعم جن جي نالين مبارڪ جي شان ۽ حضرت جبرئيل امين جي شان ۾ امتياز هُئڻ ور جي بيت ۾ ڄاڻايو ويو آهي. انهيءَ جو صرف سبب اهو آهي ته ذاتي نور حضور سان شامل هجڻ نسبت مجاز آهي.

شعر:- ڪني ڪس مان پيدا ٿي نار پري نار
پئي پيش پنهل جي ڪوڏ منجهان ڪنوار
دوستاڻي دربار پٽ سمي سان پيله هئي "شاهه صاحب"

اي محبت کان دور رهندڙ انسانو! ٻڌايو؟ ته اها ڪهڙي شيءِ هئي جيڪا جبرئيل عليه السّلام تي هڪ ترا آئي وڌڻ سان جلائي ٿي ڇڏيو. ۽ اها ڪهڙي شيءِ هئي جنهن نالين مبارڪ کي ذرو به نه ڏنو. ۽ نالين مبارڪ لڳڻ سان عرش معلىٰ جو شان بلند کان بلند تر ٿيو رهيو هو. ان مثال موجب محمدي نور جو بشري يعني انساني صورت ۾ وجود پاتو به بين تخليقي نورن کان امتياز ۾ درجي ۾ مٿي آهي. جيئن حضرت جبرائيل عليه السّلام ۽ نالين مبارڪ جي وچ ۾ امتياز معراج واري رات ۾ ظاهر ٿيو. تنهن ڪري بشري جامي جو جيڪو فقير سائين جن شان بيان ڪري فرمايو آهي اهو بلڪل هو بهو آهي. ڇو ته ذات جو مثال صفات ۾ آهي مگر بشري صفات جو مثال جهان ۾ ئي ڪين آهي. فقير سائين جن زاهد لي تنهن ڪري هن رت اصلاحي هدايت ڪن ٿا.

شعر:- برهمڻ پنهنجي هٿن سان بت پاڻ بنايو
تنهن جي ڪري ٿو بندگي سبنس نما يو
"غمدل" افسوس زاهد کي شرم نه آيو
جنهن بي مثل الله ولي وقت وڃايو. "غمدل سائين"

آلبتي فرمائن ٿا ته:- الله الت پلت کي سنڀال زاهدا
منهنجو هٿن پيرن وارو بي مثال زاهدا
برهمڻ کان صداقت جي سک چال زاهدا
"غمدل" صلواة محمد و آل زاهدا
غمدل سائين

اهڙو آهي مشرب ۽ ملت اسان جي فقير سائينجن جو خود فرمائن ٿا.

شعر :- ڪعبو حسن سچي آ مسجود منهنجو - صورت انساني لئي آهه سجود منهنجو
حج حسن حضور حرمين به آهه - طواف گرد طرفين به آهه
نيڻن نينهن نماز ون فرضين به آهه. جنهن جاءِ محبوب موجود منهنجو
عين العين يقين اعتبار عجب، ايجاد عجب انوار عجب
هي ٔعمدل جي گفتار عجب خوش حال سدا خوشنود منهنجو
'عمدل سائين'

جيئن ته فقير سائين جن ترڪ دنيا سُنّت طالبين ' جي قول موجب ترڪ جا صاحب هئا تنهن ڪري ترڪ جي اهڙي حالت هوندي هئي جو جيڪي ڏينهن جو اينڊ و هوس سو شام تائين اُف ڪري ڇڏيندا هئا. مگر گهر ۾ جيڪي گندم يون گندرا. چانور ماٽا وغيره هوندا هئا سي سڀ خالي هوندي به هٿان چاڙهيا ڏيڪ ڏيارائي لٽائي ڇڏيندا هئا. فقير سائين جن جا مرشد محبوب سائين مادي قلندر شاه باد شاه جن جڏهن فقراء سميت پني ماڻل ايندا هئا ته سون جي تعداد ۾ اچي خلق گڏ ٿيندي هئي. بادشاهه جو دستور هو ته اچڻ شرط ئي اندر گهر ۾ هليا ايندا هئا. آئي صاحبه فقير سائين جن جي اهليه کان هر هڪ ٿانو گندي، گندري جا چاڙهيا ڏڪڻ لهرائيندا هئا. پڇندا ويندا هئا ته هي ڇا جو ٿانو آهي؟ هي ڇا جو پاڙو آهي؟ هي اٽي جا ڪي گندم جا. ڪي چانورن جا. ڪي ڪڻڪ جا. ڪي تماڪ جا ته ڪي جوئر جا ٿانو هڏايا ويندا هئا. سڀ ٿانو بادشاهه خالي ڏسي فرمائيندا هئا ته " فقير اسان کان به وڌيڪ آسودو آهي. اسان وٽ رات لاءِ ڪپڙي ۾ ڪڻا (؟) هوندا آهن پر فقير وٽ ته هر شيءِ جو لوڪ لڳو پيو آهي".

جيئن بادشاهه جن گهر مان پير ٻاهر ڪڍندا هئا ۽ مٿانئي تي پهچندا هئا ته سڀ ٿانو جيڪو جنهن شيءِ جو هوندو هو وٺي لنڊن گندم تائين ان شيءِ سان پُر جي ويندو هو. بادشاه جن ڪجهه عرصو فقير سائين جن سان رهائش ڪرڻ بعد جڏهن واپس وڃڻ جي تياري ڪندا هئا ته آئي صاحبه ۽ فقير صاحب جن عرض ڪندا هئا ته " قبلا اسان جي گهر جا ٿانوَ اوهان کي اجازت نٿا ڏين، جو انهن ۾ ڪجهه هٿا پيا آهن. اڳ جنهن حالت ۾ هئا ان ۾ اچن ته پوءِ.

پل و جي سگهو ٿا.“ اهڙي اسرار تي بادشاه وڌيڪ ريجهي پوندا هئا.

جڏهن فقير سائين جن، آئي صاحب ۾ گهر جا ٿا ته بلڪل راضي ٿيندا هئا تڏهن بادشاهه انهن جي رضامندي جو سبب واپس پنهنجي درگاهه شريف تي ايندا هئا. بادشاهه جي روانگي بعد سانگيو ترڪ هوندو هو، فقير سائين جن ترڪ کي پنهنجي لاءِ پلائي ۾ فخر سمجهندا هئا.

شعر:- صورت انسان نقش پڙا مگر خود سر قلندر شاهه

حسن کا بادشاهه نهين تو ڪلي مظهر قلندر شاهه

گدائي آپ هي گهر کي، نهين حاجت سڪندر کي

صدا غم دل ثنا گر کي، تيري در پر قلندر شاهه

عمل سائين

ترڪ جا عيتراً قصا ۽ واقعا آهن مگر هتي ٿورو بيان ڪجي ٿو جنهن مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته انڌن ۾ ڪيئن فقير سائين جن جي استقامت ۾ قدم مضبوط هوندو هو ۽ ڪيتري ارادي واري قوت رکندڙ هئا.

فقير سائين جن کي مٺاڻي جي پرسان پنهنجي آبائي زمين هوندي هئي هڪ سال ان زمين تي ڪڻڪ ناڙي ۾ ترسي پوڪائڻ لاءِ تيار ڪئي ويئي. محب علي فقير ڏکڻ جيڪو پنهنجي عاقل شهر ۾ رهندو هو فقير سائين جن گهرائي کيس چيو ته ” فقير سپائي ناڙي ۾ لاءِ جوڙا جوتايو ته زمين سائي ڪجي“ محب علي فقير جوڙا جوتايا. صبح جو سوير جوڙا اچي زمين ۾ هڻيا. ناڙيون هر سان پٽيون ويون ۽ هر ڪاهڻ ڪا نه پيا. اهو دستور هو ته ناڙي جي هر ڪاهڻ کي نيرڻ سان بسريون ڪارائي پوءِ ناڙي هر جي الله تو هار ڪرائبي آهي. تنهن ڪري محب علي فقير سائين جن کي عرض ڪيو ته ”قبلا! پڇ ۾ نيرڻ لڳائي اچو ته ڪم شروع ڪجي.“ فقير بادشاه سائين جن جي عشق ۾ ترڪ جي استقامت تان قربان وڃجي فرمايائون ته:” ابا پڇ به ڪونه آهي ۽ گهر ۾ داڻو به ڪونه آهي. جو لڳي نيرڻ ڪرائي ذرا ترس شهنشاهه پلي ڪندو.“

محب علي فقير جيڪو جلالي طبيعت جو هو. ڏک ۾ پرچي ويو ۽ ائين چوندو شهر طرف هلڻ شروع ڪيو ته ” جي اهڙي فقيري آهي ته پوءِ سڄي خلق گهرن ۾ ڪٽڙو سود هو.“ اتي جيڪي هر ڪاهڻ ۽ پيا ماڻهو موجود هئا اهو گفتگو ٻڌي اچرج ۾ پئجي ويا. محب علي فقير اڃان

هڪ نمبر جو منڊو بڻ ڏمس ڪيو ته پريان هڪ نهالي فقير سائين جن جي پڇا ڪندو آيو. جنهن کي مني آرڊر جو ڪاغذ هٿ ۾ هو. محب علي فقير کي جڏهن خبر پئي ته فقير سائين جن کي سڏ ڪرائي پڇايو ته "مني آرڊر آيو آهي اچي وٺو." فقير سائين جن وراڻيو ته: جيڪو ايران کان هتي اچي پهتو آهي باقي هي پنڌ نه ايندو ڇا؟. مني آرڊر فقير سائين جن کي اتي زمين ۾ ئي اچي مليو. محب علي فقير اهو حال ڏسي روئي ڏنو ۽ چوڻ لڳو ته: "قبلا جڏهن هر ڳالهه ڄاڻو ٿا ته پوءِ هن مسڪين تان ڪک نه لاهيو ها." فقير سائين جن فرمايو ته "صرف بصر جي چال جيترو پردو آهي فقط دل مضبوط رکجي يار پري ڪونه آهي."

شعر:- ملڪ دل جو دست ڪر، پوءِ رعيت تنهنجو راڄ آهه "غمدل"

پوءِ اهو ساڳيو محب علي فقير پنسه ڪٽي نچ، گهر لاءِ ان ٻيا سودا وغيره وٺي آيو ۽ بدستور ناڙي جو ڪم مڪمل ٿيو.

فقير سائين جن هر شيءِ جو ترڪ ڪيو هو. مگر ان بعد غير متحرڪ جائداد جي ترڪ ڪرڻ لاءِ ڪين ارادو ٿيو. جنهن ڪري اهاجاءِ رهائش زمين ۽ وطن کي سال ١٩٤٧ع ۾ ترڪ ڪري رياست خيرپور ۾ اچي سڪونت اختيار ڪيائون. اتي به عشق حسن جي راند جي بازي ٻڌجي آئي. آمان به ملڪ ترڪ ڪرڻو پيو. طالبن مريدن وڏا وس ڪيا ته اتان ڇڏي نه وڃن مگر جيئن ته اراد والستي ۾ اٽل هو. تنهن ڪري هر هڪ مجبور ٿيو ۽ ڪنهن جي ڪين هلي.

هاڻي فقير سائين جن پنهن جي پنهل ڪيچ جي ڏٺي مرشد محبوب ڏانهن سفر اختيار ڪيو ۽ سال ١٩٤٧ع ۾ درگاهه تي ڳوٺ نبي شاهه وڳڻ ۾ رهائش پذير ٿيا. آخري نموني جي ترڪ جو سلسلو وصال گهڙيءَ تائين هلندو آيو.

سال 1948ع ۾ پوڻ کان تمام تورڙا ڏينهن اڳ ۾ مرشد محبوب جي ارشاد ملڻ سان اچي شهر رتوديرو ۾ جاءِ وٺي گهر ٻار ٿا هي ويا. فقير سائين جن پنهنجو گذر اوقات پنهنجي عاقل رياست خيرپور رتوڙي نبي شاهه وڳڻ ۾ زمين آباد ڪرائي ڪندا هئا. مگر رتوديرو هڪ ته شهر هو ٻيو ٻڏ به اچي وئي. تنهن ڪري زمين آباد ڪري گذر ڪرڻ جو موقعو نه رهيو. ڪتب به وڏو هوان جي گذران لاءِ ڪرڻو هو. پٺي جي آڏ وهٽ جهلڻ يا مريد طالبن تي بار رکڻ فقير سردار سائين جن

مناسب نه سمجهندا هئا. تنهن ڪري نبوي سنت بجا آڻڻ لاءِ شهر جي لحاظ تي ڏنڊي ڪرڻ لاءِ خيال ڪيو. اڃا صبح ٿي مس ٿيو ته فقير غلام حسين دايو جيڪو فقير سائين جن جو طالب هو اچي پڌايو ته ”قبلا! هو ن بقالڪو دوڪان تن سو ن ۽ پين ۽ سودن سميت سودو ڪري ورتو آهي اجازت ملي ته هوڪم ڪيان. فقير سائين جن هن ڳالهه جا قائل هئا ته:

شعر:- ”ڪرڻ مراد مريدي والي، محض مڪر مردار ميان
طالب دنيا مخنث، طالب المولى مذڪر الستي اقرار ميان
ڪشف ڪرامت ڪوڙي بازي، ”غمدل“ گمراهي داغار ميان
”غمدل سائين“.

سو بهتر سمجهي فقير ڪي اجازت ڏنائون. رتير پري ۾ رهڻ دوران فقير فقراءِ مهمان طالبن ۽ ڪتب جو گذران ان دوڪان مان ٿيندو هو. جيئن ته فقير سائين جن پاڻ اهل دل هئا. دل به اهڙا جيڪا ”غمدل“ هئي. تنهن ڪري درد دل وارا به هوندا هئا، ته درد ڪي پنهنجي لاءِ ساٿي سونهون به سمجهندا هئا، ۽ فرمائيندا هئا ته. ”جنهن جاءِ تي عشق درد سير ڪرائي تو اتي عقل ۽ ايمان جي پهچڻ جو امڪان ئي نه آهي“.

شعر:- ”ڳليان پريم تنگر ديان، حضرت عشق گهمايم
جوڳي رمزان لايم، ”غمدل سائين“

درد ڪي پنهنجي لاءِ وڏي دولت جاڻندا هئا، ۽ فرمائيندا هئا ته ’ پيءُ جهان درد جي ڪيل نوازش ۽ عنايت تان قربان ڪري ڇڏجن. ”درد ڪي حقيقي خزانو ۽ بي بها تحفو جاڻندا هئا دنيا وعقبيٰ ۾ اهڙي ڪا به شيءِ ڪانه آهي جيڪا درد ڪان وڌيڪ لطف اندوز هجي“ تنهن ڪري فقير سائين جن هر شيءِ کي ترڪ ڪري درد جي دولت تي مست ملنگ ۽ بي پرواه ٿي رهيا.

جيئن ته فقير سائين جن صاحب ترڪ ۽ صاحب درد به هئا. تنهن ڪري پنهنجي ان ئي حال جي ترجماني ۽ سموري ڪيفيت هن ريت پنهن جي شعر ۾ اظهار ڪري فرمائي اٿن

شعر:- درد داور دلربا جو دوست دل درماڻ هون. سو صلاحي ساه سان ٿيو سوز سائي ساڻ مون
پيو پکي پرين پنيو هو پرت واري پيار سان. سوز سو سامان سر غمدل الم گمسان مون.
”غمدل“

ھر وسيلو ترڪ ڪرڻ عشق جي سهاري سان دنيا ۽ عقبيٰ تان هٿ ڪڍڻ ڪن مردن جو ڪم آهي اسان جا فقير سائين جن به انهن گوهرن مان آهن. انهن مردن مان هڪ هئا. پنهنجي حال ڪال جي خيال لحاظ کان شعر ڪلام ۾ سهڻي بحر ۾ پيش ڪيو اٿن.

شعر:- در دنيا ۽ وسيلو سارڻ پيا ـ آهي آسرو عشق جو پيا آسرا ڪارڻ پيا
جزي علم عقل سندا مسئلا ميسارڻ پيا ـ برھ واري باب جا سوير سبق سارڻ پيا
"غمدل" در يون ديدار جون عين اجارڻ پيا. دنيا عقبيٰ دل پنهنجي تان اوري اتارڻ پيا ـ "غمدل سائين"

جهڙي طرح حضرت جنيد بغدادي صاحب پنهنجي پهلوانيءَ قربان يعني ترڪ ڪري حضوري قرب حاصل ڪيو هو اهڙي طرح اسان جي فقير سائين جن به ملڪ وطن خويش قبيلا مال ملڪيت سان مان قربان ڪري دنيا ۽ عقبيٰ جا مزا لذتون ڇڏي يڪ رنگ پنهنجي يار سان هر شيءِ ترڪ ڪري ديدار جون دريون عين اجاري معنوي معراج جو قرب حاصل ڪيو ۽ اهڙي طرح آخري زندگي يڪ رنگ پنهنجي يار سان عوام کان اوڪري گذاري. جنهن جي تصديق ۽ سچائي واري ثبوت لاءِ هي شعر ترڪ عمل ۽ گوشي گذارڻ جا اهڃاڻ ڏئي ٿو.

شعر:- نفي نامرادن لي دعا پڙهي نه پٽ ، رسن پرچن ڪين ڪي ڪنهن جا هٿ نه هٿ ،
ساميڙن ساڙي ڇڏي سياپن واري سٽ. ڇنهنجي چڙهيا ڇٽ پڇي اوٽ ادب جي.
پڇي اوٽ ادب جي تيا نانگا نامراد ـ طالبن طئي ڪيو ترڪ بي تعداد
سيات و حسنات کان عاشق تيا آزاد، شائق "غمدل" شاد ، واندا ور ۽ وصال کان

دنيا جي هر شيءِ تان دستبردار ٿي مال مڏيون ترڪ ڪري فقير سائين جن صحيح مقام حاصل ڪيو هو. ۽ ان ترڪ لي ڏينهون ڏينهن وڌ ائيندا رهيا. صرف حقيقي محبوب جي رضامندي حاصل ڪرڻ خاطر ان باري ۾ سندن شعر ڪلام مان ثبوت پيش ڪجي ٿو.

شعر:- د ـ دفتر درازهن دردان دي ، ڪيهي ڪيهي مين درد شمار ڪران
نت روز نوين جاري جوش ٿيون، مين ته وٺ اهو واپار ڪران
ڏهاڳ ڏکان دا پيا آئي لڪا سولان دا سهاڳ سينگار ڪران
"غمدل" يار ماهي ميار ڏيوي جي آزار ڪنون انڪار ڪران ، "غمدل سائين"

شعر :- عشق شهنشاهه شافي بيو بيگانو ڇا ڪيو -

درد غم دولت اسان جي گنج خزانو ڇا ڪيو

ترڪ ٿيا توڪل جا تڪيا ورهم ويڙا وسيلا .

آباد دل جو ديس دم سيان باغ بوستانو ڇا ڪيو

طالب نه ڪو مطلوب "غمدل" وصل نه ڪو ويڇاڙ آهه

الله بس باقي حوس هيو خلل خانو ڇا ڪيو

مٿين ڪلام مان معلوم ٿئي ٿو ته فقير سائين جن هر شيءِ ترڪ ڪري ڇڏي. ۽ فقير سائين جن ترڪ جي منزل طيءِ ڪري حقيقي مالڪ الملڪ جي رضا حاصل ڪرڻ لاءِ سڀ اختيار مالڪ جي حوالي ڪري ڇڏيا. ۽ ڪا به شيءِ سواءِ عشق وصال هادي جي حال محبت جي مثقال جلوي جوت جمال ڪيفي قرب ڪمال ۽ نينهن نهال جي ڪين ٿا گهرن. اهي سڀ سبب يار جي رضامندي يا راضي ٿيڻ ۾ رضا رهڻ جون نشانيون آهن. ان جاءِ تي فقير سائين جن وڏيڪ فرمائن ٿا ته ڪين ظاهري اسباب سامان جيئن مال اعمال، تخت، بخت، دولت، دوزخ، جنت، بهشت، زيب زينت، زر، لعل، جواهر، دُرِ گوهر، فوجان، لک لشڪر، شان مان، عقبيٰ دين، ايمان، تاج، تنبو طولان، ڪشف ڪرامت، رجعابي شمار، هر دو جهان جو جنسار، ملڪوت، جبروت، لاهوت، هاهوت، ياهوت جي ضرورت نه آهي جو اهڙي سپني سٺين جو فقير سائين جن کي غرض ڪونه هو. ڇاڪاڻ "لايحتاج الاهو" جي منزل جا صاحب هئا. فرمائن ٿا

شعر

عاشق عشق وصال منگي ، نه مال منگي نه عمال منگي

تخت منگي نه بخت منگي ، نه دنيا دولت دست منگي

نه دوزخ جنت بهشت منگي ، هڪ هادي هردم حال منگي .

ملڪ نه ڪو ملڪوت منگي ، جبروت نه ڪو لاهوت منگي ،

هاهوت نه ڪو ياهوت منگي ، "غمدل" نينهن نهال منگي ،

اهڙو فقير سائين جن جو حال جيڪو وصال گهڙيءَ تائين هلندو آيو. ڪشف ڪرامت ڏيکاري ماڻهو مڃائڻ سندن عقيدي جي خلاف هو. ڇاڪاڻ فرمائيندا هئا ته "ڪرامت ڏيکارڻ

مردن جو ڪم نه آهي. رنهن رضاتي راضي رهڻ آهن. پوءِ پلي ڪيترا به وڏا بار اچي مٿان ڪرڻ.

شعر:- جيڪي ڏنائون سپوئي صحت

مَ چو آزار ان کي مَ چو مصيبت

عين قربت ڪونه پر پرين جي "شاهه سائين"

شعر:-

رضا جي راهه ۾ راضي اهاريت رندن جي،

وڃائج وير کي وهلو رقيبن رهنمائي ڪر،

طريقي عشق وحدت ۾ عبادت حق پرستيءَ جي،

سر و پاتاج سر "غمدل" گلي کوچي گدائي ڪر، "غمدل"

اها رضا واري ڪيفيت انهي ڪري حاصل ٿيندي آهي جو سڀ اختيار يار جي حوالي ڪيا ويندا آهن. جيئن وصال ۽ ديدار ۾ وٿي نه پوي. اهي دوست دشمن کي هڪ نظر سان ڏسندا آهن. جزوي علم ۽ عقل کان ڪنارو ڪندا آهن ۽ سور ۾ ڪين راحت حاصل رهندي آهي.

شعر:- اوڏ و نه جزوي علم جي عقل ڏانهن انهار جا

چاڻي پنهنجي جان کي ٿيا يار سي اغيار جا

سور جا سونهان سدا سار نه سک سنسار جا

لا ڳا لوڪن جا لنگهي ٿيا واسي پور ب پار جا،

بي فلڪ فلڪئون پري پيا لاهي بار هيار جا

سي گدا ڳڳر سان "غمدل" دوست دم ديدار جا. "غمدل"

راضي برضا رهڻ ڪان وڏيڪ ڪا به شيءِ نه آهي، اها حقيقت ۾ صبر ۽ شڪر جي منزل آهي. جنهن تي ثابت قدم رهڻ ڪري عاشق کي وڏا ڏيب ملندا آهن. پاڻ ته راضي برضا هئا پر اها هدايت پين کي به ڪرڻ فرمايائون ته پنهنجا اختيار يار جي حوالي ڪري ڇڏيو. جڏهن اٿين ڪندو ڪڏهن جيڪا بازي بڄي ايندي اها يار جي رضا کان سواءِ نه هوندي. جڏهن اهو راضي آهي ته تون به ان کي تسليم ڪري راضي برضا ٿي وڃ. ان راضي برضا جو ميوو جيڪو ان مرد کي ملندو اهو هن ڪلام ۾ ظاهر سمايل آهي جيڪو فقير سائين سردار جو فيصلو سمجهڻ

ڪيري. جنهن مان ثابت آهي ته فقير سائين جن مقام رضا ۾ اهڙي مضبوطي سان رهي ويا ڪين ڪو به ڪي نه سگهيو. پنهنجي هر سفر ڪان منزل ڪان باخبر هوندي به ترڪن جي مٿان ترڪ ڪندا يار جي رضا تي راضي رهندي پنهنجو آخري سفر اختيار ڪيو. ۽ حوالا ڏيندا مو ڪلائيندا هليا.

شعر: نه ڪي لڪا لوڪ ۾ نه ڪي لوڪ لڪين ، نه ڪاريت رسن جي نه پر ڪنهين پر چن
ڪهڙي ۾ ڪا فرسي رهڻي رند رهن ، "غمدل" لو دڙين، ڪڏهين ڪو گرنار ۾ .
عاشق اڻ جهل آڪرا بره ڪاڻ ٻڪيا ، سوري سر ڏيڻ جي رندي ريت سکيا
نه ڪي لڪيا لوڪ ۾ نه ڪي لوڪ لڪيا ، غمدل جي ۽ جڪيا، ته به ڪام نه مٺن گر جي "غمدل"

آخري ترڪ رتو ديرو مان جايون دوڪان وڪرو ڪري صرف ۶۹ ڏينهن جي قليل عرصي لاءِ ڪنڊڪوٽ هليا ويا. اهڙي نموني انسان جي فقير سائين جن جو مشرب دين ڪفر جي قيد ڪان لا قيد سرمست صوفي ذات پات جي فرق ڪان آزاد محبت ۽ مستي جي ملڪ جا واسي عاشق عارف رند قلندر ۽ سلطاني اوصاف جا مالڪ هجڻ آهي. چند اشعار اُن بابت ۾ پيش ڪجن ٿا. جيڪي فقير سائين جن جي حال جي ترجماني ڪن ٿا. ۽ اهو پتو پئجي وڃي ٿو ته فقير سائين جن ڪهڙي رمز ۽ راز جا صاحب هئا.

شعر: وه تجلي نور جسي طور جلا ديا، اس نور کا نظارا سيني سما ديا
نحن اقرب قادري رهبر بتا ديا ، گلزار دل کي اندر غنچه لگا ديا. "غمدل"

شعر: رهبر راهه حقيقي سانون عشق بتايا، غمدل تيں حسن دا مر شد مينون ڪرايا
نفل نماز ان ورد وظيفا عشق بنا اجايا ، نال ور ۽ وصال دي مين پيي غمدل نام ڏرايا. "غمدل"

شعر:

رخ مٺڙا ني ڪنون نه موڙي ، تڳادين ڪفر دا توڙي
لا مذهبي مذهب جوڙي ، لا مڪان مڪاني دا ،

شعر: حضرت عشق ميڏي گهر آيا ، لدني راز عطا فرمايا.
راز حقيقي رهن دا رايا ، عينون عين عياني دا ،

شعر: "غمدل" ڪليان خيال ديان خبران ، شد مد پليان زبران زبران
محڪم حال محو مدبران ، اولا الا نساني دا "غمدل سائين"

"فقير سائين جن جي آخرين زندگي ۽ رهاڻ"

فقير سائين جن جي آخرين زندگي مڪمل سالڪيءَ ۾ گذري. اڪثر وقت روح رهاڻ ۾ گذاريندا هئا. گهڻو ڪري فقير سائين جن کي جسمي بيماري جي حالت رهندي هئي. مگر جيڪو شعر ڪلام اظهار ٿيندو هو. اهو اثر تيز هلندو ويندو هو جيستائين ڪو ٻيو شعر ڪلام اظهار ٿئي. ۽ اهو پنهنجو نئون اثر ڏيکاري.

شعر:- عشق ڏني مون اصلاح ، سوريءَ تي هسوار ٿيڻ جي ،
امر نهيءَ جا ٿا ڏيپ ڏاهيون، علم جزيءَ جا ٿا ورق وڃايون
نقطي منجهه نگاهه ، ڪن فيڪون کان پريتون پسڻ جي ،
حال حيرت ۾ هيڪاندا ، وحدت ڪثرت کان ٿيا سي واندا ،
"غمدل" غرض گناهه ، حجت حاجت ماڃ هجڻ جي. "غمدل سائين"

فقير سائين جن جو جسم بلڪل نفعي ٿي ويو، اهڙيءَ حالت ۾ اٽڪل ڇهه ماهه گذري ويا. ظاهر جي علاج ڪرڻ لاءِ عزيزن قريبن ۽ طالبن مريدن گهڻو ڪجهه چيو مگر فقير سائينجن فرمائيندا هئا ته هن جو علاج سواءِ حقيقي معالج محبوب جي ٻيو ڪو به نه ٿو ڄاڻي. پر اوهان پنهنجي حسرت پوري ڪريو". صرف ايترو چوندا هئا ته "هجر ۽ نفيءَ جي بجاءِ وصال ۽ من خدائي وارا ڪلام ٻڌايو" جڏهن ويراڳي فقير اهڙي حال جا ڪلام چوندا هئا ته جسم مبارڪ تي ڪنهن به قسم جو اثر نظر ڪين ايندو هو. ۽ پاڻ بلڪل توانائي ۾ ايندا هئا. انهيءَ شعر جو اثر اڃا هلندو ٿي رهيو ته فقير سائين جن پنهنجي پرين جي طالبن مريدن وٽ پهراڙيءَ ۾ هوا بدلائڻ جي خيال سان سندن اصرار تي ويا. هڪڙي ڏينهن منجهند جو وقت هو جهلي هلي پئي فقير سائينجن آرامي هئا ته اوچتو سندن جسم مبارڪ ۾ جهٽڪو آيو ۽ تحرڪ شروع ٿي ويو. ٿوري دير کان بعد فقير سائينجن اٿي ويهي رهيا. چشم مبارڪ جيڪي اڳ ۾ ئي سرخ هوندا هئا سي وڌيڪ سرخ ٿي ويا ۽ يڪتارو وٺي ڪلام چيائون.

شعر:- عشق ٿيو سر عطا الاهي بيشڪ بقا بالله جو
لااِلٰه کان لنگهي ٿيو اثبات الا الله جو
ڪري فنائيءَ کي فنا، عشق چيو آهي انا.
برهه بنائي ٿو بنا، اني اِنَّ الله جو.

"ٻمدل" ٿيو خوشدل سدا، احديت ڪري عهد ادا

منصوري مشرب مدا، ماڻي ملڪ لِمَنِ اللهُ جو، "ٻمدل سائين"

ڪلام پوري ٿيڻ سان جسم مبارڪ جيڪو اڳ ذرا سست ٿي چڪو هو، سو هاڻي چست ٿي ويو. اهو اظهار ڪيائون ته "حقيقي معالج مرشد محبوب جن تشريف فرما ٿيا هئا جن نئين شعر پڙهائڻ جو فرمايو ۽ فرمايو ته هاڻي نفي کي ڇڏيو ۽ اثبات جي ملڪ جو ڪلام پڙهيو."

انهي نفي جو اثباتي علاج مٿيون ڪلام هو فقير سائين جن جي جسماني ڪمزوري ان ڏينهن کان گهٽجڻ لڳي ۽ طبيعت ٺيڪ ٿيندي ويئي. فقير سائين جن هر مجلس جا مير هوندا هئا. عالمن جا وڏا عالم فقيرن جا وڏا فقير، اميرن ۾ وڏا امير، نوابن ۾ وڏا نواب اديبن ۾ وڏا اديب عاشقن ۾ وڏا عاشق شاعرن ۾ وڏا شاعر، حڪيمن ۾ وڏا حڪيم، مسڪينن ۾ وڏا مسڪين، ۽ سالڪن ۾ وڏا سالڪ هوندا هئا. مطلب جهڙي مجلس هوندي هئي ان مجلس ڪيفيت جا حقيقي مالڪ هوندا هئا. وري خدمت ۽ رياضت اهڙي ڪندا هئا جو گهر ۾ جيڪڏهن ڪو گهر ڀاتي يا ڪو طالب مريد مان ڪو بيمار ٿي پوندو هو ته سندن آرام ڦٽي ويندو هو. بيمار جي هر قسم جي تيمارداري پاڻ ڪندا هئا، جيستائين اهو بيمار خوش چاڪ تندرست نه ٿئي، تيستائين پاڻ سک جو ساهه نه کڻندا هئا، پر جيڪڏهن ڪو مسڪين مهمان اچي ٿيندو هو ته ان کي خوش ڪرڻ خاطر ان کان وڌيڪ مسڪيني اختيار ڪندا هئا ۽ پاڻ ان جي خدمت ڪندا هئا. جيڪڏهن ڪو تونگر ڪو اچي مهمان ٿيندو هو ته ان جي مٿان عقاب وانگر صورت اختيار ڪندا هئا. ۽ ان کان پنهنجي خدمت وٺندا هئا. جنهن ڪري ان جي ڪا به تجويز نه هلندي هئي ۽ اُن جو ٽڙ ٽون رهجي ويندو هيو. صرف نياز ۽ ادبيت جي پيو ڪجهه ڪري ڪين سگهندو هو. پاڻ فرمائيندا هئا ته "ابا جيڪي اسان جي دل ڏسڻ اچن ٿا اسان انهن جا طالب مريد آهيون. ۽ جيڪي اسان جا ڪپڙا ڏسڻ اچن ٿا اسان انهن جا مرشد آهيون ۽ جيڪي الله يعني وحدانيت ۾ گم آهن توڙي منهن جا طالب انهن جي خدمت اسان ڪندا اسين. ۽ اهي جيڪي زماني جي خيال ۾ آهن اهي پل اسان جا پير ڌوئن ۽ خدمت ڪن ته جيئن ٻهرو حاصل ٿئين" مطلب ته وڏا مهربان هئا ۽ ڪنهن نه ڪنهن قسم جو سيني تي احسان ڪندا هئا. فقير سائين جن جي مجلس جو رنگ موجود ماڻهن تي ڇڏيل هوندو هو. جي عام ڪچهري هوندي هئي ته گفتگو به اهڙي قسم جو ٿيندو هو. ۽ راز کي راز رکندا هئا. ۽ مجلس ۾ جيڪڏهن ڪو سائل ايندو هو ته ان کي غرض

جيڪڏهن جو جواب سواءِ زباني احوال وٺڻ جي ڏيندا هئا. اشارو وان سائل ڏي هوندو هو. ۽ ڳالهائيندا ٻئي سان ويندا هئا. اڪيلائيءَ ۾ خاص رازدارن سان وڏيڪ روح رهاڻ ٿيندي هئي اهڙو ڪو به طالب مريد ڪونه آهي جيڪو چوي ته فقير سائين جن جوانن سان وڌيڪ راز ۽ پيار نه هو. باقي جنهن جو جهڙو حال هوندو هو ان سان اهڙي ورتاءُ ۽ گفتگو ڪندا هئا. هر ڪوائين چائيندو هو ته فقير سائين جن سچا سلار انهن جا آهن. ۽ راز ٻڌائڻ سان اٿن. اُن جو اهڙو اثر ٿيندو هو ته هر هڪ وڌيڪ نياز ۽ محبت اختيار ڪندو هو ته جيئن مرشد محبوب جن ڏسي اچان وڌيڪ راضي ٿين.

هي طريقو تمام تورن پيران طريقت وٽ ڏسڻ ۾ اچي ٿو. ته طالب مريد عرض پيش ڪري ۽ پنهنجي ان مرض جو مرض عالم خواب ۾ ڏسي مطمئن ٿئي. ان ڪان سواءِ جيڪڏهن ڪو طالب مريد دور رهندڙ هوانکي حاجت پوندي هئي ته صرف ان جي دل ۾ تپش ۽ تحرڪ اچڻ جي دير هوندي هئي. هڪدم فقير سائين جن جي صورت مبارڪ اچي حاضر ٿيندي هئي. ان صورت کان جيڪو فرمان ٿيندو هوان مطابق ان جي اها حاجت يا مشڪل حل ٿي ويندي هئي.

شعر:-
مرشد مڪاتي طالب حاجي ڪعبه نقش بنايا هو،
وچ حضور سدا هر ويلي ڪريئي حج سوايا هو،
هڪ دم مينون جدا نه هووي دل ملني تي آيا هو
مرشد عين حياتي "باهو" ميري لون لون وچ سمايا هو.
"باهو صاحب"

مطلب پنهنجو پرائو سڀ فقير سائين جن کي پنهنجو ٿي سمجهندا هئا. ۽ ان جي ترت حاجت روائي ڪندا هئا. اهڙي پيار سان مشڪل ڪشائي ڪندا هئا جو انهن ۾ اهڙي مضبوطي اچي ويندي هئي جو مردانگي سان منزل تي گامزن ٿي ويندا هئا. اهڙا مثال آهن. جنهن مان ڪجهه هيٺ ڏجن ٿا. 1. علڻ فقير ٻنگوار ساڪن ڪنڌڪوٽ ڪشمور تعلقو جيڪو پنائي صاحب جي سلڪ جو فقير هو جنهن کي مجاز جي ملڪ ۾ مونجهارو پيدا ٿي پيو. فقير ايڏو ڪشالو ڪاٽي پيرين پيادو فقير سائين بادشاه جي خدمت ۾ اچي حاضر ٿيو ۽ پنهنجي ماندائي ۽ مونجهاري جي حالت بيان عرض ڪئي. فقير سائين جن ڏسي ڪين دلجاءِ ڏني ته يار ماندو نه ٿي" يلائي ٿيندي". فقير سائين جن وٽ اچي ڪيس رات پاڻ وٽ رهايو. سياري جي موسم هئي مگر علڻ فقير جا لب خشڪ لڳا پيا هئا. رات جو رهاڻ

هلندي فقير سائين جن علڻ فقير کي ماجرا بيان ڪرڻ لاءِ ارشاد ڪيو. علڻ فقير احوال شروع ڪيو ته "قبلا عقيدو درپيش آيو آهي سائين جن کي جهونو ٻابو فقير سمجهي ۽ عشق مجاز جي منزل جو ماهر سمجهي خدمت ۾ اچي حاضر ٿيو آهيان. رهبري جي ضرورت آهي. احوال هن ريت آهي ڪيترا سال ٿيندا ته مجازي محبوب سان اکيون اٽڪيون آهن ايڏي دراز عرصي ۾ هڪ ڀيرو جو دوري کان پوءِ نظارو ڪيو اٿس. هاڻ اچي دل ۾ اها ڪشمڪش پيدا ٿي آهي ته معشوق جي مبارڪ لبن تان بوسو وٺجي. ڪڏهن ته انهي مطلب تي عمل ڪرڻ لاءِ مڪمل تيار ٿي ٿو وڃان ڪڏهن ته وري اهڙو گهٻرائجي ٿو وڃان جو جان جسم جي طاقت ئي ڇڏي ڏئجي ٿي وڃي. ان امتحان ۾ اچي ويو آهيان. خاص عنايت جي ضرورت آهي.

ان احوال ٻڌڻ بعد فقير سائين جن وڏي تقرير ڪرڻ جي بجاءِ مثالي طرح رهبري ڪرڻ فرمائي. ان وقت مٿانئي آمچ ٻري رهيو هو. مچ مان ٻرندڙ ٽانڊو چمٽي ۾ ڪڍي علڻ فقير کي چيو ته "بابا هن کي چمي ڏيو. جي هن ٽانڊي کي بوسي ڏيڻ سان چپ سڙن ته پوءِ اجاهڙي گستاخي جي ضرورت ڪين آهي پر جي چپ نٿا سڙن ته پوءِ توکي اجازت آهي" جڏهن ٽانڊن کي چمي ڏيڻ سان ٻاهه جو اثر نه ٿئي ته ان مطلب يا حالت تي پهچڻ کان پوءِ ڪابه رنڊڪ ڪانه رهندي ڇو ته ان منزل کي پهچڻ ۾ غير جا سپ جڙا ۽ پردا سڙي خاڪ ٿي ويندا آهن."

علڻ فقير جواب ۾ وراڻيو ته "قبلا اهڙي طاقت نه آهي" فقير سائين جن فقير جي همٿ تي پيار جو هٿ ڦيري فرمايو ته "هاڻي اهو خدشو اڳتي نه رهندو" اوهان پنهنجي دستور تي مضبوطيءَ سان قائم هلندا رهو. هر وقت اوهانجي فقير جي طرفان رهبري ٿيندي رهندي پوءِ ڪٿي به هجو" علڻ فقير جو هاڻي عقدو حل ٿي ويو ۽ فقير سائين جن سان وڏي عقيدت ۽ انس اٿس. هڪڙي دفعي جي ڳالهه آهي مخدوم محمد عثمان سومرو مختيارڪار خانصاحب غلام مصطفيٰ پنهور پائو غلام نبي خان ڪلهوڙو هيڊ ماستر. مولوي اديب فاضل عبدالله خان اٿر سپر وائيزر تعليم کاتو هڪ مولوي صاحب جنهن جو اسم مبارڪ ياد نه آهي ۽ راقم الحروف فقير سائين جن وٽ سنڌن مٿانئي تي رتوديري ۾ موجود هئاسون. ته رهاڻ دوران مولوي صاحب عرض گذاريو ته "قبلا عام چوندا آهن ته شريعت ظاهر تي آهي. اوهان جو انهي باري ۾ ڪهڙو رايو آهي". مولوي صاحب جي

اهڙي سوال پڇڻ تي فقير سائين جن جي جسم مبارڪ ۾ تحرڪ اچي ويو. چشم ترَ ولڙڪڙا ۽ قلب مان هوهو جو آواز جاري ٿي ويو. چهرو مبارڪ سرخ نظر اچڻ لڳو، چڱا ڪين وڏو جلال آيل هو. اهڙي ڪيفيت ۾ پاڻ هڪ دم فرمايائون ته "شريعت ظاهر به آهي ته باطن به. عرش تي به آهي ته فرش تي به." وڌيڪ وضاحت ڪرڻ فرمايائون ته "جيئن حضور عليه السّلام جن ڪرڻ فرمايو آهي اها سنت آهي ۽ جيڪا شريعت آهي سا سنت آهي شريعت محدود به آهي ته لا محدود به آهي مگر بي خبرن جي چوڻ مطابق شريعت ظاهر تي آهي."

انهيءَ وقت سموري ڪچهري مان مولوي صاحب ۽ مولوي اديب فاضل عبدالله اثر جن تي وڏيڪ اثر ٿيو ۽ فقير سائين جن جي قدمن تي ڪري پيا. مخدوم محمّد عثمان سومرو پڻ جذبات ۾ اچي ويو ۽ چوڻ لڳو ته "قبلا سچ فرمايو اٿو. جيڪڏهن اهڙي صحيح رهبري ملندي رهي ته ڪين ديون ۽ جاگر ٿينديون رهنديون."

فقير سائين جن شريعت جي جامع وصف تي ٻيءَ ان بابت ٻه هن ريت مثال پيش ڪيو ته "ابا شريعت مثل کير جي آهي، طريقت مثل ڏهي جي جي آهي. مکڻ ان ۾ مثل حقيقت جي آهي ۽ گيهه ان ۾ مثل معرفت جي آهي. جيئن کير ۾ ڏهي مکڻ ۽ گيهه بيڪ وقت سمايل آهن اهڙيءَ طرح شريعت ۾ طريقت، حقيقت ۽ معرفت پڻ سمايل آهي. مگر هر ڪنهن جو پنهنجو پنهنجو لطف ۽ ذائقو آهي اهڙي طرح شريعت جي منزل ۽ درجو پنهنجو آهي. طريقت جو منزل ۽ درجو پنهنجو آهي حقيقت جي منزل ۽ درجو پنهنجو آهي ۽ معرفت جي منزل ۽ درجو پنهنجو آهي. جيئن سواءِ کير جي ڏهي مکڻ ۽ گيهه ملڻ مشڪل آهي تيئن شريعت جي تعبيداري کان سواءِ طريقت حقيقت ۽ معرفت جي ولايت ملڻ مشڪل آهي." اڃا ان باري ۾ وڌيڪ روشني وڌائون ته "اها سموري ڄاڻ ڪامل مرشد کان سواءِ حاصل ٿي نه ٿي سگهي جيڪي پاڻ کي صاحب شريعت سمجهن ٿا ۽ طريقت، حقيقت معرفت کان بي خبر آهن، انهن جو مثال آهي جيئن ٻنان سيباڻ جي کير رکڻ سان کير ڦٽي پوي ٿو. ان ڦٽل کير مان نه سٺي ڏهي نه صحي مکڻ ۽ نه وري درست گيهه حاصل ڪري سگهجي ٿو. اهڙي طرح سواءِ ڪامل مرشد جي ان عالم جو اهو حال آهي جيڪو صرف اکري علم جو کير حاصل ڪري ٿو مگر ان ۾ محبت، سلوڪ ۽ تلقين جو سيباڻ حاصل نه ٿو ڪري ۽ پاڻ کي صاحب شريعت سڏائي منازل دين

اسلام جي رهبري ڪرڻ گهري ٿو. اهڙي عالم جي هدايت مان دين جي روشني پيدا نه ٿيندي الٽو گمراهي نفرت ۽ دشمني پيدا ٿيندي. ۽ سلوڪ جيڪو اسلام جو مکيه جزو آهي ختم ٿي وڃي ٿو. ان جي بجاءِ ضديت حسد ۽ هٺ جاوڻ احمقي سبب وجود وٺن ٿا ۽ صبر ۽ سهڻ جي بوءِ نه ٿي رهي.

شعر:- اصل آديسين جو صبوري سيباڻ
مردڻ نوماڻيءَ مان ذرو ڦريءَ جو ڏاڻ
هتي پيئي مست ٿيا جيئن موج ڪري مهراڻ
چوڏاري چانڊاڻ "غمدل" ورڻ لٿو ري واسيا. "غمدل"

شعر:- مرشد باجهون فقر ڪماڻي وچ ڪفر دي ٻڏي هو
شيخ مشائخ هو ڀندي حجري غوث قطب بن اڏي هو.
رات اندا ري مشڪل پيندا سو سو آون تڏي هو.
شهبان نپ ٻهن مستي "باهو" جيويت موش ڀندا وڙ لڙي هو. "باهو"

شعر:- پڙهه پڙهه علم لوڪ ريجهاون ڪيا هويا اس پڙهيان هو
هرگز مکڻ مول نه آوي ڦٽي دوڌ دي ڪڙهيا ن هو
اي چند وراڪي هٽ آيا ايسي انگوري ڦرهيان هو
اي دل خسته باهو راضي رکين تني لئي عبادت وهيان هو "باهو"

مخدوم محمد عثمان صاحب ۽ اڃن صاحب کي انهيءَ ڏينهن کان وٺي طالبن مريدن واري عقيدت ۽ ادبيت سان فقير سائين جن سان ملندي ڏسو هو. هر محفل ۾ رهاڻ ۾ فقير سائين جن جي تعريف ڪندا هئا. وڏي محبت سان سندن اسم مبارڪ وٺندا هئا. پيو ته فقير سائين جن وڏا وڏا مسئلا چند نڪتن ۾ سمجهائي ڇڏيندا هئا. هڪڙي دفعي جي ڳالهه آهي رهاڻ هلندي اهو سوال پيدا ٿيو ته فلاڻي يا فلاڻي شيءِ پيدا ڪرڻ جي خالق اڪبر کي ڪهڙي ضرورت هئي جڏهن انهن مان ڪو فائدو ئي ڪونه آهي-

فقير غمدل سائين جن وراڻيو ته ابا! الله تبارڪ و تعالىٰ فرقان الحميد ۾ فرمايو آهي ته

خَلَقَ الْاَشْيَاءَ فَهُوَ عَيْنُهَا " يعني جيڪي به شيون تخليق ٿيل آهن سي صحيح آهن ڇو ته
اِنَّ اللهَ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ مُّحِيْطٌ " پاڻ باري تعالىٰ جن هر چيز ۾ خود سمايل آهن. ۽ سندس
جيئن ذات پاڪ بيمثل آهي. تهڙي طرح سندس هر هڪ پيدا ڪيل شيءِ به بي مثل آهي، ڪا به
پيدا ڪيل شيءِ غلط پيدا ڪيل نه سمجهڻ گهرجي. فقط ان شيءِ جو استعمال غلط نه هجي.

پروردگار وڏي حڪمت جو صاحب آهي. جنهن به بندي کي اها حڪمت عطا فرمائي ٿو.
اها سندس وس ۾ آهي باقي سندس خلقيل شيءِ مان نقص ڪڍڻ اها بندي بي عقل جي ڪوتاهي
آهي پاڻ چانئي آهي. جنهن لاءِ هي لفظ درست مفهوم پيش ڪن ٿا ته " انڌو ڪاريگر وڏو هي
اوزارن سان،" وڌيڪ هي مثال به ڏيندا هئا ته جيڪڏهن ڪو به بي عقلي سان ڪچو سٽنڪيون استعمال
ڪندو ته اهو ان کي ماري ڇڏيندو. پر جي حڪمت سان ان کي ماري ڪم آڻيندو ته اهو جان
۾ جان پيدا ڪندو." تنهن ڪري ثابت ٿيو ته ڪا به شيءِ غلط نه آهي. پر ان جو استعمال غلط آهي
انهن لفظن سان هر نڪتو خواهه وڏو مسئلو حل ٿي وڃي ٿو. اهڙا ڪافي مثال ۽ اقوال فرمائيندا
هئا پر طويليت جي خيال کان هتي اڪتفا ڪجي ٿي.

فقير محمد سائين جن آخري زندگي سڪونيت ۽ يگانگي سان گذاري. پاڻ فرمائيندا هئا ته "رند
رهن ر پوش جو گيڙا جهان ۾" ڪنهن وٽ به هلي ڪو نه ويندا هئا. پر جي ڪو به وٽن ايندو هو
ته ان کان حفو نه ڪندا هئا. پر ان سان اهڙي طرح پيش ايندا هئا، جو هو خوش ٿي ويندو هو ڇو ته پاڻ
وڏي سلوڪ جا صاحب هئا. پاڻ اهي لفظ مبارڪ به فرمائيندا هئا ته "جيڪڏهن وقت جو فقير
وقت جي بادشاهه ڏانهن قدم کڻي وڃي ٿو ته ان جي قدم قدم تي لعنت آهي. ۽ جي وقت
جو بادشاهه وقت جي فقير ڏانهن قدم کڻي وڃي ٿو ته ان جي قدم قدم تي رحمت آهي."
پاڻ وقتي پنهنجي طالبن، مريدن، دوستن ۽ احبابن سان رهاڻ، جيڪا سندن هميشه جي
دستور مطابق شام کان رات جي ٻارهين، ٻارهين بجي تائين هوندي هئي، پوري ٿيڻ بعد تڏڙو
ساهه پٽي فرمائيندا هئا ته ابا اوهان ته رهاڻ ڪري صحبت جي فيض کان لطف اندوز ٿيو ٿا، مگر ان سان
جو ٻولي فروش ٿي هن وقت ڪو نه آهي، جنهن سان حال ونڊجي. نيڪ آهي اوهان لئي ته خوش
ٿيا ان سان لاءِ اهو به ڪافي آهي." ڪڏهن ڪڏهن ائين به فرمائيندا هئا ته "جهونڙا دوست احسان

ڪري ايندا آهن دل راضي ڪري ويندا آهن." پاڻ آرام تورو وقت ڪندا هئا. جهڙي وقت ٻه اڍائي ٽي وڳا آهن. ته سجاڳ ٿي وضو ڪري تهجد پڙهندا هئا. ڪڏهن به رهاڻ دوران ننڊ نه ڪندا هئا. پر جي غريب خاني تي مهمان ايندا هئا ته يارهين ٻارهين بجي رات تائين مجلس ڪري، وري صبح جو ٽين ڇئين بجي اچي انهن سان مجلس ڪندا هئا. سندن انهي اوصاف جي پوري پوري ڪيفيت هن شعر مان صاف ظاهر آهي جيڪو سندن محفل ۾ طريقت جو دستور هوندو هو.

شعر:- پلاتب جا ياڳ، ويل اسر ويهي ڪير ولوڙن

محبت ذوق ميهارن من ۾، جاڳن راتيون جوءِ جهنگن ۾

سينهون چارن منجهه ماڳ، چت چونڪار چڙن جي چورن

"غمدل" ذات صفات ۾ پيوند، بلاميمي جيئن "انا احمد"

سالڪ مرد سجاڳ، پر ٿيون پنهنجو پاڻ پتوڙن "غمزل سائين"

صبح جو اسر واري رهاڻ اڪيلائي سبب اهڙي هوندي هئي جو مرده دليون به جيئريون ٿي پونديون هيون.

شعر:- صحبت سپرين جي آهي جڏن جيا پو

ڏڏن لي ڏاڻ ملي، من جو ملا پو

صورت معني مخفي، نيبهه نينهن نيا پو

قطرو ٿي ڪروڙ آهي، هڪ ساجن سڙا پو

الله مع صابرين - آهي اهو اوڙا پو

انور ڪي آپو، سڏي ڏنا لوُن سرڪي.

شعر سڏي ڏنا لوُن سرڪي، ڪري ناز نظر

ترڙيا ٿون تلقين سان، نبرو ۽ تڪبر

دنيٰ دغا دهمان پيا، وهمن جا ته ولر

هادي جي حڪمت سين، لڏي ويا لشڪر

آجو ٿيو انور، حسد هو ڏهٿ ڪان، انور علي "انور"

جيئن ته عمدل سائين جن جهندي چام هئا، پنهنجي هر سفر کان باخبر هئا. قدرت مسبب الاسباب هئڻ ڪري، ڪونه ڪو سبب پيدا ڪندي آهي. جنهن جي اهڙي اظهار جي سند ان هن شعر مان اسان کي ملي ٿي.

شعر:- بي سبب بڻيو بهانو، بي گماني برهه جو
فرمودي فراق جو، هوجمڻ لاکون چاڻ مون. "عمدل"

مگر صاحب رضا هئڻ ڪري پنهنجو اختيار پاڻ نه هلائيندا هئا. تنهن ڪري جيڪا بازي بڻجي ايندي هئي، ان تي خنده پيشاني سان عمل پيرا رهندا هئا. اهڙي نموني جي هر ڳالهه کي پاڻ پنهنجي دستور ۾ عاشقن جو معراج سڏيو آهي،

شعر:- بازي کيا و پربازي، معراج عاشقانه
مضبوط قدم مڪمل، مزاج عاشقانه "عمدل سائين"

هاڻي وري دل تي نفيءَ جي بازي بڻجي آئي. جا شعر جي صورت ۾ اظهار تي جنهن جو اثر اهڙو ٿيو جو ڪين دل جو دؤرو ٿي پيو. ڪيترو به علاج وغيره ڪرايو ويو. مگر زندگيءَ جي آخري سفر جو ڪارڻ بڻجي آيو. جو ته شاعر پنهنجي شعر ڪلام ۾ حڪيمن جي علاج کي منسوخ ڪيو آهي. دردءِ ان جي دوا حقيقي دلبر کي سڏيو اٿن. جو ته ان کان سواءِ ڪو به اهڙو معالج، ڪونه آهي جيڪو دل جي بازيءَ پرواز کي سڃاڻي سگهي.

شعر:- منهنجو آن تون محرم همراز دل جو، حڪيمن نه حاصل ٿيو امراض دل جو،
هزارين هنر حاذقن حيلا هلايا، پنيا ڪين پرجهن تا، پرواز دل جو،
"عمدل" غرض مند آهي اوهان جو، ڪر منظور مقبول، شهناز دل جو، "عمدل"

اهڙي حالت پيدا ٿيڻ سبب ظاهري جسم ڪمزور ٿيڻ لڳو. تنهن هوندي به پاڻ چست ۽ بلند حوصلي رهندا آيا، ڪنهن به قسم جي محتاجي ڪين هوندي هئي. محفل ۾ رهاڻ به برستور قائم ۽ دائم جاري رهندي آئي. فقط گفتگو ورانشارن ۾ آخري سفر جي احوال کان رمز شناس عندا آيا. متن باطني جهڙي به قسم جو حال وارد ٿيندو هو پاڻ فرمائيندا هئا. ته ابا! هن شعر جي هرهڪ مصرع نه پر تير آهي. جتان ايندا اتان پست پار هليا ويندا. "هي منهنجا شعر مالڪن جي ڪرم نوازي

سان ملاقاتن کي پسند ڪندا هئا. جيئن فقير سائين جن پاڻ عاجزي ۽ مسڪيني کي وڌيڪ پسند ڪندا هئا. ان ڪري مسڪين جا يار مددگار هوندا هئا. هن دنيا کي هڪ سانگ سمجهندا هئا. عام ماڻهن جو گمان نه هوندو هو ته پاڻ ڪهڙي قسم جا ماڻهو آهن. آخر ۾ عام رواجي زندگي بسر ڪري ڪري ڪن چند حال محرمن جي ڪنهن به سڃاڻپ نه سگهيو.

شعر:- ڪنڌيءَ پاسي جهوپڙا موڪ اُچ مرن "شاهه سائين"

اهڙي قسم جو شعر جنهن مان مڪمل احوال ملي ٿو. ملاحظي لاءِ پيش ڪجي ٿو. ناظرين ڪرام خود اندازو لڳائي سگهن ٿا.

شعر:- جوڳي ڪنهن نه سڃاتا، سامي ڪنهن نه سڃاتا

انگ ڀڀوتي رنگ، ٻي رنگ روپ رماتا

پردي ۾ انساني، اهي عين عياني، سامي ڙا سيلاني ساڌ وڏا سانگاتا

"غمدل" مست ملنگ، وڃي واسينگن وٽ، چاڙهي مرليون چنگ سُر سريگن گاتا، "غمدل"

سڄو شعر گلزار غمدل مان ڏسي سگهجي ٿو. شعر ۾ فرمايل آهي ته "دارين هڪ دم"

جيڪڏهن انهن لفظن جي وضاحت ڪجي ته شايد هڪ وڏو داستان ٺهي پوي. هن مان ثابت آهي ته فقير شهنشاهه جو ڪيڏو نه سينو ڪشادو هو. جو هن جهان هڪ دم ۾ سمائي ڇڏيا اٿن. ٻڌڻ ۾ ايندو ته ڪيئن نه هن دنيا ۾ رهي پوس ٿي گذاريو اٿن. هن شعر مان سندن عالي درجي ۽ صحيح انسان هجڻ جي ڄاڻ پوي ٿي. ته پاڻ ڪهڙي ملڪ جا مالڪ هئا.

پاڻ فرمائيندا هئا ته "جهان دنيا ۾ ارڙهن هزار جنس مخلوق تخليق ٿيل آهي ۽ انسان جو هڪ ڪلاڪ ۾ ارڙهن هزار دم کڻي ٿو". "جنهن انسان جو هڪڙو دم به اسم الله کان خالي نه ٿو وڃي اهو ارڙهن هزار جنس مخلوق جو سردار آهي." پاڻ انهيءَ طرف کان ڪڏهن به غافل نه رهيا.

شعر:- نه مين عابد نه مين زاهد، نه مين قضا ڪريندا هان

مگر مين طالب المولا، رندي رهزن ليندا هان "غمدل"

جنهن جو مطلب آهي ته مان نه عابد آهيان نه زاهد. زهد ڪندڙ آهيان مگر قضا به ڪندڙ نه آهيان" جنهن جي معنيٰ آهي ته هڪڙو دم به الله جي اسم کان غافل نه آهيان. انهيءَ کي دائمي

عبادت چئبو آهي، جناب حضرت سلطان باهو جن پڻ ان ڳالهه جي تصديق ڪرڻ فرمائي آهي

شعر:-

جو دم غافل سو دم ڪافر، سانون مرشد ايوين فرمايا هو،
سينا سخن ڳيان ڪل آيان، اسان چت مولي نال لايا هو،
ڪيتي جان حوالي رب دي، اسان ايسا عشق ڪمايا هو،
مرڻ ڪنون مرڳيئي اڳي باهو، تان مطلب نون سب پايا هو، "سلطان باهو"

فقير غمدل سائين جن پاڻ صاحب ترڪ هئا. تنهن ڪري آخري ترڪ جي سنت مڪمل ڪرڻ خاطر آخري سفر جي تياري ڪرڻ شروع ڪيائون، جو رتوديري ڪان مال ملڪيت ترڪ ڪري صرف ٢٩ ڏينهن لاءِ ڪنڙ ڪوٽ آيا. پاڻ هر وقت ائين فرمائيندا هئا، ته "مسافر ٿي مرڻ ۾ ڏاڍو مزو آهي" ان روانگي وقت سپني دوستن، احبابن ۽ سموري فقراءَ ڪان موڪلائي جو هي شعر فرمايائون، جنهن ۾ هن دنيا کان رخصت ٿيڻ جو راز مضمر آهي.

شعر:-

جوڳي رمتا پلا، جوڳي رمتا پلا، سامي همسفر ساڌو سنگ چلا
لامڪان ساڪن، مدامي هاڳ وطن، قطاري قربونڻ روحن ساڻ رلا
"غمدل" شير دلير، غازي مرد ٿير، سري سلطاني سير، سوفن ڪيي سلا "غمدل"

رتيديري ڪان روانگي وقت گهڻي فقير سپر ساڪن رتوديرو جيڪو سائين قلندر شاهه بادشاهه جو طالب آهي. ان کي فرمايو ته "فقير اوهان مرشد شهنشاهه جي تجر مبارڪ اوساري نا هي هئي، تنهن ڪري خبر پوڻ سان هليا اچجو، ۽ منهنجي تربت جي تجر به اوهان کي ئي تيار ڪرڻي پوندي."

جيئن ته فقير سائين جن درباري حسيني ماندعا سان پيدا ٿيل آهن، ۽ مٿن دائمي حسيني حال طاري هوندو هو. ثنا صفت اهلبيت کي هر عبادت کان افضل سمجهندا هئا. تنهن ڪري پاڻ آخري شعر قصيده جي صورت ۾ حضرت امام حسين عليه السّلام جي شان ۾ چئي پنهنجي سموري عشق جي دفتر ۾ داستان تي حسيني تعريف جي مهر هڻي مڪمل ڪيائون. اهڙي سند عطا ٿيڻ داستان گلزار غمدل لاءِ باعث فخر آهي،

قصيدو:- مشهور هر دو عالم، عظمت حسين جي،

مجسم الاهي آهي، اصليت حسين جي،

نقش نثاري ڪيو حق راهه ڪي روشن

امر بالمعروف هدايت حسين جي

حُسَيْنُ مِنِّي وَاَنَا مِنَ الْحُسَيْنِ جو واعدو

زير خنجر نبي هو نسبت حسين جي،

تحفو آهه اسم "غمدل" روز ازل اول کان

ارشاد ثنا صفت عنايت حسين جي "غمدل سائين"

فقير غمدل سائين جن ڪنڌ ڪوٽ ۾ قليل عرصي سڪونت دوران فقراءَ سان ڏاڍيون رهائيون ڪيون. آخري رهاڻ دوران صرف ايتري ڳالهه ظاهر ڪيائون ته "فصل تيار ٿي ويو آهي، لابارو لهي اچي ديري ۾ گڏ ٿيو آهي. هاڻي ڪنهن جي علاج جي ضرورت نه رهي آهي." اهڙي نموني فقراءَ کان موڪلائيندا. السلام عليڪم ۽ يا علي مدد چوندا اسيد ٿير محمد شاهه جيلاني سندن طالب سان گڏ جيپ ۾ سوار ٿي ڪنڌ ڪوٽ کان ٢٩ ڏينهن جي سفر پوري ڪرڻ بعد درگاهه شريف ڏانهن روانا ٿي ڪن. ڇڻ ڪلاڪن جي عرصي اندر صبح جو ناٿين بجي اچي پهتا، پهچڻ شرط مرشد محبوب جي روضي مبارڪ جي سامهون قبله رخ ٿي مزار شريف ۾ نظرون ملائي ويهي رهيا ۽ هي شعر پڙهي رهيا هئا.

شعر، طالب ري تصديق، جانب ساڻ جڙيا، نيٺي جو ڳيڙا

ورو وجودي وحدت وکوڙيا، ترڪي فرق فريق، يار پنهنجي سان يڪدل ٿيڙا

پاتائون پيچ پسي پرين ڪي، ليڪن ڏيئي ليڪ، وس وساري وصل ۾ ويڙا

اونهي بحر الهوت ۾ عاشق، "غمدل" غرق غريق، پاڻ ڇڏي پاتارين پيڙا

"غمدل"

درگاهه شريف تي سجاده نشين سائين سين علي شاهه ۽ گندو عرف گدا علي فقير تصيم موجود هئا. جن سجو ڏينهن سائين آخري وح رهائيون ڪيون. جيئن ڏينهن لڙيو ٿيئن پاڻ سجاده نشين کي عرض گذاريو ته قبلا مني پيلي جو جلد بندوبست ڪريو جو بيڙو تيار ٿيو بيٺو آهي، ڪنڌ جي

منهنجي پيت جو پيالو ۽ مصري ڄجي تڏي منهنجي پاٺيءَ جو جام مرشد محبوب جي حويليءَ تان نهي آيو
منهنجي پيالي مرٺي سرڪي مٿان منهنجو جام پي نوش جان ڪيو. هينئر گدا فقير سنڌن شهير پاٺيءَ سان
صاف ڪري رهيو هو، ته پاڻ فرمايائون ته ياره وارا فقيرا آهن. ڪڏهن اسان توهان جي مستي حال ۾ خدمت
ڪندا هئاسون، اڄ اوهان اسان جي خدمت ڪري رهيا آهيو."
بلڪل ٿوري ئي عرصي کان پوءِ سهڻندي حضور پرنور عليه الصلواة والسلام تي درود شريف پڙهي، ڪلمو
طيب ۽ حق موجود فرمائي شام جو پنجين بجي ڌاري جام وصال بروز سومر تاريخ ١٥ مئي سنه ١٩٧٢ع
مطابق پهرين ربيع الثاني سنه ١٣٩٢هه تي پي دار الفاني کي ڇڏي دار البقا ڏانهن روانا ٿيا.

شعر:-
ويا وطن پنهنجي وري، موجود مان ملڪ ادم
نانهن ٿيانا ڳا نفني ڪان، ڪين رهاهي قدم "غمدل"

" إِنَّا لِلَّهِ وَإِنَّا إِلَيْهِ رَاجِعُونَ "

جناب فقير غمدل سائين جن جو هيءُ آخري سفر رتيه ديري کان ڪنڌ ڪوٽ ۽ ڪنڌ ڪوٽ کان
درگاهه شريف تائين ٿيا رين سميت چاليهن ڏينهن ۾ ٧٢ ميل مفاصلو پڌ ٿئي ٿو ته اهو صرف اصغر
شهادت جي درجي حاصل ڪرڻ لاءِ هو. ڪيل واعدي مطابق گهڻو فقير سپر باجي حاضر ٿيو ۽ تجر
مبارڪ تيار ڪئي، جام مرشد شهنشاهه جي درواري کان ٿورو پيرڻ جي طرف واقع نهي راس تي.
آخر پٺي ڏينهن سنگت فقراء، طالب، مريد، دوستن، احبابن ۽ عزيزن جي حمايت سان سنڌن مرفن
ڪيو ويو. هن وقت سنڌن مٿان چوڪنڊي بن درواڙن سان ٺهيل آهي.

" كُلُّ نَفْسٍ ذَائِقَةُ الْمَوْتِ "

شعر:-
لازم هئي هر بشر کو خيال قضا رهي
هرگيا رهين گي، جب نه رسول خدا رهي.

شعر:-
سسئيءَ جي سرءَ سان، ٿيو ڪيچ ڏٺي ڪانڌي
پسڻ ڪارڻ پرينءَ جي، هئي منڌ گهڻو ماندي
لڪن تان لطيف چوي، هيءَ آرپاڻي آندي
شل پنهونءَ پيراندي، هن نماڻيءَ نصيب ٿي. "شاهه"

سندن شعرن باري ۾ آپ ٿي فرمايل آهي، جنهن جو مفهوم انهيءَ ١٥ مئي ١٩٨٢ع تي پورو ٿيو.

شعر:-
ديدن جي شهيدن جو ڪهڙو غسل ڪفن آهه
ابرو ڪڻن جو آهي. دلبر جي در دفن آهه،

آيات پڙهڻ وني آهي انهن عنايت، هر دو جهان حياتي شوقڻ ملين شهادت
ڪون و مڪان مقامي سڀ سير سالڪن آهه

عزرائيل ڪان آڪي ٿي محبت جي موت ماريا، خوف قبر حشر ڪان اڪمل آڪي اڪاريا
غم سوز درد "غمدل" سامان سر ڪڻن آهه

جيئن شهنشاهه قلندر شهباز سيوهاڻي جي درگاهه تي سندن خاص طالب سيد علي سرمست
تي دروازي اقدس آپيان جڳهه عنايت ٿي، تهڙيءَ طرح مرشد محبوب سائين قلندر شاهه جيلاني
پنهنجي خاص طالب فقير "غمدل" سائين سان به نوازش فرمائي.

هينئر هر سال ١٥-١٦-١٧ اپريل تي درگاهه شريف نبي شاهه وڳڻ ۾ فقير غمدل سائين جو عرس
شريف وڏي احترام ۽ ڌوم ڌام سان ملهايو ويندو آهي. جتي سڪ محبت ۽ سلوڪ وارا سڀ اجها
صوفي سچي سنڌ مان قرب جا قدم ڀري اچي شريڪ ٿيندا آهن ۽ سندس شعر ڪلام ڳائي ۽
پڙهي، وڏي ادب ۽ احترام سان خراج عقيدت پيش ڪندا آهن. هيءُ هڪ مخفي راڳ ويراڳ واري
محفل زماني واري ٽانڊاڻ کان پاڪ يعني هڪ صوفي سنگت جي رهاڻ ۽ صحبت جو ميلو آهي.
جتي هر هڪ لطف اندوز ورسڻ ٿي آخر ڪار پنهنجي غريب خاني ڏانهن شڪرانه بجا آڻيندو
هليو ويندو آهي.

"تمت بالخير"

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ۃ

# زرين اقوالؒ

اوقاتِ وقت: شريعت - طريقت - حقيقت - معرفت -

١- وڏوغنياءُ عقل آهي - ٢- وڏي محتاجي احمق آهي -

احمق جي صحبت کان پرهيز ڪجي، جو ته هو تنهنجي نفعي جو ته قصد ڪندو، مگر ان جي بوجھ جو اثر، احمقيءَ ۽ بي عقلي توکي ضرر پهچائيندو.

ڪوڙي جي صحبت کان ڪنارو ڪر، جو هو توکان دُور کي نزديڪ ۽ نزديڪ کي دُور ڪندو.

بخيل جي صُحبت کان اعتراض ڪر، جو جنهن چيز جي توکي حاجت آهي، هو توکان وڌيڪ ان چيز جو حاجتمند آهي.

ڪلام ڪرڻ واري کي نه ڏس، پر ان جي ڪلام کي ڏس، ته جڻ ڪلام واري کي نه ڏسي.

بغاوت سان فتح نه آهي، غرور سان تعريف نه آهي.

بي ادبي سان بُزرگي نه آهي، حسد سان راحت نه آهي.

انتقام سان سرداري نه آهي.

هي ستيون فطرتون انسان ۾ جمع هُجڻ ڪپن.

بنا مشوري ڪم ۾ ڀلائي نه آهي. ڪابه بزرگي، مساوات، ڪاسريت ۽ قرباني کان وڌيڪ نه آهي. انهن خُوبين کي اسلام چيو ويو آهي.

هن دُنيا ۾ ماڻهن جو موت ڏسي، پنهنجو موت ياد ڪر.

جنهن ماڻهوءَ وٽ سُنّت الله، سُنّتِ رسولؐ ۽ سُنّتِ اولياءَ نه آهي، اهو مفلس آهي.

سُنّت الله ڇپائڻ رازَ ۽ عيبن جو آهي. سُنّتِ رسُولؐ ماڻهن سان مدارت ڪرڻ آهي. يعني امر بالمعروف ڪرڻ، خدا لاءِ دوستي ڪرڻ ۽ اخلاق سان پيش اچڻ. سُنّتِ اولياءَ ماڻهن جي هٿان تڪليفون برداشت ڪرڻ آهي. يعني اُنهن جي ايذاءَ ڏيڻ تي صبر ڪرڻ.

اگر انسان کان ننڍو توکي گناهه تي پوي، ته اُن گناهه ڏي نه ڏس. جنهن جو گناهه ڪري ٿو، تون ان ڏي ڏس. اگر توکي ٿوري يا گهڻي يا تورو رزق ملي، ته تون ان ٿوري يا گهڻي يا ٿوري رزق ڏي نه ڏس. پر ان ڏي ڏس جنهن کان توکي اهي عنايت تي مليا آهن.

جڏهن توکي مُصيبت پهچي، ته اُن جي شڪايت ماڻهن سان نه ڪر. جو ته جڏهن تنهنجا گناهه خُدا وٽ پهچن ٿا، تڏهن هو تنهنجي گناهن جي شڪايت پنهنجن ملائڪن سان به نه ٿو ڪري.

جنهن سان وڙهيءَ، تنهن سان احسان ڪر، ته تون ان جو سردار بڻجي ويندين.

جنهن سان بي پرواهي ڪندين، ته تون ان جهڙو يعني ان جي برابر ٿي پوندين.

ڪاٻر حاجت وٺي، تون ڪنهن وٽ وڃي ٿو، ته تون چڻ ان جو قيدي بڻجي وڃين.

ٽي شيون اندر رجوع پيدا ڪنديون آهن: (١) مسواڪ ڪرڻ: توبه جو اقرار ڪرڻ يعني اقرارُ باللسان. (٢) روزو رکڻ: يعني گناهن کان پاسو ڪرڻ (٣) تلاوت ڪرڻ: يعني عمل ڪرڻ.

وقت اهو بهتر آهي، جنهن وقت دنيا کي ڇڏي الله تبارڪ وتعاليٰ ڏي رجوع ٿجي.

جيڪو جنت جو مشتاق آهي، سو جلدي نيڪين جي طرف مائل ٿيندو آهي.

جيڪو دوزخ کان ڊڄي ٿو، اهو ڏانهن شهوت جي باز رهي ٿو.

جنهن کي موت ياد آهي، ان کي دنيا جون لذتون حرام آهن.

جيڪو دنيا کي پڇاڻي ٿو، ان تي مصيبتون آسان آهن.

سخت ترين اعمال جون چار خصلتون آهن: (١) غصي جي وقت گناه جو بخشش ڪرڻ. (٢) مفلسيءَ جي وقت سخا ڪرڻ (٣) خلوت جي وقت پرهيزگاري ڪرڻ يعني وحدانيت يا عبادت وقت صفاتي دلين کان آزاد هجڻ. (٤) صورتحال تي فڪر ۾ صبر ڪرڻ.

هيٺيون پنج شيون انسان تي لازمي آهن:

(١) بقدر ضروري حاجت جي الله تبارڪ وتعاليٰ جي بندگي ڪرڻ، جيئن تون محتاج نه رهين. جيڪڏهن محتاجيءَ ۾ غرق هوندين، ته وحدت ۾ غرق نه ٿيندين.

(٢) بقدر پنهنجي حياتيءَ جي دنيا کان ڪجهه وٺڻ.

(٣) جيترو دنيا ۾ رهڻو هجيئي، اوتري قدر الله تبارڪ وتعاليٰ جو گناه ڪر. بقدر پنهنجي طاقت جي. يعني تون عذاب برداشت ڪرڻ جي، جيتري قدر طاقت رکين ٿو.

(٤) بقدر قبر قيام جي توشو سان کڻ.

(٥) عمل ڪر جنت جي واسطي، يعني جيتري قدر ان ۾ رهڻ جو ارادو رکين ٿو.

پنج شيون نه هجن ها، ته آدمي صالح هجي ها: (١) قناعت سان جهالت جي. (٢) حرص سان دنيا جي (٣) بخل سان فضل جي (٤) رياضت سان عمل جي (٥) عجب سان عقل جي.

جنهن ڇهه خصلتون پاڻ ۾ پيدا ڪيون، اهو جنت جي اميد رکي سگهي ٿو. ۽ دوزخ جي خوف کان بي خوف رهي سگهي ٿو: (١) جنهن الله تبارڪ وتعاليٰ کي سڃاتو، تنهن چڻ ته ان جي اطاعت ڪئي. (٢) جنهن شيطان کي پڇاڻيو، تنهن چڻ ان جي نافرماني ڪئي. (٣) جنهن آخرت کي پڇاڻيو، تنهن چڻ ان جي طلب ڪئي. (٤) جنهن دنيا کي پڇاڻيو، تنهن چڻ ان کان ڪنارو ڪيو. (٥) جنهن ناحق کي پڇاڻيو،

تنهن چڻ ان جي پيروي ڪئي. (٦) جنهن باطل کي پڇاڻيو، تنهن چڻ ان کان ڪنارو ڪيو، يعني

دور رهيو.

"ماڻهن تي بهتان مڙهڻ، آسمان کان وڌيڪ گران آهي."

"حق بات زمين کان وڌيڪ وسيع آهي." "قانع جي دل درياءَ کان وڌيڪ غني آهي."

"منافق جي دل پٿر کان وڌيڪ سخت آهي." "ظالم بادشاهه باهه کان وڌيڪ سوڙهو آهي."

"بخيل وٽ حاجت وٺي وڃڻ زمهرير کان وڌيڪ سرد آهي." "صبر ڪرڻ زهر کان وڌيڪ ڪڙو آهي."

"بهتري نه آهي ان نماز ۾ جنهن ۾ عاجزي نه آهي." "فائدو نه آهي، ان روزي مان جنهن ۾ پرهيز

گاري نه آهي." "ڪجهه حاصل نه آهي، ان قرأت ۽ تلاوت مان جنهن ۾ فڪر ۽ غور نه آهي."

"نفعو نه آهي، ان علم مان جنهن ۾ عمل نه آهي." "خيريت نه آهي، ان مال مان، جنهن ۾ سخاوت

نه آهي." "ڀلائي نه آهي، ان دوستي مان جنهن ۾ حفاظت نه آهي." "بهتري نه آهي، ان نعمت مان

جنهن ۾ قرار نه آهي." "فائدو نه آهي، ان دعا مان جنهن ۾ اخلاص نه آهي."

روئڻ ٽن قسمن جو آهي: (١) الله تبارڪ وتعاليٰ جي خوف کان. (٢) الله تبارڪ وتعاليٰ جي

غضب کان. (٣) الله تبارڪ وتعاليٰ جي جدائي جي خوف کان. پهريون روئڻ ڪفارو گناهن جو آهي. ٻيو روئڻ

عيبن کان پاڪ ڪندو آهي. ٽيون روئڻ ولايت آهي، ساڻ رضا محبوب جي. (١) پس روئڻ پهريون عذاب

کان ثمر نجات جو آهي. (٢) ٻيو روئڻ کي جنت ۽ بلند درجات آهي. (٣) ٽين روئڻ ۾ سلام فرشتن جو

۽ ديدار آهي.

"علم بهتر ميراث آهي." "ادب بهتر پيشو آهي." "تقويٰ بهتر توشو آهي." "عبادت بهتر

سرمايو آهي." "عمل بهتر رهبري آهي." "حسنِ خلق بهتر يار آهي." "حلم بهتر وزير آهي." "قناعت بهتر

تونگري آهي." "توفيق بهتر مدد آهي." "موت بهتر اديب آهي." "دنيا مردار آهي، جنهن کي وٺي ته

ان کان حصو وٺي. وٺي ته ڪتن جي صحبت اختيار ڪري." "وڏو ٿي الله تبارڪ وتعاليٰ کي سڃاڻڻ،

"پوءِ مرڻ صغيري سن جي موت کان بهتر آهي." "اعمال کان زياده قبول عمل آهي، جو ته جيڪو عمل

ساڻ تقويٰ جي آهي اهو قليل نه ٿي سگهندو آهي، ۽ عمل قبول ٿورو ٿيندو آهي." "اها عزت منهنجي

لاءِ ڪافي آهي، جو تون منهنجو آهين." "هي فخر منهنجي لاءِ ڪافي آهي، جو مان تنهنجو بندو آهيان."

موڪي تون توفيق ڏي پنهنجن پيارن ڪمن جي.

جوان مردي ٽن ڳالهين ۾ آهي: (١) وفا بي خلاف (٢) ستايش بي جود (٣) عطا بي سوال.

الله تبارڪ وتعاليٰ جي گرفت جي علامت هيءَ آهي. جو هو بندي کي نفس جي ڪم ۾ مشغول ڪندو

آهي، جيئن هوا ان جي ڪم نه اچي.

مردِ خدا جي علامت اها آهي، جو هو خدا جي فڪر ۾ هوندا آهن. انهن کي قرار نه ٿو اچي. خدا انسان ايندو آهي، انهن جو شغل خدا جي راهه ۾ هوندو آهي.

حق تبارڪ وتعاليٰ جڏهن بندي جي ڀلائي گهرندو آهي، ته ان کي عمل جا دروازا کولي ڏيندو آهي، سخن ۽ ڪسل يعني سستيءَ جا دروازا بند ڪري ڇڏيندو آهي.

"اهڙي گفتگو ڪرڻ، جنهن ۾ دين وفائدو نه هجي، اها علامت گمراهيءَ جي آهي." "جيڪو جنهن جي برائي گهرندو آهي، اهو خود برائيءَ ۾ مبتلا هوندو آهي." "حقيقت وفا جي هيءَ آهي، جو سر ان جو خواب غفلت کان هوش ۾ اچي ۽ انديشو ان جو فضول آفات کان خالي هجي." "بهشت جي طلب رکڻ بغير عمل جي گناهه آهي." "شفاعت جو انتظار بغير نگهداشت يعني حفاظت سنت جي هڪ قسم جو غرور آهي." "سواءِ حفاظت سنت جي رحمت جي اميد رکڻ پر نافرماني ۽ جهل آهي." "حماقت يعني بيوقوفي، تصوف يا حقائق جو اختيار ڪرڻ، دقائق جو بيان ڪرڻ، جو ڪجهه خلائق جي هٿ ۾ آهي، ان کان نااميد ٿي وڃڻ ۽ رياضت جي خوشيءَ کي فلاح يعني نيڪي نه آهي."

"نزديڪ راهه خدا جي اها آهي، جو تون ڪنهن کان ڪجهه به نه گهر ۽ تو وٽ ڪجهه نه هجي ته به تو کان ڪوئي گهري." "اک کي سڀ طرف کان بند ڪر." "دور کي نزديڪ ڏس." "زبان کي مدح کان بچاءِ، جيئن زم يعني گونگو هجي." "دل تان پنهنجي جهان جا مقصد دور ٿي وڃن گهرجن، ته ڏهن اطاعت ۾ دست رس ٿي سگهندي." "نماز ۾ سجود ڪندي ڪنهن به شيءِ جو ذري برابر خيال آيو، ته اهو سجود ان کي هوندو جنهن شيءِ جو خيال ڪيو هوندائين." "عشق و محبت الله تبارڪ وتعاليٰ جي ڪرم نوازي آهي. هيءَ شيءِ ڏسڻ ۽ ڏيکارڻ جي نه آهي." "عارف اگر دل ۾ ڪا به نعمت نه رکندو آهي، مگر با وجود ان جي هو نعمت ۾ آهي." "الله تبارڪ وتعاليٰ دور وارن کان دور ۽ نزديڪن کي نزديڪ آهي." "توڪل به هڪ آسرو آهي، پوءِ جڏهن پورو ٿئي." "بغير قضا راضي برضا بهتر آهي." يعني هيءُ آهي ته قضا آهي، هيءُ نه آهي، ته رضا آهي."

"شڪوه ۾ ان سان نيڪي ڪر، پر ان ڳالهه کي عام نه سمجهندا." "هو چاڻي تو تنهنجي علوم ۽ معنيٰ کي، اگر عام ماڻهن اهين ڪيو ته هو نفعي يا نقصان جي ڪوشش ڪندا. تنهن ڪري تون نفعي يا نقصان کان واندو هج." "حڪيم وٽ بيمار بڻجي نه وڃ، مگر بيماريءَ جو بچاءُ يعني پرهيز نه وسار".

انسان جي زندگي درست ڪيئن ٿئي ٿي: "جو شخص پياسي کي پاڻي پياري ٿو، سو گناهن کان ائين نڪري ٿو، جيئن ٻار ماءُ جي پيٽ مان گناهن کان پاڪ نڪري ٿو". اگر انهيءَ حالت ۾ مري وڃي ته هو شهيد آهي.

مومن اهو آهي جنهن کي ٽي پياريون پياريون آهن: (١) فقيري (٢) بيماري (٣) موت.

"جيڪو مؤمن ڪنهن ٻئي مؤمن جي حاجت پوري ڪري ٿو، ته الله تعالىٰ ان کي دوست رکي ٿو."

"ڪو به شخص ورد وظائف ۾ مشغول هجي، ۽ ڪو حاجتمند ان وقت اچي ته ورد و وظائف کي بند ڪري جيتري طاقت رکي ٿو، ته ان جي حاجت روائي ڪري، ڪا به منع نه آهي. اهو ماڻهو چڻ ته مشغول آهي."

ٽن گروهن کي بهشت ڏي راهه نه آهي: (١) درويش دروغ گو يعني ڪوڙ ڳالهائيندڙ (٢) بخيل تونگر (٣) بازرگان خائن يعني امانت ۾ خيانت ڪرڻ وارو.

"اهلِ عشق سواءِ دوست جي ڪنهن سان به مشغول نه هوندا آهن، سواءِ دوست جي نه هوشيار رهندا آهن، ۽ تمام تر اندوهه جي قريب هوندا آهن". "جنهن وٽ اُنس ۽ خدمت دوست نه آهي، ته اهو مبتلاءِ وحشت آهي". "حق تبارڪ وتعالىٰ جا اهي دوست آهن، جيڪي اگر هڪ ذري برابر دُنيا ۾ دوست کان پوشيده رهن، ته اهي هڪدم نابود ٿي وڃن".

جنهن ۾ ٽي خصلتون آهن، ته تحقيق اهو الله تبارڪ وتعالىٰ جو دوست آهي:

(١) سخاوت مثل دريائَ جي (٢) شفقت مثل آفتاب جي (٣) تواضع مثل زمين جي.

سان نماز تيستائين شروع نه ٿو ڪريان جيستائين حضور حق جو حاصل نه ٿو ٿئي.

"اها نماز نه آهي، جنهن ۾ مشاهدو حق جو نعمت نه آهي".

"انسان جو الله تبارڪ وتعالىٰ وٽ پهچڻ ۽ ديدار حاصل ٿيڻ"

الله تبارڪ وتعالىٰ ۽ پاڻهي جي وچ ۾ ٽي چار دريا آهن، جيستائين بندو انهن کان نه ٿو نڪري تيستائين وٽس نه ٿو پهچي: (١) "دُنيا" ان جي ڪشتي زهد آهي. (٢) "آدمي" ان جي ڪشتي دوري آهي. (٣) "ابليس" اُن جي ڪشتي بغض آهي. (۴) "هوا" ان جي ڪشتي مخالفت آهي.

نفساني ۽ وسواس شيطاني ۾ هيءُ فرق آهي: نفس جنهن شيءِ جي طلب ڪندو آهي، جيستائين ان کي حاصل نه ڪندو آهي، تيستائين باز نه ايندو آهي. وسوسو شيطاني لاحول پڙهڻ سان دفع ٿيندو آهي.

"نفس امارهٌ" سخت حڪم هلائڻ وارو ۽ هلاڪت ڏي ڇڪي وٺي وڃڻ وارو آهي ۽ سموري بدن سان دوستي رکڻ وارو آهي. ابليس جي اطاعت ۾ مشاهدو نه آهي.

مشاهدو. گمراهه ڪيو.

حضرت حواءِ آدم ذات ۾

اطاعت انهيءَ چيز ٿي جا ازل ۾ تڪميل علت نه ٿيندي آهي. ليڪن بشارت ڏيندي آهي، ته ازل ۾ حڪم اطاعت جي حق ۾ بهتري آهي. "آدمي صورت سان نه پر سيرت سان آهي"

"خدا اچي دوستن جي دل سرِ خدا اچو مڪان آهي". "الله تبارڪ وتعالىٰ پنهنجو سر انهيءَ دِل ۾ نه رکندو آهي، جنهن دل ۾ دُنيا جي دوستي آهي".

"بنياد فساد اهو آهي، جو تون مراد نفس تي قيام ڪرين".

"الله تبارڪ وتعاليٰ کان غافل هجڻ، ياهِ مرڻ کان سخت تر آهي". "تون آزاديءَ جي حقيقت کي نه پهچندين جيستائين عبوديت مان تو وٽ ڪجهه باقي هوندو. تيستائين نفس هرگز حق تعاليٰ سان گڏ الفت حاصل نه ڪندو". "جيڪو پنهنجي نفس کي سڃاڻي ٿو. ان تي عبوديت آسان هوندي آهي". "جيڪو نيڪ هوندو آهي، رعايت ۽ ولايت هِن وٽ هميشه رهندي آهي". "جنهنجو معاملو اشارات جي خلاف هوندو آهي، اهو ڪوڙو مُدعي آهي". "جيڪو چوي ته الله تبارڪ وتعاليٰ پر هڪ مشاهدو آهي، ته اهو ڪوڙو آهي". "جنهن الله تبارڪ وتعاليٰ کي نه سُڃاتو، اهو [illegible] هن خوش نه گذاريندو". "جيڪو چاهي ته منهنجو دين سلامت ۽ تن آسودو، دل مطمئن رهي ان کي [illegible] ته ماڻهن کان جدا رهي، ڇو جو هي زمانو وحشت جو آهي". "وحدت پرست تنهائي اختيار ڪندو آهي". "جنهن جو علم يقين کي نه پهتو آهي، يقين خوف کي، خوف عمل کي، عمل ورع کي، ورع اخلاص کي، اخلاص مشاهدي کي، اهو هلاڪ هجڻ وارن مان آهي". "اهڙا ماڻهو به ٿي گذريا آهن، جو يقين جي برڪت سان پاڻيءَ تي گهمندا هئا، پر اهي پياسا مري ويا.

يقين انهن جو فاضل تر هيو، تنهن ڪري سواءِ حفاظت قلب جي حقوق جي رعايت کي نه پهچي سگهيا".

"جيڪڏهن ساري دنيا هڪ وٽ جمع هجي ۽ هن کي حرص نه هجي ته ان کي ڪوئي نقصان نه پهچندو، جيڪڏهن حرص هڪ پئسي برابر هوندو، ته ان کي نقصان رسندو ۽ مشاهدي کي نه پهچندو ۽ ضرور نقصان ۾ ويندو".

"جنهن وٽ پاراچي ته ان کي نفل نماز موقوف ڪرڻ گهرجي ۽ ان کي ان وقت پاراجو پيدا ڪرڻ نماز کان بهتر آهي". "صادق طالب عالمن جي علم کان لاپرواهه رهندا آهن". "الله بندي کي ايترو قريب آهي، جيترو بندي کي قريب ڏسندو آهي". "جيڪڏهن تو ۾ تحقيق آهي، ته مشڪل رستو به توکي آسان آهي". "جيڪڏهن تون مردانو آهين ته توکي مصيبتن مان عجائب ۽ لطائف روشن ٿيندا. والصبر عند الله الاوليٰ".

هر حال ۾ محمود لاءِ بخشش بزدلي آهي". "جو شخص حق تعاليٰ جي طريق جو طلب ڪندڙ آهي ته ان کي بهتر آهي ته رياضت جسماني سان طلب ڪري".

تمام عالمن جو علم ٻن لفظن تي منحصر آهي: (١) ملت (٢) خدمت

جنهن جي حياتي ساهه آهي، ان جو موت ساهه نڪرڻ تي آهي". "جنهنجي حياتي حق تي آهي اهو نقل ڪندو آهي، حيات طبعي کان حيات اصلي جي اصل حياتي اها آهي". "جا اک عبرت سان حق کي نه ڏسي اها انڌي آهي". "جا زبان ڪاروبار ڪثرت ۾ ڳالهه ڪري ۽ اشارو وحدت ذڪر حق جو ان ۾ نه هجي، اها زبان گونگي آهي". "جو ڪن لفظ خراب مان معنيٰ چڱي حق جي نه ڪري، اهو ٻوڙو آهي". "جو جسم خدمت ڪندو نه ٿو ڏئي اهو مُردو آهي". "جيڪو پيرو [illegible] عمل تي ڪري ٿو، ان جا پير انهيءَ جاءِ کان ڪري پيا. يعني قبول عمل نه آهي، پر ڀروسو حق تي ڪري". جنهن ڀروسو مال تي ڪيو، اهو مفلسيءَ ۾ ويو". "جنهن ڀروسو حق تي ڪيو اهو جليل القدر انسان بڻيو".

"جڏهن حق تعاليٰ مريد جي ڀلائي چاهي ٿو ته ان کي صوفين ۾ داخل ڪري ٿو." دُنيا طالب جي حق ۾ تلخ،
يعني ڪڙي آهي. جڏهن معرفت حق ان جي دل ۾ داخل ٿئي ٿي ته اهما ڪئي ڪان بہ مِٺي ٿيندي آهي."

"زمين گودڙي پوشن سان روشن آهي، جيئن آسمان تارن سان روشن آهي."

"بيشڪ تون درويش آهين، ۽ ماڻهو تنهنجي تعظيم ڪن ٿا، مگر تون غور ۽ خوض ڪر ته خلوت ۾
تون الله تبارڪ وتعاليٰ سان ڪيئن آهين." "تنهنجو اوقات علم ۽ عمل آهي، جنهن ۾ پڙهڻ ۽ ڪرڻ جي
ضرورت نہ آهي، تون پنهنجي نفس دل ۽ راهہ کي نگاهہ ۾ رک." "بلا عارفن جو عقيدو مضبوط ڪندڙ آهي. طالبن
کي بيدار ڪندڙ ۽ غافلن کي هلاڪ ڪندڙ آهي." "خدا جي همت ۾ اشارت، فرشتن جي ارادت ۾ اشارت آهي."
"محبت اشارت معرفت جي آهي." "خجالت اشارت شيطان جي آهي." "شهوت اشارت نفس جي آهي." "ضد ۽ رد
اشارت ڪفر جي آهي." "خدا تعاليٰ هميشہ صاحبِ همت کي عذاب نہ ڪندو آهي، توڙي هن کان ڪجهہ گناهہ
ٿي پيو هجي. يعني جنهن وٽ همت آهي اهو بينا آهي، جنهن وٽ ارادت آهي، اهو نابينا آهي." "ڪو بہ شخص
ڪنهن شخص تي سبقت حاصل نہ ڪندو آهي. ڪو بہ عمل ڪنهن عمل تي ترقي نہ ڪندو آهي." ليڪن صاحب
همت جي همت سان ۽ همتون اعمال خيري سان وڌنديون آهن. انهيءَ قول تي هزارين پيروانِ طريقت جو
اتفاق آهي."

"جڏهن تون پنهنجي دل کي طلب ڪندين، تہ ملازم حق جو هوندين." "جو شخص موافقت ۾
حقيقت کي پهچندو آهي، ۽ ڏ چندو آهي، تہ ڪڏهن خطا ان جي خدا تعاليٰ سان سبب ڪنهن چيز جو قوت نہ هجي."
مقامات سان مشاهدي جي آهي. جنهن کي مشاهدو احوال آهي، اهو رفيق آهي. جنهن کي مشاهدو
صفات آهي، اهو اسير آهي. جو جو اتي رنج پهچندو، ان واسطي جو پنهنجي خودي باقي هوندي آهي. ان کي
رات ڏينهن ۾ هزار بار مرڻ گهرجي، پوءِ جيستائين هو فاني هوندو تہ هن کي حضور حق حاصل هوندو."

"تيستائين جو ڪلام حضور کان خير آهي." "صديقن جو ڪلام مشاهدي جو اشارو آهي."

"اول جيڪا چيز خالص هوندي آهي، احوال سان، احوال ۾ اهو خالص هجڻ، ان جي افعال جو هوندو
آهي. جنهن جو سر خالص نہ هوندو آهي، ان جو ڪوئي فعل صافي نہ هوندو آهي." "صوفي مثل زمين جي آهي.
جو ڪيتري بہ پليدي ان ۾ وجهندا آهن، تہ بہ نيڪيون ظاهر ڪندي آهي. يعني سبزي پيدا ڪندي آهي."
"تصوف هڪ ذڪر آهي (گڏيل سان)." "وجد گڏيل اسمن سان آهي." "عمل ذوق، شوق ۽ اعتبار
سان آهي." پس جيڪو بہ گزيدو ماسوا الله تبارڪ وتعاليٰ سان آهي، اُهو صوفي آهي. "صوفي اهو آهي جنهن
جي دِل دنيا جي دوستي کان سلامت آهي." جيئن حضرت ابراهيم عليہِ السّلام جي دِل هُئي.
"الله تبارڪ وتعاليٰ جو حڪم تسليم ڪرڻ ۽ بجا لائڻ، حضرت اسماعيل عليہِ السّلام جيئن هُجي."
"اندوه ان جو حضرت دائود عليہِ السّلام جي دِل وارو هجي." "فقراءُ ان جو حضرت عيسيٰ عليہِ السّلام وارو

هجي." "صبر ان جو حضرت ايوب عليه السّلام وارو هجي". "شوق ان جو مثل حضرت موسىٰ عليه السّلام وارو هجي." "وقت مناجات جي اخلاص ان جو حضرت مُحمّد رسول الله صلى الله عليه وسلم وارو هجي."

تصوف هڪ ذڪر آهي، ٻيو ۽ هڪ وجد آهي. ٻيو ۽ نه هيءُ آهي، نه هُو آهي. نه صفات آهي، نه ذات آهي. جو آهي، سو لذت وجداني ۾ مستغرق آهي."

## "بيان عاشقيت ۽ عارفيت جو."

"عاشق جي دِل مثل آتش ڪده محبت آهي." جو ڪجھ ان ۾ ايندو آهي، سو فنا ٿي ويندو آهي. ان ڪري ڪابه آتش عشق ۽ مُحبت جي آتش کان وڌيڪ سوزان نه آهي.

"شوق وفا ياد ۽ عاشق جو تيستائين آهي جيستائين مشاهدي کان دور آهي". مشاهدي کي پهچڻ تي خاموش ٿي ويندو. انسان جيستائين درياءَ کان دُور آهي، تيستائين درياءَ جا آواز ۽ شور ٻُڌندو رهندو، پر جڏهن درياءَ ۾ وڃي پهچي ٿو، پوءِ ان کي اهو آواز ۽ شور وغل ٻُڌڻ ۾ نه ايندو. نه ان کي درياءَ جي دهشت ٿي ٿيندي.

"محبت جي نشاني اها آهي، ته عاشق هميشه خوف ۾ گذاري". ته متان محبوب ناراض يا بيزار نه ٿي پوي.

"عارف اهو آهي، سواءِ الله تبارڪ وتعالىٰ جي سڀ شيءِ کي دل تان دُور ڪري ڇڏي". جڏهن يگانو ٿيندو تڏهن ان سان يگانو ٿيندو.

"عاشق اُٿڻ، ويهڻ ۾ يا ذڪر ۽ فڪر ۾ هجي. پي ڪنهن به شيءِ کي دِل ۾ جڳھ نه ڏئي". جو ته به ٽراديون هڪ مياڻ ۾ نه ماپنديون.

"عارف محبت ۾ ان وقت ڪامل ٿيندو آهي، جڏهن سڀ ڳالهيون ان جي درميان مان وينديون آهن".

"ڪماليت عارف جي اها آهي، جو هر وقت دوست جي راهه ۾ هلندو رهي". "عارف اهو آهي، جو جڏهن صبح ٿئي، ته رات جو ان کي ڪجھ به ياد نه هجي. رات ٿئي، ته ان کي ڏينهن جو ڪجھ به ياد نه هجي". "عارف معرفت کي نه ٿو پهچي، جو معارف کي ياد نه ٿو ڪري". "عارف اهو آهي، جو هر روز عالم غيب مان ٽيهه هزار ۽ ڪيئن تجليون هر گھڙي مٿس نازل هجن، ته به هڪ شعلي کي اظهار نه ڪري". "گھٽ درجو عارف جو محبت ۾ اهو آهي، جو صفات حق تعالىٰ ان ۾ هجي". "ڪمال درجو محبت ۾ عارف جو اهو آهي، جو ذات حق تعالىٰ ان ۾ هجي". جيڪو دعوىٰ سان ان وٽ اچي، ته طاقت سان ان کي ملزم بڻائي". "عارف اهو آهي، جو تمام علوم ڄاڻي ۽ ڪيئن معنائون علم جون ظاهر ڪري، هر وقت بحر معاني ۾ ٽپا ڪندو رهي. ۽ گوهر اسرار ۽ انوار الاهي ان مان ڪڍي، جوهر جوهري کي ڏيکاري جيئن جوهري پسند ڪري، ته واقعي هي به جوهر آهي".

"عارف اهو آهي، جو سواءِ ذات الاهي جي ڪنهن شيءِ تي توڪل نه ڪري. ۽ نه توجه ان جو ڪنهن طرف

ڏي ھجي." "توڪل اھا آھي، جو توڙي عالم سُڪر ۾ ھجي تہ بہ متوڪل ھجي." "حقيقت ۾ عارف اھو آھي، جو رنج، محنت، خلق ۾ نہ ڪنھن جي شڪايت نہ حڪايت ڪري." "عارف مثل شمس جي آھي، جنھن جي نور سان جھان روشن آھي." سندس روشني پاڪ يا پليد ھنڌن تي ھڪ جھڙي آھي. "عارف ڪامل اھو آھي، جو جنھن جي تقدير ۾ جيڪي بہ ھوندو آھي، ان جو معائنو ڪندو آھي." جو تہ ان وٽ ڳجھي نظر ھوندي آھي، مگر اظھار نہ ڪندو آھي. "علامت عارف جي اھا آھي، جو موت کي دوست رکي ۽ راحت کي ترڪ ڪري، ذڪر الاھي جو مزو حاصل ڪندو رھي." "عارف اھو آھي، جو سواءِ حق جي غير ڏي نظر نہ ڪري." ڪمترين چيز عارفن تي ظاھر ھوندي آھي. جو مال ۽ ملڪيت سان تبرا ڪري، جو تہ عارف دُنيا جو دشمن ۽ مولا جو دوست ھوندو آھي. انھيءَ ڪري نئين ھود نيا کي تبرا ڪندو آھي. ھو ھُل، غُل، شغل، حسد، نيڪ نامي سان واسطو نہ رکندو آھي. عارف اھو آھي جو عالم سلوڪ ۾ سواءِ ذات الاھي جي ڪنھن جي ياريءَ جو خواھان نہ ھجي. اھلِ عرفان سواءِ يادِ حق جي ٻي ڳالھہ زبان تي نہ آڻيندا آھن.

"علامت خدا شناسي جي ھيءَ آھي، جو خلق کان بيزار ۽ معرفت ۾ خاموش رھي." "اھلِ محبت ھڪ ٽولو آھي، جو درميان انھن جي ۽ حق جي حجاب نہ ھوندو آھي."

عارف اھو آھي، جنھن جي دِل تان ٽي شيون دُور ھجن:- ① علم ② عمل ③ خلوت. جيستائين اھي ٽي شيون دُور نہ آھن، تيستائين توڪل ثابت نہ آھي. عارف اول موت کي وقت راحت جي دوست رکي ۽ مُحبت حاصل ڪري، ذِڪر الاھي مان ۽ دوست جي اچڻ وقت بہ قرار ٿئي. صادق انسان اھو آھي، جو ان ملڪ ۽ ڪاپر چيز نہ ھجي ۽ نہ پاڻ ڪنھن چيز ۾ ھجي. صاحبِ محبت اھو آھي، جو آغاز عشق ۾ نا چيز بڻجي وڃي. ورڌي ٻي ٽين ۾ پيدا نہ ھجي. سالڪ مستحق فقران وقت ٿيندو آھي. جڏھن عالم فاني ۾ باقي نہ رھي. ان جي نشاني ھيءَ ھوندي آھي، تہ چار شيون ان ۾ ضرور موجود ھجن.

١- غريبيءَ ۾ تونگري ٢- ٻُڪ ۾ ڏيءُ ٣- اندوھ غم ۾ خوشي ۴- دشمن کي دوست رکڻ.

# دیوان
# گلزار غمدل

شعر کلام شروع
کي رند پروشن راز

# پاڳو پهريون

# باب پهريون "اڪبر"

ڪلام روپ سُهڻي



ٿله: ادم ۾ اِسم صُورت الله چاهو
بقا کان فَنا بَقا بِاالله چاهو

اَوَاڳهين اُونهون ملڪ اُونداهُ چاهو
مَخفِي گنج روشن شمس ماهُ چاهو

اَلف کان اڳي لامُ لَااِلٰهَ اِلَّااللهُ چاهو
هُوگُم لَهُوُ ۾ هووَ اللهُ چاهو

پَري سَڌ پڙاڏو هُو پَڙ لاءُ چاهو
آوازي اثر وارو اَرواحُ چاهو
گوناگون عَمَدل گذرگاهُ چاهو
روحي راز رايو ساڪِن ساهُ چاهو

---

ڪلام روپ پهاڙي



ٿله: آهي اَمر تُنهنجو مگر فعلن مُختيار مان
لِمَنَ الْمُلْكُ جو مالڪ تون . توري نه ذار مان

پيدا ڪيو تو آدم صورت پنهنجي مَٿي مون کي
اَلْاِنْسَانُ سِرِّيْ سِرُّهٗ تنهنجو اِسم ار مان

ايجاد ڪيئي انسان جو اَعلىٰ اُصول تي
مَسجُود مدامي مِڙني ملڪن مُهِندار مان

ڦوڪيو تو روح پنهنجو مُون ۾ هِي نفس ڪنهن جو
داڻو بڻيو بهانو بهشتُون ٻين ار مان

انجام تو ڪيو هو ڪافر نه جَنّت ويندو
عزازيل ڪيئن آيو هو اُتي اغيار مان
عِزُّ مَنْ تَشَآءُ وَتُذِلُّ مَنْ تَشَآءُ هِي قول تو ڪيو
تنهنجي رضا تو ڪي وٺي کهڙو انڪار مان
لَيْسَ كَمِثْلِهٖ شَيْءٌ هر چيز بي مثالي
سوا تنهنجي آهي جو سو مظهر ڏيکار مان
عَمَدل لکيو لکن ۾ تو ڪي سَيني پَرين صحيح
محمود تون آهين منهنجو ته اياز مان

---

ڪلام روپ پهاڙي



ٿله: تنهنجي ناز انداز جي طرز جدا. منهنجو يار به تون اغيار به تون
جهڙي ريت پريت جي رمز رهين. هر رنگ ڍنگ تي مشتاق مهين
وفادار به تون نه بيزار به تون

ناهين ذوق ثواب جو فڪر فخر. آهي عِزّت ذِلّت تنهنجو امر
اختيار به تون ته مختيار به تون

ڪل مَظهر ذات قديم به تون. مالڪ ملڪ مَسيح عليم به تون
نار به تون ته گلزار به تون

اسلام رواڄ عيشي ڪفر عذب. هڪ هٿ ۾ مالها ٻئي هٿ ۾ تَسب
دينذار به تون ته زنّار به تُون

مسجد مندر دير و حرم. تلڪ مٿي محراب صنم
اوتار به تون ته مُهندار به تُون

صدبار بقا صَد بار فنا . ناپيد پيدا ٿيو لقا مان لقا
اظهار به تون ته اسرار به تون

آهي عين اصول اصل عَمَدل . جمع در واحد وصول وصل
جُز ذار به تون ته بي شمار به تُون

کلام
روپ تلنگ

○

صورت باغ بشر تنهنجو سانگ سفر
من کو ياد پوئي پنهنجو در دهجر

مخفي هئين معبودي - ڪيڙني وليس وجودي
ماڻي تو موجودي - جڏهون ادم گهر
لا اِلٰهَ لِڪ پئي لڪائيه - اِلّا اللهَ آرام نه آئيه
مَس مَس ميم ملائيه - مُحَمَّدِي مَظهر
ارض وسما انڪاري - مَلڪن دَستبرداري
انسان ٿيو اقراري - چايون بره بحر
عيڏا ڪيڙيئه عشالا - نقشا نينهن ڀرالا
نفي اِثبات نالا - اعلىٰ آلم نشر
غمّدل سپرڪي سهي تو. تنهنجي رمز ڀر هي تو
وَهَ واه سِرتي وهي تو. ڪهنو ڪاتُ ڪسر.

کلام
روپ پيروتي

○

تله: نينهن ڀر نالا صفاتي اِسم سي اَللّهَ جا
جهڙا تعلق تن سِين تنهنجا سي ٿي رهبر راهَ جا
شمس ري ٿي پاڇا نه پيدا اجسم ساڪن ساهَ جا
پاڻ پاڇوين ڀر پنهان عڪس تنهن اَرواحَ جا
ميم گهنڊ ڀر الف گم ٿيو پهري پوش پناهَ جا
جلوي نُماڻيو ڪُل جُزن ڀر شرف شاهنشاهَ جا
اَبر ڀر اسرار ٿي گڏ آب آگ او تراهَ جا
بحرمان قطرا بٹي پيا ڌوڙ ڏِس درياهَ جا
آهن آگر اشياءَ فنا لاشڪ لا اِلٰهَ جا
تَحقيق ناهِن غيرحق سي اصل اِلّا الله جا
ٿوڪ تانيڪا ٿي نيڪي بدي نيباهَ جا
سالڪن مطلب سچا تا عشق جي اصلاحَ جا
حال حَيرت ڀر هميشه ياد بَدِ لِا لَه جا
گلزار غمّدل گل چمن گندم سَندي گناه جا

کلام روپ پيروين

○

تله، عجب رنگ ديکا مثل بي مثالا
اِنَّ اللهَ جَمِيلٌ يُحِبُّ الْجَمَالَا

عجب رانرنگي - نِهاني نسنگي
حُسن سير بيرنگي - اَحسن واَعلىٰ
لڳا ڏيان دم کا - رندون کي دسم کا
نقار انظر کا. وَجهُ اللهِ وِصالا
گونا گون گونا - بي حد بي نمونا
رموزي ري نگونا - وَ بيچون بالا
خَفِيٌّ جَلِيٌّ - سَمِيعٌ بَصِيرًا
عَلىٰ كُلِّ شَيْءٍ - قَدِيرٌ وَّكمالا
غمّدل عنباري - جذب جوش جاري
طَبل تاجداري. جلوگر جلالا

کلام
روپ پهاڙي

○

تله، خدايا رانحقيقي کا. سِر ميري عطا ڀيجو
تجهي فرياد ڪرتي هون مين شب وروز انتظاري سي
مَددگاري ميري مولا عَلِيٌّ لافتىٰ ڀيجو
تيري محبت کا طالب هون. وصل کي آب کوثر کا
پلادي جام وه ساقي نظر نَقشه ڪربلا ڀيجو
پياسي مَين فدا قي هون کدُني عشق تيري کا
کلادي نين دو ميري روشن شِيشا صفا ڀيجو
گلي اب چوڙ کي تيري ڪهان جائون مَين جانا
اپني هات سي ميري دلق ڀر وه گدا ڀيجو
مجهي غمّدل هئي وه سارا صنم تيري گهڙي اُس کا
کيا تم قول ميري سات جلدي دِلرُبا ڀيجو

# پاڳو پهريون

# باب پهريو "سرور"

## سرور عليه الصلوٰة والسّلام

ڪلام

روپ پهاڙي



ٿلهه: ظهور ويا ذاتيءَ جو صفاتيءَ ۾ ڇپايئي ڇو
ڪٿئون ظاهر ٿئي هِت آئين پَردو بَشري ٻڌايئي ڇو
مَنجهان قُلزم سندي قطري ڪيئي پهريان ممڪن پيدا
تمامي بعد خلقت جي اچي اَحمدؐ سڏايئي ڇو
اوّل اِسرار خِفي جو تون تِنئين اثبات آخر ۾
احدِيّت کي عبدِيّت جو پيارل پوش پايئي ڇو
عيو هُيئي خواب ۾ منظور زليخان عشق يُوسفؑ تي
بِره جو بي بها موتي تنهنجو مُلهڙو چُڪايئي ڇو
ڪهڙي سانگي آئين سهڻا ڪري سينگار صورت جو
ڪاٿي مورت مِثل مَخفي اُهي رمزان رَلايئي ڇو
جَلايو طُور سِينا کي تنهنجي هِن تاب تَجلّي جي
اُتي مخمور ٿي مُوسىٰؑ اچي اَرِني اَلايئي ڇو
ڪڏهن هَسوار دلدل جو ڪڏهن مظلوم ڪربل جو
رضا جي راهه مسافر ٿي خنجر قاتل وَهايئي ڇو
ڪڏهن عاشق ڪڏهن محبوب ڪڏهن طالب ڪڏهن مطلوب
ڪڏهن غمدل ڪڏهن خوشدل اهي چاليون چَلايئي ڇو

ڪلام

روپ پيرُوين

شام ڪلياڻ



ٿلهه: ڪهڙي سانگ سڄڻ هِت آئين تون
آئين جو پاڻ ڇُپائين تُون

عُنُ فَيَڪُونَ جو ڪيڙ ۾ ڪشالو۔ محبت ۾ ٿئين مست متوالو
هُت تنهنجو هو نانءُ نرالو۔ هِت ڪي ٿي نانءُ ڪوٺائين تُون
لکين هزارين مظهر ذاتيون۔ سَوين سڄڻ تنهنجون صِفتان صفاتيون
جاڏي ڪاڏي تو پاتين جهاتيون۔ صورت سڀ ۾ سَمائين تُون
فَنا بَقا ۾ بيقراري۔ ڇپا ٿئي بار بِره جو ڀاري
عشق منجهارون ٿِئين اِظهاري۔ ڪي ٿي ماڳ مَٽائين تون
اِبليس آدم جو آشيانو۔ جوڙ پنهنجي جو هڪ حُجه مانو
او لو اَمر جو گندم بهانو۔ پنهنجي رائي رمز رَلائين تون
صُورت سير سوالڪ سازي۔ هڪ هڪ ساڻ بنائيئي بازي
ڪاٿي ناز ته ڪاٿي نيازي۔ پنهنجا باغ بَشر برسائين تون
عيسىٰؑ ايُّوبؑ اِدريسؑ اوتارا۔ يُونسؑ يعقوبؑ يُوسفؑ يارا
رنگا رنگي رُوپ نيارا۔ لک پوشاڪان پائين تون
اَنا اَحمد عشق اشارت۔ مَنْ ڪُنْتُ مَوْلَا عَلِيٌّ عبارت
بيشڪ ٻالا ٻره بشارت۔ ڪربل ويران وَسائين تون
نِيٺهن نظارو وڳڻ وارو۔ قائم قلندر شاهه قرارو
غمدّل هي سرٿابت سارو۔ ننگي ننگ نڀائين تون

كلام روپ تلنگ

مناجات



ٿلهه: سچا رسول رس تون سردار سيدا
دلبر پنهنجو پسا ئيج ديدار سيدا

طالب تحقيق تنهنجو طلبگار سيدا
عندين مان مير مرسل مختيار سيدا

اڇهو تون عاجزن جو آڌار سيدا
ڪج نظر نا قصن تي نگهدار سيدا

دلبر به تون دلبند به تون دلدار سيدا
هر دم حبيب هي تنهنجو حبدار سيدا

عج عرض تون قبول قربدار سيدا
نيڻين پسان نظارو نروار سيدا

عمدل گدا اوهان جو آشڪار سيدا
سگ هي سڄڻ سڪايل سنڀار سيدا

كلام روپ ڪانړ



ٿلهه: تنهنجي نازِ خوني نظاري نوايا
گهڏي ڪنڌ قصد تون ڪلالن ڪپايا

منجهان تاب تنهنجي تا تنهنجي عيف ڪيڙا آڏن تا آڏيءَ تي سنبا هيو سي سرڙا
حسن قول ڪارڻ پتنگن پير پايا

وڳو واهه! عرشين نوبتي نقارو ملڪ و فلڪ ۾ تنهنجي نينهن نعرو
جبل طور جهڙا تو جلوي جلايا

منجهان حال بي حال فراق فاني ڪيا قيد زلفن سندي پيچداني
اِنهيءَ نينهن نيزي سرجهند اڇلايا

خاندان حفتي تنهنجي خيال خاطر سدائين صبر ۾ بانڪا ٿيا بي سر
مڙيا عين مانجهي سانگي سانگ آيا

پڏي موڙ منصور گل عشق ڳانا چڙهيا سيج سولي شهنشاهه شاهانا
تکي تيغ نيڻن سندي گهاو گهايا

ڪجا بادشاهي ڪجا در گدائي ڪجا عشق ظالم ڪجا تاج شاهي
نڪين گهوٽ عمدل تو گوهر گنوايا

كلام روپ

پيروين



ٿلهه: نينهن تنهنجي ڪي نپايم پيار ڏيئي دل پاڪ سان
سو پرين پاليو مون پنهنجي خون لحم خوراڪ سان

مون ڪئي تعظيم تنهن تحقي سندي اي دلربا
تو مٺڪو مون ڏي صنم عشق عجب اخلاق سان

جوڙي ڏنم جا بون نڪين جا ني اندر جسمات ۾
صحن قلبي ڪيم صفا چُمين چشم چالاڪ سان

حور و پري ملڪ و فلڪ بيزار ٿيا هن بار ڪان
مون مڃي منظور مورڙون حال هيبتناڪ سان

ڪعبو گلي محبوب تنهنجو بيت الله گهر تو سندو
صورت کي سجود منهنجو ميتن جي ادراڪ سان

ويا ڇپي تارا ۾ ڪتيون قمر تنهنجي تاب ڪان
رات کي رتبو مليو ۽ عرش پيرن خاڪ سان

ظاهر باطن ذوق تنهنجي ذات جو عمدل گهري
منجلي مخمور منهنجا عين ڪر اشواق سان

كلام

روپ توڙي



تنهنجي نينهن ڪيا نادان حيران هزارين
مشتاق مجنون جهڙا ديوان هزارين

شاهنشاهه شهزادا سلطان هزارين
رمز انهيءَ رلايا خاندان هزارين

جلوي عشق جلايا پروان هزارين
جوڳي رنگ پور ڦريا پريشان هزارين

بادشاهه گدا گر ٿيڙا ستي سامان هزارين
ٿيا شاهي تخت هزار اويران هزارين

مٺڻ گل حسن نا هن گلستان هزارين
عمدل مسڪين جهڙا مستان هزارين

كلام
روپ پهاڙي



ٿله:

ٿيو گلزار اڄ روشن چمن ۾ دلربا آيو
بهاريا باغ باغيچا گلن ۾ گل سدا آيو

سوين سينگار سبزي ۽ جا پهري پاٽ پوشاڪان
ڏکي جاني حُسن جا مون مُنوّر ماهِ لقا آيو

هٿا مستان مُحبّت ۾ هزارين بُلبُلا ماندا
سو اڄ سينگار مجلس جو صنم دارالبَقا آيو

مبارڪ با مبارڪ مَتان ٿِئين باغبان ماندو
تجلو ٿيو حُسن ذاتي چراغِ مُصطفيٰ آيو

وَڻ ٽڻ گل سَڀئي پو تا پَسي رُخ ناز پرور جو
نِماڻي سِر سلامي ٿيا اسان جو شاهنشا آيو

سڀئي گُل شاد ٿيا عنمدل نه پيدا هُئي خزان تنهن ۾
صبا جو ساري گلشن ۾ آواز و مرحبا آيو

علام
روپ پيروين
تار دادرو



ٿله

جلوي حسن برابر ڪوئي جلوگر نه سمجهان
غلمان مَلڪ گلبن حور و قصر نه سمجهان

ڪُلُ خَلَقَ مِنَ النُّوۡرِیۡ جو رتبو بلند بيشڪ
ماسوا المحبُوب جي هر دو ديگر نه سَمجهان

مثل حُسن محبوبن ڪنهن کي مجال کهڙي
قطرو ڪمال يوُسف همسر مگر نه سمجهان

سُنبل سياه رُخ تي زُلفن نقاب ٿا هيو
مَتِ بوءِ مُوءِ محبن مشڪ و عنبر نه سمجهان

چشمن جي چلڪ چَمُڪَن چوُ باز کي ڇتايو
هر تاب کي بي تاب ڪيو برقِ ابر نه سمجهان

سڀ شان کي شرمايو - نتهن شرف شهنشاهي.

درجي وِصال دلبر - ليل و قدر نه سمجهان.
بخش تي هڪ بُوند کان مسِيحن کان مَسِيحي
لُعاب لب جانب جهڙو جام ڪوثر نه سمجهان

قُربو ندن جي قامت ڪيئن سروَ کي سِڪايو
قدمن کان ڪبڪ مور ڪيو تراو پر نه سمجهان

عنمدل جلال جمال جلوي جبين نه جهڙو
ناري نوري ستارا سڄ ڪتيون قمر نه سمجهان

ڪلام
روپ صناح



ٿله:

معنيٰ صورت صورت معنيٰ صنم بي مثل به آهِ ته مثال به آهِ
بي رنگ رنگت رمز رنگيني ڪمال به آهِ ته زوال به آهِ

اَحد تي آيو عبد بشر - ڪري آدم صورت سانگ سفر
پهري ميم جو تاج احمّد الور - جلال به آهِ ته جمال به آهِ

پنهنجو پسڻ پسي ٿيو پرواني - ڪٿ بازيگر ڪِٿ بازي
ڪٿ قِيل اَلآ ڪِٿ ماضي - حاضر حال به آهِ خفي خيال به آهِ

ڪُنتُ ڪَنزاً مَخفِيُ قُلزم - موجودات ڪُلي اظهار عَدم
اَعليٰ اَشرَفُ اِنسُ اول اعظم - ڪل قال به آهِ زبان تال به آهِ

عنمدل نام نشان بي نشان باشد - سوئي دم صورت سو پنهان باشد
سوئي خادم سوئي سُلطان باشد - وصال به آهِ نه وبال به آهِ

ڪلام
روپ تلنگ



ٿله: بي صورت صورت پردا
خود پردا رُخ دلبر دا

بي صورت صورت اولي — ڪر ناز ادا گُهنڊ کولي
لک بوليان بهگڻ بولي — اتوار سيو انور دا

اهو سپ سينگار صنم دا — موجود بنقش آدم دا
آواز ادم وِچ دم دا — دم دم ظُلمات بحر دا

بي روپ دا روپ رنگونا — ڪت ظاهر ڪِت بطُونا
ڪت مُحسن ڪت مفتونا — بي چون بي مثال بشر دا

بي مثل دي معنيٰ مثلي — مَنُ رَانِيُ والي وصلي
تحقِيق محض هئي تسلي — اهو گفتا عنمدل گُردا

كلام
روپ پهاڙي



ٿلهہ: ڪاڻ تماشي آيو سهڻو ٿي سيلاني جاني
سانگ صفات بنائي صورت ۾ انساني جاني

اوٽ ادم جي ڊاهي. ميم جو مظهر ٿاهي
افضل آدم آهي. سارو سر سبحاني جاني

لوڪ پلاڻڻ آيو - راز وٺي پنهنجو رايو
ناهي ڇيڙو ڪنهن جو ڇايو. لامثل لاثاني جاني

عبد معبود آجوئي - سائين پانهو سوئي
احد احمد اهوئي - فرمايو مَنْ رَانِي حَانِي

شاهہ حُسن شهزادو - ذوق زليخان جي آندو
ٻيوس برِدو باندو - مصر ۾ ڪنعاني جاني

اَحدؤُن سِراز لي جي - نور جلال جبلي جي
پردي اِبن علي جي - ڪربلا ٿيو قرباني جاني

حُسن حسِين هزارا - نيڻهن جا رنگ نيارا
عمدل عاشق يارا - حيرت ۾ حيراني جاني

كلام
روپ تلنگ



ٿلهہ: حُسن تُنهنجي جي هاڪ
عرش زمين ٿي ڀُڌم پاروچا

ملڪ فلڪ جو مالڪ تُون آن
صاحب تون لولاڪ

عيسىٰؑ موسىٰؑ سڀ تابع تنهنجي
خَلَقْتُ الْاَفْلَاكَ

يوسفؑ جهڙا ڪي ٿي ٻيدا
شمس قمر شرمناڪ

عمدل جهڙا لکين هزارين
محب تنهنجا مشتاق

## نعت شريف

كلام
روپ پيروين

دَرشان حضور پاڪ
صَلَّى اللهُ عليه وَسَلَّمَ



تنهنجي حُسن جا ٻي تعداد عدد
منجهہ حيرت ناهين ڪا حمد جي حَد

ڪي ٿي مَلڪ فَلڪ تو مطيع ڪيا - خادم خاص نَبِيَّ ڪيا
عي ٿي وا لى مُلڪ وسيع ڪيا. مليں قوسين ڪنا مقصد

وَالسَّوْفَ يُعْطِيْكَ رَبُّكَ فَتَرْضٰى - وَلَّيل وِصال سندا واعدا
آهين اُولِي الْاَمْرِ بَحُكمِ هُدىٰ - سلطان رسولن سندي تو سند

ڪي بشر چَوَن ڪي مَلڪ چَوَن - ڪي مَنْ رَانِيْ رَائِل حَقُّ چَوَن
عي مِنَ النُّوْرِيْ ڪُل خَلَق چَوَن - تسليم نبيِّن تنهنجا تفقد

آهين آدم ذات وجود بہ تون - مَلڪن جو مسجود بہ تون
عدم بہ تون موجود بہ تون - ڪشور ڪون و مڪان دارالمسند

پردو گهنڊ نقاب نہ ڪو - ڪَسيف لطِيف حساب نہ ڪو
عاشق معشوق حجاب نہ ڪو - وچي ميم رهيو درميانِ احد

يٰسٓ لقب سرداري آ - الف - لا - ميم اقراري آ
مُبِيْنُ الْحَقُّ مختياري آ - آهي لامحدود صورت سرمد

مَا ذَاغَ الْبَصَرُ وَمَا طَغٰى - ديدان ديدن ۾ هڪ دم نہ جُدا
صورت معنىٰ معنىٰ صورت صفا - اسرار اکين سرمون سنگ اسود

تنهنجي شان شرف جو شناسي آ - پسڻ جو عمدل پياسي آ
تنهنجي مجلس ڪاڻ محواسي آ - نت راهہ تڪي پيو طرحين تردد

ڪلام
روپ پيروين



ٿلهه: تنهنجي حُسن سندا ڪي ٿي بردا بشر
لک حور پري مَلڪ ديوَ دشر

الماس آفاقي لرزن ٿا جهٽ جهٽ ۾ جهلڪ سان جهمڪن ٿا
تنهنجو تاب ڏسي سي ترڙفن ٿا. صد سورج ستارا ڪتيون قمر
ياقوت عقيق زمرُود زرد - شرمنده بدخشان گوهر گرد
مرجان ڪهربان ريحان ڪي رد - تشبيه مثل تيا ٿم تَصوّر
مٿ مُطلق ناهي مثال تنهنجو. ڪل مظهر حُسن ڪمال تنهنجو
جُز يُوسف ڪي هو جمال تنهنجو - سينا طُور سڙي ٿيو پُرزا پٿر
تنهنجي شان شرف جو شاديون ٿيون - ملڪو ملڪ ۾ منا ديون ٿيون
مٿي عرش مبارڪ باديون ٿيون - بر سيا باغ جنت گُل ڦل گوبر
عيٺي حيرت ۾ هوشناڪ چوان ڪيٺي عمدل جهڙا غمناڪ چوان
ڪيٺي سالڪ مرد مشتاق چوان - تنهنجي جلوي عَڪس جا آهن اهڙا اثر

## نعت شريف
درشان پاڪ حضور سرور ڪائنات
صَلَّى اللهُ عليه وآله وسلم

ڪلام
روپ پيروين



ٿلهه: تنهنجي نازڪي آهي نازمون ڪي هر دو جهان ۾
تصوير جي تشبيه نه ڪون و مڪان ۾

بشري چوان مَلڪي چوان يا حقي چوان توڪي
هر مثل ۾ ٻي مثل تون گوهر گمان ۾
تنهنجي نور مان روشن ٿيو شمس و قمر دو نور
جلالي و جمالي ٻئي سيفون ميان ۾
مَازَاغَ الْبَصَرَ جو رتبو تحفو توکي مليو
اَلتَّحِيَّاتُ تنهنجي آجيان معراج ميدان ۾
اَنَا اَحْمَدُ وَمَنْ رَانِيْ منسوخ مون نه مڃيان
موجود حق ذات وصفت لا شان شان ۾
محبوب تنهنجي معجزي شق القمر ڪيو
مقطعات جو تون ماهر علمو عيان ۾
عمدل لکيو لکن ۾ تنهنجي نظرسان توکي
صامت تو سمجها يو مون کي ناطق زبان ۾



ڪلام روپ ضلع

ٿلهه: صُورت پسي صنم جي ڪعبو سدا سلامي
بيت الله بيعت ڪئي محبوب جي مدامي

مَلڪن کي ناهه معلوم صورت جو سِر سالم
مُوسيٰ نه محض ماهر ڏنهن عشق جي عطاهر
شمس و قمر شتابي ناياب نور ناهي
مسجود سندو مَلڪن ساجد حسن حَبيبَن
عمدل مُحِيط معنيٰ صُوفي سُخن سجها تا

بي تاب ٿيو بمنزل جبرائيل مَلڪ جامي
طواف طور سينا تحدل ڪيو تمامي
شب قدر شان پاتو ڏنهن دل با دوامي
تهروڻي برابر عرفات ٿيو انعامي
توحيد ڪفر فنا ٿم ڪلمات جو ڪلامي

ڪلام
روپ پيروين



تلھ: ڪفر لاءِ مڪيو شروع ڪعبي حقيقت کي سجود
ساجدن پٽي سر ويڙايا واصلن وحدت و جود

اَمْرِ بِالْمَعْرُوْفِ استعمال ڪيئن ڪيو عاشقن
نينهن وارن پٽي ڏنو نا بود صورت نقش بود

بوس پاتي سگِ بجانان قَيسؔ کي تيو ڪيئن روا
لَا مذهب لَا وَ تُوْبُوْ حُبِ ليلىٰ لا احــدود

ابنِ عَليؑ ڪيئن ڪربلا ۾ قبيلو قربان ڪيو
راه رَضَينا بِالْقَضَا شهِيدن شاهد شهـود

پهاڙ ڪيئن پاڙي تيو فرمودو هو فرهاد کي
موج مستي ۾ مليو هُنَس شوق شيرين جو شعود

درويش دهلي ۾ قتل انجام بي سر باسخن
لا اِلٰه ڪان ويو لنگهي سو اِلَّا الله سرمد بہ سُود

جُرم بَدِ لِا اِلٰه بر حق بره وارن بر چشم
ڪفر تن جو مسلماني عشق جن جاويد جود

عنمدل اِسم هم دم صنم سودا ئم الدارين ۾
قلبي تلاوت طالبين تن وره وارن کي ورود

ڪلام روپ
پيروين



تلھ: ڪعبو حسن صحيح آ مسجود منهنجو
صورت انساني کي آ سجـود منهنجو

حج حسن حضور حرمين بہ آ - طواف گرد طرفين بہ آ
نيڻ نينهن نمازون فرضين بہ آ - جنهن جاءِ محبوب آ موجود منهنجو

عشق مون دين ايمان ڌرم - عشق مذهب ملّت قرب ڪرم
عشق حضرت هادي حق پاڪ پرم . عشق مطلق مولا آ معبود منهنجو

لَيْسَ كَمِثْلِهٖ شان اهو - روحي رمز جو آهي راز دان اهو
اَشْهَدُ اَنَّ مُحَمَّدً سلطان اهو - خلق الآدم صورت آ عبود منهنجو

اَلصَّلٰوةُ مِعْرَاجُ الْمُؤْمِنِيْنَ . اَلصَّلٰوةُ حِجَابُ الْعَاشِقِيْنَ
ترڪ دنيا سُنَّت طالبين - وَحدت اِسم صنم آ ورود منهنجو

دِل اِنسان عرش عظيم علىٰ - وفِيْ اَنْفُسِكُمْ بَيْتُ الله
جِت ڪِت جلوه جَلِيْ وَجْهُ الله - بيشڪ بره بقا آ بهبود منهنجو

عَيْنُ الْعَيْنُ يقين اعتبار عجب - ايجاد عجيب انوار عجب
هي ءَ عنمدل جي گفتار عجب - خوش حال سدا آ خوشنود منهنجو

ڪلام روپ پهاڙي



تلھ: كُنْتُ كَنْزاً مَخْفِيًّا آکيا سخن ماهي مــاهي
ڪِيتا گلشن گنج روشن مَيڏي موهن ماهي مــاهي

انس دي اولي آيا. پوش چا ڪان دا پايــا — اَنَا اَحْمَدُ آپ الايا - بلا ميمًا ماهي مــاهي
ميم دي مُرلي بجاوندا. ڪافُ ڪُنيد لکنين پاوندا — گلي گلي آوندا گاوندا - جوگي بن ماهي مــاهي
سر پر تاج ڪلنگي - گل مالها الفـي انـگـي — نينان دي نال نسنگي - لاگي لگن ماهي ماهي
خَلَقَ الآدم صُورت. ذات ڪون محض ضرورت — لَيْسَ كَمِثْلِهٖ مورت. ميڏا محسن ماهي ماهي
عنمدل گياني گن گاوي - ستگرُ دا شبد سنا وي — آوي مَندر ميڏي آوي - ديوي درشن ماهي ماهي

## کلام
### روپ مانجھ



ٹلھ: ملک ادم دا واسی تھیا سیلانی سانول
اپنی سانگی سہنا ٹھیریاں ڈیندا وَل وَل

گونا گونی گردا۔ قادر کُنتُ کَنزاً دا۔ قدم کُذا ایس کُن دا
طبل تماشی تجمل

بیک بسم دا بر قعا۔ خاکی پاکی خرقا۔ تھیا سوداگر سر کا
رنگپور دی وچ رانول

عاشق تھی اظہارا۔ برھین چایا بارا۔ نازو یکیندا نیارا
میم دی اولی مُرسل

رازر نگینی را نجھن۔ دلبر ڈیندا درشن۔ کول حقیقی حُسن
پتڈرا تھیا ھئی پترمل

نوش حجابئوں پردا۔ جوگی ھو کی قردا۔ مالک ھر مظھر دا
گوھر غازی غمّدل

## کلام
### روپ پٹمیری



ٹلھ: تیری نینون کا جدا نور کھون
حق مظھر پاک حضور کھون

تیری امرسی عیسیٰؑ مرش چلا۔ روح اللہ کا خطاب ملا
موسیٰؑ اَرِنیِ عرض بولا۔ تیری تجلی نور کوہِ طور کھون
یُوسفؑ زلیخان خواب وِکایا۔ وِچ مصر بازار دی مُلھ چُکایا
شوق شیرین فرھاد ٹھیرایا۔ کب مجنون مجبور کھون
گلزار حقیقی راز تیرا۔ حیرت حُسن دمساز تیرا
کربل دا نظار اناز تیرا۔ قدیم کنون دستور کھون
سولی اتی معراج تیرا۔ ھماند رحلاج تیرا
قتل ستم سب داج تیرا۔ دونون جہان میں ظھور کھون
ھئی سائل سدا غمّدل گدا۔ تیری حُسن اوپر ھزار فدا
مُجھی درشن دِکا دی نامِ خدا۔ تجھی ظاھر باطن منظور کھون

## کلام روپ تلنگ



ٹلھ: واہ واہ! جمال جانی جنسار یار تیرا
بیرنگ وِچ رنگان دی رخسار یار تیرا

جلوہ تیری حسن کا عالی تاب ہویا
کوہِ طور اوپر ظاھر جھلکار یار تیرا

بی مثل نمونا مظھر تیرا کھون میں
کربل میں قتل کیسا اسرار یار تیرا

جب تاماھِ کنعانی گو تم سر بازار میں
اس دم نہ تھا کوئی اور خریدار یار تیرا

شیرین بن کی بیٹھا جب تو رنگین محل میں
فرھاد ھوا فراقی ٹھیر بیدار یار تیرا

کب تم حقیق مجازی کب غازیون کا غازی
کب عاشق کب محبوب اختیار یار تیرا

تیرا پوش طلسماتی عالم پلادھا ھئی
ظاھر باطن ظھورا دیدار یار تیرا

غمّدل تو یہ ھی دیکا برھین کا تماشا
بی انت بحر سارا نگھو سار یار تیرا

كلام
روپ تلنگ

ٹله: دلدار كمندا والي دالنگهه سيني تير نسنگ جاندا
ٹُٹ جاندي ني ماݨ حسيناں دي جنهن راه توں دلبر لنگهه جاندا

اس عشق دي الٹي گل اڑيئي. كئي روندي مٹي وچ ٹل اڑيئي
هكڑيان دي لهابو كل اڑيئي. هكڑيان نون سولي ٹنگ جاندا

كئي رُلدي قرن اجاڑان وِچ. كئي گهمندي شهر بزاران وچ
هكڑيان نون مليا گلزاران وچ. هكڑيان نون رانجهن رنگ جاندا

كئي كركر مسئلي لڑدي رهن. دن رين عتابان پڑهندي رهن
كئي گهر وِچ درشن كردي رهن. هكڑيان نون سانول سنگ جاندا

جنهن نون زلف ماهي دي رسدي هي. اُنهندي عقل وجود نسندي هي
اونون ويك كي خلقت هسندي هي جنهن نون ناگ زلف والا ڈنگ جاندا

گهي غمدل محفل ياران وچ. گهي خوشدل جنگ اغياران وِچ
هك دم هئي رنگ هزاران وچ. گهي لنگهه سرحد دا دنگ جاندا



ٹله: ثناءِ مُحمّدؐ عبادت كهون

خاطر نبيؐ دي لولاك لما. خدا اخلقيا خاص هر دو جهان!
فخرِ انبياوان دا شاهِ اُمم. درياءِ رحمت بر ابرِ كرم!
يٰسٓ دا سر تي سهرا بنا لقب جنهن دي دختر دا زهره بنا
وَاللَّيۡلِ شَمۡسُ وَالۡقَمَرُ وَضُحٰى هَا. تعظيم تطهير تعريف طٰهٰ
عرشِ مُعلّٰى تي مسند نشين. صاحب قَابَ قَوۡسَيۡنِ رُوۡحُ الۡاَمِيۡنِ
رُتبا هئي احمدؐ بلا ميم دا. ثابت سُخن الا۔ م!
سرورؐ دا سايا نه ٹهندا كتان. جبرائيلؑ گولي دلهندا كتان
مَنۡ كُنۡتُ مَوۡلَا دا اقرار ها. كيون مُعاويي دا انكار ها
وهابي بٹي هن جو وارث نبيؐ. مثل مور تبيندا نه كواكبي
صفتِ خدا صفتِ خير البشر. عليؑ فاطمہؑ و شبّيرؑ و شبرؑ

كلام
روپ تلنگ



ٹله كبي جس نون سجدا كيت
كيوين آكان كنهن دي ذات!

رُوپ نهين كوئي رنگ انهين دا
بي رنگ دي ول ناهي بات

ناول خويش قبيلا جنهن دا
ناول كائي بشر صفات

ناول نام نشان اُنهين دا
ناپيدا ناپيدا ذات

ناول باطن ناول ظاهر
نا او نفي نا او اثبات

غمدل مُلك نه ماگ اُنهين دا
نه كا حياتي نه كا ممات

كلام روپ پيروين

بَصلوٰة اعلٰى عبارت كهون
مخفي گنج روشن رجاعت كهون
شفادار محشر قيامت كهون
بعد از عليؑ دي امامت كهون
خاص الخاص خاصي خصالت كهون
شبِ معراج ذيشان شوكت كهون
مُزمّل مُرسل دي مداحت كهون
اِتّان ہُ اُتّان هكا حالت كهون
بيعت دي بدلي بغاوت كهون
بُغض لِلّٰه اسان اپني عادت كهون
غمدل دي هردم حمايت كهون

كلام
بي نقاط



تلهه: احد احمد هر دو واحد وحده

در وصل واصل وحاصل سر صحو

اسم طاهر اطهر و طٰهٰ طهور

هر كه اسماء در محمدؐ هم محو

اسرار اُو لى الامر اول امم

همه لا اله الا الله او

علم وعلا معلم مداح عالم امام

مالك مصور ملك دل در ماه دو

حامد و محمود هم سره مركلام

اهل اكرم مكمل سرور صلو

حال ما احوال عمدل ما سوا

الله در لله در هم هو لهو

كلام
روپ كونسيو



تلهه: مظهر منير مدني مشخان در مداهئي

كامل قدم قديمي انصاف دي اداهئي

سرتاج صنم ساقي. بقابالله باقي.

محبوب ثيا ملاقي. سرجان تن فداهئي.

مست ومنبدل مدامان. ڏوڏو وتڪر ڏمامان

هوالحق هنگامان. سوري اتي صداهئي

صورت مثل حبابي. قطرا بحر بآبي

دلجِل عجيب نابي. روشن رندي رداهئي

عمدل ظهور ذاتي. دم دم درو ني جهاتي

حاصل حسن حياتي. آزاد الوداع هئي

كلام
مانپ پيرو وين



تلهه: فرياد نبي خير الورىٰ

يا محمد مدد ني مُنورا

تيڏي شرف داشان لاثاني — تيڏا اعلىٰ كلام نشاني

تيڏي بعد ڏنا هاظلم زهرىٰ

جنهن الحم جسم بي تون هين — خود روح تي دم بي تون هين

وچ كعبي دي كنا تيڏا پرا

گل علي دي امام حسن كون — منع كردي روني دفن كون

ماريا تير جنازي كون منكرا

لگا شوق شبير شهيدي — كيتي كربل جاء خريدي

جتان انبياء گئي هن گهيرا

آيا محرم ماه مهينا — لُٹيا باغ بتول دا بي دينا

آيا شمر شرير كون حيا نه ذرا

مارِس مسلم مير مسافر — چوڻي پال كتي ڏون كافر

واه واه دين دي دعوت دا بحرا

لب خشك تي گل وچ تيري — واه واه صبر كمال صغيري

كجهه رنج دغا دم نه پرا

اوڏون فوج هجوم كفاري — ايڏون تن بهتر تياري

مولى جاڻي مصيبت داماجرا

عمدل شاه امم كون — تون جاڻي غنيمت غم كون

سما ئي جهان هر دوسرا

# پاڳو پهريون

## باب ٽيون "حيدر"



كلام
روپ بسنت

تل: لَا فَتیٰ اِلَّا عَلِیُ لَاسَيْفَ اِلَّا ذُوالفقار

صفاتي مان ظهور وظاهر جلوو جوڙ كري جنسار
اَنَا اَحْمَدُ بلا ميمي ذاتي احد ٿيو اظهار

لَحْمُكَ لَحْمِیُ دَمُّكَ دَمِیُ حيدر رهرهند هيڪار
قُمْ بِاِذْنِیْ كري قرب سان محب ماندي مُئي جيار

آب كوثر جام ساقي مُرتضیٰ مون كي پيار
پرين پسا ڄ پنهنجو پيار دلربا درشن ديدار

سڄڻ تنهنجي صاف سِڪ ۾ غير ويڙو گرد غبار
اُلٿيو عشق الهوت الاهي برس بادي بي اختيار

نيٽين نينهن نظارو نرمل كامل كيج لِنگ نروار
كر عطا عينن جو اوجر ڏيج برہ بسنت بهار

پنهل پهرا ڄ پرين مون رانول روشن سبز سينگار
درد مندهي گولو عَمّدل آهي اداسي تو آڌار



كلام
روپ پيروين

تله: شهنشا ه علي شيرِ يزدانِ حيدر
لحمر دمر نبيؐ روح جسمان حيدر

بيت الله تولّد خدا گهر شهادت
رتبا هئي عالي عجب شانِ حيدر

سوالي كون خالي نه مولاؑ ولينداء
كريندا هئي فرزند قربان حيدر

رُستم دي تُربت جنبش ۾ آئي
بهرام كِيتي بيعت آن حيدر

نَبيّان دا عُقده كشا اَسدُالله
فقر دا فخر فيض رَسان حيدر

نارِ ابراهيمؑ گلزار كِيتا
بچايا نَبيؑ نوحؑ طوفان حيدر

مُوسيٰؑ دا مهمان مولا تي آيا
جلايا جبل طور جولان حيدر

محشر قبر دا نه كجهه خوف كيجو
تسلي تسلي نگهبان حيدر

اِسمِ علي نام ورد زبان هئي
عمّدل مداحي مُحِبّان حيدر

كلام روپ پيروين



تله: اسان علي حيدر دي بَندي هون
صوفي سالم سرور سندي هون

جهڙا ياكي هئي يزدان عنون۔ شكي شريف دي شان عنون — ساڏي بيزاري بي ايمان كنون۔ نُولي نعماني عنون نندي هون
كڏان نه ڏيكي كور قمر۔ جهڙا آل مُحَمَّدؐ دا مُنكر — او تخم حرامي خارجي خر۔ اُون تي لعنت لازم لِكندي هون
هتُون حيدر دي مئي نوش كرون۔ جذبي والا جوش كرون — كيوين سخن سچا خاموش كرون۔ صافي صا صراف سخن دي هون
فوج فقر دي فرقي وِچ۔ خنداں اسان م تهين خرقي وِچ — علي ابُوتراب دي ترقي وِچ۔ وَ ج پكڙي پئي پنجتنؑ دي هون
عمّدل نام دا غازي۔ رهون رمز رضا دي وِچ راضي — جهاد جنگي دي بنا بازي۔ كڏان قتل كرو كڏان كُندي هون

کلام
روپ ڀاڙي



ٿلهه: دلبندِ خُدا شيرِ بهادر علي علي
لائق لا فتىٰ اِلّا انور علي علي

شهادت ۾ شجاعت ۾ سخاوت ۾ امامت ۾
سلطان دوجهان سڪندر علي علي

لَحمُکَ لَحمِي جِسمُکَ جِسمِي دَمُّکَ دَمِّي رُوحُکَ رُوحِي
همراز ۾ همرمز ۾ همسر عليؑ عليؑ

فرمان کها نبيؐ مَنْ کُنْتُ کي حديث
پيغمبرؐ کا جا بجا هئي برادر عليؑ عليؑ

حَسنينؑ هردو قول گوشهٔ جگر فاطمهؑ
گلشن مُحَمَّدِيُ کا شجر علي عليُ

عنمّدل کي يه غذا هئي وِردِ نام علي کا
ساقي شرابًا طهورا کوثر علي علي

کلام
روپ ڀاڙي



ٿلهه: شفاعت سي همت ميري سرؤر تا نو علي تا

لگا نعره هئي علي کا زمين وآسمان اوپر
ساري لولاک کا والي مُنوّر تا تو علي تا

قطب جلوي ۾ کها جس ني نِکل آيا پهاڙون سي
مُحَمّدؐ کي محبت ۾ همور تا توءَ علي تا

کربل ۾ شهيدون کي رضا ۾ خود علي آيا
کفرسارا کَتا جس ني بهادر تا تو علي تا

علي الله کهتي هون علي اسرار سر سارا
يه هي يقين هئي ميرا صفدر تا تو علي تا

مُجهي هئي ذوق طلب ذاتي عنمّدل هون گداگر
طالب هون تو سيّد کا انور تا تو علي تا

منقبت حضرت صاحبِ ولايت
جي شان ۾



ٿلهه: دم علي علي دم علي علي در کار

سَدا صد بار زبان گفتار دما دم علي علي در کار

پيارا پاڪ پيغمبرؐ دا - چا لقب ڏرايُس حيدر دا - فتح ڪيتُس گڑهه خيبر دا
سِر مرحب دي تلوار - دما دم علي علي در کار

نادِ علي مظهر العجائب - غازي غضنفر غرائب - نرمل نور نبيؐ دا نائب
نامور نروار - دما دم علي علي در کار

والي مُلک ولايت دا هئي - ساقي بحرِ سخاوت دا هئي - هادي حق هدايت دا هئي
دُلدل دا هسوار - دما دم علي علي در کار

نُوح الامين اُستاد علي - هر علم کنون آزاد علي - شمشير عجب ايجاد علي
برباد کُفر فِي النّار - دما دم علي علي در کار

معراج شريف داشان وڏا - تشريف محمدؐ مان وڏا - وِچ پردي دي گمان وڏا
آواز علي اسرار - دما دم علي علي در کار

تابع قمر ستارا ها - اُنگشت بہ شمس اشارا ها - قوسيْن تئون قدم قرار اها
جرّار فرّار کرّار - دما دم علي علي در کار

عنمّدل ملنگ مداحي مولا - منگدا ذوق الاهي مولا - تيڏي وحدّ دا ويا هي مولا
اسم علي اذکار - دما دم علي علي در کار

# ابيات

صُبح ويل سويل سُڻ سَيّد منهنجو سوال
معلوم توکي مرتضىٰ هيٺو منهنجو حال
پارت تي پرديسيءَ جي ٻهر اڏي ٻرحال
پلا تنهنجو پال - عنمّدل تو تو هئون گهري

---

صبح ويل سويل سُڻ سيّد صدا ئون
معلوم توکي مرتضىٰ منهنجون مُدائون
پارت تي پرديسيءَ جي ڪر دور بلائون
عنمدل گدائون - ڏس منگي تو منگتو

ڪلام
روپ پيلو



ٿله ؛ مَين هون تيرا گدا

شاهِ نجف ياشيرِ خُدا

حيدر تم هو صفدر تم هو

شاه افلاڪي انور تم هو

تو ُهي ميرا مُشڪل ڪشا

جهنگل ۾ علي جبل ۾ علي

شاهِ مردان مُڪمّل علي

هر وقت ڪهون مَين لافتا

سرڪار تيري اعلىٰ علي

مين ڀي گداگر تيري گلي

تم هي ميرا خفي جلي

يا عَلِيُّ الْمُرْتَضىٰ

خَلَقْتُ الْاَفْلَاڪ تمهارا

عرش برين لَوْلَاڪ تمهارا

غمدل غمناڪ مشتاق تمهارا

تم هِي ميرا شاهَنشا

منقبت درشان
صاحبِ ولايت

ڪلام
روپ پيروين



ٿله علي است دردل بدم دمدمادم

علي ذِڪرالله علي اسمِ اعظم

اگر در تصوّر علي شُد بشر — علي دُور نزديڪ زير و زبر

عبادات هر فعل باب العلم

علي مالڪ الملڪ شاهِ زمن — درين بيت الله علي بُت شڪن

علي جا بجا شد شاهنشاه اُمم

مظهر العجائب غرائب علي — نُورِ چشم نبيؐ نائبِ علي

يَدُ اللهَ عَلِيُّ فَوْقَ اَيْدِيْهِمْ

علي دست جَنّت ڪوثر و طوبىٰ — عَلِي دست غلمان مَلڪ حُور خُوبا

علي دست اَرض و سما لوح وقلم

هَسوار دُلدل صاحبِ ذُوالفقار — صفدر غضنفر وحيدر ڪرّار

عَلي اَنَا فَتَحْنَا بفنا ضل فهم

علي گنج درياءِ وحدت ڪليد — علي بى قضا بارضا او شهيد

علي بار قيبان ڪنده ڪرم

گفت مَن ڪُنْتُ از مُصطفىٰؐ بيان — همسر محمدؐ عَلىؑ هم زبان

عَلِيؑ وَ مِنِّيؑ جان هم جسم

گذاشت بود حضرتِ صَفِي الله — خريد است باغِ جنان عَلِيَ الله

تا نڪه علي مَخُورده است گندم

فتح جنگ اِلّا علي لافتاح — عادل و صادق صابر باحيا

شجاعت سخاوت علي برختم

ٽ اسدالله الغالب علي ذوالجلال — مشرقين مغربين جنوب وشمال

علي انجمن آفاق باني بزم

غمدل غلامان غلامِ علي — سگانِ بوس پائي سگ بنام علي

فخر دوجهان در اميد استم

# پاڳو پهريون

## باب چوٿون شبّير و شبّر

روپ جوڳ

تلھ: سردار حسينؑ ڪربلا
لولاڪ جو والي شهيد آ

عشق امر ارباب هو — هڪ عبرت جو اسباب هو
سر ڏيڻ خاطر بي تاب هو — فرزندِ علي مشڪل ڪشا

مانجهي آيو ميدان ۾ — رند رضا فرمان ۾
چئيچل انهيءَ چوگان ۾ — جسم ڪان ٿيو الوداع

تلقين فقير جي هئي تِڪي — راز دان خود پئي ڏسي
پُوند پِرھ جي اُٿي — سر مسافر سيّدا

محمدؐ وصال جي پي وٽي — آهِ مام مطلوبي مِٽي
انت موتو جن اٿي — هادي حق نُورُ الهُدا

ڪلام روپ پهاڙي

تلھ: عُمر ساري لڳو هينئڙي موڻ ڪي ماتم يتيمن جو
سدا سيني اندر سرتيون اهنج ايذاءُ عجيبن جو

اهو خود راز رباني هو- نہ ڪو شاهن جو شاني هو
سيّدن سر سيحاني هو- اعلىٰ شان شهيدن جو

پنهنجي پيارن مٺان مولا — سَنا ڪيئن چوھ مان شعلا
ڪيا عرش فرش واويلا — ڏسي قِضيّو قريبن جو

ڏيون جانب ويا جهوري — لايون لونءُ لونءَ اندر لوري
چيرين ويا چڙي چوري — هالاڻو ٿيو حبيبن جو

اجهي محمدؐ محب ملندا — وچوڙا وهم سڀ ويندا
دلاسو دوست موڻ ڏيندا — دوا دارون مريضن جو



قصيدو حسيني — روپ پهاڙي

تلھ: مشهور هر دو عالم عظمت حُسينؑ جي
مُجسّم الاهي آهي اصليّت حُسينؑ جي

نقش نثاري ڪيو حق راھ ڪي روشن
اَمر بِالمَعرُوفِ مدارت حُسينؑ جي

نِمرُود سندي نار کي گُلزار ڪيو خليلؑ
ڪَليدِ شفا ڪر بل جنّت حُسينؑ جي

حُسَيْنٌ مِنِّيْ وَاَنَا مِنَ الحُسَيْن جو واعدو
زيرِ خنجر نَبيؐ هو نسبت حُسينؑ جي

رموزِ نهاني جو مالڪ معنوي گوهر
مصيبت ۾ دلڪُشا سخاوت حسينؑ جي

ڪون و مڪان جو مالِڪ هَر هَر مڪان تي علم
وسيلو مشڪلن جو مشڪليت حسينؑ جي

ثبوت عاشقيءَ جو صداقت ڏنو صحي
رُخ لعل خُونِ اصغر صورت حسينؑ جي

تحفو آ اِسم محمدؐ روحِ ازل اَوّل ڪان
اِرشاد ثنا صفت عنايت حسينؑ جي

قصيدو

روپ پهاڙي



ٽله: دل جان علي دا فرزند ان علي دا
ٻن ڪربل جهوڪان لايان گهن فرمان علي دا

شاه اپڻي خيال ڪمال ڪنون - ڪنهن فڪروڏي في الحال ڪنون
انهان غيران دي جنجال ڪنون - ٽرُ سفر چليا سلطان علي دا

شاه رفته رفت روانا ها - سؤصد مي لک افسانا ها
اتي قدم قدم شڪرانا ها - سرصبران دا سامان علي دا

وچ راه دي شاه رنجور ٿيا مُقيّد تي مجبور ٿيا
آزاد اتان مسرور ٿيا جڏان ڪول ڏِتس جهبيان علي دا

ٻن ڪربل جهوڪان لا بيٺا جتان ڪوئي نه ها اَنبياء بيٺا
اتان سيّد قدم نِڪا بيٺا هَا پاڪ پسر پهلوان علي دا

جنگ ڏنگ علي دي وانگ جهلي تن تشنگي دي تانگهه جهلي
اتهين سيّد سيني سانگ جهلي هم شڪل نبيؐ نوجوان علي دا

ٻڌ سهري گاني لعل بنا رنگ لعل رتا لهو نال بنا
وچ قربان گاه عمال بنا گل ولد حسنؑ گلستان علي دا

دوزخ دي دعوا ڇوڙ آيا جنّت جا ٿين جوڙ آيا
ڪر توڪل اپڻي توڙ آيا مُسافر حُر مهمان علي دا

جنهن دي مشق جدا تي عَلم جدا ڏون دست جدا سر قلم جُدا
وفادار دلير دا دَم جُدا ها ڪامل قدردان علي دا

مظلوم عظيم علي اصغرؑ معصوم يتيم علي اصغرؑ
بن شِير سَقيم علي اصغر گل تير ظلم طفلان علي دا

ازل ڪنون اقراري ها شاه صابر شڪرگذاري ها
توڙي بار مصيبت باري ها پڙمَل ڪڙا ميدان علي دا

آتن تنها شبّير ڪڙا ڪل قربا ني ڪر پير ڪڙا
تقدير اتي تدبير ڪڙا ناطق نيزي فرقان علي دا

او زيور شام ڏي پا ٽُريا هولي هولي شاهنشاه ٽريا
ڪر ڪربل کوچ وداع ٿيا علي عابد اسيران علي دا

ايهو عرض نظم مذڪور هووي ايهو محمّدل ذوق منظور هووي
دشمن تي فتح منظور هووي هي محب المدح خوان عليؑ دا

---

روپ پهاڙي



ٽل: اِبن هاشمي عِشق والي سَفر ڪر
وه منزل ڪون پهتي ڪشالي ڪسر ڪر

مديني ڪنون ڪوچ ڪرتا قلي دا ٽرُ پئي مسافر جو آباد بر ڪر
قتل گاه ڪربل وچ لايوني جهوڪان ويران وسند امدينه شهر ڪر

اربيلا ها اعبرّ نبيؐ دي نشاني ڪٽا راه مولا سينا سپر ڪر
سهري تي گاني لهو وچ پئي لڙهدي لئي سيج بنري دي ظالم زبر ڪر

هڪ جوان مهمان عاليشان پايا گهر بار سر گهور جنّت ڪون گهر ڪر
بازو برفراتي جسم تئون جدا هن خالي ول نه وليا ادا ئي امر ڪر

لب خشڪ تي آب قطره نه ڏيندي جهليا تير جهولي جو اصغر صبر ڪر
تيران دي رحل تي جونا طو قرآن ها زينت زين دي ويکو نقشا نظر ڪر

بيمار دلدار دي رفتار سُهڻي زيور عشق پائي ني شاهنشاه شڪر ڪر
ڪيئي طوس ٽرگئي ڪيئي شام راهي گهتيا وچوڙا قضا ني قهر ڪر

وطن والي ماندي بيوطنا دي ڪيتي ڪڙي راه پالن هجر دا حشر ڪر
ڪُسڻ والي ڪُس گئي لسڻ والي لسن گئي ڪِيتا شور شمري مقام سقر ڪر

گوهر فاطمه دي شبّير و شبّر هن
امت دي شفا ڪر گئي قربان سر ڪر

اشتياق محمّدل حشر تڪ حسيني
نظم تي نثر ڪون الاهي اثر ڪر

## قصيدو حسيني

ڪلام
روپ پيلو



ٽله: جلالي نور دا جلوا جو روشن رونما آيا
زمينون آسمان بيت الحزن از ڪربلا آيا

پُراسرار پُرعبرت پرهيبت تصور ها
جلالي تي جلالي تاب تابش پرتوا آيا

شگافو بي عدد بي حد زخم زخمان اُتي برتن
بهادر بي سروسامان وجوڊن تي وداع آيا

جنهن جا ڏوهن نبي اڪمل لرزدي ڪئي امان منگدي
اُهين جا مثل آتش تي نمازين ڪر ادا آيا

شهادت شوق دا شبيرڪون ازلي ارادا ها
رموزي راز دانا ذوالعلم او ذوالعلا آيا

تلي تڪبير دي سيد عجب مسرور ها اُس دم
ڏس تڪبير قاتل ڪون دئي ڪون ڪرڦنا آيا

شرح العشق نار الله خود تفسير خود نا تڪ
سرِ بازار سرنيزي گهف پڙ هدا اقصا آيا

توڙي انجام باري ها هزاران فيض جاري ها
صورت مقتول درپردي وصالِ با خدا آيا

مثل واقعا مصيبت انتهيٰ منزل فنا في الله
بمعنيٰ راز مخفي باب الڪنج شفا آيا

شريعت ڪون طريقت وچ طريقت ڪون حقيقت وچ
حقيقت ڪون معرفت وچ عاشق مل ملا آيا

سيد گهر گهول ڪر ڪيتا ڪل اقليم تي قبضا
يڳ نبيان دا وارث بڻجي ابن المرتضيٰ آيا

غنيمت جا ٿندا عمدل حسيني سوز همه مغم
صدف چشمان نِ گريان گوهرِ صد بار ها آيا

ڪلام
روپ پيروين



ٽله: آکن صد آفرين ساري شهيدِ ڪربلا دي ڪون
مارن صلوٰة دي نعري نبيءَ ڪل نبيءَ زادي ڪون

چڙهيا ميدان وچ غازي. رضادي راه تي راضي
ترميدان وچ تازي. بڻا ڪن باخدا بازي

ڏيکي قادر ٿيا قاضي الٰهي رضينا بالقضا دي ڪون
نازل نبيان دي روح ساري. و يکن قدرت دي نظاري

هر هڪ حمد پوڪاري. حوران ملڪان دي جهلڪاري
اُتان پيا ڪون دم ماري. مقابل مرد خدا دي ڪون

صورت نقشا تصور ها جو عبرت وچ مصور ها
انون گردن دي خنجر ها سخن الله اڪبر ها

حق موجود مظهر ها. عبادت بي ريادي ڪون
نيزي هسوار پيا بولي. اسيران نال چپ چولي

حقيقت راز ڪون کولي. هزاران ٻين گهتيس بولي
اتون سرنور دي شعلي. شهيدان شهدا دي ڪون

عبادت وچ رياضت وچ. سخاوت وچ شجاعت وچ
فضيلت وچ فياضت وچ. مروت وچ لياقت وچ

نه پهچي ڪو ڪماليت وچ. ابن المرتضيٰ دي ڪون
فتح مظلوم ڪون ملي. هتي فرمايا ربِ جلي

منادي عرش تي چلي. پنهان ٿيا. عيان ڪلي
عمدل تهدلئون تسلي. هت دامن پيشوادي ڪون

روپ پھاڑي



ٹلھہ، ڈسان حال حُسینؑ دي بالان دا
مُسافر کربل والان دا

۱ پاڻي مول صغيران نہ پيتا ھا    وہ شان شبّير دا کيتا ھا
سامان صبر سر نيتا ھا    ويکولاج شرم لجپالان دا

۲ پيرين پند نہ پوي ھا بيماران کون    اھو وقت نہ آوي ھا سرداران کون
وچ شام شھر پردي داران کون    بر تعاخاک متي سرتي والان دا

۳ ھک منزل شام دفن تيندي    ھک بن ديوچ بي کفن تيندي
ھک وطن کنون بيوطن تيندي    مَين صدق سنيان دي کشالان دا

۴ کيا بيان مصيبت باري ھا    خيمان ديوچ زلزلا زاري ھا
حُوران مَلکان ماتمداري ھا    افسوس اُنھان احوالان دا

۵ نقشا ياد اھو غمدل دي اُتي    پُرسوز حُسيني ٻلٻل دي اتي
عاشق نام علیؑ افضل دي اُتي    تھين مثل اُنھان دي مثالان دا

روپ پھاڑي



ٹلھہ، علي حيدر دي بيٹي وڈي شان والي
مشکل دي ويلي جو آسان والي

۱ يتيمان غريبان ضعيفان دي ضامن
سوالي نہ خالي سرقربان والي

۲ صابر تي شاکر بلا شک بہادر
مھربان رقيبان تي احسان والي

۳ شاھان دا شرف کِس انبياء نہ پايا
عيسيٰؑ تي موسيٰؑ منگڻ دان والي

۴ کري کون ريسان نہ چايا نہ جمسي
بس يي بھادر دو يزدان والي

۵ غمدل غذاط لب آلِ نبيؐ دي
گدا گر تونگر شاھ مردان والي

کلام
روپ تلنگ



ٹلھہ، ڈاڈا شوق شبّير کون کربل دا
اُھين عشق دي عالي منزل دا

۱ واقف ھا اسرار کنون
باخبر خبر اخبار کنون
روز ازل دي اقرار کنون
سر چاوڻ بوجھا مشکل دا

۲ کجھ دم نہ کرامت کار اُستان
کنھن دي مدد نھين درکار اتھان
جتھان صبر شکر اختيار اُتھان
شاھد ميدان ھئي مقتل دا

۳ اُھين بن دي اُتي نہ ياران اُتا
کنھين انبيّا نہ آزما ڈٹا
جتھان لعل بتول دا پال کٹا
تتا سانگ وھي دي آوٹ ول دا

۴ بوسي گاھ تي خنجر قرڻ لگا
آسمان زمين لرزڻ لگا
شمس قمر کون گرھڻ لگا
ظلمات ظھور ازل ذل دا

۵ صغير کجا تي تير کجا
بيمار کجا تي زنجير کجا
شاھ جھان کجا تي شرير کجا
اھو قلم قضا دا نھين ٹلدا

۶ اوڈون جبر جفا ايڈون صبر صفا
اوڈون خار خفا ايڈون مھر وفا
اھو امت شفا والا خوب نفعا
غم سوز غنيمت غمدل دا

کلام

روپ پہاڑي



ٹلھ: شبّیر حُسینا میڈا پیر حُسینا
رَضِیۡنَا بِالۡقَضَا اتي قدیر حُسینا

تیڈا شان شرف افضل دا ھا
اقرار بروز ازل دا ھا
تیکوں شوق بھوں کربل دا ھا
تیڈیاں صفتاں بینظیر حُسینا

کینا کوں ومکاں پسارا توں
بھتر قرباں جند وارا توں
ھئیں سرمُبیں دا سارا توں
ناطق توں تفسیر حُسینا

کڈاں مھرا تي ھسوار بݨي
کڈاں نیزي اتي سروار بݨي
ھرحال اتي ھوشیار بݨي
بوسي گاھ تائیں تکبیر حُسینا

تیکوں شرف ذبیح عظیم دا ھئي
نھیں فرزند اِبراھیمؑ دا ھئي
تیڈا قبضا کُل اقلیم دا ھئي
بر سات اتوں سر تِیر حُسینا

ھئیں زھرہؑ دا دل جانی توں
کُل انبیاواں دا بانی توں
علیؑ نبيؐ دي نشانی توں
مطلب کل تطھیر حُسینا

گِھن سیّد راھ خدا ٹریا
ھر سار اسات سخا ٹریا
او تر زیور عشق دي پا ٹریا
تیڈا عابد و لدا اسیر حُسینا

تیڈا غمدّل کوں امداد ملیا
تڈاں امر مدح ارشاد ملیا
ایھو تحفا بي تعداد ملیا
غم سوز الم اکسیر حُسینا

روپ جوگ



ٹلھ: حقیقت عشق دي یار و کوئي بید رد کیا جانی
اگر جانی میري مولا او والي کربلا جانی

چُبھي ھَن تیر کر چِل ول۔ زخم ڈادي ڈکن پل پل
کڑا عاشق آکي وَل وَل۔ جیویں تیڈي رضا جانی

ٹیا زخمي عاشق باالله۔ کري لوں لوں الله الله
خنجر دي ڈار دا ولا۔ عجب سیّد مزا جانی

صدقِ شاھاں دي رازاں دا۔ پڑھݨ سھٹیاں نمازاں دا
گِجھݨ گُجھ دي جو رازاں دا۔ شھیدِ کربلا جانی

حُسیني حال کربل دا۔ ایویں سارا ھا پنجتن دا
قِصا غمدّل قتل ھن دا۔ علیؑ مرتضیٰ جانی

روپ تلنگ



ٹلھ: سامان قیادت دِن دا
غم سوز حُسینؑ حُسنؑ دا

گل نازک نازاں پلیئي ۔ تَتي ریت تي بن وچ رُلیئي
کَئي باد خزاں دي گھلیئي ۔ اجڑیا گلزار چمن دا

بݨي سخت مصیبت باري ۔ شاہ کیتي کربل تیاري
گیئي کُسدي وارو ں واري ۔ ٹیا موت بھتّر تن دا

کیویں اصغرؑ پاݨي پیتا ۔ میدان ءِ بابل نیتا
کنھن ماریا تِیر پلیتا ۔ چوٹا پال صغیري سن دا

کنھن سیني سانگاں جَھلیاں ۔ کنھن شامردیاں قیداں ہلیاں
ھئي سیجاں رݨ وِچ رلیاں ۔ کون کریسي کفن دفن دا

کیھي کیھي مَیں سُول سُݨاواں ۔ پیٹاں وِچڑیاں باجھ پراواں
بن پُتراں کو کن ماواں ۔ خیمي انبوہ اگن دا

اھو نقشا کربل والا ۔ غمدّل اعلیٰ کنوں بي اعلیٰ
آسمان پي تي گیا کالا ۔ زلزلا مین زمن دا

کلام

روپ پهاڙي



تلهه: جب آلِ محمدؐ کا کربلا میں گذر هوگا
اُس دن سي قيامت تک برپا يي حشر هوگا

شاهون کي شهادت کا۔ نقشا تا مصيبت کا
خود رازِ حقيقت کا معلّم مصوّر هوگا

طفلون ني نهين پيايا في۔ يي احساسِ قرباني
خيمون کي تي ويراني۔ آتش پر بي صبر هوگا

يه بات بي نظيران۔ صابر صغير کبيران
مسکين يتيم اسيران۔ مقيّد مي گهر هوگا

عالم تي کوفي شامي۔ فتویٰ اُن کي غلط فهمي
حسينؑ سي هم کلامي۔ جب نيزي پر سر هوگا

"غمِ دل" يي غمِ دل نشانا۔ تحفه به هردو جهانا
سيّدات کا ثنا خوانا۔ لسان الفقر هوگا

## قصيده حسيني

کلام

روپ پهاڙي



تلهه: جب حشر مي آئيگا فرزند اسدُ الله کا
خونِ اصغرؑ سي هوگا رُخ ترمنوّر ماه کا

مصطفیٰؐ کي روبرو ناظر نبي هونگي سبهي
سامني هوگا سيون کي نقش کربلا کا

دستِ پيغمبرؐ هوگا شيشي اندر خونِ شبّيرؑ
ولا کليدِ گنجِ شفاعت شفا الله کا

اپني اپني صورتِ حالت مي آئين گي شهيد
اُس حشر سي بڑا هوگا حشر شهدا و شاه کا

قبل الزمانا کربلا سي مانگتي امان چلي
احسان مانين گي نبيؐ سلطان دين پناه کا

حضرت
حسينؑ کي قتل کا حق مانگيگي فاطمهؑ
اُمّتِ بخشش رها رخصت جنّت کي راه کا

ان کا غمِ دل هي عبادت مدح خوان جن کا هون مين
هر مکان سايا اُسي هسوار ذوالجناح کا

# پاڳو پهريون

# باب پنجون دستگير پيرانِ پير

# غوثِ اعظم

كلام روپ آسا



ٽلھ: ميران مُحيّ الدين هادي پاڪ حُسينؑ
داتا ڏيو دلداريون مار ڪيو مسڪين

تُون آن غوث اعظم. صحي سادات سالم
قدم ڪُل تي قائم. عرش و سرزمين

تون قادر ڪُلي آن. تُون سرجلي آن
اولادِ عليؑ آن. مُحب المُرسلين

تُون ڪامل ڪلالي. وَلِيّن جو والي
جلالي جمالي. جلوي گر جبين

تون صاحبِ شريعت. تُون پيرِ طريقت
تون هادِئ حقيقت. معرفت مُبين

ٻُڏل ٻيڙا تاريا. تو مُشڪل جياريا
اَڻ لائق اُڀاريا. نِگھ نازنين

صُبح جون صدائون. مَچُ تون مُدائون
منگئ غمدل" گدائون. تو در طالبين

كلام روپ وهاڳ



ٽلھ: بيڪسن جو ٻَڌجهلو آهين عاجزن جو دستگير
محبوب آن رب جو سَچو. وارث ولهين جو دستگير

١ تون نسو نوُر نبي مل دادلو حسنين جو
تون پيارو پاڪ پرور مرتضىٰ ثقلين جو
مُرسل ڇيو معراج ۾ هنا من زمن جو دستگير

٢ تون سخي داتا دلاور بانورو بغداد ۾
هردم وسين ٿو ويجهڙو حامي سدا فرياد ۾
دفترِ ديوان تون ڪل ڪاملن جو دستگير

٣ اي شاه تون سرتاج ساقي حوضِ ڪوثر آب جو
مون پياسي کي پيار ج جام شوق شراب جو
تنهنجي نينهن جو گهر جي نشو ساقي سڄڻ جو دستگير

٤ دم بدم تنهنجو قدم ملڪ و فلڪ افلاڪ تي
پارس اسان جو پير تون عرش و زمين لولاڪ تي
عاڻي نظر تو ڪيميا گلشن گلن جو دستگير

٥ شب روز منهنجي هيءَ صدا اسُٽ سَيّدا نامِ خدا
تنهنجي ذوق ۾ زاريون ڪري" غمدل" گدا تو در فدا
معلوم اٿئي مذ ڪور تون مالڪ دلين جو دستگير



## ڪلام روپ وهاڳ

تلهه: اي دستگيرِ دوجهان سيّد سراج الاولياءَ
سُلطانِ اعظم غوث گيلاني واڪمل اولياءَ

١ تنهنجو قدم ملڪن مٿيو — ديون پرين دشرن مٿيو
بَرِن مٿيو بحرن مٿيو — ٿيو شرف افضل اولياءَ

٢ جنهن قدم ڪان انڪار ڪيو — خنزير بر سر سوار ڪيو
جڏهن دل بجان اقرار ڪيو — ٿيو وري واصل اولياءَ

٣ تنهنجي شرف جون شاديون — عرش مٿي مَنا ديون
تنهنجي گنج مان ڪيئي گاديون — آباد اهل الاولياءَ

٤ تون مسيحن جو مسيح — آهين وليّن جو وصي
گلزار ٿيا ويران وسي — مرده زنده دل اولياءَ

٥ نام محيّ الدين تو — معلوم علم مبين تو
لا تخفف تسڪين تو — آ قول ڪامل اولياءَ

٦ شجر مُحمّدؐ جو ثمر — مولا جو منظورِ نظر
رحمت ڪرامت جو ڪر — تارن ۾ شمس الاولياءَ

٧ شيرِ خدا جو شير تُون — حسنين سايهءِ زير تون
دل فاطمه دلير تون — سو نور نرمل اولياءَ

٨ ڪليد اقليمي سند — امداد عرفان بي عدد
تنهنجي مُريدن کي مدد — منزل بمنزل اولياءَ

٩ ڪن کي مُڪُرَ ملڪوت ۾ — ڪن جاءِ ڏني جبروت ۾
ڪي لامڪان لاهوت ۾ — دستئون تو داخل اولياءَ

١٠ جن معرفت تنهنجي ملي — سي دُزد ٿيا وهلو ولي
جلوي طلب آهيان جلي — ديدار در مل اولياءَ

١١ بعدِ مدت طغيان ۾ — ڪشتي غرق طوفان ۾
آئي اُها امان ۾ — ثابت به ساحل اولياءَ

١٢ اي پير تو پُڪاريان — شام و صحر مون سارياں
نرتئون پيو راهه نهاريان — سائل سِڪايل اولياءَ

١٣ هي نفس ظالم زير ڪر — هستي هٽُ گم غير ڪر
روشن ڪليون سيپ سير ڪر — عقده ڪري حل اولياءَ

١٤ تغيّر تقدير ڪر — معا في مدايون مِير ڪه
دل عشق سان اڪسير ڪر — گردش ڪٽي ڪل اولياءَ

١٥ مُنڪر اوهان جي ذات جو — سُوئر مثل سڪرات جو
حقدار نا هي نجات جو — تنهنجو نه قائل اولياءَ

١٦ عمّدل غلام غلامن — سگ بوس پائي تو سگن
منظور مداحيءَ جا ڪجن — مطلب مُڪمّل اولياءَ

# ابيات

ڪا ذرڙ جيئيج قريب ڪي ۔ ٻئي هٿ ٻڌي ٻانهون
عرش ۾ اظهار ٿيون ۔ منهنجي دردن جون دانهون
حُوران حيرت ۾ پيون ۔ تنهن دم تي لاهه رن
لڳي مات مَلڪن کي ۔ سُڻي صدا ٿون
تو ڪيئن ڪَنين نه سُڻيون ۔ اِهڙيون الاهون
عمدل هن غريب جون ۔ آهي آڳا هون
ويون سڀ واهون ۔ تنهنجي عشق عليل ڪيو

اجهي تنهنجي آسري ۔ مون جهي ويچ ڪيا
موافق مرض جي ۔ سڀئي شاب پيا
ٻِڙ تفاوت نه پوي ۔ جي ٻُڪي ڏين ٻيا
تنهنجي نرم نگاهه سين ۔ سنگي سور ويا
مٺا دم جيئا ۔ عمدل هن غريب جا

ويچ وسيلا نه ٿيا ۔ ري تنهنجي وسيلي
ڪي ٿي هُنر هلائيا ۔ حاذق جي حيلي
مُدام رضيلي ۔ دوا تنهنجي ديد جي

دوا تنهنجي ديد جي ۔ منهنجي مرض مدا
حاذقن جي لا ڪيا ۔ وسيئن وداع
هن عمدل جي حال جي ۔ تون سائين سُڻ صدا
جو فرق ٿئي فردا ۔ سو اَڄ ڪُٺي احسان ڪر

اڄ ڪُٺي احسان ڪر ۔ تون دلبر دير نه لاءِ
آزار و امراض جي ۔ چشمن ساڻ جلاءِ
مون ۾ لک مدا ٿيون ۔ تون ٻنهنجي ٻال پلاءِ
هن عمدل جي حال کي ۔ پنهنجي حيل هلاءِ
مرهم سان ملاءِ ۔ ته ٿئي شفا دل شگاف جي

ڏي شفا دل شگاف جي ۔ مهر منجهان مرهم
نظر ساڻ نهال ڪر ۔ دارون ڪري دم
دائما دلگير جا ۔ وڃيا ٿئي وهم
ڪا ٿي ڪمي ڪانه ۔ تو وٽ ڪرزين حرم
غمخوار هن عمدل جا ۔ لاهه غبار عم
ورهين جا ورم ۔ دفع ڪر دلدار تون

# پاڳو پهريون

# باب ڇهون پيرِ مغان پرور

ڪلام
روپ ڀهاڙي



ٽلهه: منم درويش مسڪينم - غلام غلامِ دَر باهو

١ منم عڪس برزمين پيدا - شعاع شمس و قمر باهو
٢ منم گل باغ بيچوني - ميوهٔ شاخ شجر باهو
٣ منم مرغِ لامڪان ساڪن - گشت ڪردم با امر باهو
٤ منم گوهرِ درگنج سُلطان - ڪرم ڪيميا نظر باهو
٥ منم غازي غوّاص غمدل - مثل گم حباب بحر باهو

ڪلام
روپ ڀهاڙي



ٽلهه: جاتي نينهن علم نشان ڏٺم
سرعاشقن جا عريان ڏٺم

١ جاتي عشق بهادر قدم ڌري - اُتي عقل ٻچي ٿيو بيزار پري
سودي سرڪان سوا ڀي گهڙ گهري - اُتي قرب وندن کي قربان ڏٺم
٢ پرتو ندن جا پورپيا - تڏهن دنگ حجابن جا دور ٿيا
ٻئي سر سولي منصور هيا - اُتي عشق وارن جو امتحان ڏٺم
٣ درياءَ فراق ۾ درڪ سدا - آهي محبت وارن جو مرڪ سدا
غم سوز هجر ۾ غرق سدا - لاغرضن کي غلطان ڏٺم
٤ جنهن جاءِ پري آڙاهه اِهو - وانگي طور سڙي ويو ساهه اهو
آهي عاشق دم ارواح اِهو - جنهن تي بارونڌ و باران ڏٺم
٥ ڪاٿي شاد ڏٺم ناشاد ڏٺم - آباد ڏٺم برباد ڏٺم
نوَن ناز عجب ايجاد ڏٺم - سڀ عبرت جو سامان ڏٺم
٦ گولي پرم نگر جي لڌم گلي - جتي برهه جي بازر خوب کُلي
مونکي محبت يار جي وٺي آملي - ري درد نه ٻيو ڪو دعان ڏٺم
٧ ڪٿ پرين پاڻ ڇپائي آهه - هڪ وار نه غمدل وداعي آهه
ويڄهو وصل وصال وفائي آهه - خوش بلبل دربستان ڏٺم

ڪلام
روپ ڀروِي



ٽلهه: جهڙون ڏٺم جيڏيون برهه سندي بازار

١ جاتي سودو سر جو آهي روز قتل جي ڪار
٢ ڪرڙين ڪورن ڪنڌ را سورمــ سردار
٣ لاهي سانگو سر جو سولي عشق ڪيم اظهار
٤ سُڌ اُنهن اسرار جي آهي جن ڏٺ ... رجنسار
٥ غمدل نالو نينهن ۾ نسنگ ٿيو نِه وار

# ابيات

١ ماڻهو پڇن موت کان - اسان موت مرڪ
پڙهي پروڙيم پاڻ ۾ - وحدانيت ورق
سڀ خطرا خام لهي ويا - هڪ صُورت ياد سبق
ڏوئي ڏاڳا دوئي جا - هاديءَ بخشيو حق
هردم پنهنجي حال ۾ ٿيو غمدل مُستغرق
هاڻي لاجو سر لاشڪ - ٿيو آڏو عزرائيل کي

# ابيات

٢ تيو آڏو عزرائيل کي - لا جو حق هٿيار
اچي هاديءَ ڏنو هٿ ۾ - ذاتي ذوالفقار
تيو وسڪارو وجود تي - وٺ نه وار و وار
اتي مَلڪ الموت مُنجهي پيو نفي پسي نروار
وريل اچي واهر ٿيو - هليو دست وٺي دربار
ڏهون قلندر شاه جي ڪل قرب ڪروڙين بار
هاڻي عَمّدل يار - توسان هادي همرفيق ٿيا

---

٣ هادي همرفيق ٿيا - ڀڳڙ ڀٽي اڙ ڀنگ
واسينگن وصال جا واهجو وڏا اَو تنگ
سوگهو ڪيائون ساه سان سرسلامت سنگ
نڪري نگهوسار مان دلبر ٿيا ٿي دنگ
پوءِ لاخوف مڪان ۾ نيئي جڙيا جوڳي جنگ
ملڪ امان انعام ڪيائون - هن عمّدل مست ملنگ
اتي اسرار ڪلي پيا - سرخ ڪروڙين رنگ
سي نازنين نورنگ - منهنجا پسي نيڻ نهال ٿيا

---

٤ پسي نيڻ نهال ٿيا - تن جوڳيڙن جي جوڙ
سامن سهراسر تي - موڙي پڏا موڙ
تن عمّدل گودڙين جا - لکين قرب ڪروڙ
سي طالب ڪيون توڙ - ويا جوڳي جلستان ۾

---

٥ جوڳي جبلستان ۾ - يگانا ياڪي
عامن کان آزاد ٿيا - خاص خلاقي
راتو ڏينهان رهن سان - مست ملاقي
هن عمّدل ڳاروڙيءَ جا سي سخي ساقي
پرپڪون پاڪي - تا پيئارن پريم جون

٦ پيئارن پريم جون - سي سامئيڙا سرڪيون
صراحيون ساغر پري - محب ڏين مرڪيون
چيلاجن جاچاڪ ٿيا - پٺما نا پرڪيون
ترڪن کي ترڪيون - ٿيا عمّدل ڪمڳر ناز ۾

---

٨ ڪم ٿيا ڳرنار ۾ جو ڳي جڳاتي
موت نه انهيءَ ملڪ تي هردم حياتي
پولا پۇيڇي ويا خوف نه خطراتي
شعاع نه شمس قمر جو ورنه دن راتي
عمّدل انهيءَ غار ۾ رڳو چُپ چپاتي
ريءَ توڪل تسلاتي آڏو تن آستان ڪيو

---

٩ آڏو تن آستان ڪيو - لامڪان لاهوت
نانگن ناه نفي ڪيو - نسور ونا سوت
مور ٿون انهيءَ ملڪ ۾ ملڪ نه ڪوملڪوت
جوڳين سندي جوءِ جو جوڙناهي جبروت
سِر ۾ سِر ثبوت - عمّدل ڳرنار جو

---

١٠ عمّدل ڳرنار جي مرلي ڪيو مستان
ڇهتي پيو چت ۾ ڳرديون جوڳيان
ڪفر ڪا پڙين جو معنيٰ ۾ ايمان
قولاً فعلاً قربدار سالڪ مڻ سهڻان
ڳوهر منجهه ڳمان عمّدل بيڪ پيوت جي



# پاڳو پھريون

## باب ستون مُرشد مهتاب مُنوّر



شاهه روپ پيروين

ٿلهه: فرمان نبي شاهه ۾ قلندر قادري اظهار آهه
صاحب رضا جو آهي سو. سيّد سڀجو سردار آهه

١ سان يقين جن سڃاتو عشق جو اسرار آهه.
وير وحدت جو سمندر. بحر بي شمار آهه.
٢ پارس پرين آهي اسان جو. لعل ۽ جو هار آهه.
هردم حسيني حال جو. ٻاري تنهن سر يار آهه.
٣ موج مستيءَ جو سدا. خاصو تنهين خومار آهه.
دم بدم دائم هميشه. ورهه جو وڻجار آهه.
٤ نينهن جو نعرو هڻي. ٿيو نامور نروار آهه.
مقصود سو معبود سو. مطلوب سو مختيار آهه
٥ فقراءَ ساري فوج جو. صاحب سپه سالار آهه.
"غمدل" گدا تو در تنهين. برهه جو بيمار آهه.

كلام
روپ پهاڙي



ٿلهه: لعلوَن لعل منهنجو قادر قلندر

١ سُرڪي سڪ جو ساغر. ساقي ڪوثر ڪلال
منهنجو قادر قلندر
٢ پرتو ندن جو پارس آهي. ننگي ننگ پال
منهنجو قادر قلندر
٣ هستي مستي جو مالڪ. مولىٰ حسيني حال
منهنجو قادر قلندر
٤ "غمدل" هادي هو حمايت. قرب جو ڪمال
منهنجو قادر قلندر

كلام
روپ ڏناسري



ٿلهه: داتا جي دروازي دايو. آيو آسا ونڊ. الوميان

١ ڏوڙا ڏاڻ وني ڏاتر ڪان. خوب ٿيندو خرسند. الوميان
٢ پيارينداپرت منجھاروُن. مٺڙا ني جو سنڌ. الومان
٣ ٻي ڪري پيالو دست هادي جي. ڪانٿي ڏيندو ڪنڊ. الومين
٤ مڱڻ ڏاڙان مورته موتي. پرين ڪندا پيوند. الوميان
٥ فيض فضل جو سائل سدائين. برهون ڪندا ٻحر يوند. الوميان
٦ سخي نام سُڻي آيو غمدل. ڪري پراهون پنڌ. الوميان

كلام
روپ پيروين



ٿلهه: قربدار قلندر ڪهڙو ڪاستاري
منگي دان منگتو برهه جو بکياري

١ توديءَ وسيلو ٻيو ڪو نه پانيان
پنهل پاند تنهنجو مون لحظو نه لاهيان
هميشه هيڻ ڪي تنهنجي تارتاري
٢ تنهنجي تات هردم آتم وات وائي
لوُن لوُن ۾ لودي سانول سدائي
منهنجي محبت من ۾ لڳي پرت پياري
٣ ڏسڻ لاءِ پرين تو منتظر مران ٿو
ٻهرو ٻهر ذوق جو موُن تو ڪان گهران ٿو
پيار ج پيالو خمر جو خوماري
٤ غمدل نماڻو پيڙهي پناري
ڪهڙو عول پنهنجي وگر ڪل قطاري
تون سالار سيّد فقر فوج ساري

كلام

روپ تلنگ



ٿلهه: قادر مست قلندر هادي — صورت جو سردار ڏسو

1. مستاني منصور مسور — مسكن جو مهندار ڏسو

2. جانب جوڳي جنگ جيلاني — آڏو تي انوار ڏسو

3. ساقي ڏڦ توسرڳي سِڪجي — كامل كلنگيدار ڏسو

4. قرب تل جو كات وهائي — آڏو تي اظهار ڏسو

5. غمدل پيرمغان جي پڙ ۾ — وحدت جو وسكار ڏسو

كلام

روپ پيروين



ٿلهه: قائم كيڙا لعل قلندر — مردن جا مشتاق

1. جهنڊوئن جوڳي جوڙي ويٺا — آڏو تني آستانا

2. كاهي پيا پروانا پڙ ۾ — سورهيه سي سلطانا

3. بسمي واري بيك بسم تي — مردن هن مستانا

4. غمدل جهڙا كوهر غازي — نينهن كيا نيشانا

كلام

روپ پيروين



ٿلهه: عشق سندو انوريار - شاهه قلندر قادري

1. وڳڻ ۾ ويرو ريام جو - نينهن ٿيو نشنبر

2. هر رنگ ۾ رلجي ويو - هر ميران منور

3. پيرمغان ته پيئاريو - وحدت جام كوثر

4. ظاهر باطن عرش فرش تي - پرتو ندو پرور

5. درتنهين داتا جي - "غمدل" ٿيو گداگر

كلام

روپ آسا



نائب عاشق عشق امين به تون — محبوب محسنين به تون

اسلام شرع ول دين به تون — ايمان به تون آمين به تون

1. ودياويد پيران به تون — رام كرشن پيگوان به تون

احمد به تون رحمان به تون — ميڏا مهدي مرسلين به تون

2. كعبو تون كمال به تون — هر دم حج عرفات به تون

طور به تون تجلات به تون — ميڏا جلوه گر جبين به تون

3. علي به تون الله به تون — واحد وجه الله به تون

حسنين به تون همراه به تون — ميڏا پردي پاك نشين به تون

4. نازنواز نياز به تون — شهباز به تون پرواز به تون

ممتاز به تون مجاز به تون — ميڏا حسن به تون حسين به تون

5. هجر فراق وصال به تون — قرب كمال زوال به تون

ميڏا حال جلال جمال به تون — نت نئون نئون نازنين به تون

6. انوار ظهور بطون به تون — بي چون و كن فيكون به تون

خود بيمثلي بي نمون به تون — ميڏا رنگ بيرنگ رنگين به تون

8. ميڏا غمدل نون غمخوار به تون — ميڏا ساهه به نور سيڱار به تون

كلدار قلندر وار به تون — ميڏا ايام به تون ته يقين به تون

## ڪلام
### رو پ لوڙائو



ٿلهه . سچڻ يار سيڏڻ سردار منهنجو
تون منهندار مختيار منٺار منهنجو

١ تون دلبند پيوند خورسند خوبان
تون اسرار اظهار آڌار منهنجو

٢ تون لعل لڄپال برحال ٻنرو
تون جو هار جنسار گل هار منهنجو

٣ تون جاني مون ٻانهي نه ثاني سونهان ٿي
تون درڪار ديدار دلدار منهنجو

٤ تون هادي تون مهدي تون احدي تون اعليٰ
تون چمڪار چوڌار جهلڪار منهنجو

٥ پلو پاڳ سر سهاڳ تون ماڳ مولٰي
نقش نگار سرڀدار تون نظار منهنجو

٦ تون عنمدل دم جند جسم جاني
تون هوشيار بيدار ترسير منهنجو

## ڪلام
### رو پ ٻلاولي



ٿلهه : سروپا سان بازي سان سپه سالار ٿي آيو
سبذڪاري سنگ ساري ڪي علم بردار ٿي آيو

١ جوڙي جلو وجذب جنگي - رنگيني رازسان رنگي
دلاور دار تي رنگي - هسي هسوار ٿي آيو

٢ ڪري حملو حسين جو - الاهي اُت عين جو
دونالين يار ڏيدن جو - تماشو تيار ٿي آيو

٣ رضا جي راهه جو رهبر - هٽي نعرو نظاري نر
نسنگ نيشان ٿي نادر - نظر نروار ٿي آيو

٤ ادم ڪان ڪن قدم ڪاهي - سپيئي سامان سناهئ
نيم نقابي گهنبد لاهي - عجب انوار ٿي آيو

٥ طبل توحيد جو عنمدل - تاز بتاز وهي تجمل
ڪڏائي قرب جو ڪؤنتل - قلندر وار ٿي آيو

## ڪلام رو پ پيرو ين



ٿلهه : پنهنجي پرين سان پيوند پايان مان
پائي پيچ پريت پچايان مان

١ دل ديد وڏي ديوان ڪري
سرقد من تان قربان ڪري
انوار اکين عريان ڪري
واري وصل ڪي ورهه وسايان مان

٢ پسي پارس پاڪ پيشاني پرم
دلدار جي درد ۾ داخل دم
جهلي جهلڪ حسن جهلڪان جهم جهم
ڪيئن ويهي ويل وڃايان مان

٣ جوڙ نه جلوي جمال سندو
توڙي حور پري غلمان هوندو
ڪٿي ڪين ڏسان ڪو بشر بندو
محبوب جو مٽ نه ملايان مان

٤ نا تو نينهن جو سؤن نت بالا ٻند
لا تو لاهوتن لون ڏلون ۾ لوند
قابو قلب ۾ قرب وندن جو ڪمند
ڪنهن جي چئڻ جو ناهي نه چنايان مان

٥ سونهين صنم وارو سبق صحي
صاف صورت پرستي رنگ ۾ رهي
ساريان سوز منجهان سر سان سنبهي
غازي عنمدل نام ڏرايان مان

ڪلام
روپ ضلعو



ٽلهه: معشوقي مشرب منهنجي منٺار جو
حسن حسب لم يزل ليار جو

١ صنم ستارو سرسبز سينگار جو
ماهه نه مٽ سورج سردار جو

٢ نينهن نيڻن ۾ آهي ناز نظار جو
عشق الاهي اسرار ۾ انوار جو

٣ لطف لطيفي آهي لب گفتار جو
قول قرآني آهي قربدار جو

٤ لام- الف اسم نر نامدار جو
مزمل منصب ميم مهندار جو

٥ قائم ڪلالي ڪعبو قلندر وار جو
گوهر عمدل ”گنج گلزار جو

ڪلام
روپ ضلعو



ٽلهه: جيڪي رات پرين تو ٻول ٻڌا
سي نه ويل نه هڪڙي وساريان مان
رڌئي روئي راهه رفيقن جانت نيڻن ساڻ نهاريان مان

١ هي جيئڻ جدائي جو يار جنجل
تنهن کان ملڪ الموت مون ڏي موڪل
تنهنجي گهور حُسن جو آهيان گهائل
ڪيئن گوندر ۾ دم گهاريان مان

٢ ناهي ريت پريت ۾ رسڻ روا
ساري زندگي زهر تو سهڻي کان سوا
منهنجي درد جي دلبر تون ئي دوا
دارون حاذق جا هردم هاريان مان

٣ تنهنجي ياري اسان کي ياد سدا
تنهنجي عشق ۾ دل آباد سدا
فراق جي سڙڻ فرياد سدا
سرسورن ساڻ سينگاريان مان

٤ تنهنجو عمدل سوز سوغات اٿم
لوري لون لون ۾ لنولات لٿم
تنهنجي تارتڳان نه ٻي تات اٿم
ٻيا واهر وسيلا وساريان مان

ڪلام
روپ پيروبن



ٽلهه: اصلوُن اسان جي توسان سڄڻ نيازداري
ازل جي روز لاڪون لڳي پرت آهه پياري

١ ڪڏهن ڪين وسري تنهنجي ڪامل قربداري
منظور آهِ مٺي تي تنهنجو برهه ياربـاري

٢ نماڻي نظاري نسنگ ناز ماري
موهيا لکين مفتون تنهنجي حسن هزاري

٣ لڳي هوت هينئڙي تنهن جي مژگان موچاري
ڪُنا ڪيف ڪجلين ڪيئي ڪامل ڪناري

٤ عمدل گداگر در اوهان جي ڪري روز زاري
منگي دان داتا هي پرت جو پيناري

ڪلام
روپ پهاڙي



ٽلهه: منهنجي هن حال جا محرم ڪڏهن ملندين مناجاني
ڪريان جند جان سرصدقي تنهنجي محبوب مهماني

١ اگر ايندين اسان جي تون صد ورو ڏينهن سو ٿيندو
سڄڻ صدبار آءُ ٿيندس تنهنجي قدمن جي قرباني

٢ وصل جون ياروادايون- اچي ڏي مون ادا سڻ کي
هجر جي حال ۾ گهر جي ڪانيهه نينهن نشاني

٣ دلبردان ڏيو دل سان جماجم جام وحدت جو
پسايو پيشوا پنهنجو نظارو نُوراني

٤ جدائي ۾ جُکي جيئڙو- سوادي دار دلبر جي
صبر آرام ويو منهنجو لڳي هينئڙي ۾ حيراني

٥ لطف تنهنجا لکين لائق- پلايون پال پائيندس
قُمْ بِإِذْنِيْ ڪيو مون کي لالڻ يار لاثاني

٦ عطا فرمائيو سائول عنايت راز عمدل تي
پنهل سگ پنهنجو سڏجو ڪجو مرشد مهرباني

كلام
روپ پهاڙي



ٽلهه: ... جو آن تون محرم - همراز دل جو
ڏيکي ... نه حال دل - امراض دل جو

١ ... علم جو تش جادو وَ جنتر
... شهباز دل جو

٢ ... رمل حيا - مؤكل منتر ...
... نه معلوم - امتياز دل جو

٣ هر ايڪ هنر حاذق - حيلا هلائيا
پيشاڪن پر ... - پرواز دل جو

٤ تون ٿي درد دلبر - تون دارون تون رمل
... - بيود مساز دل جو

٥ محمد دل ... - آهي اوهانجو
ڪر منظور مقبول - شهناز دل جو

كلام
روپ پيلو



ٽلهه: ... ڀسي محبوب جو منهنجا نيڻ نواز باشفي
ويا لهي خطرا خَلل - شفقت شفيعن حي شفي

١ اوجر اکيون اوجاريون - تنهن نظر بار ...
پائي پٽيون پيزاريون - ٿيون صاف لٿي موت صدفي

٢ پردا حجابي دور ٿيا - ناظر منتر ٿي ... ٿيا
تشرح الم مستور ٿيا - دوران ڪل دوئي جا دفي

٣ حضور هادي هم ڪلام - هر مڪان هم دم مدام
اهڙو عجيبن جو انجام - لا تخفف لاجفني

٤ اعتبار جون عينان ڪليون - حق راهه جون روشن گهٽيون
وحي رُوبرو رمزان رليون - معنيٰ صحي مڪ مصحفي

٥ صفتون سوين سارا هيان - مطلق مثل نه ٿا هيان
لا مثل مظهر پا نئيان - محمد دل فقر جي فلسفي

كلام روپ بلاولي



ٽلهه: الاهي گنج دُر گوهر - قلندر قادري آهي
اسد الله علي حيدر - قلندر قادري آهي

١ مناخ احمدي جو شجر - قلندر قادري آهي
جيلاني جنگ جلوگير - قلندر قادري آهي

٢ نيهي ناٿ نرنادر - قلندر قادري آهي
رضا جي راهه جو رهبر - قلندر قادري آهي

٣ ساقي ساغر ڪوثر - قلندر قادري آهي
مالڪ معرفت ممبر - قلندر قادري آهي

٤ مدرسي عشق جو افسر - قلندر قادري آهي
سلطان العارفين انور - قلندر قادري آهي

٥ محمد دل طالبان تصور - قلندر قادري آهي
تدبير ڪل شئ قادر - قلندر قادري آهي

كلام
روپ بلاولي



ٽلهه: نظاري نينهن جي نا ٿي - ٽپا يون طلب جون تاران
نزاڪت نازنيڻ جون - ٽُفنگي تيز تلوارون

١ حُسن جا هل حشر هليا - مغان مئخان محفل ۾
شتابي لاحجابي سان - رندي رمزن جون رفتاران

٢ يڪايڪ رنگ يڪتارا - پرت ۾ پوريون پڪاران
ٿيا چمڪار چيرن جا - عجب جامن جون جهلڪاران

٣ طائوس تنبوره طبلا - طبل ڪن ٿا طوائفن جا
ستارون سونهن جي سرهه - پڙهن ٿيون پرهه پوڪاران

٤ بگل بي سربرا بينا - ڏمالون ڏم لڳائن ٿيون
جنگي جولان جاري ٿيا - دلن تي درد جون داران

٥ سيٺي سامان سورن جا - سمايا ساهه ۾ محمد دل
خفي قلبي سِري روحي - گونا گون گون گفتاران

ڪلام

روپ پيروين

ٿلهه: پاند ڳچيءَ ۾ پايون
سائين پنهنجو نينهن نڀايون

1 محبت هرگز ڪانه هلي ٿي — سينو مور نه ساهيون
2 تو در سهڻا صاحب سپرين — لالڻ پيا ليلا ٿيون
3 برهه اوهان جي بيوس ڪيڙو — لوڪن لاڳا لاهيون
4 طعنا تهنجا مهڻا ملامت — لک لک پلايون پانيون
5 سگڙي اوهانجي روز ازل کان — جيءَ ۾ جوڙيم جايون
6 عمدل نالو نان مُرادائي — سگڙو اوهان جو سڏايون

ڪلام

روپ پٽمنجري

ٿلهه: سانگي سانگ لڏي ماروڙ ماڳ هليا
اهي جهل پل ڪنهن جي ڪين جهليا

1 جهڙ بادل مينگهه ملهار ٿيا۔ برسي برتر باغ بهار ٿيا
سر ها سيپيئي سنگهار ٿيا۔ پرتئون پاڪ پکوڙي پنهوار پليا

2 منهنجي سانگين سارڀو سانگ سفر۔ مونکي گهارڻ آيو هت گونڌر
هاڻي راتو ڏينهان اٿم هول حشر۔ سوين ساسون جاءِ جهول جهليا

3 پرت پکن جي پاڙ بيندا
سار وگر سنگهار سنپار بيندا
ويجهو عمدل ڪول ويهار بيندا
ڏوڙا ڏاڻ آديون مون ڪسبي ڏاج مليا

ڪلام

روپ وهاڳ

ٿلهه: اڄ ته اڪين عيد عئي۔ سردار جي صحن صحن
محبوب جي مئخاني ۾۔ جنسار ٿيا جشن جشن

1 طبل تماشا تيار ٿيا - سازن جا سُر سينگار ٿيا
نانگانچي نروار ٿيا - بردار تي بزن بزن
2 نادري نوبت نهال - درد جي دم دم ڌمال
قادري قدم ڪمال - مرحبا مگن مگن
3 محبتي مجلس مدام - قرب ساروئي قمام
دائما ديدار دام - حقاني حسن حسن
4 بارش بحر بي رنگ سان - توحيد جي طفنگ سان
عمدل صوفين جي سنگ سان - ويراڳ پيا وسن وسن

ڪلام

روپ ڪوهياري

ٿلهه: ويندي ويل وڏڪار ڏي — دل کي دلاسا ڏنا ئون

1 موتي مُنهنءَ جي ملڻ جو - اديون انجام ڪيائون
2 مُنهڙو ڪولي مشتاق سان - ڪِلي ٿيڻ ڪنيائون
3 نازڪ ڏاگو نينهن جو - سڪ مان سا هي پڌائون
4 عمدل عمزا عنمر جا - ڪاف ڪشالا ڪنيائون

ڪلام

روپ پيروين



ٿلهه: قادري ڪامل قلندر- ذات نرنشان هو
وره جو وڻجارو ڳڻن ۾ مستر سلطان هو

١ رندرن جو رهبر سدا. مست سرمستان هو
موج منصوري مدامي. مرد جو مٺڻان هو

٢ عشق بازي ۾ عجب - بي سر بهادر بان هو
توحيد جي تلوارسان - لاحد لنگهي لاٿان هو

٣ بحر وحدت فيض جو. بيشڪ ابر باران هو
هر دم حسيني حال ۾ - صاحب رضا رندان هو

٤ طبل تيرنهن سؤ ٻائيتا ١٣٤٢ھ ليهه ۾ طولان هو
ائين محرم ماهه جي پروانه جو پروان هو

٥ شهادت جي شوق ۾ شاهنشاه شادان هو
دربار داتا جي سدا عمدل گدا دربان هو

ڪلام

روپ پيروين



ٿلهه: پنهنجي پنهل بنا ڪهڙي عيد اديون
ودياڪين وري نويا ساڻ وديون

١ ويلا ياد پون ٿا وفائي جا - دلدار جي دلربائي جا
پيا جهاڳڻ جبل جُدائي جا - سڪ ساعت برابر سال صديون

٢ بن يار جي هار سينگار ڪيها - گهر بار تي شهر بازار ڪيها
ري دلبر جي ديدار ڪيها - اوڙيا ڪين اکين تو ڙي ڇنجل جنديون

٣ هاڻي ڏک ڪان ڏونگر ڏاريندس - پنهنجي وينگس کي نه وساريندس
روئي روئي روهه روئاريندس - منهنجا نيڻ وهائن ٿا نير نديون

٤ جاڪون عمدل نامرد رايمرڙي
تاڪون وره به سرتي وسايمرڙي
ڪيڏون سرتيون سوڙ سهايمرڙي
سڀئي سيڪي اميدون سهاڳ سنديون

ڪلام

روپ تلنگ



ٿلهه: آيو پاڻ پنهل پرچائڻ ڪارڻ
پنهنجا پير پري قرب وڌائڻ ڪارڻ

١ ڪيچئون قصد ڪري ڪوهيار ڪهي
واري واڳ ونهيل وينگس يار وهي
ساري سُخن سچا سردار صحي
پنهنجا قول پيارل پاڙڻ ڪارڻ

٢ بي وسي ۾ جا بار سيري
ڪيڏا ڪوهه ڪشالا ڪاف ڪري
ناهين ڪيچ پنيور ڪان پند پري
آيو عشق آري ۾ جي آزمائڻ ڪارڻ

٣ لڪ پال پيلايون پانيان مُون
هڪ لائق مور نه لاهيان مُون
ڪيئي در دلبر جي هڪ تاهيان مون
انهي رمز ۾ رمز رلائڻ ڪارڻ

٤ جنهن جي ياري هميشه ياد مونکي
دلدار ڪيو دلشاد مُون کي
ڪٿي عشق ڏنو امداد مون کي
ناتي نينهن نواز نڀائڻ ڪارڻ

٥ مليو محب منو باغ بهار ٿيا
عمدل گلشن گُل گلزار ٿيا
ميلا محبت مينگهه ملهار ٿيا
برسات برهه برسائڻ ڪارڻ

## ڪلام

روپ پيروين

ٽلهه: نت ياد پرين تنهنجا ٻول سڄڻ

اُهي قربن وارا قول سڄڻ

١ تنهنجا وا مدا عيبن آجارڻ جا — منهنجي سهڻن کي مِسنوارڻ جا

گل گڏ هن ڪي سينگارڻ جا — تنهنجا رمز پيار رنگ رتول سڄڻ

٢ ڪي ئي اڻ لائق تو اُجاريا — عي ئي ڏڻ ڪا چنل تو ڌاريا

ڪي ئي اڻ تارا تو تاريا — اهڙا عجب تنهنجي ڊول سڄڻ

٣ تنهنجا قدم مبارڪ قدير چوان — سِرِ دستار به سبز مدير چوان

تنهنجا ناز ته بي نظير چوان — اهڙا چُلڻ نه ڪنهن جا چول سڄڻ

٤ تو ماريا مِير اشارن سان — انهيءَ اکڙين جي اسرارن سان

ڪيئي قيد ڪيو گفتارن سان — تنهنجا نعتا موتي انمول سڄڻ

٥ تنهنجو مثل نه ڪا ڪاتي مثال مٿا — منهنجي ديدن جو آن در لعل مٿا

ڪث جهُڙ ٿيءَ ڪو جمال مٿا — توڙي ڳوٺ گليون ڪيان ڳول سڄڻ

٦ تنهنجو محمدؐ خاص ڪنيز ڪهن — منظور اميدن تون محسن

دارين ۾ تنهنجو دم درشن — مقصود نه ٻيا ڪي ماحول سڄڻ

## ڪلام

روپ پيروين

ٽلهه: يار گڏ مونسان هجي - توڙي جام جهنم ملي

آرزو آهي اها هڪ - دلربا همدم ملي

١ نت راهون نهاريان - صحنِ دل سينگاريان - اکين منجهه ويهاريان

سر ساهه سين صنم ملي

٢ سانگا صنم سٽي سيها - خوف ٻيا خطرا ڪيها - جيها جنهين طالع تيها

تن قرب سان ڪرم ملي

٣ منهنجون اميدون منتظر - لئي مسيحا طلبگر - ساقي رفيق شام و سحر

جرعي جو جامِ جم ملي

٤ جهلون جهلا جهنڊون جهيڙا - نيٺ ڪين ڪپر ڪيڙا - منهنجا ماهي سا مرحم ميڙا

مند سدا محرم ملي

٥ مسجد و بت خان ۾ - دير و مندر مغان ۾ - هر مڪان امڪان ۾

هڪ وار نه وصل ڪم ملي

٦ سو جهنم جنت مثل - جاڙي پرين پاسي نه پل - اهڙي صدا سندي محمدؐ ل

ته عرض نه ٻيو ڪو غم ملي

## ڪلام روپ پهاڙي

ٽلهه: جوڳي جنگ لائي لنگ - سنبر يا سفر تي

رتا رنگ اٿ پنگ - دا تاجي در تي

١ عشق ٻان آواز سُر ساز ساري — رقص ران پروان روضي رهبر تي

٢ سهڻي صلاح ڪري ڪاهه ارواح ازلي — رندي راهه وهواهه سر واهه سر تي

٣ حُسن هار سينگار جنسار جوڙي — جهلڪار چوڌار گرنار گر تي

٤ مُبين مُحسنين بايقين باني — نيزي نشين هي حسين خُمار خمر تي

٥ چڙهيا چوٽ ڳٽي ڳوٺ غازي ڳهو محمدؐل — قرب ڪوٽ اڏي اوٽ اٺوٽ امر تي

کلام
روپ کلیان



تلھ: کل کل دیوچ قائم ھویا    قرب قلندر شاھ دا

١ ھر جاءِ حق موجود مدامي    ویسھُ وَجہُ اللہ دا

٢ عرش برین افلاک اتي    نعرہ نور نگاھ دا

٣ نَحْنُ اَقْرَبُ ویڑھي وسندا    سنگتي ساہ پساہ دا

٤ کُلِّ شَيْءٍ قَدِیْر قَادِر    قدم قدیمي کاھ دا

٥ اوّل آخر باطن ظاھر    فیض فقیر نتاح دا

٦ عنمدل خاص غلام غلاماں    دربا نا درگاھ دا

کلام
روپ تلنگ



تلھ: عشق مبارک ھووئي ھادي ۔ جیلاني جنگ جوان    الومیان

١ فقرو گرد دي نال ھمیشہ ۔ شاد رھین شادان    الومیان

٢ قادر تون آن قلندر تون آن ۔ تون سخي سلطان    الومیان

٣ قائم تیڈا قرب قدیمي ۔ شاھنشاھي شان    الومیان

٤ ھردم تاري یار تساڈي ۔ ھادي ھر دو جھان    الومیان

٥ عنمدل تیڈا ھردم بردا ۔ داتا منگدا دان    الومیان

کلام
روپ آسا



تلھ: ساڈا شاھنشاھ ۔ شاھ قلندر جوگي جوگي

١ مَین سجانا رھبر اپنا ۔ سر سارا وجہُ اللہ
شاھ قلندر جوگي جوگي

٢ حُسن ھادي دا ظاھر باطن ۔ جلوہ نور سماءُ
شاھ قلندر جوگي جوگي

٣ نین سجن دي خاص خماري ۔ کیا ھتي سورج ماہُ
شاھ قلندر جوگي جوگي

٤ سر سھنّل دي تاج سلطاني ۔ فقر سارا سپاہُ
شاھ قلندر جوگي جوگي

٥ وکھیتن وسندا راز رحمت دا ۔ وحدت دا دریاہُ
شاھ قلندر جوگي جوگي

٦ عنمدل اپنا سگ سجاٹن ۔ بیرھ بتائیس راہُ
شاھ قلندر جوگي جوگي

کلام
روپ کونسیو



تلھ: شاھنشاھ قلندر جوگي ۔ سر انوار علي دا ھَئي

١ ساقي ھئي سر تاج فقر دا ۔ کامل قُرب کلي دا ھئي

٢ عین العین گوھر ڈر غازي ۔ نور اني نسلي دا ھئي

٣ ظاھر باطن حال حیاتي ۔ جلوا ذات جلي دا ھئي

٤ مالک مُلک معنیٰ دا ماھر ۔ وجداني وصلي دا ھئي

٥ اسم اللہ جسم فقیري ۔ تاب سینا تجلي دا ھئي

٦ عنمدل ھئي مسکین نمانا ۔ سگ دربان گلي دا ھئي

کلام

روپ تلنگ



ٹلہ: صورتِ انسان نقش پردا ۔ مگر خود سرِ قلندر شاہ

حُسن کا بادشاہ تُو ۔ کُلی مظہر قلندر شاہ

١ مکان و لامکان تُو ہئي ۔ نشان و بي نشان تُو ہئي

ميرا دين و ايمان تو ہئي ۔ قوّت حيدر قلندر شاہ

٢ تُو ہئي محبوب لم يزلي ۔ مُقدّس ذات ھي تجلّي

برقِ انوار ھي بجلي ۔ نُورِ انور قلندر شاہ

٣ سراجُ العارفين سُلطان ۔ تُو رہبر ہادي رندان

تُو مقصد طالبانِ مستان ۔ کرم پرور قلندر شاہ

٤ ميرا کعبا ميرا قبلا ۔ ميرا عرفان بيت الله

نگہ کرم کر خود الله ۔ بخود قادر قلندر شاہ

٥ تيري جدّ پاک جيلاني ۔ نسل محبوب سبحاني

حُسينؑ و حسنؑ کا جاني ۔ جگر پيمبر قلندر شاہ

٦ گدائي آپ کي گھر کي ۔ نھين حاجت سکندر کي

سدا عمدّل ثنا گر کي ۔ تيري در پر قلندر شاہ

کلام

روپ تلنگ



ٹلہ: حيرت اندر آپ چُھپا ئيي ۔ تو آپ خداوند ہئي

١ گاھي بي سِر بُو علي ۔ گاھي ابيچند ہئي

٢ گاھي تو شھباز شھانا ۔ گاھي شاہ سرمد ہئي

٣ گاھي گورک نات مچندر ۔ گاھي گوبيچند ہئي

٤ ظاھر تو ہئي باطن تو ہئي ۔ علي تو احمدؐ ہئي

٥ عمدّل صاف صحي کر جاتا ۔ ہادي رہبر رند ہئي

کلام

روپ ضلع



ٹلہ: تو رام رچيين مَين تينون جيان ۔ توجب ميرا جا پا ھي مَين

عنڌي عنارا کوئي نہ تيرا ۔ تُو درياءَ وچ ماھي مَين

١ گُر بي تُون گوبند بي تُو ۔ ميرا تيرت تو تکيا بي تو

لطر عنايت ھر دم تيري ۔ در دي گدائي شاھي مَين

٢ اِس جگ اُس جگ آسڻ تيرا ۔ تو ميرا مَين تيرا جي

نرگ سرگ سي کار نہ ميرا ۔ پروسا بي پرواھي مين

٣ کوئي پتر پوجي کوئي جل پوجي ۔ کوئي اگني دا پُوجاري ہئي

مين نام تيري دا ورد پُکاوان ۔ افضل ذکر الاھي مَين

٤ تو بي مِثلي مَين مِثل تيري ۔ تو روح ميرا مين تن تيرا

تونين ميري مَين نين تيري ۔ فن عشق دي گل وچ ڦاھي مَين

٥ تُو مَولا ميرا مين بندا تيرا ۔ تُو خالق مين مخلوق تيري

تو سر ميرا مين سر تيرا ۔ الانسان اداھي مين

٦ عبدانا معبود تُو مطلق ۔ واجب ممکن او نھين

تو تصوّر صُورت مصوّ عمدّل ۔ اسرار تُون آگاھي مَين

کلام

روپ تلنگ



ٹلہ: سر اسرار صحي کر جاتم

سيّئر سِر ي انسان دا ۔ سُبحان الله

١ ذتتراکيف کلال قلندر

مستي دي مهراڻ دا ۔ مئخان دا

٢ پيوڻ نال پگاسي پيو لا

عقبيٰ دين ايمان دا ۔ کفران دا

٣ ھر دم حال حلاج حُسيني

سوري دي سامان دا ۔ جولان دا

٤ عمدّل نينھوُن نا دوجايا

منصوري ميدان دا ۔ مردان دا

# ابيات



عشق لڳا اَلحَمدُ لله ـ صَدبار تي شُکر هزار ميان
وڳڻين وسدا مُرشد ميڏا ـ قلندر رِڙهه بدار ميان
ڪِيتُس قرب اياڻ والا ـ عالم وِچ اظهار ميان
غمدل نال وصال هميشه ـ نينهن ڪِيتُس نروار ميان



هادي سانون حرف پڙهايا ـ سمجهه ڳِڌمس سارا
آنَ بَنَ ـ اِنَ بِنَ ـ اُنَ بُنَ والا ـ وسر ڳيو سي جارا
مُوتُوا قِبل لا موج وچون ـ نفي اثبات نظارا
منصوري مئخانه غمدل ـ مار يا نينهن نقارا



لادي ڪاتي ڪپ ڳِڌا ـ قهري قلم قضا دا
عشق جذبي نال جلايا ـ قلعه قالُوا بَلىٰ دا
قسمت قيد بهانا تنڙا ـ خطرا خوف ورجا دا
غمدل نُون هُڻ غم ڪيها ـ پڪڙيس دست قلندر شاهه دا



مولا مُرشد مُنهنجا ـ ڪامل قلندر شاهه
کهن سال ڪنيز جو ـ پياسي آهه پساهه
صورت سندو سوجهرو ـ مدا ڪر مُباهه
تنهنجي نِرت نگاهه ـ گهرجي ڀاڄه نه ٻين جي



مولا مرشد منهنجا ـ سيلارا سيه جَهل
وجهين ٿو واعدا ڪيون ـ ڳڌهن منهنجن ڳل
ديرا منهنجي دل ۾ ـ دلبر تنهنجا دل
حاضر منجهه هڪل ـ پهچي پناهون ڏيئن



مولا مرشد منهنجا ـ پيرن سندا پير
ڪي ٿي نگهه نوازيا تو ـ قهر بدار قدير
هي پي غمدل هڪڙو ـ داتا دامن گير
اِي لُجَ! فيض بخش فقير ـ ڪل عيبايون عات تون



مولا مُرشد مُنهنجا ـ منهنجي دل ۾ ڪر ديرا
ويرانيون آباد ڪر ـ پيچ نه تون پيرا
مَردُود مدعي مات ـ ڪر منافق منهن ميرا
غمدل تي گهيرا ـ ڪر تون پنهنجي پشت پناهه جا



مولا مرشد منهنجا ـ سونهن پريا سر تاج
نڪارن ناقص جي ـ لائق تو ڪي لاج
برايون بدلي ڪري ـ ڏاتر ڏين تون ڏاج
هن غمدل سندي هاج ـ معلوم تون منظور ڪر



مولا مرشد منهنجا ـ جيلاني جناب
اولاد اعظم غوث جا ـ فياضي فيضياب
رُتبو بلند بالا ـ تنهنجو شهبازن عقاب
غمدل دستياب ـ سودو گهُر تي سرجو

# پاڳو پيو
# باب اٺون
# هادي ءَ جو اَمُر و هدايت

كلام
روپ آسا



ٿله، اُٿي جاڳ جوڳي جوڳي - آسا سبا جهي لات

١ ننڊ نه گهرجي وي نانگن کي وي - هاڻي وها ٽي رات
٢ جانب آيو وي جُوءِ ۾ جوڳي وي - برھ اُٺي برسات
٣ مُوتُوُ قِبلَ لا وي اَنتَ مُوتُوُ وي - هادي هميشه حيات
٤ جسم جلائي وي اِسم جاڳائج وي - عشق ٿئي اِثبات
٥ منجھ مٿضاني وي محبت واري وي - ماڻج موجودات
٦ سِرڙو گهورج وي عمدل سائين وي - سوز مِليئي سوغات

كلام
روپ بروھ



ٿله، عاشق امتحان جي ويل نه وڃائجان ءِ
ڏاڍو برھ باري پُڄجهي پير پائجان ءِ

١ ميدان هن ۾ مانجهي مور ماريا - ڪري سوڀ سري سي سو رهيه سينگاريا
سو دو صاف سر جو تون پنهنجو قول پاڻجان ءِ
٢ عشق جي آڙاھ ۾ ڪري گهور گهِر تون - پائي پير پِڙ ۾ سَنج سانگو سر تون
لاهي خوف خطرو سوري سر سنپائجان ءِ
٣ وڳي نينهن نوبت رک هر دم هوشياري - ڪر ياد دم دم وحدت وِيراڳ واري
عمدل ٿي غازي نينهڙو نِپا ئِجان ءِ

كلام
روپ تلنگ



ٿله: ديد ۾ ڏس تون ديدر لائي - نيڻ وارو نينهڙو لائي

١ محكم مير مهاز ۾ مائل - پروانو ٿي پاڻ پچائي
٢ شكر شريعت شوق ۾ شامل - طبل طريقت تار وڃائي
٣ تَرُكَ الْمُوذِيُ بَعْدَ الْاِيْذَا - حال حقيقت هول هندائي
٤ ملك معرفت جو تون مالك - نيزي نشين ٿي چوٽ چلائي
٥ هر فرقي فرض کان فارغ - نيارو ٿي نچ نات نوائي
٦ عمدل پيرمِغان جي پڙ ۾ - پاڻ پروڙج پيوند پائي

كلام
روپ پيرِ وين



ٿله، دل وجان همدم دلاور - آءُ ملهي مردان ٿي
برھ جو باران برسي - تيز ترميزان ٿي

١ پي پيالو پُر پريمي - پرت جو پروان ٿي
شوق جي شعلي شمع ۾ - شاهنشاھ شادان ٿي

٢ سِرمَٿي سولي ستي - سورهيه صنم سلطان ٿي
عند قبولي ڪات کي - قربٿون عذي قربان ٿي

٣ جسم کان جيئري جُدا - بانکا بهادر بان ٿي
نينهن جو نعرو هڻي - نانگا نسنگ نشان ٿي

٤ عمدل گوهر گرُگيان جو - ساقي سدا امتحان ٿي
موج منصوري مچائي - مست سرمستان ٿي

كلام
روپ پهاڙي

تلهه: نمازون نينهن جون نيتي - امر عاشق ادائي كر
فناجي فرض ۾ فالم - فنا في الله فدائي كر

١ برهه جي بانگ چئو برحق - وجد جي وقت ويراڳي
منادي مست منبر تي - چڙهي چئنچل چتائي كر

٢ بڌي احرام اعتبارن - طرف رخ گهر صنم ڪعبو
نظر ڌر نازنين نقشو - اندر صورت سمائي كر

٣ سورت واريون پڙهي سنتون - نفل نيشان نين ۾ تي
وڃي سر صاف سجدي ۾ - جسم كان الوداعي كر

٤ مخالف كل مذهبن كان - امامت عشق جي افضل
بيعت برهه جي باسي - برابر بي ريائي كر

٥ رضا جي راهه ۾ راضي - اهائي ريت رندن جي
وڃائج وير كي وهلو - رقيبن رهنمائي كر

٦ طريقي عشق وحدت ۾ - عبادت حق پرستي جي
سر وڃا تاج سر غمدل - ڳلي كوچي جي گدائي كر

كلام
روپ كوهياري

تلهه: حق پرستي حسن عبادت - حكم هو يار هبردا وهوا

١ طالب ويكن نينهن نظارا - رنگ برنگي حسن هزارا
صورت بشري پردا وهوا

٢ طرف ديگر مول نه تاڻن - فَاذْكُرُوْنِيْ سخن سڃاڻن
كولن عين اندردا وهوا

٣ فرض ادا كرن اسم ذاتي - پڙهه تكبير فنا في الله دي
ڪعبا نقش نظردا وهوا

٤ برهه اَنَّ الحق بانگ ٻلاوي - سولي تي چڙهه واعظ سڏاوي
سجده صاف صبردا وهوا

٥ غمدل ذاتي قلب كماون - وچ دروني درشن پاون
پيچ پولادين كفردا وهوا

كلام
روپ تلنگ

تلهه: دم دا اسير صحي كر جاتم - دم دي كيڏ ڌمال ميان

١ دم دا ملك مدامي محكم - دم هئي نور جمال ميان

٢ دم والي دارين دا دائم - دم قادر قرب كمال ميان

٣ دم دي جلوي طور جلايا - دم هئي جذب جلال ميان

٤ دم كُنْ فَيَكُوْنِ دي درشن - دم دا كيل خيال ميان

٥ دم ساقي دم ساغر سركي - دم كوثر كيف كلال ميان

٦ دم صورت سر ثابت غمدل - دم دي نظر نهال ميان

كلام
روپ پوريا تلنگ

تلهه: نسري تي نروار - دوئي ديان نوں دواليان يار

١ برهه بهادر مول نه ڇپندا - تي منصور ته سولي چڙهندا
جيوين شيخ عطار

٢ راهه سچي حق دا گهن وچ تون - دين كفر دا پولا پيچ تون
لاهج گرد غبار

٣ جي وت اپنا آپ سڃاڻين - خوف رجا دا خيال نه آڻين
سوپ كتين سردار

٤ ساڳي هئين تون سر سارا - اَلْاِنْسَانُ سمجهه اشارا
توهئين سر اسرار

٥ غمدل عشق جنهين گل لايا - پير ميدانين پتنگين پايا
كُشتي قتر بدار

كلام
روپ رام كلي

تلهه: پيچ بيك ٻهان بشردا - كر سير صفا سري سردا

١ نال اسم دي جسم جلاوين - سك ناز نظار نظر دا

٢ محو ٿيوين وچ محويت دي - ذاكر ذكر فكردا

٣ قلزم والاقرب سڃاڻين - تون مالك هر مظهردا

٤ گم ٿي غمدل موجان ماڻين - كولين عين اندردا

## ڪلام
روپ ڀيروهه

ٿلهه. سڪ ريت پريت پڇاڻ دي. وڳي نوبت نيندهن زيا وڻ دي
منصوري ميدان مقابل بازي. ٻرهه ٻڻاوڻ دي

١ نازڪ ناز حُسن دي نتڪي - سردي دعوىٰ ثابت سنڪي
خام خودي ديان پاڙان پٽڪي - الست اڏي تي آوڻ دي

٢ گهنڊ کول نقاب نهاني دا - اُنهين پارس پاڪ پيشاني دا
تي واقف رمز حقاني دا - مٽي ساغر سرڪ سماوڻ دا

٣ لا وچ لَدُني مار لغاتان - فرض فنا پڙهه رندي رڪعتان
قرب قتل ديان ڪوڙ فناتان - ٻي سربين ٻڇاوڻ دي

٤ دم دم دم دا ڏيان ڏريجي. ملڪ عدم پرواز ڪريجي
مُوتُوا قبلَ لا ماڳ مريجي - سوري سيج وڇاوڻ دي

٥ تي پروان آتڙ اهه تي آوين - غمدل غازي قدم ڪڏاوين
شاهنشاهي شور مچاوين. شوقئون شمع جلاوڻ دي

## ڪلام
روپ ڀيروين

ٿلهه: پڙهه عاشق علم لدني دا - تي واقف رمز ندني دا

١ ڏس نقش اِسم اعظم والا - سڪ تصور صاف صنم والا
درشن دم دي وچ دم والا - تي مالڪ مُلڪ مَعني دا

٢ وصل وسار چا وقتي ڪون - ڪردست دوا مين درستي ڪون
هستي ڇوڙ ته مايٽن مستي ڪون - شعلا ويڪ شهود شدني دا

٣ مَنْ طَلَبَ الْمَوْلىٰ كُلُّ فَرِيضَةٌ - تَرْكُ دُنْيَا كُلُّ سُنَّةٌ
كُنْتُ كَنْزًا جاڻي مَخْفِيُ - تي ماهر عاليٰ ادني دا

٤ ساجد آپ سجود به تون - خود خانا ڪعبا مسجود به تون
بود به تون نابود به تون - ڪيها فرق ترانيُ ارنيُ دا

٥ علوم عروج اصول اصل - گهن وحدت والا وصول وصل
غمدل موج اها ڪينچ مُرسل - مَنْ رَانِيُ شاهد مدني دا

## ڪلام
روپ جوڳ

ٿلهه: جي هجين طالب ته نحدل - سِر اڏيءَ تي اڏ ڪٽي
تار توڪل جي طريقي - خوف خطرا ڇڏ ڪٽي

١ قصد ڪر قتل گاهه تي - عشاقي اوتراهه ٽي
سرودي ويساهه تي - لاڏي عاشق لڏ ڪٽي

٢ زهد تقوا ڪان ترڪ ٿي - ماسوا الله مرڪ ٿي
وچ وحدت ۾ غرق ٿي - اهي تال تسبيحون تڏ ڪٽي

٣ برهين بنا برباد آهه - ساري عمر افراد آهه
مرڻ جيئري جهاد آهه - هڻ خودي کي ڪڏ ڪٽي

٤ وهم وجودئون سڀ وساري - لاهوتين جي لڳ تون لاري
پريمي پارس پناري - صورت ويڇو سڏ ڪٽي

٥ آجو ٿي اچ عام ڪان - دوئي دغا جي دام ڪان
معنىٰ وٺي هن مام ڪان - گيان کي غمدل گڏ ڪٽي

## ڪلام
روپ ڀيروين

ٿلهه: جو پريئون پوڪارئين - جو پاڻ کي پائنين پري
نَحْنُ اَقْرَبُ کي نهارج - نيڻ ٻٽي لظرون ڏري

١ لائق ليا ني ناهه تو - سڌڙ ا صنم ڪيڏا ڪري
وَهُوَ مَعَكُمْ اَيْنَمَا - كُنْتُمْ سُٺي توکيئن سري

٢ گهلانه گولج دور دلبر - دائما ڏيهي دري
ڪعبو مکو ڪاشي قلب - هر نام هر دي منجهه هري

٣ اَنْفُسِكُمْ انجام آهي - يڪ سخن هي ياوري
من عرف معنىٰ فنا - صورت بقا جو دم پري

٤ هي جسم سارو اِسم - جنهن ۾ جلوگر جاني بري
ظلمت جو پردو دور ڪر - سهٽوته ڏس منجهه سوجهري

٥ آب ۾ وچ آب ٿي - بحران جي تحت وتري
نزول مان نڪري مٿي - سلطان ٿي هر دوسري

٦ گوش ڪر غمدل نه ڇڏ - هن ذوق کي ذري ذري
جو مري معمان ۾ نه - ملڪ الموت ڪان سو ٿو مري

كلام
رروپ پهاڙي

○

ٿله: طريقي عشق جو رندي قدم رکڻ گهرجي
سرِ ميدان ۾ منصور جان مچڻ گهرجي

١ دست ڏري دم بدم ـ ملي قدم ميخان ۾
صورت ساقيءَ سندي ـ پيمان ۾ پسڻ گهرجي

٢ لفظ لَاخَوۡفَ عَلَيۡهِمۡ ـ پرت سان پورو پڙهي
سوري واري سيج تي ـ هسوار ٿي هسڻ گهرجي

٣ کنڌ قبولي کات کي ـ کري قصد قتل گاهه ڏي
اِنَّ الَّذِيۡنَ يُجَاهِدُوۡ ـ قربون کڏي کسڻ گهرجي

٤ غمدل غذا هي دم بدم ـ دائما درد و الم
لحتِ دل کباب کري ـ خُونِ دل پيئڻ گهرجي

كلام
رروپ پهاڙي

○

ٿله: نه غافل ٿي تون ڏنهن پنهنجي ـ کلي توکي عيان دل ۾
تنهنجوئي چاڻ تو ۾ آهه ـ نظر کر تون نهان دل ۾

١ سڃاڻ نفس تنهنجي سان ـ سڃاڻي رب تون تنهنجو
اشاره وَمَنۡ عَرَفَ آهي ـ صحي صورت معنىٰ دل ۾

٢ توائي چوڦرين طالب ـ نه ٿي دم کان جدا هک دم
قلب مؤمن عرش الله ـ خدا جو آستان دل ۾

٣ نه چائي پاڻ کي معدوم ـ کل موجود آهه تو ۾
ساري اسرار جو مذکور ـ مُبين اُمُّ الۡقُرۡآن دل ۾

٤ بحر قطري سمايل آهه ـ ابر ۾ آهه جيئن باران
کَنۡزاً مَخۡفِيً جو گنج ـ قلزم بي کران دل ۾

٥ کشاده دل کرين جي تون ـ نه ناممکن پي آهه ممکن
فتح خيبر خودي جو کر ـ همت شير جهان دل ۾

٦ منجهان عين اليقين غمدل ـ ٿيئن حق اليقين جي تون
حضوري قرب جو کعبو ـ حرم بيت المکان دل ۾

كلام
رروپ تلنگ

○

ٿله: سيني سير سمايا ـ هادي راه بتايا

١ آدم صورت سر سبحاني ـ انساني دي وچ آيا

٢ محبت دي وچ مرشد مينوں ـ وحدت جام پلايا

٣ نفل نمازان ورد وظيفا ـ عشق بنا ٿي اجايا

٤ نال ورهه وصال ڏي مين پي ـ غمدل نام ڏرايا

كلام
رروپ پهاڙي

○

ٿله: اگر تم عاشقِ صادق ـ جفا کو ڀي وفا سمجهو
نه کاهل هو تو منزل ۾ ـ وداع ناز و ادا سمجهو

١ نکل جاتا کمان سي تير ـ واپس هو نهين سکتا
اگر منظور هو اپني ـ قضا ان کي رضا سمجهو

٢ لطف اُلفت کا بسمل کو ـ تڙ پني سي نهين ملتا
اسي پرجوش پي خاموش ـ خنجر کا مزا سمجهو

٣ تو غازي عشق ميدان ۾ ـ برابر اس قدر بن جا
قتل اپني کا ذرا خون ـ قطرا بي بها سمجهو

٤ تمهاري خود نثاري سي ـ بدل جاتي تيري تقدير
قِر معشوق هو عاشق ـ تماشا آشنا سمجهو

٥ مکان عين اليقين بيث ـ غمدل حق يقين بن جا
وصل ديدار کر حاصل ـ قلب قبلي نما سمجهو

# ابيات

○

رکڻ مراد مُريدي والي - محض مکر مُردار ميان
طَالِبُ الدُّنيَا مُخَنثٌ طَالِبُ المَوْلىٰ مُذَكَّرُ الستي اقرار ميان
ڪشف ڪرامت ڪوڙي بازي - عمّدل گمراهي اغار ميان

○

غازي غرق ٿيا - ترڪ دنيا ڏيئي
وحيي واصل ٿيا وصال ۾ - سڀئي سانگا سيئي
ڪا جهل جهلي پيئي - عمّدل گودڙين تي

○

اَللهُ هو اندر ۾ - قلبي ڪمائين
جوگي پنهنجي جسم کي - جُهد ٿون جلائين
دين ڪفر اسلام جا - لاڳاپا لاهين
عمّدل نيزي نينهن جي - صوفي سڏائين
هُو جو نينهن ڙو نيائين - طالب ٿيا توحيد جا

○

مرين ته مهل ٿي - پوءِ مرڻ آهه ميار
پاڙ ج پڪ پرين سان - اڏيءَ جو اقرار
غازي ٿي عمّدل چوي - سوري سر سينگار
ڏڻ ڏٿين کان ڏار - ڪُتا مُٺا ڪيترا

○

جي طالب ٿيوين حق دا - غير سوا هڪ چاٽين
آپ نفي ڪر حق اثباتي - سارا سر سچاٽين
گم ٿي بحر فنا وچ عمّدل - تڏان بيشڪ موجاں ماٽين

○

جي طالب ٿيوين حق دا - سردي دعوا سٽين
چڙه چوڏيل پريم دي عاشق - عشق دا جهو ٿا جهو ٿين
سک فرمان فنا دا عمّدل - تڏان بره دي بازي کٽين

○

جي طالب ٿيوين حق دا - ته کول مغان دي جالين
جيوين را يارا نجهن والا - پرت پوري کر پالين
ديد ڪنون دم دور نه ٿيوين - ثابت سرت سنڀالين
عمّدل عشق امردي ٻاجهون - ٻي مکر کوڙ مقالين

○

دلبر نال واپار ڪيتو سي - سر ڏيوڻ دا ستا
نفعا نقصان نظر وچ ناهين - هڪ وال نه ٿيندا وتا
مرداهائي مهل نه چوڙن - جهٽ پٽ مارن جهٽا
سر ڏيوڻ سيتي سر ملندا - عمّدل سائين مُله انهين دا وتا

# پاڳـو بيـو

# باب نائون "پاڻ سُڃاڻ"

ڪلام
روپ ڏناسري پوربيا



تلھ: آهين پاڻ امين - پاڻ پرورڙج پاڻ ۾ پيهي

١ تو منجھ آهي تخت هزارو - تو منجھ ملڪ مصر جو سارو
تون آن حسنؑ حُسينؑ

٢ تو منجھ شمس قمر سڀ تارا - تو منجھ درياءَ قلزم سارا
تو منجھ عرش زمين

٣ اَنَا اَحْمَدُ بلا ميمي - قائم دائم قول ڪريمي
موج ڪٿي مُرسلين

٤ اَلْاِنْسَانُ سِرِّيْ سِرُّ سارو - اَحُدَ وارو سمجھ اشارو
ڪاڏي نهار ڪين

٥ عنمدل پنهنجو پاڻ سُڃاڻج - وحدت واريون موجان ماڻج
طالب هيءَ تلقين

ڪلام
روپ تلنگ



تلھ: جڏي جاڻ وڃايم جاڻ پيو
تڏي پاڻ مان پيدا پاڻ ٿيو

١ ذڪر فڪر ڪي ڦي ورد وظيفا - چِلا ڍاڪا ڪشف ڪشيدا
ٻاجھ فنا آهي قند اهو

٢ بي خوديءَ ۾ خودي ڪپائي - پاڻ ۾ پنهنجو پاڻ ڳنوائي
ٻارج ذاتي ذوق ڏيئو

٣ سيئي طريقا ترڪ ڪياسي - مذهب مورئون معاف ٿياسي
دين ڪفر اِسلام ويو

٤ گم وڃئون ٿيو عنمدل ظاهر - حُسن حقيقي اندر ٻاهر
ٻولڻ وارو نا هي بيو

ڪلام
روپ تلنگ



تلھ: هر ڏي اندر پائي جهات - پاڻ نفي ڪر حق اثبات

١ هي وڃائي هوڪر ثابت - هر دم هوندي سدا حيات

٢ جي تون شائق شوق حقيقي - وهم وڃي لاهج لحمات

٣ چٽ ڪر خوف خطا خودي ڪي - هٿ ڪر لا جو فر بٺون ڪات

٤ جوڙ عناصر چار ئي چيزان - پاڻ سڃاڻج پنهنجي ذات

٥ پاڻ ۾ عنمدل پاڻ پرورڙج - مَحوُ ٿي ماڻج موجودات

ڪلام
روپ تلنگ



تلھ: پاڻ منجهان پڪ پئي - پسڻ پسجڻ آھ پنهنجو پسارو

١ بحر اوڳھ عميق اماڻي - نينهن نگهو سار نيئي
اکين ڪيو اجا اڳي امارو

٢ پنهنجي پسڻ ڪي پسي پسجڻ سان وَغُمُّ جي وٽ ويئي
اَنُحُد وارو اکين ۾ اشارو

٣ تون مان ۾ ترنا هي تفاوت - ٻولينڊ ڙ هڪ ٻئي
نان ءُ ناسوت ۾ آھ نيارو

٤ الف انهيءَ امواج اوپڙي - اثبات نفي ڪيئن ڪئي
ڪن ڪارو جنهين ڪين ڪنارو

٥ عنمدل نالو گم ٿيو گم ۾ - موجودات مڙ ٿئي
موجود عدم جو آ نقش نظارو

### ڪلام
راڳ تلنگ



ٿلهه: ٻلبل پنهنجو پاڻ پروڙي - پاڻئون ٿي پيمال - پلايون پيال تون

١ آءُ تون عاشق آهه اڪيلو تي - بي سر تي بدحال
ڪات ڪلال تون

٢ مار نقاره اشاهنشاهي - دم دم ڪيڏ ڌمال
لعلڻون لعل تون

٣ پيءُ پيالو پُرپريمي - خاص الخاص خيال
ڪيف ڪمال تون

٤ گُرُ تي پنهنجو پاڻ ۾ عنمدل - واصل وٺي وصال
حاصل حال تون

### ڪلام
راڳ پهاڙي



ٿلهه: مَحُو دز ذات خود مُطلق - بَلَا - لَا - لَا - مَاسُوَ الله هُوَ

١ نازل اَلعِشقُ نار الله - فنا فاني فنا فِي الله
بقا بِالله باقي برحق - بَلَا - لَا - لَا - مَاسُوَ الله هُوَ

٢ نه ناسوتي نه ملڪوتي - نه جبروتي نه لاهوتي
مگر مڪين لامڪان مالڪ .........

٣ جنس جز جو جوهر ڪُل - بجز آن حبابِ هُل
بن توحيد ترڪ تعلق .........

٤ عناصر اربع جا اولا - چيني پيا شرڪ جا شعلا
مُحيطِ و عنمدل مستغرق .........

### ڪلام
راڳ ڪنيات



ٿلهه: تون پنهنجو پاڻ پنهون آن - ڪاف ڪشالا نه ڪاٽ

١ پائنج ڪيچ پنيور ڪي - ويهه وڃائي وات
ڪوهه پُڇين ڪوهاٽ
تون پنهنجو پاڻ پنهون آن

٢ سَسُئِي نان ڪر نسڏاءِ تون ڪڻ پنهل جو پات
چپرو سائج حيات
تون پنهنجو پاڻ پنهون آن

٣ ڏور مَ ڏونگر ڏاڪڙا - رڻ مَ ڪر ريهاٽ
صبر منتي ڪرمات
تون پنهنجو پاڻ پنهون آن

٤ گهوٽ وسئي تو گهر ۾ - گوندر ڇڏ گوماٽ
گهٽ پُڇين ڇو گهاٽ
تون پنهنجو پاڻ پنهون آن

٥ عنمدل خان ڪئي ٽيو - ڪيچ ڏٺي ڪاپاٽ
نينهن ڪري سپ نات
تون پنهنجو پاڻ پنهون آن

### ڪلام
راڳ پيلو



ٿلهه: ازل کان عشق اوهانجو جي ڪيو عشاق مون ڪي
فنا جو فيض ڏجو - فني سڀي فراق مون ڪي

١ ڪُنتُ ڪَنزاً ڪين وٺي - محبتون مخفي مٺي
ماسوي المحبوب تونا هي، منو ميثاق مونکي

٢ نيار وقران ناسوت کان، موران ٿي ملڪوت کان
بن تصور تو تمام، لامڪان لولاڪ مون ڪي

٣ ضعف زهري ذوق جو، شعلو چڙهيو سرشوق جو
دهلبي دوزخ ويو - ڏسي دور درد ناڪ مونکي

٤ موجود ڪل تو ۾ عدم، تون سدا عنمدل ۾ گُم
ٿيءَ پسڻ پنهنجي پرين، پيو ڪُل پسڻ ناپاڪ مُونکي

# ابيات

●

پاڻ پنهنجو پاڻ ۾، پاڻ ڪري پئمال
پيهي پس پاتار ۾ جلويگر جمال
وحدت وره جو واصل وٺي وصال
هادي سندو حال، عمّدل پروڙ پاڻ ۾

●

غافل گيرب چو ڪرين، وٺ گودڙين جو گس
وَنَحْنُ اَقْرَبُ اِلَيْهِ مِنْ حَبْلَ الْوَرِيْدِ، سُڻ ساميئڙن جو ڏس
مَنْ طلب شَئُءِ جد وجد آهي هَين عبث
عمّدل پُورب پس، ته سونهين سامين سَٿ ۾

●

جي پانئين جوڳي ٿيان، ته پسڻ پنهنجو پس
پروڙي ڏس پاڻ ۾، اسرار و النفس
لَامَقْصُودُ فِي الدَّارَيْنِ اِلَّاهُ، بس باقي حوس
عمّدل عشق عڪس، عين مان اثبات ٿئي

●

عشق بنا افراد جو دم وقت حياتي
روزي نفل نمازان ڪل ڪسرت جسماتي
عمّدل سه سڃاڻ پاجهون
بي سَپ ڪُوڙ مَڪر مسلاتي

# پاڳو پيو

## باب ڏھون "نفي اثبات"

علام روپ مانجھ

ٿلھ: نفي اثبات جي ناتي — کيو ھمذات ھستيءَ کي
ڪفر ڪلمات ڪل قلمي — ملھايو موج مستيءَ کي

(١) فقر في الحال ٿيو فاالم — برابر بي خطر بالم
صفا صوفي سدا سالم — ختم خيالات خستيءَ کي

(٢) ان الاقرار انواري — ملي منصور مختياري
سولي سردار سينگاري — وحيائي ويروستيءَ کي

(٣) فنا في الله جو فرقو — بقابي رنگ بنيو برقعو
خضري خاص ھي خرقو — پيو پارس پرستيءَ کي

(٤) موتو قبل لامنجھان ماھر — الھي اوج ٿيو اظھر
"غمدل" ماڳ ھي مظھر — عطا آدم الستيءَ کي

## ڪلام روپ بروھ

ٿلھ: بي سر بازي بانڪا ڪيڏن — عشق عنايت جن کي انعام

(١) بي خود شيڙا خودي کپائي — پاڻ سُڃاتئون پاڻ گنوائي
نفي اثبات جا آھن امام

(٢) الانسان مظھر مورت — ثابت ڪيائون سِرِي سرصورت
قم باذني جا ڪھن ڪلام

(٣) فرض پڙھن ٿا فنا في الله — ورد وظيفو وجه الله
ڪاڏي ڪن اھي سجدو سلام

(٤) صورت مرگ ٿيا غمدل غازي — ترڪ ڪيائون قبل الماضي
دين ڪفر ھائي نه ڪو اسلام

# ڪلام روپ مانجھ

ٿلھ ويا وطن پنھنجي وري — موجود مان مدِ عدم
ناھ ٿيا ناھ نڪي ڪان — ڪين ۾ ڪاھي قدم
(١) سر نه جن جو پان پيدا — نا عناصر نا اسم
جذب ٿيا تھن جوءِ جوڳي — جز ناھي جاتي جسم
(٢) نا حياتي نا مماتي — ساھ پساھ نه روح دم
ذڪر فڪر فرض ڪان فارغ — نه ڪي امر فرمان فھم
(٣) جاءِ نه ماڳ مڪان نه منزل — ترڪ تڪيا توڪل تم
حد لاحد ڪان لنگھي لاھوتي — گئي ٿي ويا گم سان گم
(٤) نه ڪا ابتدا نه ڪا انتھا — وصل وصال نه درد غم
اتي ويا آذوت جاتي — ڪن قضا جو ناھي ڪم
(٥) فنا بقا ڪان بقا فنا جو — الٽ اثباتي اسم
ذات صفات نه صورت مورت — خود بخود غمدل ختم

# ڪلام روپ ڪلياڻ

ٿلھ ڪر پرواز پکي پڄ پڃرو — تنھنجا عرش اتي آشيانا
(١) وري وڃ واھيري پنھنجي — ڇڏي باغ بيگانا
(٢) نه سنگ ٿي ناسوتون نڪري — پيچي بيڪ بھانا
(٣) غمدل گيان اھي گن گوھر — پرو ڙج پروانا

# ڪلام روپ وھاڳ

ٿلھ لڳي آب آتش المرتي المرتي — ڪپي وئي ھوا خاڪ ۾ گم ٿي گم ٿي
(١) اثر عشق واري - انحدي اشاري - عناصر اذاري
عدم ٿي عدم ٿي
(٢) جلالي جمالي - وصل بي وصالي - باقي بي مثالي
بسم ٿي بسم ٿي۔

(٣) جهات ۾ جهات پئي - نفي اثبات وئي - خودي بخودي پئي
ختم ٿي ختم ٿي -

(٤) نامي گرامي - نبي ن امر نامي - "غمدل" انعامي
اسم ٿي اسم ٿي -

# ڪلام روپ تلنگ

ٿلهه پاڻ نفي ڪر جاڻ - الهي الو ڪر وجود ٿون يار وسارو
(١) نابود نالو گم ڪر توڻ پنهنجو پاڻ نه پاڻ ۾ پاڻ - الهي الو
(٢) فيض فنا وارو افضل اعلیٰ موج اها وڃي ماڻ - الهي الو
(٣) موتوا قبل الانت موتو امر اهو اهي جاڻ - الهي الو
(٤) قرب وصال نه آهي تنهنجو وحدت منجهه ٿاڻ - الهي الو
(٥) موتو واري ماڳ انهي ٿي سر نه ڪٽجي ساڻ - الهي الو
(٦) غمدل پنهنجو پاڻ پروڙ پنهنجي ذات سڃاڻ - الهي الو

# ڪلام روپ تلنگ

ٿلهه اعلیٰ فرض فنائي ولا في سبيل الله - بسم الله دا.
(١) پر ٿئون پير مخان پر جهايا فڪر فنا في الله - بقا بالله دا.
(٢) موتو مظهر ماڳ منامي سير سمات الله - وصال الله دا.
(٣) نفي وچون اثبات نظارا جذب جلال الله - اسد الله دا.
(٤) لا تڪبير تماشا لا سيا لا اِلٰه الا الله - لسان الله دا.
(٥) التائبين ٿيا اثباتي هر دم هو الله - ولا بالله دا.
(٦) احسن ڪل عبادتان ڪنون سر سبحان الله - حمد الله دا.
(٧) "غمدل" گيان گوهر گن پايا قرب قُلْ هُوَ الله - احد الله دا.

# ڪلام روپ تلنگ

ٿلهه ناتي ناز نفي دي ڪيتا اثبات الا الله
(١) لا اِلٰه دي دنو لاري نينهن دي ناز نظاري
پيچي پيچ پسڻ دي پساري همه ذات الا الله

(٢) خيال خفي دي خاني — محكم تي مرداني
سلطانا سر سلطاني — اثبات الا اللّٰه

(٣) روحي رمزان رل كاي — بيك بسر دا ملكي
جهت جهدكان والي جهلكي — لنو لات الا اللّٰه

(٤) سير سردي ساڻگي — لنگھ لاحد والي لانگهي
پچهي برة دي تيوين بانگي — پڑھ كلمات الا اللّٰه

(٥) معني محويت والي — غازي غمدل خاص غزالي
لاثاني لا اُبالي — لغات الا اللّٰه

## كلام روپ پوپالي

ٿلھ فنا كجاهي بقا كجاهي — نظر سي ديكو نظر كجاهي
(١) نفي كجاهي اثبات كجاهي — اول كجاهي آخر كجاهي
(٢) خفي كجاهي جلي كجاهي — باطن كجاهي ظاهر كجاهي
(٣) لعنت كجاهي رحمت كجاهي — كرم كجاهي قهر كجاهي
(٤) كجاهي قدسي كجاهي كصبا — مئخانا كجاهي مندر كجاهي
(٥) كجاهي "غمدل" كجاهي خوشدل — قادر كجاهي قلندر كجاهي

## كلام روپ پوپالي

ٿلھ فنا بقا تئون بقا فنادا — الستا قول قدم الستا
(١) التي بولي التي چالي — الستا ناز نظم الستا
(٢) عيسان دا اسرار اويڙا — الستا آر آگم الستا
(٣) لا كون لا لا مظهر كيتا — گم ادم گم دم الستا
(٤) ان الحق اثباتي عقرب — رندي راز رسم الستا
(٥) غمدل نام نهين اٿ پئدا — الستا الست اسم الستا

## كلام روپ تلنگ

ٿلھ يارو ناز نفي دي پاجهون — سر اثبات نه كردا كوئي

(١) موتو قبل الانت موتو — سبق صاف نه پڙهدا ڪوئي
(٢) جان جان هستي هڻ نه ويندا — توڙ نه هرگز ترداڪوئي
(٣) تڪبر تقويٰ تن جهناندي — پول نه دوئي دا پنداڪوئي
(٤) اپنا آپ ۾ آپ نظارا — پرت پريم نه پسداڪوئي
(٥) وچ مئخاني محبت والي — وانگ پتنگ نه بچداڪوئي
(٦) منصب رئي منصوري دي — سولي دي چوٽ نه ڇڙهنداڪوئي
(٧) "غمدل" پاڇهون راز مرشد دي — طالب فيض نه گهنداڪوئي

# ڪلام روپ ڪلنگڙو

ٿلهه نفي ناسوت ڪرنانگي — لنگهي لاهوت لاثاني
رموزي راز دي شهباز — اوار باب اخواني
(١) خفي در خيال - قرب ڪمال — حاصل حال - همدم دي
جلا جسمات - ڪراثبات — بدل برسات باراني
شاهي شوق - شمان شمردي
(٢) نظاري نوڪ - ذاتي دوق — منور ماه - تاباني
شاهن شاه - بي پرواه — بره پرپور - بزم دي
(٣) مئي مخمور - پيون منصور — لا مقصود - لاثاني
مگن معبود - حق موجود — غمدل غور ڪر غمردي
(٤) شاهانا شور - دروني دوُر — خاص الخاص خاصاني
گوهر غواص - مست مواس

# ابيات

فلسفو نفي اثبات پاڇي جي صورت حال ۾

پسي پاڇو پنهنجو — متان پائنئين پاٽ
(١) واحدري ۽ جمع نه جڙي — صحيح انگ سڃاٽ
جي جاڻي ڪٺي جاٽ — ته پاڇي کان پرهيزڪر
پاڇي کان پرهيزڪر — جسم ٿئي وهم
(٢) سايو گهڙي ساعت جو — پروسو پَرم
غمدل ڇوي غرض جو — واري ڇڏ رم
ڏارج سود رم — درساراهجي صوفين ۾

(٣) ساراهه جي صورتن ۾
شمس ريءَ پاڇو نه پوي
غمدل غرض پنهنجو
نظر ڪري نهار

(٤) پاڇو ڪيئن پئدا ٿيو
ظاهر سر زمين تي
نانهن منجهان نروار ٿيو
"غمدل" ٿيو غوغاءُ

(٥) سري وانا سر هو
پردي پرت پناه جي
غمدل منجهه گمان جي
در صورت سج سمان

(٦) پاڇو ته ڏهن پئدا ٿيو
عڪس ڪيو عريان تو
ماري موت مورت ڪي
حال ۾ حاضر هج

(٧) حاضر هج بتون حال ۾
ڪرڻ گوءِ اها غمدل چوي
پرپڪڙ يا پرواه ڪان
ويلئون ويا سي

(٨) هن پاڇي ڪان پاسو ڪري
وسري وڃ وجود ڪان
گم ٿي غمدل چوي
سج ريءَ سهارو

(٩) پسي پاڇو پنهنجو
ويل وڃايئه ويسلا
منهن ڏيندين ته ملندءِ
غمدل ديدان دگ

ڏرم سونئي ڏار
اونداهي اڪار
ڏس نه ڪي ڏيکار
ته پاڇو ڪيئن پيدا ٿيو
ڪيو شمس شعاع
سايو زير سماع
نوراني نماع
سِرِيءُ اَنَا سِرَهُو ۾
منجهس نور نهان
پاڻ ٿيو پنهان
سارو سر عيان
پاڇو ته ڏهن پيدا ٿيو
چڙهيو صورت متان سج
نه ڪي نظر يو نج
صورت ڪاڻ سهج
پاڇي ڪان پاسو ڪري
پاڇي ڪان پاسي
بازي سر باسي
جن هرُڻ حادثي
جي پاڇي جا پابند ٿيا
ڪر نورت ڪنارو
نفي ۾ نيارو
صُورت ۾ سادو
سالم نه ٿئي سوجهرو
متان پڌين پاڇي پڳ
رهجي وئي ٿي سرڳ
پٽيءَ پويان لڳ
دليلن ڪي دور ٿيا

(۱۰) پسي پاڇو پنهنجو — متان پول پلين
پروسي پاڻ جي — ڇڏيون راه رلين
مورت کي معدوم ڪر — نه صورت رمز رلين
غمدل گلين قلين — ماڻ ملڪ بقا جو

(۱۱) ماڻي ملڪ بقا جو — جت پاڇا نه پئدا
اقوال شرع اعتبار — طريقت تقُقدا
حقيقت حال شئي — مدعا مقصدا
غمدل حال هدا — معرفت معلوم ڪر

(۱۲) معرفت معلوم ڪر — صورت حال صحي
نه آثار الاهيت جبا — پون شڪ نهي
ساڙي صفاتي جون — ڪرنشا نيون نهي
انهيءَ ريت رهي — غمدل سر سلطان تئي

(۱۳) سر صحي سلطان تئي — عبديت ڇڏي اوت
اُتي ذڪر ڪفر تئي — متان ڪائين موت
۽ ڪفر صحي اسلام تنهنجو — غمدل غازي گهوت
ڇڙهي نيزي چوٽ — پرڪا جو پروانه ڪر

(۱۴) پرڪا جو پروانه ڪر — تنهنجو آتش آشيانو
ساڙي صفاتي جو — ختم ڪر خانو
غمدل غازي عشق جو — تئي پڙمل پروانو
نه ملئي منجانئو — الا الله اثبات جو

(۱۵) پسي پاڇو پنهنجو — وڃ نه پاڇي واهه -
پتي ذيئي پند نيو — وت رندن سندو راهه -
هي نه ساٿي ساڻ تيندو — بيشڪ ملڪ بقا!
غمدل سڪ صلاح — الا الله اثبات جي

(۱۶) پس نه پاڇو پنهنجو — پس پاڇي اندر پاڻ
جلائي جزي کي — ڪلي سمجهه سڃاڻ
مدعا کي معلوم ڪر — جاڻي نه ڏس جاڻ
غمدل سدا ساڻ — اٿئي آئينو اثبات جو

# ڪلام روپ تلنگ رامڪلي

ٿلهه عشق حسن اسلام . شوق شريعت شاهنشاهي

(۱) حسن حمايت هو حق هادي . آهي وتن جو امام
همذاتي همدم همراهي.

(۲) وَفِيۡ اَنۡفُسِكُمۡ سر ۾ ثابت . پسڻ جو پيغام
ورد وظيفو وجه الله

(۳) صورت سجدي گاهه صحن ۾ . عين جو احرام
فرض ذڪر فنا في الله

(۴) صورت ناسوتي معنيٰ ملڪوتي . اول و آهي الزام
آدم اعليٰ سر الاهي

(۵) وحدت واري ويڙهه ۾ غمدل . جنگي پيي ڪر جام
سرڙني سوهي سوي ملهائي

# ڪلام روپ تلنگ

ٿلهه هت هت هر جا حاضر ناظر . هر دم حق موجود ميان

(۱) وحدت ڪثرت هر شيءِ اندر . هو منگهن معبود ميان

(۲) ظاهر باطن ذات صفت ۾ . ساجد سو مسجود ميان

(۳) محض مدامي ترڪ تمامي . ماسويٰ المقصود ميان

(۴) ديدن جي دربار دروني . واصل ورق وجود ميان

(۵) قلبي قدم قديمي قائم . دم دم دؤهه دَرود ميان

(۶) شئون شئون نقش نظاري نازل . شامل شوق شهود ميان

(۷) غيب الغيب غواصي غمدل . مالڪ مٺ مشهود ميان

# ڪلام روپ پيروين

ٿلهه آهيون دين ڪفر ڪان ڌار اسان . ناهي ملت ۾ ڪا ميار اسان

(۱) ناپيد نيارا آهيون ناتن سنگي . بانڪا بيڪ الڪ سان بي روپ رنگي
جهاد اسان جو جدل جنگي . آهيون ڪوپا ڪلنگيدار اسان

(٢) مسجد مندر مترا مکو - آهي رام رحيم جو حسن هکو
اهو پنٿ اسان جو پوشيد پکو - ياڪي پياور ريگانا يار اسان
(٣) سڀ صورت ثابت صنم صحي - هاڻي هجر وصال جي حد نه رهي
اها رمزن واري رسمات رهي - سرمست صوفي سرد اراسان
(٤) حاضر هون هر حالت ۾ - جلالت ۾ يا جمالت ۾
ڪڏي ورهه ڪڏي وصالت ۾ - مدهوش ڪڏي هوشيار اسان
(٥) ڪڏهن غمدل هون ڪڏهن خوشدل هون - ڪڏهن قطر قطرا ڪڏهن ڪل هون
جز جنس جدا ڪڏهن رلمل هون - هڪ حال نه آهي هر وار اسان

# ڪلام روپ ضلع

ٿلهه عشق رڳي آهي اجائي - هي حياتي رائگان
شرم وحيا قربان ڪر - شوق ۾ توڻ شان مان
(١) درد دل آهي نه بهتر - نه ته ٻن وجي پيا پٽي جهان
مانڄ مزو الفت اگر - حاصل ڪرين عالي مڪان
(٢) جو مليو آتش اندر - پرت وندن ڪيئي پسان
عشق نار الله ڪان - لرزي پيا ارض وآسمان
(٣) چيا ملڪ حورن پريون - غلمان گلبن بيگمان
جن وڪر ورتو ورهه جو - اثبات سي الانسان
(٤) عشق رهبر آ انهن - ڪفر جن آهي ايمان
برهين بنا فرض وفضول - زهد سڀ آهي زيان
(٥) حسن جي تعريف برتر - عاشقن اڪبر آ ذات
غمزي انهي غمدل ڪيو - نينهن ۾ نالو نشان

# ڪلام روپ ضلعو

ٿلهه وصال دلبر جو جڏهن جنهن سان - ڪعبو ڪري ٿو طواف تنهن جو
طواف جسمي جو سوم سيرت - قرب حضوري نڪاف تنهن جو

(۱) طواف عرش و عظیم گرد و - عظمت اها حجاب آهي
بلا مشاهدي وحدت وجودي - شهود ناهي شفاف تنهن جو
(۲) حيات ابدي جود مر نه فارغ - مشغول ماسوالله فنا
حق اليقين نه مكان ۾ هرگز - معات مشكل معاف تنهن جو
(۳) باقي نه رهيو فنا في الله ۾ - معشوق ٿيو عاشق ان جو
نام نه پتا نه كا نشاني - نينهن ۾ ٿيو نشان تنهن جو
(۴) وصال آب و حباب مثلي - رهي نه ذات و صفات باقي
صورت ۾ لٿي بي صورت گم - واحد جمع خلاف تنهن جو
(۵) سوٽي قادر سوٽي مقدور - سوٽي مقدر سوٽي مقدس
سوٽي غمدل سوٽي خوش دل - زوق زاير نه ياف تنهن جو

## كلام روپ ضلع

ٹله اسان عشق وندادي چالي نرالي
نه ملت مذهبي نه قالي مقالي
(۱) كڏان حال هستي - كڏان موج مستي
ڏونهين رنگ روشن - جلالي جمالي
(۲) روپوش رهندي ني - رسمات رندي
الك بيك بيچون - بحالي بقالي
(۳) دنيا تي عقبا دي - دلبي دفع كر
محبان مولا هن - مالي موالي
(۴) رنگين ارنگي رنگ - پاپوش غمدل
كڏائون كوٺ نتل - كلالي كمالي

## كلام روپ پوربيا

ٹله اسرار بي اختيار - بره عشق بيچوني دا
(۱) مذهب دي مسلات نه چاٹان - دين كفر درجات نه چاٹان
دوئي نهين دركار - بي رنگ رنگ رنگوني دا

(۲) نامین شیخ مشائخ قاضي ۔ نہ مین عالم نیک نمازي
نہ مین نا مدار ۔ نسل شیعہ سني دا

(۳) اسم نہ کو جسمات اثاھین ۔ رلمل ذات صفات جثاھین
پیرِ مغان مختیار ۔ رھبر راز لدني دا

(۴) موج بڑا دي جنھن سرآئي ۔ رمز رندي تھن چوٹ چلائي
عالم وچ اظھار ۔ عشق کفر قم باذني دا

(۵) جھدوں آپ م جھاتي پاتم ۔ سیر سري دا صحیح سجاتم
دیکھیم سپ دیدار ۔ غمدل دوُر دروني دا

# کلام روپ پوریا

ٹلہ ھر طرف سوئي جائي کعبہ ۔ عشق امام حقاني دا

(۱) دل وچ مسجد بنیندا ۔ فرض اسم ذاتي ادا کریندا
دم قدم سر سجدي ڈریندا ۔ نظر پاک نوراني دا

(۲) کل شيءٍ دي وچ آپ سمایا ۔ رنگا رنگي کیل کلایا
بي مثل مورت بن آیا ۔ سر صورت سبحاني دا

(۳) رخ مُخاني کنوں نہ موڑي ۔ تنگا دین کفر دا توڑي
لامذھبي مذھب جوڑي ۔ لامکان مکاني دا

(۴) نیٹین روشن نینھن نظارا ۔ رمز خفي خود خیال خدا دا
پیرِ مغان دا طالب پیارا ۔ کثرت سر قرباني دا

(۵) حضرت عشق میڈي گھر آیا ۔ لدني راز عطا فرمایا
راز حقیقتي رمز دا رایا ۔ عین وعین عیاني دا

(۶) غمدل کلیان خیال دیان خبران ۔ شد مد پلیان زیران زبران
حکم حال محو مدبران ۔ اولا اَلاِ نُسَانِيٌ دا

# کلام روپ پوریا

ٹلہ عشق لگا کسیں ۔ انا الحق نادو چیندي ھون

(۱) عشق امام حقاني ھردم ۔ عشق گر و گر پایں

(۲) لهر بحر وچ ترون اوپاري - گهن وحدت دي وير
(۳) علم عقل درکار نہ سانون - لائي هي بره بحير
(۴) قربون هادي شاه قلندر - ڈتا فيض فقير
(۵) غمدل سانون پهون سيباوي - تيز بره دا تير

# كلام روپ رامكلي پيروين

ٹله عشق شرع دا جهگڑا باري - کون عدالت کري کري
(۱) مذهب ملت عشق نہ ٹهيندا - ڳل کفر زنا رگهتيندا
ست پيري نون پري پري
(۲) عشق مارينداطبل شاهانا - لنگهه ويندا هئي لامكانا
قدم اڳاهون ڈري ڈري
(۳) غمدل عشق آڑاه مچايا - ارض وسماوچ نهين سمايا
دوزخ ڈيک کي ڈري ڈري

# كلام روپ پيروين

ٹله عشق گروگر پيرا ساڈا - دين کفر درکار نهين
(۱) وحدت نال جو واصل ٹيوٹ - دم دم جام پريم دا پيوٹ
کتر قدوري کار نهين
(۲) دم دم والي سرت سکيوسي - ذوق ظهور کمال کيتوسي
درد بنا ديدار نهين
(۳) عشق سچا سرور سلطانا - شاهنشاه هردو جهانا
اور کسي اختيار نهين
(۴) هادي مهدي عشق جنهان دا - غمدل سر نيشان انهان دا
عشاقان نون عار نهين

# كلام روپ بروه

ٹله عشق آساڈڑا دين - ديدان لاوٹ دا - رمز لاوٹ دا

(۱) عشق اسانڈا وي - کعبہ قبلا وي - یارڈا یاد یقین
سر سمجھاوڻ دا.

(۲) عشق اسانڈا وي - رهبر هادي وي - مهدي او مرسلین
مستي ملاوڻ دا.

(۳) عشق اسانڈا وي - مفتي قاضي وي - احسن اعلیٰ امین
الست الاوڻ دا.

(۴) عشق اسانڈا وي - کفر حقیقي وي - توحیدي تلقین
پرت پڑھاوڻ دا.

(۵) عشق اسانڈا وي - مظهر کلي وي - غمدل رنگ رنگین
صورت سماوڻ دا.

# کلام روپ بلاولي کلنگڙو

ٽلھ مذهبِ عاشقان رندي - طریقا مئي فنا في الله
خطابِ خاص خود شاني - لقب مئي لا فتاح إلاّ

(۱) محو در لامکان دم دم - غرق توحید اندر گم
حبابِ مثل با قلزم - بحر باقي بقا بالله

(۲) وحدتِ عین حق روشن - قرب دیدار دا درشن
ترک صوفي صفاتن من - مرک مردان ما سو الله

(۳) پرستِ ذات حق پاکي - منگهن در موج میثاقي
قدم بر سر بہ لولاکي - محیطِ ملک در معلّيٰ

(۴) نسب نیشان نوراني - حسب حالي حکمراني
وصف ویراڳ وجداني - نظم العشق نارُ الله

(۵) گهي منخان دي مالک - گهي ساقي گهي سالک
گهي لاخوف لا تعلق - وصل ویساه وجہ الله

(۶) محض منصب شهنشاهي - سدا سرتاج سر واهي
امرا شابات الاهي - غدا غمدل اسم الله

# ڪلام روپ تلنگ

لله بي مثلي دا روپ رنگينا - هر مظهر منظور هئي، حق نور هئي

(١) ڪنت ڪنزاً بات هئي مخفي - قطرا ڪوئي نه قصور هئي، دئي دور هئي

(٢) وجه الله سير سرا سر - ڪل شيءٍ وچ مذڪور هئي، مشهور هئي

(٣) جلوا جوت جمال جلي دا - هر جا ذات ظهور هئي، ڪوه طور هئي

(۴) گم ٿيون دي نال هميشه - حاصل حال حضور هئي، معمور هئي

(۵) غمدل راز رندي دا روشن - ديدان دا دستور هئي، گهن گهور هئي

# ابيات

(١) گناهن جر چپاڙ - ۽ وسارڻ قصور آهه
ڪراماً ڪاتبين جو - ڪهڙو ضرور آهه
غمدل جنين ٿي جرم - تنهين ڪي حضور آهه
مدهوش ڪي ڪهڙي خبر - ته طور نور آهه

(٢) اگر وحيان مون دوزخ - گذيار به هوندو
جنت جي خواهشمند - ڪات بيزار به هوندو
گناهن جي سزا وار - ڪي ديدار به هوندو
غمدل تي لطف اهڙو - لک بار به هوندو

(٣) زاهد جي طبع خشڪ ٿي - خطري خراب ڪان
واقف نه ڪنز مخفي - خاصي خطاب ڪان
نفرت آبي نصيب ڪي - مئي آب ناب ڪان
غمدل گناه يار لئي - بهتر ثواب ڪان

(۴) برهمڻ پنهنجي هٿ سان - بت پاڻ بڻايو
تنهن جي ڪري ٿو بندگي - سر سنيس نهايو
غمدل افسوس زاهد ڪي - شرم نه آيو
جنهن بي مثل الله گولي - وقت وحيا ليو

(٥) الله الٽ پلٽ ڪئي - سنڀال زاهدا
منهنجو هٿن پيرن وارو - ٻي مثال زاهدا
برهمڻ کان صداقت جي - سک چال زاهدا
غمدل صلوات محمّد - وآل زاهدا

(٦) ادب جو اولو - نامرادي ناس ڪيو
عقبيٰ ۽ ايمان جو - پڇي پيو پولو
لعنت رحمت وچ ۾ - ترنه ڪو تولو
شوق شاهي شعلو - غالب ٿيو غمدل چري

(٧) همه اوست ۾ هڪ ٿيو - مسجد ۽ مئخان
دوزخ ۽ بهشت جو - نسل ڇا نيشان
لعنت رحمت وچ ۾ - اصل عدم اشيان
غمدل غير گمان - لاحد منجهه لهي ويو

# ڪلام روپ پوريا

ٿلھ عشق سدا ٽنچ آئين توُن - منزل ڪي پھچائين توُن
موتي ڪنھ ڪپائين توُن

(١) الٽي بازي يار بنا يئھ - خان لکين بيتاب ڪرايئھ
حياتي راسندر سائين توُن - قمر باذني ڪوتائين توُن

(٢) وحدت دي وچ جامين جوڙيئھ - صاف دلين دا ڪعبھ ڪيڙءِ
آپ مين آپ چپائين توُن - ظاھر ڪنز ڪمائين توُن

(٣) جاما پھريئھ جسم والا - بيخودي دا پيتئھ پيالا
صورت وچ سمائين توُن - بي رنگ روپ بنائين توُن

(٤) چوڙ بادشاھي ڪيتئھ گدائي - وسدي ويڙھي سيج صفائي
صوفي رنگ رچائين توُن - ڳلي ڳلي نچائين توُن

(٥) عابد ڪربل قيد ڪرايئھ - رڻ ۾ ھوت حسين ڪھايئھ
سختيون سور سھائين توُن - عاشق تو آزمائين توُن

(٦) گھاٽي گھوٽ بلاول گھايئھ - سر صوفي جو نيزي چڙھايئھ
انا الحق الائين توُن - سولي مرد سڌھائين توُن

(٧) پيرا چيي تہ پني ۾ پايئھ - توڙ حجاب ملامت چايئھ
غمدل نام ڏرائين توُن - نيٺ رمز رچائين توُن

# ڪلام روپ بنس

ٿلھ سيلي عشق آئين - تو بازيون بنائين
لکين لقب لائين - مھمير مدام

(١) اول ڪُنُ ڪھايئھ - پوءِ ربڪم فرمايئھ
ارواحئون الايئھ - قالو حبو ڪلام

(٢) موجودات مثلاً - على ڪل شيءِ
ڪنتُ ڪنزُ مخفيً - گلشن گنج گدام

(۳) ابليس و آدم - غرور و بگندم
معنيٰ در مبهم - امر حبو السزام

(۴) ادم کان اڏائي - جلي جان جائي
پسڻ کي پچائي - ٿئين اظهرامام

(۵) ظاهر ذات محمّد - باطن انا احمّد
لم يلد ولم يولد - جامن سند و جام

(۶) نيزي سر نيشانا - ڪسي ٿيا قربانا
وسايئون ويرانا - ڪربل ۾ ڪهرام

(۷) ڪو فرهاد فدائي - ڪو صيفل سودائي
ڪو مجنون مولائي - ويڙهيو وليٖن وريام

(۸) ان الحق الايو - تنهن سر ڏنو سنپايو
نيهي نينهن نڀايو - سوري سرانجام

(۹) قم باذني قضابي - پيگي حد حجابي
شمس الحق شتابي - ڪلڙي لاٿئون خام

(۱۰) لڪين گهوٽ گهايا - تو گوهر گنوايا
گهاٽي ۾ گهمايا - مدار المهام

(۱۱) برسائي تو بازي - سر غمدل غازي
ملامت محبا ڄي - حسن هل هنگام

# ڪلام روپ مانجهه

ٿلهه برهه بازي توبنائين - دلبربا دلدار يار
ڪر سگهو سعيو سنهه - پيڙ ڪو بجلي جو ڏيکار
صفا شمشير سر ميدان مٿا دست ڪئي

(۱) هڻ خنجر هٽي - رقيبن جو راڄ سارو ڪر خزان
منهن جي ملڪ تي وصل جون واڪون وراڻج واروار

(۲) طريقت جي ڪري تياري تو پردو پيچ حجاب
روشن ٿئي سڀ ملڪ مون ڪول نيڻن مٿان نقاب

اکڙيون سڪن تولئه سدا نت وهائن ننار نار

(٣) پڇيرو پڇي پرواز ڪرسي دام دواليون ٽوڙتون
نسري نسنگ اي ناز پرور نينهن نيزو ڪوڙتون
قيد ڪان لاقيد ٿي ماڻيج موجون بار بار

(٤) عشق اسدالله اوهان تي طبل سلطاني صنم
عرش و فلڪ نعرو پڄي هر دو جهان ۾ دم بدم
پيچ ڪوٽ ڪثرت جا قلعا اهو قول پاڙج قربدار

(٥) عشق بازي دم گدازي چوٽ منصوري لڳي
خبرداري ڪر هوشياري نينهن جي نوبت وڳي
مرشدي فيصل سنجو غمدل صفائيءَ جو شڪار

## ڪلام روپ لوڙائو

ٿلهه عشق عجيبا آوڻ سيتي - آويران وسايو ٿي

(١) ڪن فيڪون دا ڪلما قربئون آپي آپ الايو ٿي
ظلمات وچون ڪر ذات ظهورا باغ بشر برسايو ٿي

(٢) راز الست بربڪم رايا روحان رمز رلايو ٿي
قالوبلى دي بيڪ بهاني، برسر باراٺايو ٿي

(٣) عرش اتي سر سبحاني، ملڪان مسجود بنايو ٿي
فرش اتي ٿي اظهر آدم، احدئون عبد سڏايو ٿي

(٤) ابراهيم آڙاهه دي اندر، نوح طوفان لڙهائيو ٿي
اسماعيل نون ذبح ڪرايئه موسىٰ طور جلايو ٿي

(٥) يوسف ٿي وت ڪاڻ زليخان. مصر ملهه چڪايو ٿي
ڪاڻ بديهل صيفل ٿي ڪي، وچ ايرم پند پچايو ٿي

(٦) سر غمدل دي غلبا ڪر ڪي. حملا حسن هلايو ٿي
شهر وڳڻ وچ شاهه قلندر شاهي طبل وڄايو ٿي

# ڪلام روپ پيروين

ٽلهه آيم عشق اديون قربٽون ڪاهه ڪري - ڏاج ڏکن جا ڏيندو سورن سات پري
(١) نينهن نسورو نانگو - ڪونهه ڳٽي ڪو سانگو
لاحد ڪان ٿيو لانگهو - مورڳون ڪين مڙي
(٢) حسن جون فوجان باهري - چست چڙهيون چوڌاري
بي خود بي اختياري - آيل منجهه اري
(٣) نينهن ڪري نادانا - دانهه ڪيئي ديوانا
پرت وندا پروانا - ڪنڙم ذوق ذري
(٤) بار بديون بدناميون - نينهن مڪيون نيشانيون
سڀي ته ڳچي ڳل ڳانيون - پرت منجهارون پهري
(٥) غمدل گولي آهيان - ورهه وسيلو پيانيان
ڪيچ ڏٺين ڏي ڪاهيان - واهر وير وري

# ڪلام روپ تلنگ

ٽلهه برهه بازيگر يار - الهي الو - پلي ڪري آيو
(١) بيک ڀانا ڪيئي بنائي - سهسين ڪري سينگار - الهي الو
(٢) ڪاٿي عالم نيڪ نمازي - ڪاٿي دُزد دنار - الهي الو
(٣) ڪاٿي شاهنشاه سدائي - ڪاٿي پاڻ پينار - الهي الو
(٤) ڪاٿي ڪري آواز اناالحق - سوريءَ ٿي هسوار - الهي الو
(٥) ڪاٿي ڦٿون جنيون خلق جون - بدناميون لک بار - الهي الو
(٦) هر مظهر ۾ غمدل سائين - دلبر جو ديدار - الهي الو

# ڪلام روپ جوڳ

ٽلهه پلي ڪري آيو نبره پيلارو - سورن سان سداري ٿو
ڪري آيو حملو هزارين - فوجان فالم چڙهيون چوڏاري
(١) حسن زور نه زاري چلي نه چارو - الاڪوٽ عقل جا اڏاري ٿو

(٢) عشق خفي جڳ خيمان کوڙي - جلوو جنگ جلبي جو جوڙي
لاڳاپا لوڙهي هٿ ٿي نينهن نهوڙو - الا سوري تي سر ڙا سينگاري ٿو

(٣) مجنني جهڙا مير محباڻي - رانول رضا تي رهيا رند راضي
فرهاد فراقي سخن سچاڙو - الا ڏکيا ڏاڍا ڏونگر ڏاري ٿو

(٤) هير ديواني ڪري ماهي ماهي - عشق لڳو اٿس آفات الاهي
چيڏي بادشاهي تخت هزارو - الاچاڪ وچيون وچڙا چاري ٿو

(٥) ذوق زليخان ڪي نينهن نهوڙيو - ورهه وڪوڙيو يوسف سيارو - سرتي آيس عشق اوسيڙو
الا بازو منجهه بيهاري ٿو

(٦) پرتئون آيو پنڌڙا پچائي - سر خمدل جي قربئون ڪاهي
پيالڙا پلائي سچڻ سونهارو - الا واڳ وصل جي واري ٿو

# ڪلام روپ پيرون تلنگ

ٿلهه دلڙي اوهان لاءِ بيقرار آهي - ڪيو عشق عاجز لاچار آهي

(١) سرتيون سهيليون مرڏين مٺا - اسان کي سونهن ٿا سهمان ٿي سٺا
اهو عشاق جو سينگار آهي.

(٢) دلدار جاني ڪيو مهرباني - فراق تنهنجي ڏنم پريشاني
ڪر علاج مٺئي جو بيمار آهي.

(٣) اکڙيون اوهان جون هڻن ڪان ڪاري - عشاق اٿئين ٿيو انتظاري
منجهه پيچ زلفن گرفتار آهي.

(٤) هر دم اوهان جي طرف نهاريان - آب اکين مان نت روئي هاريان
سڄڻ سوز سيني سداسار آهي.

(٥) آهيان اداسي سڪايل اوهان جو - ساڻ نياز نئڙت غلام در جو
غمدل ملڻ لئي انتظار آهي.

# ڪلام روپ تلنگ

ٿلهه عشق ڏنم ڏاج ڏک ڏهاڳ جيڏيون - ويٺي ورهه وسايان سوري جو سهاڳ جيڏيون

(١) عشق سندي چوٽ لڳين گهوٽ گهنوايا
لاشڪ لامڪان ۾ اهو لاهوتن جو لاڳ جيڏيون

(٢) سرمستي سوري سٽڻ فرض عاشقن کي
اهي موج ۾ ماڻن سدا منصوري جو ماڳ جيڏيون

(٣) عشق جي انوار جو جنهن جسم ۾ جلوو ٿيو
نازل ٿيو سر نينهن انهن بيخودي جو ڀاڳ جيڏيون

(٤) عالمن افسوس هوت ڪربلا ۾ ڪيس ٿيو
اهو راز هو بي انت اصل الستي اجهاڳ جيڏيون

(٥) هن عشق جي لاري لڳي هزارين حيران ٿيا
ڪي سالڪ بحر سون جا ويا وڃائي ويراڳ جيڏيون

(٦) غمدل ٿي دلشاد ٿو راضي رضا جي راهه تي
دست ڪري ملڪ دل وٽ وصل جي واڳ جيڏيون

## ڪلام روپ پيروين

ٿله عشق ڏني مون اصلاح - سوري تي هسوار ٿيڻ جي

(١) امر تهي جاتا ڏپ ڏاهيون - علم جزي جا ٿا ورق وڄايون
نقطي منجهه سنگاهه - ڪن فيڪون کان پريئون پسڻ جي

(٢) عشق ڏنو امداد اسانکي - ماسوى الله ارشاد اسانکي
ارواحي آگاهه - ڏوهن ٿوابن ڏيئي نه ڏسڻ جي

(٣) توبه ترڪ توڪل تائين - سير سوري جو سکيو سدائين
سر سٽڻ سرواهه - جاءِ نه جا تي مرڻ جيئڻ جي

(٤) اتي ملڪ اسان جو آهي - ملڪ جن بشر جت ناهي
بي ڪراني بناهه - جو انهي ۾ ناهي جزلين جي

(٥) ديس انهي ۾ آهي امارو - نام نشان جت ناهي نظارو
قلزم ڪين ۾ ڪاهه - حد لاحد کان پار لنگهڻ جي

(٦) مشرب خاص مبين اسانجو - رندي مذهب دين اسان جو
لا اله الا الله - شرڪ انهي ملت ساڻ ملڻ جي

(٧) حال حيرت منجهه هيڪاندا - وحدت ڪثرت کان ٿيا سي واندا
غمدل غرض گناهه - حب حاجت نه هاج هجڻ جي

# ڪلام روپ پيروين

ٿلهه اها عشق حبي عنايت، سوري جو ڏس ڏئي ٿو
علم عقل نه اڇڻو آهي، نينهن جت نئي ٿو

(١) سوري ستم سهائي، حڪمت حلم هلائي
موتو ميدان ملهائي، حيا ويه نت جئي ٿو

(٢) صورت زوال ظاهر، مورت مثال منظر
دارين ديدار دلبر، واصل وصل ٿئي ٿو

(٣) پروان آهي پياسي، حسن شمع شناسي
آتش پرست عاصي، پنهنجي پچڻ ڪي پسئي ٿو

(٤) آهي قاسر ڪم ڪنهن جو، جلڻ حال جنهن جو
ناهي انهي ڳي امن جو، جنهن سر سوا سريئي ٿو

(٥) خمر جو خوراڪي، مئخان مست ساقي
پڪ پاڪ جو پياڪي، پريم رس پيئي ٿو

(٦) شوريل شير شوريلو، وجهه ڏسي نه ويلو
مارو وتي مريلو، خون ولهم ڪيئي ٿو

(٧) اپرا ايذا احسانا، غمدل غازي گرانا
نيزن تي سر نشانا، قربن سان ڪريئي ٿو

# ڪلام روپ پهاڙي

ٿلهه عشق مئخاني ۾ ساقي، مست محرم راز جو
جام ٿو پرتئون پياري، حقيقي و مجاز جو

(١) پرتوندن کي پڙهائي، سبق سوز گداز جو
روز شب ڪن ٿا مطالع، باب بيخود بياض جو

(٢) سڏ ٿيو سوز ۾ مشي، پتنگن پرواز جو
عاشقن آندو اڏي تيا، سر نوايو نياز جو

(۳) حبي غرق وحدت ۾ ٿيا ۔ تن ناهي غرض نماز جو
شوق شراب طهورا ۔ نانگن کي نينهن نوان جو
(۴) شور شريعت ۾ پيو ۔ انا الحق آوان حبو
مشاهدو ملڪن ڏٺو ۔ غمدل حسن شهباز جو

# ڪلام روپ تلنگ

ٿلهه عشق اساڏي نال ڪيتا ۔ سودا سون گدان دا
(۱) عقبي دين ايمان گنوايم ۔ ويک نظارا نشان دا
(۲) تاب حسن بيتاب ڪيتا ۔ بلبل دي پروان دا
(۳) ظاهر باطن ذوق طهورا ۔ شوق حسن شهبان دا
(۴) غمدل غلبا ڏادا بهاري ۔ نادر نينهن نوان دا

# ڪلام روپ لوڙائو

ٿلهه ڪيتا عشق ازل دي ڪيڏا پسارا ۔ تابع تخت دلين دي دست ملڪ سارا
(۱) اول اظهاري دا ڪيتس ارادا ۔ بي صورت بن صورت ناپيدا ٿيا پيدا
ڪلما ڪن فيڪون دا وصل وعدا ۔ جملي عرش زمين جوڙيس جنسارا
(۲) جذبي جوش جلالون قطري ٿيا قلزم ۔ آکيس ارواحان کون الست بربڪم
سهڻل سير بهاني جوڙيا ملڪ آدم ۔ قالوا بلیٰ قربون آکيس اقرارا
(۳) مصور کون تصور محمدي وٺيا ها ۔ خلق الآدم صورت بوتا بڻيا ها
واذ قال ربڪ ملڪان سڻيا ها ۔ اتان عزازيل دا آکڙ انڪارا
(۴) جوڙيس جاءِ جنت آدم آستانا ۔ حيرت حب حوا دي ڪيتا حيرانا
داڻي گندم دا بڻيا بهانا ۔ ديسون ٿيا پرديسي پروس پيارا
(۵) بيڙا نوح نبي دا طوفان چڙهايس ۔ نقشا فنا دا بيرنگ بڻايس
يونس وچ دريا دي مڇي پيٽ پايس ۔ لحم صابر دا ڪيڙيان دا گذارا
(۶) حضرت يعقوب تي آزمائش آئي ۔ لاچار ڪيتا يوسف دي جدائي
بردي کون مل گئي مصرباد شاهي ۔ روندي زليخا ڪر زار زارا

(٧) فرزند شير خدا دا شبير غازي - برسرِ ميدان سيد سرفرازي
زير خنجر دي ناموس نمازي - پڙهدا حمد خدا دا شڪر گذار

(٨) منصور سهجڻون سولي سينگاري - شاه شمس تبريز کلڙي اُتاري
سرمد بعد قتل دي سر ڪي اڏاري - عاشق الا الله دا ماريا چانعرا

(٩) تون به عشق غمدل برچشم چاوين - هردم هادي دي تک پال پاوين
ڏوهين جها نين دا سدا سنگ سائين - هوسون قول هميشه منظور يار

# ڪلام روپ پيروين

ٽله عشق تنهنجي جي از خود بازي - خان ڪٺن رند گوهر غازي

(١) عشق تنهنجو آهي اٽانگو - موت ته چاٽي ساه جو سانگو
لڪين گهوٽ گنوائي مجنا مجازي

(٢) عشق اويڙو جنهن سر آيو - تنهن منصوري منصب پايو
تن ڪي ڏٺي ٿو تهمت تازي

(٣) عشق تنهنجو آهي افسر اعلىٰ - بيحد برسر باري بالا
راز انهي پرکي راسول راضي

(٤) نينهن تنهنجي جون نيون نيون نوڪان - جيءَ جگر ۾ جانب جهوڪان
قدر نه چاڻن ملان ۽ قاضي

(٥) هن غمدل ڪي بره بچايئه - ڏاج ڏکن جو پنهون پهرايئه
ڪان هلي ڪنهن جي نٽرت نيازي

# ڪلام روپ پيروين

ٽله عشق عجيبن مکو اسان ڏي - سوز بره سوغات ڪري

(١) شوق شهنشاه شيرشتابي - گهايون گهايون گهات ڪري
(٢) منصوري ميدان مقابل - قصد قتل جو ڪات ڪري
(٣) جنگي جام پياري جهڏون - ملڪ الموت ڪي مات ڪري
(٤) موتو قبل الانت موتو - نفي منجهان اثبات ڪري
(٥) غمدل راز رنگيني رنگي - حق حسن همذات ڪري

# ڪلام روپ پيروين

ٿلهه وجهي ٿو دست دليرن کي - عشق آهي ارباب

(١) جنهن سر سنبهي آيو - تنهن سر تڪڙو تاب

(٢) شان شرم ڪنهن جو ڪين سچائيءُ - نه ڪو حسب حساب

(٣) توڙي هجي طولان تونگر - عشق جو عالي خطاب

(٤) چڙهيو شوق شڪار جي - اڏائڻو عرش عقاب

(٥) سرمد، شمس، عطار جي سر تي - آيو شير شتاب

(٦) غمدل سر منظور ڪيو - لاهي لوڪ حجاب

# ڪلام روپ پيروين

ٿلهه جنگ پياري جام - حضرت عشق آهي امام

(١) مجنني کي مجاز جا - موڙ سر مدام
ليليٰ واري لوري جنهن کي - لونءِ لونءِ اندر لام

(٢) ڪٿا ڪربلا ۾ - مير مڪي جا جام
مگ هين مدينو - قيدي ملڪ شام

(٣) مارايو منصور کي - معنيٰ واري مام
حلاج هسوار شيڙو - سوري سر انجام

(٤) سرمد، شمس، عطار سان - هيڏو شيو هنگام
بلاول کي - ڪيون ڪانهي جو ڪمام
ڏيئي پيچوڙ

(٥) ودي وٽ حجاب جا - ٻره ڪري بدنام
غمدل سرِ منظور ڪئي - ساري ملڪ جي ملام

# ڪلام روپ پيروين

ٿلهه جذب عشق جلو جنگي آهه جنگي آهه
سوا ٺوٽ اڙڏو انگي آهه انگي آهه

(١) ڪري جنگ جولان پي جام جلدي
چڙهيو چوٽ چينچل چنگي آهه چنگي آهه

(٢) موجود هر حال ۾ حبا بحبا هئو
نيارو نيارو سنگي آهه سنگي آهه

(٣) جورو جفا پٽي جيڏي ڪٽي جلاد ن
رقيبن تي راضي رنگي آهه رنگي آهه

(٤) وحيائي وسيلائي ويرن ڪان واندو
مهر دل مولي منگي آهه منگي آهه

(٥) غمزن جو غمدل سپاغلاف غازي
حدلاالله جي لنگهي آهه لنگهي آهه.

## ڪلام روپ پيروين

ٿلهه عجب عشق بازي. بٽي آبٽي آ.
سر يدارسڏا ڙا. سٽي آبٽي آ.

(١) چڙهي چوٽ چوندين پيٽ ساڻ پرٽي
وٽي واه و صالي، وٽي آ، وٽي آ.

(٢) پڌي موڙ منصور، ميدان مرڪب
قدم قرب وارو، ڪٽي آ ڪٽي آ.

(٣) نگهه نوڪ نيزي. نظاري نظر تي
گهر گهوٽ گهورن، گهٽي آ گهٽي آ.

(٤) حسن پاڪ هر دل، هر جاءِ حسينو
هڪل هام همدم، هٽي آ هٽي آ.

(٥) خمدل عضنفر، نيٽن جو نقاشي.
اڪين جي اکين ۾، اٽي آ. اٽي آ.

## ڪلام روپ پيروين

ٿلهه اقراري شيو ازل ۾ انسان عشق جو
انڪاري حور و ملڪ ارض و آسمان عشق جو

(۱) اولــين سـرِ آدم جي ان سپر عطا ٿيو
صورت حوّا جو فرمودو فرمان عشق جو

(۲) بعد از مدت مديدي تغيّر فنا ڪيو
نازل ٿيو سر نوح جي طوفان عشق جو

(۳) يعقوب يوسف يونس حضرت ايوب تي
وارد ٿيو هو وقتي و جدان عشق جو

(۴) ورسيٺ عاشيه في صورت الله تعاليٰ جي
احمد ڪيو هو عربي اعلان عشق جو

(۵) ڪربل جي ڪاميابي جو هو شوق شبير کي
ناطق نيزي جي نوڪ تي نيشان عشق جو

(۶) زاهد ٿيو زناري ترسيا جي تاب کان
صدقو ڪيائين دين، علم ايمان عشق جو

(۷) ڏس قيس جي قرباني وسريو وجود کان
ديدان دلبر جي ديد ۾ ديوان عشق جو

(۸) ڪلمو انا الحق جو پڙهي حق اليقين ٿيو
سوري چڙهي سرهو ٿيو سلطان عشق جو

(۹) فرهاد ٿيو فراقي شيرين جي شوق ۾
پرزا ڪيائين پڙ ڪي پهلوان عشق جو

(۱۰) رانجهن تي چاڪ آيو شاهي چڏي ڪري
رانجهن تي چائي مرلي مستان عشق جو
درد رو

گهريو جنهين جهڙو ڪي تنهين مليو
(۱۱) تهڙو مليو تنهين ڪي غم الم سرسامان عشق جو
غمدل ڪي

# ڪلام روپ پيروين

**ٿلهه** جيئن عشق چوي تيئن ڪرڻو آهه
ڏڙ ڏار سري ڪان ڏرڻو آهه

(١) برچشم امر فرمان اِهو - ننگ ناموس نثار نسيان اهو
آهي نينهن وارن جو نشان اهو - پاڻ سوز برهه جي ۾ پرڙو آهي

(٢) سنؤن راهه سڌو نه سوکو آهه - نه کي عشق وارن کي سوا وکو آهه
توڙي جان جسم کي جو کو آهه - نه کي وات تان پوءِ ٽي ورڙو آهه

(٣) توڙي بر سر بار هزار هجن - بديون بدناميون بيشمار هجن
اتي عشق وارا اظهار هجن - ڏسي ڏيل ڏونگر جانه ڏور ٿو آهه

(٤) لاخوف حياتي ماٺي سو - اِهو جياڻ سچا ٽي جا ٽي سو
خودگم ٿي خيال اماٺي سو - اِڳي موت ازل جي کان مرڙو آهه

(٥) اهو عشق وڏي آفات چون - بي کنار بحر ظلمات چون
تنهن جي اندر آبِ حيات چون - تاروُن تارا و پارو ترڙو آهه

(٦) ير طرف خدائي ساهي خلق - خود ملک فلک تي ناهي فلک
غم دل دلبر جو پهري دلق - پنهنجو قدم قرب سان پرڙو آهه

# کلام روپ پيروين

ٺله

سودي ڪارڻ سر تنهنجا سانگ سفر
ورمين نه وچني اهڙا عشق اثر
(١) کمر پڌ پئُ ڪاهي جيرچنڊ چاهي
عشق وسيلو آهي ڏاري وجھ ڏونگر
(٢) آسرو نه لاهج پنهنجو سنهن نپائج
دشمن کي ديائج هنيون تيغ تير
(٣) دو بدو ديدن کان اولي نه ٿي اکين کان
رلين رقيبن کان دور هجين دلبر
(٤) دوست چڏي دلگيري رک تون ساهه سڌيري
دامن دستگيري پناهون پرور
(٥) مدد شاهِ مردان علي شيرِ يزدان
حيدر جون ٿي همتان لتا ڙين لشکر

(٦) ڏک جا ڏينهن ڏکاڙا ڪٽيا قيد ڪشالا
ويجهو وصل وصالا لٿا هل حشر

(٧) تنهنجي سر جون صدائون غمدل گهري دعائون
عاشق جون الاهون ڪر منظور نظر

## ڪلام روپ پيروين

ٿلهه آهون عشق جو ڪن شيون اهڙا اثر
قلعا ڪوٽ ڪنبن ڪڙڪا منجهه قصر

(١) جلوو جوش جلي جذبات ڪيو . تابع طور جبل تجلات ڪيو
آمين امر عرفات ڪيو . مليو عجز امانت ابو البشر

(٢) زمين بوس ڪيو اچي عشق عرش . فرمانروا فيضان فرش
گران ڪنيو سر ڪل گردش . تڏهن حسن ڪيا هنگام حشر

(٣) اهي عشق جون سڀ آباديون . ڪٿ غم گريان ڪٿ شاديون
برباد ڪري بربادیون . نت نينهن نون ڪيا ناز نظر

(٤) ويا اوت ادم جا اولا پيي . ٿيا شوق جا پڌرا شعلا پيي
نه ترميزان ۾ تولا پيي . من محبت جا انبار عنبر

(٥) هن غمدل جا درمان درس . آسان ٿيا امراض عبث
ڪيا قبضي ڪل منهنجا وارث وس . ديدان ديدن ۾ ڏريون دلبر

## ڪلام روپ پيروين

ٿلهه پڪي عشق پيڙولڪ پال پانيان . سينگار سهڻو گهڃيءُ هار پايان

(١) ازل ڏينهن لاڪون . لڳم عشق تاڪون
محبت جون ماڪون . ورهٿي وسايان

(٢) ملامت موچيارُي . ستم سر تي ساري
بديون بي شماري . چشمن تي چايان

(٣) چيرمنجهه چولا - . ڏئي عشق اٿلا
لاهيون لحم اولا - . ڪاهيون ڪاهه ڪاهيان

(۴) نسنگ نيشهن لاتم . سجڻ ساريار سچا تم
چٽي عشق چپاتم . لوڪون ڪيئن لکايان
(۵) غمدل عشق امانت . سک ساه سان سلامت
سندن رانه رحمت . ڳڻ روز ڳايان

# ڪلام روپ تلنگ .

ٿله عشق اسان جو بيپرواهه - سوريءَ ڪان سوڪين سنگي ٿو.
(۱) جاڻي سرواهڻ جو سٽڪو . طرف تنهين سر ڪاهون ڪاهه
واسينگن کي وير و سنگي ٿو .
(۲) شاهي شور مچائي آيو . ڪين مڙيو منجهه ارض سماءُ
حد لا حد ڪان سپار لنگهي ٿو.
(۳) نيزا برڇيون بان بڇي ٿو - جنگي سارو حسن سپاهه
ڏنگ عجائب يار ڏنگي ٿو.
(۴) سودي سرجي يا جهون غمدل - ڪانهي سٽي ڪا ٻي صلاح
نه ڪي ته موروث مال منگي ٿو.

# ڪلام روپ تلنگ

ٿله عشق بنا ٻيو ڪين الهي الو. - منصوريءَ جو ماڳ وسائي
(۱) عشق ملهي ميدان ۾ آيو - ڦيري جامو جير
الهي الو. شهنشاهي طبل وڄائي.
(۲) عشق چڙهيو ڪٽڪ يوناني - چوطرف چوڦير
الهي الو. هوش عقل جاتال گنوائي .
(۳) وڳڙين وير وسي منهنجو هادي - داتا دولهه شير
الهي الو. شاه قلندر ساڻ سڏائي.
(۴) هردم هادي هوت هدايت . صورت بشري سير
الهي الو. غمدل گيت اهو ڳڻ ڳائي.

# ڪلام روپ تلنگ

ٿله عجب العشق منار الله - معشوقي مچ مچايو هو
وجهي پيوند پريت حبا - پتنگن ڪي پچايو هو
(١) زلزلو ذات جو زابر - زمين فلڪين نه مايو هو
اهو شعلو شهنشاهي - عشاقن سر اٿايو هو
(٢) ڪري ڪنهن قيس کي مجنون - شهر بر ٿر ڦيرايو هو
ظهورو ذوق ظلماتي - نه ڪي ليلى لڪايو هو
(٣) سوريءَ جي سير جو سرتي - سدا منصور سعيو هو
جسم فاني فنا ڪنهن جو - انا الحق ڪنهن الايو هو
(٤) ڪني کي ذوق زهري جو - پيالو پر پلايو هو
ڪني ڪاهي ڪسڻ ڪارڻ - وڃي ڪربل وسايو هو
(٥) ڪني سر گهوٽ تان گهوري - اندر گهاٽي گهمايو هو
ڪني نيزي نزاڪت سان - نظاري تيهن لايو هو
(٦) ازل ڪان عشق سر غم دل - چمي چشمن تي چايو هو
تهان لوءِ پرتو پيدا - پني ۾ پير پايو هو

# ڪلام روپ پهاڙي

ٿله برهڻيو برحال بانگو هڻي نعرو حيدري
حابجا ذاتي ظهورو عين اعلى انوري
شوق جي شعلي شمع ۾ - پرواني پرواز ڪيو
(١) بسم ٿيو بانڪو بهادر - ٿيو نانگو نادري
سپاٺي ذوق جي - دست ذاتي ذولفقار
(٢) زر٢ لا اشاري سان عطا ٿيو - بخت بالا بي سري
عيب مان غلبو ڪري - غالب ٿيو هر چيز تي
(٣) بي مثل مات مثل مورت - صاف صورت سرور ي

(خ) حسن جي جوڙي جماعت - عشق غمدل ٿيو امام
پرت مان پڌرو ڪري - پنهنجو قرب ڪامل قادر ي

## ڪلام روپ پهاڙي

ٿله اسان جي عشق جو انصاف - سراسر سير سوايو آهه
پيالو ذوق جو ساقي - پيا ڪن ڪي پلايو آهه
(١) پنهنجي صحبت پنهنجي محبت - پنهنجي رياضت رنگ لايو آهه
پرستي پاڻ ۾ پنهنجي - پسڻ پنهنجو پسايو آهه
(٢) پنهنجي مورت ۾ محو ٿيا سي - پنهنجي صورت سمايو آهه
ٿيا سي قيد ڪان لاقيد - رندي راز رسيو آهه
(٣) پاڻ قاضي پاڻ مفتي - امين ٿي پاڻ آيو آهه
پنهنجي شريعت پنهنجي طريقت - حقيقت هل مچايو آهه
(٤) هدايت هيءَ هاديءَ ڪئي - ازلي ارشاد آيو آهه
گم ٿي پاڻ ۾ "غمدل" - هيو ڪل پند اجايو آهه

## ڪلام روپ رامڪلي

ٿله جنهن سر آيو هوش گنوائي آهي عشق عقاب
(١) عابد افلاطون اڪابر - برهه ڪيا بيتاب
(٢) سرمد، شمس، عطار جي سرتي - آيو شير شتاب
(٣) جنهن سر قصد تون ڪاهه ڪري ٿو - تنهن سر ٽڪر وتاب
(٤) ڇپيون وجي ٿو چست چنبن ۾ - لاهيو لحم حجاب
(٥) غمدل غلبو برهه جو بار ي - ڪيو نيهن نواب

## ڪلام روپ توڏي

ٿله عشق ۾ عمر سير ڪو آرام ناهي
حسن لئه حياتي ڪا حرام ناهي

(١) قدم قيس قائم ڪيو محڪم مجازي
سوا صورت ليلىٰ جي سلام ناهي
(٢) اکين جي عڪس ۾ شيشي تاب تابي
دل ۾ زلف دوتا جهڙو پيو دام ناهي
(٣) شڪر شير شربت جي شيرين ڪجا هي
لعابي لبن مٺ جرعا جو جام ناهي
(٤) جنهن جيئڻ جو نه خوف مرڻ جو
طالبن جو تڪيو توڪل تمام ناهي
(٥) حريفن کي حيرت لڳي هن لقاءَ جي
آتش قدح ۾ آسڻ ڪنهن بزدل جو ڪام ناهي
(٦) ايمان غرق غمدل، عشق جي آڙاهه ۾
نيڻن جي نظاري ۾ ننگ نام ناهي

## ڪلام روپ پيم

ٿله عشق ٿيو سر عطا الاهي - بيشڪ بقا باالله جو
لا اِلٰه کان لنگهي ٿيو - اثبات الا الله جو
(١) ڪري فنائيءَ کي فنا - عشق چيو آهي انا
بره بنائي ٿو بنا - اسني ان الله جو
(٢) يڪ نظر ذات و صفات - سوئي سيات سوئي حسنات
در همه سوئي همذات - وصل وجه الله جو
(٣) طالب سوئي مطلوب سو - عاشق سوئي محبوب سو
هو بهو خود خوب سو - ويو فرق فنافي الله جو
(٤) غمدل ٿيو خوش دل سدا - احديت ڪري عهد ادا
منصوري مشرب مدا - ماٺي ملڪ لمن الله جو

# ڪلام روپ توڏي

ٹله عشق مجاز آئينو آهي - مظهر صورت ذاتي جو
پردو وهم حجاب وحيائي - جوڙ جبرئيل جسماتي جو
(١) آهي عيان اسرار اکين ۾ - نور الم اثباتي جو
حياني جلوي نمانظر ٿيو - جهلڪن اندر جهاتي جو
(٢) ڇهڻيس چٹنگ تہ چوٽ چڙهي ويو - چينچل چشم چنٹاتي جو
ڪڏي ڪڏي قربان ٿيو سو - قرب چکيو جنهن ڪاتي جو
(٣) ترسيو ڪين طريقت ۾ - سو تارڪ طلسماتي جو
تيز تري ويو تار ٽڪي مان - طالب تحقيقاتي جو
(٤) موريئون معاف ٿيو سو مطلق - ملڪ الموت مواتي جو
حاضر حال حقيقي همدم - حاصل حسن حياتي جو
(٥) ڪل سيروفي الارض اشارو - سمجهي سير صفاتي جو
ديدن باب کليو درسيني - رمز هندي رسماتي جو
(٦) ناتهن نفي کان نسري ناتگو - ننگ ڇڏي نسباتي جو
نينهن ۾ غمدل نامرنسنگ ٿيو - ظاهر ذوالقرباتي جو

# ڪلام روپ ضلعو

ٹله عاشق ٿئي عشق آيو - انسان جي بهاني
ظلمات کن ظهور هو - فرمان جي بهاني
(١) پڌرو ٿيو پساهو - سينگار سير ساهو
الزام امر آدم - شيطان جي بهاني
(٢) درخواب رخ پسائي - زليخان کي ذوق لائي
آيو ملڪ مصر مالڪ - زندان جي بهاني
(٣) بي صورت صورت اولي - بوليون لکين ٿو بولي
پردي ۾ پرين فرمايو - فرقان جي بهاني

(۴) احدؤن ٿي عبد آيو - پنهنجو راز رکي رايو
بن ميم انا احمد - سلطان جي بهاني
(۵) قربؤن ڪري ڪشالو - نالو ڌري نرالو
نروار نظم غمدل - رندان جي بهاني

# ڪلام روپ آسا

ٿلهه عشق شهنشاهه شافي - پيو بيگانو ڇا ڪبو
درد غم دولت اسان جي - گنج خزانو ڇا ڪبو
(۱) ترڪ ٿيا توڪل جا تڪيا - ورد وظيفو ويڙا وسيلا
آباد دل جو ديس دم سان - باغ بوستانو ڇا ڪبو
(۲) ملڪ لا مقصود منهنجو - لاحول شڪر لا رقيب
تخت ترابي آهي اسان کي - تاج طولانو ڇا ڪبو
(۳) بي خطر بي خوف بيشڪ - صبر شڪر چارئي چست وزير
فتوى فنا في الله فاني - فتنو فسانو ڇا ڪبو
(۴) بره نبي پرواهه بالي - راڻو رضا جي راڄ جو
حسن جو هسوار حاڪم - پيو حڪمرانو ڇا ڪبو
(۵) پر ٿيا سي پاڻ ۾ پي - پيالا پريمي پيگ جا
بي خمر ٿي بيخود خماري - مه مئخانو ڇا ڪبو
(۶) طالب نه ڪو مطلوب غمدل - وصل نه ڪو ويراڳ آهه
الله بس باقي حوس - پيو خجل خانو ڇا ڪبو

# ڪلام روپ پيروين

ٿلهه سرسبزه سهاوڻ هئي - ڏکيا ڏاڍا نينهن نياوڻ هئي
برسر دا جنهن نون لگڙا
(۱) نينهن نينان ساوڻ هئي
موج انهان سر
عشق نه چاڙهو سولي بازي
نه ڪرامت ڪشف ڪماوڻ هئي

(٣) عشق نه شاه حسين والا.
اشان اورنه كنهن دا آوڻ هئي.
(٤) صبر شكر دي چلدي باڙي
اشان رندي زمز ڍلاوڻ هئي
(٥) غمدل سائين عشق ماهي دا.
سيني سوز سماوڻ هئي.

## كلام روپ پيروين

ٿله دم عشق دي نال خوشحال سنيان
برهين بنا اورجنجال سنيان
(١) دنيا تي عقبيٰ دي دعويٰ هي باطل
بن طلب مولىٰ تسب تال سنيان.
(٢) دم هئي جو نعمت غنيمت الٰهي
قبل ماضي دا ست خيال سنيان
(٣) غمدل قدم قول قائم كريجي
مگر حال پاجهون كوڙا قال سنيان.

## كلام روپ تلنگ

ٿله عشق اويڙا باري ڏاڍا، ناول كنهن دي چاوڻ دا. چاوڻ نا هي چپاوڻ دا.
(١) عشق نهين كا اتكل بازي - جنهن سر آوي تنهن سرتازي
سوڙي سر سهاوڻ دا - منصوري منصب پاوڻ دا.
(٢) عشق علي دي پچڙي چاون - كربل دا ميدان ملهاون
صد قانينهن نياوڻ دا - سر نيزي چوٽ چڙهاوڻ دا.
(٣) عشق جيڏا هين قصد كريندا - تاب كنون كوه طور سڙيندا
عاشقان آپ جلاوڻ دا - نهين پير پچي هٿ جاوڻ دا.
(٤) عشق شرع شريعت نه جائي - نه كو مذهب دين پچاڻي
ايشا پيد بناوڻ دا - سارا كفر كماوڻ دا.

(۵) هادي شهنشاه قلندر - كيتا عشق عنايت مين سر
غمدل نام سڏاوڻ دا - ڏاڍا استم سهاوڻ دا ۔

# كلام روپ تدنگ

ٹلہ بارش برسر برهين والي - بيحد برسي باروُن بار
(۱) بحر بدل باران بحيران - بي رنگ بيچون بي شمار
(۲) بزن بِزن جي بازي بندر - بي سر بيک بزم بردار
(۳) بگل برابر بينا باجي - بي شک بالمربي اختيار
(۴) بسم بهان بنيا خاني - بيراڳي بن باغ بهار
(۵) غمدل بره بقا باد شاهي - بر حق بي پرواه بازار

# كلام روپ تدنگ

ٹلہ نادر نينهن نایاب نجيبي - جنهن دي نال نواز کري
شاهي شوق تي ذوق عطا - جيوين شاه محموده اياز کري
(۱) شوئي نوشه دا نزول جڏان - توحيد به هوندي طول تڏان
قتول كڏان مقتول كڏان - جڏان روشن مخفي راز کري
(۲) كوئي پڙهدا الدني لا اِلهٰ - سر بعد قتل دي الا الله
العشق عجائب نار الله - پروان شمع پرواز کري
(۳) كنهن مرد سولي معراج كيتا - حق حاصل حال حلاج كيتا
دم انا الحق امواج كيتا - چڙه نوک نسنگ تي ناز کري
(۴) كوئي ماڻي ذوق زناري دا - كوئي اپنا پوش اتاريدا
كوئي ليلي اسم پکاريدا - كوئي سر گهن دا سرساز کري
(۵) كڏان تخت هزاري داشاه بڻيا - كڏان راهي رنگپور راه بڻيا
كڏان چاك منجهيند اچاه بڻيا - سب شوق بره شهباز کري
(۶) بركات بدل نک باران هن - اهي غمدل گنج گلزاران هن
سهڻي يار دي سب اتواران هن - كٿ نياز کري كٿ ناز کري

# کلام روپ رام کلي

ثلہ عشق والا اوقات - سرت کنون بيتاب کريندا
(١) زورات روڑ ئي ذبح کريندا - قرب قتل دا کات
(٢) دم دم دي وچ خيال خفي دا - جوش جلي جذبات
(٣) قطرې وچون شا قلزم پيدا - نفي وچون اثبات
(٤) غمدل غلبا برہ دا باري - بي مثل برکات

# ابيات

(١) عشق لگا آزاد شيوسي - جند چٹ پٹي يار جنجال کنون
پير مغان پرکر ڈتڑا - کيفي جام کلال کنون
غمدل معلوم تدّان شيوسي - هادي والي حال کنون
پيوڻ نال پروانہ کيتوسي - خمر خفي دي خيال کنون

(٢) عشق لگاسپ پول پيگا - هر وت يار حجاب کيها
دم دم نال وصال هميشه - پردا گهنج نقاب کيها
غمدل جلوہ تيز حسن دا - کوہ طور والڑا تاب کيها

(٣) عشق لگاسپ پول پيگا - کفر اسلام ترک ڈونهين
نازک نشانڑي نهن ولا - دين ايمان غرق ڈونهين
غمدل جوين ذوق زيادہ - مٹھي ملامت مرک ڈونهين

(٤) عشق لگا گهر وسر گيا - پيل گئيان تد بيران
هوش هنو دي حاجت نهين - کوڑيان کل تقريران
علم عقل حيران کرڑي وچ ميدان - جو چنيان برہ بحيران
غمدل غلبا عشق دا باري ڈاڈا - جوڻ گيان تقديران

(٥) عشق لگا آرام گيا - سک صبر کجھ ساہ نهين
لون لون دي وچ رانجهن وسدا - بن رانجهي اور الله نهين
غمدل صاف صحي کر جاتا - وت کوئي غرض گناہ نهين

# ڪلام روپ آسا

**ٿلھ** پلاڻن جا پاڳ، وڃي اسر ويھي ڪير ولوڙن

(١) محبت ذوق ميھارن من ۾ . جاڳن راتيون جوءِ جھنگن ۾
ميھون چارن منجھ ماڳ . چت جو نگار چڙن جي چورن

(٢) دکن روز ڏتارن دونھان . ڪاٽ ڪنڊين جي ڪنڪن ڪونمان
سرھا سات سھاڳ . مشق عنبر مشڪ منجھ مروڙن

(٣) سڪ سندو سيباڻ وجھن ٿا . بيرنگ ڪي جو رنگ ڏين ٿا
لاحبا لائن لاڳ . جفت نفي اثبات ڪي جوڙن

(٤) جھو جھو منجھ متين ماندائيون . ھو ھو الله روح رھائيون
جھڳن جھوڳ اجھاڳ . منجھان ميڙي مکڻ منڌ وڙن

(٥) غمدل ذات صفات ۾ پيوند . بلا ميمي جيئن انا احمد
سالڪ مرد سجاڳ . پرتئون پنھنجو پاڻ پتوڙن

# ڪلام روپ لوڙائو

**ٿلھ** يار ٿو ياد ڪري . اڄ ڪاڪ ٿي ڦري
دلبر دل جو دلبند . پروس ٿيڙو پري

(١) تن من اندر ستاران . تيزيون طلب تنواران .
محبت عشق مھاران . دل ڪي دام ڏري .

(٢) پڇيري ۾ پابند ، سپرت سان پيوند
لون لون منجھ لوند ، قاتل ڪيئن ٿو ڦري

(٣) عينن منجھ عڪس آھ . روحاني رقص آھ
اھڙو عشق عبث آھي . ڏوريون ڏونگر ڏوري .

(٤) ساجن ڪاڻ سدائي . وڻ وڻ اٿم وائي
وصل جي واڌائي . وھلو واڳ وري

(٥) غمدل درد دکايل . سورن منجھ سمايل .
ساري ھر دم سائل . سڪ جا سات پري .

# ڪلام روپ پيروين

ٿلهه
حبادو جڙيو جن . جيڏين جوڳيئڙن
منهن هڻي محبت جا . موهيو محبوبن

(١) جهوڙاٽو جهوري، لايون وياٺوري، گهور وڃان.
گهوري آسيل آديسين

(٢) سوڙن جو سرڪيون، محبن مون ڏي مڪيون پينگهي منجهه
پڪون، پيتاريون پرين

(٣) پارڻ ويا پاري، ماري جيٽاري، نيڻان نظاري
لاتيون لاهوتن

(٤) غمدل گوندر غم، دائم درد الم، مدامي ماتم
اوراتو اکڙين

# ڪلام روپ پيروين

ٿلهه
ياري ياد اسان جي آهي يارن ڪي . ناتي نينهن نزاڪت وارن ڪي

(١) پنهنجي پاڙن پت، لنوَ لائي لڳت، سهڻي تن جي سنگت
رهڻي ريت رهت، عجب الفت محبوبن مصلحت
دل دست ڏني مون دلدارن ڪي ،

(٢) ويجهڙا وسن، توڙي ڏور هجن، نرگس نيڻ ڪٽڻ
يار جي طرف تکن، ڪٿي آهي اوڙ اکين، منجهه واس وٽن
هيڪار حسن جي حبدارن ڪي .

(٣) ياري يار يڪي، پاڻ پريت پڪي، لائڻ لنوَ نه لکي
شيا همراز حقي، محبوبن جو مکي، سک جو سرکي
جهوري جهت نه جهکي آهه جهونجارن ڪي.

(٤) غمدل غم الم، سارو سوڙ ستم، آيو عشق اُڌم
سرتي ڪات قلم، سبي قضا جو ڪم، پايان قرب ڪرم
منهنجو ماتم ٿي منٿارن ڪي

# ڪلام روپ وماڳ

ٽله هر حال مرحاضر ناظر ۔ ڪجهه عار نه چاٽان
محبت ۾ مصيبت جو ، ميار نه چاٽان

(١) برداشت بره برسر بهبوده قدم باليءِ
غم سوز هجر در دي دل دشوار نه چاٽان

(٢) در مقامِ حقيقت انداز طبيعت جو
هر صورت صنم جي صورت اغيار نه چاٽان

(٣) ليس ڪمثله شيءٌ هر چيز بي مثالي
موجود حق هڪوئي وٽ وار نه چاٽان

(٤) رنگ روپ نقش نالا غمدل لکين هزارين
ڪل لا الٰه الا الله جز ڏار نه چاٽان

# ڪلام روپ بروه

ٽله وهوا نقش نسنگ نيشان پسي ۔ تنهنجي محبت مينگهه ملهار ڪيا

(١) بره بدل باران بحيران ۔ برسي باغ بهار ڪيا
چمڪي ٿي چاندائڻ چوڏاري ۔ ديدن هي ديدار ڪيا

(٢) مورت واري ماڳ مدامي ۔ صورت سپ سينگار ڪيا
مشاهدي معشوقي مندر ۔ عينن الثا آر ڪيا

(٣) تجمل تاب تماشي تن من ۔ جلويگر جهلڪار ڪيا
نوراني نا پيد نظاري ۔ الهي انوار ڪيا

(٤) رندي رمزن غمزن غمدل ۔ رنگينا رخسار ڪيا
دمبدم دبارا درشن ۔ قرب قلندر وار ڪيا

# ڪلام روپ بروه

ٽله رمز ازل دي ڪار ۔ محبت سانون مست چا ڪيتا

(١) آپهي آوندا . آپهي جاوندا . ڪينش آپ پسار
آپهي دلڙي دست چاڪيتا .

(٢) آپهي محبوب تي آپهي عاشق . آپهي خراب خوار
ڦٽيان جٿيان چست چاڪيتا .

(٣) آپهي حڪيم تي آپهي پساري . آپهي او بيمار
آپهي دارون درست چاڪيتا .

(۴) آپهي غمدل چيريان پاڙيندا . آپهي او اظهار
ڪيڏا ڪوهياري ڪست چاڪيتا .

# ڪلام روپ پيروين

ٿلهه انصاف جو خون الفت ۾ ناهي . اهڙو قدم ڪو عدالت ۾ ناهي

(١) سميعٌ بصيراً جي صاف سيرت . نا خبري نينهن وارن جي نزاڪت ۾ ناهي

(٢) بي پردي پيري باخودي بزه گي . فقيري فهم ڪو ڪرامت ۾ ناهي

(٣) باگوش ماتيون نڪين لوڪ واريون . لاهوتن ڪي لازم لياقت ۾ ناهي

(۴) طبع طرز ترشي از تقوي تواڻي . محو دل مشتاقن جي ملت ۾ ناهي

(۵) بنا غور غمدل غافل دم مدامي . اها سونهن صوفين جي سياست ۾ ناهي

# ڪلام روپ پيروين

ٿلهه جيئن دکڙا گهڻا تيئن اکين اوجر . پيئڙ ڪيئن پڇان هاڻي عهد امر

(١) جهڙا سور تهڙو سينگار ڪيم . ڳل توڪ ملامت هار ڪيم

اهڙو عشق حسن اظهار ڪيم . هيڪار لڳي هر جا مشق عنبر

(٢) آهي درد گهڻو درڪار مونکي . ڏنو عشق اصل کان انوار مونکي

دم حال وصال ديدار مونکي . نشو نينهن سند وآهه خمار خمر

(٣) عشق ڏنا لک ڏيب اديون . برسر بار هزارين بره بيديون

ويٺي وره وسايان وحدت وديون . هاڻي غمدل جو آهي هين گذر

# ڪلام روپ لوڙائو

ٿلهه درد بنا داون نه ڪو وسيلو وسارڻ پيا

آهي آسرو عشق جو پيا آسرا اڪارڻ پيا.

(١) جزي علم عقل سندا مسئلا ميسارڻ پيا.

بره واري باب جا سور سبق سارڻ پيا.

(٢) ورق وهم وجود جا وحدت ۾ وارڻ پيا

سامان صفاتي ساراهن ڳاهه ۾ ڳارڻ پيا

(٣) عارضي امڪان ڪلٺي پارڻ ۾ پارڻ پيا

دل ۾ ديرا دوست جا پنهنجي قرب سان ڪارڻ پيا.

(٤) سوري مٿي سڏڙا سٺي سرڙا سينگارڻ پيا

سرڪٽن جي سپاهه ۾ نيزا نهارڻ پيا

(٥) عام ڪان اولو ڪري سپرين پچارڻ پيا.

هر دم پنهنجي حال ۾ دم گهڙيون گهارڻ پيا.

(٦) نيڪي بدي نسيان ڪري خيال اڏارڻ پيا

يڪ رنگ پنهنجي يار سان گوشي گذارڻ پيا

(٧) غمدل دريون ديدار جون عين اجارڻ پيا.

دنيا عقبيٰ دل پنهنجي تان اوري اتارڻ پيا.

# ڪلام روپ ڪلنگڙو

ٿلهه درد داور دلربا جو . دوست دل درمان مون
سو صلاحي ساه سان . ٿيو سوه ساٿي سان مون
(۱) ويا پڇي علم و عقل . ايمان آيو عشق جان
تان شرم هستي حجابا . ڪين هلڻ گڏ هان مون
(۲) دستون مثل دلدار دستي . دستياب دائو درد ٿيو
هن حقيقت حال جو هو . اڳ امر اهجان مون
(۳) بي سبب بڻيو بهانو . بيگماني بره جو.
فرمودي فراق جو هو . چمڻ لاڪون جان مون.
(۴) نظرن ڪيو منظوره صورت . يار ڪي سجدو صحي
بي طرف طرفين ڪان . پنهنجو پليو هو پيان مون
(۵) پيو پڪي پرين پٺيو هو . پريت واري پياه سان
سوز جو سامان سر . غمدل الم گهمسان مون

# ڪلام روپ پٽمڃري

ٿلهه ڏک دردآهي ڏاج انهن جو . جن نينهن سان لائون لڌيون
(۱) بره باري خلق جي خواهي . تهمت ساري سر سهنديون
نينهن ننگو آهي اڻانگو . سر جو سانگو لاهينديون
(۲) جن کو هيارو ڪاندجي ڪيڙو . پيو وهي ڪهڙو وه وٺنديون
نينهن سانتو جن وجي لاٿو . سي وساڻو ڪين ڪنديون
(۳) آب ان و پهڻ ڪٿن تي . سک تدن ۾ نا هونديون
دلڙي قرائي عاشق سڏائي . وره وسائي نيڻي ويهنديون
(۴) وره واهيون جي ويچاريون . ڳاهه ڳاراٽي ۾ ڳرنديون
سڪڙا وساري گوندر گذاري . غمدل نظاري نيڻي لڳنديون

## ڪلام روپ تلنگ

ٿلهه درد وندن جا دونهان دونهان . ديري دوستن جي ڏوڏ ڏکن ٿا

(۱) وطن ويڙا وير ويراڳي . قصد ڪون ڪاهي بره بيراڳي
جا اٿي لڪن جون لوهان لوهان.

(۲) جوڳ انهي ۾ جوڳيئڙن جا . سوز فراقي ساميئڙن جا
سوز چيي ٿيا سونهان سونهان.

(۳) غم دل عشق آزار السني . درياهه دروني موج مستي
پانچ جسم ۾ جوهان جوهان.

## ڪلام روپ پيروي

ٿلهه اي طبيبا ڪجهه نه ڄاڻو . عشق واري آهيان
عشق جو آزار ڏاڍو . درد ماري آهيان

(۱) دارون دنيا ۾ پيا گهڻا . هن عشق جو ڪو نهي علاج
جي ملي مونکي پرين . هر دم هوشياري آهيان

(۲) ڪنهن دردڻيان مون دانهڙي . هاڻي اديون هن حال جي
روز و شب رڙندي وتان . بيوس ويچاري آهيان

(۳) نازنيڻن جي نهوڙي . هيڻڙو حيران ڪيو
دردر ڏيان ڦيرا فراقي . بي قراري آهيان

(۴) ساري حقيقت حال جي . معلوم آهي منهنجي ياري کي
باجهه پانهي تي ڪندو . ساڪس نقاري آهيان

(۵) برسر پيا سرتي سهڻ . لک بار دردن جا اديون
غم دل سدا سورن ۾ مون . عمر ساري آهيان

## ڪلام روپ پيروين

ٿلهه اي درد وچ دلدار ڏي . هن حال جي صورت وٺي
معلوم ڪر محبوب کي . مورت منجهان معنيٰ مٿي

(١) ڪوهڪانگل موڪليان، . محفوظ مون ڪنهن نہ ڏٺي
پرت ڪي پا سڌي پيشان . واچي مٿان ڪو پيو چنئي

(٢) رمز پيئي ريهون ڪيون . ۽ رعد کان راحت رٺي
برسات برستر پيو سيءُ جي . ابرمان اکڙين اٺي

(٣) ڦڙڪي نہ ٿي فرمان ۾ تو . دست ڪئي جاهل ڪٺي
معاف ڪرتنهن تان مسيحا . مماتي مشڪل مٺي

(٤) ويساند ناهين وره کي . پڙڪي بره برقي بٺي
جلندي رهي جاويد جند . جان عرش کان پرين پٺي

(٥) جلوه جبين قبلئہ نما . مون زاهدن ڪعبي پٺي
تشريح تنهنجي تصورجي . صحي ڪئي غمدل سٺي

## بيت

پارڻ منجھ ٻرن . ڪوري ۾ خاموش ٿيا
آب جيئن آتش حبا . پيالا پر پيئن.
درد پيري دوران ۾ . جوشان جوش جلن
آهہ نہ اگيان عام جي . سوڙا ٿيا سلن
اِنَّ مَعَ الْعُسْرِ يُسْرًا . غمدل گوش ڪرن
خلوت ۾ ڪامن . جز نہ پيدا جن جي

# ڪلام روپ ڌناسري

ٿلھ مرحبان محب مران - تنھنجي درد فراق ۾

(۱) ڳڻ پريون تنھنجون ڳالھڙيون، ڳايون روز ڳران.
ڦيرپيدار ڦران. تنھنجي درد فراق ۾

(۲) سڪان سارِيان سپرين. ساعت ڪانه سران
گھورِيون سرگھران. تنھنجي درد فراق ۾

(۳) دم نه ديدان مٺيان. دلبر تنھنجي دران.
وصالئون نه ورِان، تنھنجي درد فراق ۾.

(۴) عشق حسن آڙاھ ۾، ڀڳڻ روز ٻران
پچان ۽ پچران. تنھنجي درد فراق ۾.

(۵) غمدل نالو نينھن ۾، ڏريٺه يار ڏِهان.
تنھنجي تارتران. تنھنجي درد فراق ۾.

# ڪلام روپ پھاڙي

ٿلھ سري ٿئي يارجي موسڪان سواءِ منھنجي سري
وصال وصل ۾ ويتر وريو هجر ور ڪي

(۱) ناميدي جي نزاڪت - بي نامي نامون نشان
ميعاد ٿيا مقصودمرڙيئي - مامسان موروئن مري

(۲) يارجا رنگ ڍنگ نيارا - نازنين نقشا ناياب
صدهزار صورت جي - ديدم درسين دري

(۳) پلڪ به ناهيان پري جيا . گڏجي نه گھاريان هڪ گھڙي
رضامندي نه رنجيدگي . رهٽي رمزوارِي رهبري

(۴) حدناهي هن حال جي . حلاج به حيران ٿيو
زلزلو ظلمات ڪيوٿي . ذوق جي ظاهر ذري

(۵) ڪل انهيءَ جي ڪل اها . ڪل ڪين چاٽي ڪين ڪي
غبار ۾ غمدل غروب . گنج سلطان گوهري

# ڪلام روپ پيروي

ٿلهه پنهنجي حال جي محرم کي . هي حال سڻايان مان
داستانو دردن جو . ٻئي کي نه ٻڌايان مان
(١) هڪ ساعت ٻانيان صديون . ٻيو وقت وداعي جو
آڳاهه اندر ۾ آهه . جانب جي جدائيءَ جو
جي ظاهر ڪريان ذرڙو . جبلن کي جلايان مان
(٢) سيني ۾ سمايل آهه . آشيانو الفت جو
غم سوز هجر سارو . سامان محبّت جو
جي قبول ڪيم قربئون . پنهنجو نينهن نڀايان مان
(٣) هڪ ٻيوس بيتابي . ٻي ملڪ جي رسوائي
ٻئي ٻار ٻره بخشيا . آهي اهڙي آشنائي
جي دانهن ڪيان دل مان . هسندڙن کي روئاريان مان
(٤) هر ويل اُليل اڃن غمدل . عشق ڏئي اڏ مان
وجدن تي وجد وري . سو سور ڏين صد مان
جيڪو حال ڏسي منهنجو . تن کي تڙپايان مان

# ڪلام روپ پيروي

ٿلهه سوز غم سوز غم . سوز غم سوز غم
(١) سوز غم صنم کان سوغات مليو . وصل بجا هجر هيهات مليو
مثل مماتي جي حيات مليو . سوز غم سوز غم سوز غم سوز غم
(٢) سوز غم صفا ڪيو آهه سياه دل کي . باه باده پيوند آب گل کي
عاشق بڻايو محبوب ازل کي . سوز غم سوز غم سوز غم سوز غم
(٣) سوز و غم سيکاريو آهي درد والم . ڪسڙ ريءَ ڳکيون پيو ڪونه ڪوڪم
آهي پراثر اعليٰ نغم ونظم . سوز غم سوز غم سوز غم
(٤) سوز غم دل جي آهي ثمر ساه جو . المجاز قنطرة الحقيقت راهه جو
قول قديمي آهي شهنشاهه جو . سوز غم سوز غم سوز غم

# کلام روپ تلنگ

ٹلھ سوز فراق صنم دی سنیاں ۔ برھیں پڑکا لایا وی
(۱) آتش عشق آزاہ مچایا ۔ جان جگر جل جایا وی
(۲) دیدان والی دام گھتیندی ۔ چشمان چوٹ چلایا وی
(۳) جوڑ جنگی سامان سراسر ۔ سر عشاقین آیا وی
(۴) ابر و سیف سنگیناں پالی ۔ سرواھیں داسایا وی
(۵) نازک ناز حسن دی نکی ۔ گم کر ھوش گنوایا وی
(۶) خونی خاص خماخم خنجر ۔ کاکل کات وھایا وی
(۷) نیناں کول نقاب نسنگی ۔ غمدل گوھر گھایا وی

# کلام روپ تلنگ

ٹلھ نینھن چارا کوئی چلدا ۔ کئی لٹ دل دغا والی
ویکاں جلوا جمع اپنا ۔ کرن جادو جفا والی
(۱) سحر پا جھون ڈکی جیواں ۔ پیالا موت دا پیواں
ملی ماھی تی میں جیواں ۔ منا ٹور خدا والی
(۲) کراں کوکاں تی کرلاواں ۔ ڈھاں پیراں تی پرچاواں
ازل دیاں ھوگیاں لاواں ۔ ڈینھن قالو بلیٰ والی
(۳) تسادا عشق لاثانی ۔ اساڈی دل دیوانی
ڈکڑی سر مینڈا جانی ۔ مسافر مفت لا والی
(۴) پیلا سھنا تیڈی کیتی ۔ فقیری حال ہر کیتی
اھڑی ناحال بی کیتی ۔ گل کستی گدا والی
(۵) او پیڑی لوک بیگانی ۔ نہ ریندی من تیڈی طعنی
کریندی من کون مستانی ۔ سوین غمدل ربا والی

# کلام روپ تلنگ

ٹلھ سربار غماں دی آئینی ۔ اساں عشق دی سفر سھائی نی

(۱) مجروح قرون مستانا ۔ تیڈی کیتا دید دیوانا
گل تار زلف دا گانا ۔ خم خم دی پیچ پوائی نی
(۲) تیڈی ہجر دیاں تڈ ڑیاں ہیراں ۔ میڈی من کوں پاون میراں
میں درد فراق فقیراں ۔ تیڈی چشماں چاک چکائی نی
(۳) سانوں وسریا ویس وطن دا ۔ پیا جالن بن جوبن دا
میں چولا چیر بدن دا ۔ تیڈی سانگی سانگ بنائی نی
(۴) سینڈ یاں میڈیاں تی ڈڑیاں ڈاوٹ ۔ لب لا لان سرخی لاوٹ
وچ کنڈیاں دی کجلا پاوٹ ۔ جملی جنسار خبرائی نی
(۵) اہی ازلوں اکیاں اڑیاں ۔ اوت مول نہ غمدل مڑیاں
لاچوٹاں چیت تی چڑھیاں ۔ لک عاشق مار گنوائی نی

# کلام روپ تلنگ

ٹلھ دلبر ہن نک باز دلیندی ۔ میڈی محرم راز دلیندی
(۱) کر شوق شکار دا شاہی ۔ مارن تیغاں کرن تباہی
کیتی عشق دی اکیاں اداہی ۔ لٹ ملک مجاز دلیندی
(۲) اج شور پیا شیر مریلا ۔ جھنگ چیر پیا لنگھ بیلا
میڈی سر گھولٹ دا ویلا ۔ پل پل پرواز دلیندی
(۳) آیا سہنل میڈی سانگی ۔ پڑ پیوسی یار اٹانگی
میڈی خون دا ملہ مہانگی ۔ سودا دم ساز دلیندی
(۴) نت نینہن دیاں نیاں نوکاں ۔ ساری ملک دی سہنٹی موکاں
میڈی ہجر دیاں ہر ہنڈ ہوکاں ۔ پئی عرش آواز دلیندی
(۵) جڈاں گھور حسن دی گھایم ۔ تڈاں غمدل نام ڈرایم
تی عاشق عمر گنوایم ۔ وچ سوز گداز دلیندی

# کلام روپ تلنگ

ٹلھ وچھوڑا یار دا وسندا ۔ ستم ڈادی سہاوٹ دا
الم تی غم اناوٹ دا ۔ نازک ناتی نیاوٹ دا

(١) جدائي دا لڳا جھولا ۔ چيران چاڪ ٿيا چولا ۔
چڙھيا سر شوق دا شعلا ۔ جسم جلدي جلاوڻ دا ۔
(٢) جدائي ڪولون جو دل جلدي ۔ هجر دي حد نهين مڪدي
نہ حب هڪ پل ڪڏان هٽدي ۔ سڪدي ڪون سڪاوڻ دا
(٣) جدائي حب وڏائي هئي ۔ ڏيهان ڏينهن سڪ سوائي هئي
دردان ڏم مچائي هئي ۔ جيوين باران ساوڻ دا
(٤) وڇوڙي ڪون وصل چاتم ۔ لنو لا تقنطو لا ستم
غمدل سانگ سرچاتم ۔ سبلا قالو سبلاوڻ دا

## ڪلام روپ پيروين

**ٿلهہ** ميري دل ڪي آرزو هئي ۔ امداد نظر ڪردي
ابرِ ڪرم سي باران ۔ آباد سحر ڪردي
(١) دن رين بيقراري ۔ آنکون مين انتظاري
آنسون ڪي نهر جاري ۔ فرياد اثر ڪردي
(٢) ايسي ڪٺن جدائي ۔ مجھ پر ڪڀي نہ آئي
مولا مشڪل ڪشائي ۔ برباد هجر ڪردي
(٣) اميد هئي وصل ڪي ۔ تيري ڪرم فضل ڪي
انجام در اصل ڪي ۔ ارشاد امر ڪردي
(٤) غمدل ڪهي بيچارا ۔ تجھ بن نهين ڪو چارا
تيرا هي هئي سهارا ۔ دل شاد مگر ڪردي

# ڪلام روپ بروه

ٿلهه نينهن ۾ نشترن کي . نظرن کيو نشانو
آهي نقش دل نشتر . مژگن جو ماجرانو
(١) ترڪش منجهان تڪن ٿا . وهواه چستيون وٺن ٿا
چشمان چوٽون چٽن ٿا . جوڙي جنگي سامانو
(٢) آهن جنگي جنگاور . حسين حمائي آور
دست هڪن دلاور . لشڪر شاهي خزانو
(٣) از خود اچن امالڪ . ڪنهن ٿي نه اٿن ڪاٽڪ
فرمان ۾ فرشي فلڪ . هر ملڪ حڪمرانو
(٤) جهاد جدل جوڙي . خوني خنجر ڪوڙي
نيزن ٿي سر نهوڙي . ايڏوٽه ڪن احسانو
(٥) هٿيار ٻڌي هيرا . گهورن سان ڪن ٿا گهيرا
مانجهي مري مشيرا . ملهائين ميدانو
(٦) لمحن ڪان لکين لڙهن . ڪيئي ڪوٽ قلعا ڪرڙڪن
ديدن جي داب دڙڪن . ڪيو عقل کي عريانو
(٧) غمزه غمان وارا . غمدل پرين پيارا
پورا ڪري پسارا . ڪن شغل شادمانو

# ڪلام روپ ڪوهياري

ٿلهه مژگان مير مجاز جون . ميشن سان مارهين
(١) نيزي نظاري نينهن جي . سرڙا سينگارين
(٢) نوازين نظرن سان . نازڪون نهارين
(٣) اشارا عشاقن کي . اوٺر اٿارين
(٤) جلوا حسن جمال جا . ڏورئون ڏيکارين
(٥) موتوواري مامسان . ماري جيئارين
(٦) غمدل غازي غمزن جي . گهورن ۾ گهارين

# ڪلام روپ پيروي

ٽلهه دل کي لڳي آ ڏاڍي بيقراري . اکڙيون احيا ئيل روئن زار و زاري

(١) سوان ناز جن جا. تڪا تاب تن جا. انصاف اکين جا مژگان جن ماري

(٢) اکين آب آتو. اسندر سون پاتو. ڪندا نه وساتو رکي يار نياري

(٣) هيڪر نهاري - ويهندا نه وساري . سڪايل تني سان ڏئي وييا ڏيکاري

(٤) غم دل کي سائين . سڪڙي نه سدائين . پتو يار تپائين ڪري ترت تياري

# ڪلام روپ پيروين

ٽلهه ڏکن جي ڪاٺ ڏاڍن سان . وحي اکڙيون اڙايون سي

(١) نظار و ناز نيڻن جو . ابرن ۾ ٿيو اظهار
پسي رخسار انجهن جو . نسنگ نينان لڙايون سي

(٢) لڳي جڏهن جنگ جذب واري . صفائي جي سر ميدان
نه شيا سي نينهن ڪان نابر . چشمان چوٽ چڙهايون سي

(٣) دست بدستي صفا سودو . ڪيو اقرار ار بيلڻ
قرب جي پيچ ۾ قابو . ڪيفي ڪجليون ڪڙهايون سي

(٤) برسر بار محبت جا . وڏا دلبر سندي ديدن
انهيءَ ديدار ۾ غمدل . دليون جهڏون جڙايون سي

# ڪلام روپ پيروين

ٽلهه جان اکين هي جاتو آهه . نئون نينهن نظاري ناتو آهه
ديدن جي درگاه درون هي . ديدن درشن پاتو آهه

(۱) سوريءَ جي سلطاني . ڪار قتل قرباني . نوڪ نشين نيزي نشاني
بالا بي سرباني . جهلڪن جي جهلڪار جهنتي . جهٽ چست چنبن ۾ چاتو آهه

(۲) منصوري موج منادي . ويڙهي پيڙهي وادي . عشق عجب استادي
الٿي شوق شهيدن شادي . ابن ۾ اسرار الاهي . ڪرڻ قرب سچا تو آهه

(۳) هردم حسن حياتي . موڙن معاف مماتي . جهاتيءَ اندر جهاتي
حاصل ٿي همذاتي . پيچي پيچ پسڻ جي پرهه . رمزن هي رنگ لاتو آهه

(۴) غمدل گوهر غازي . پڌرو ٿيو پروازي . صاف سروپا سرفرازي
برهه بنائي ٿو بازي . عشاقي انوار اڏيءَ ٿي . عينن ڪي اوراتو آهه

# ڪلام روپ پيروين

ٿلهه شاهي شور سيريون . عاليشان اکيون
سي ته موهن . مير مغان اکيون

(۱) قلب جو طعام موقوت ڪرن . سرسولي عشق ثابوت ڪرن
ماٺي موج لقا لاهوت ڪرن . سي تسيلاني سلطان اکيون

(۲) ڪيس قتل جا ڪارڻ ٿيون . ماري مشتاقن کي جيئارڻ ٿيون
سي ته جلدي جام پيارڻ ٿيون . دل درد اکيون درمان اکيون

(۳) جاڏي نگهه ڪرن ٿيون نازن سان . انهي پرت وندن پروانن سان
ڪيئن مرغ لڙي شهبازن سان . جتي بيهن ملي ميدان اکيون

(۴) ڪيئي دانهه ديوانا ديد ڪيا . ريءَ خزاني خان خريد ڪيا
غازي غمدل شير شهيد ڪيا . انهيءَ غمزن ۾ غلطان اکيون

# ڪلام روپ تلنگ

ٿلهه نازن ساڻ نهارن ٿيون . اهي اکڙيون اربيليون

(۱) ديدن جادستوره الستي . سوداڪن ٿيون دست بدستي
ڏوڙا ڏاڻ ڏيارن ٿيون . اهي اکڙيون اربيليون

(۲) اکڙيون ڪن پروانه جيڏا هين . ناهي بوءِ بشر جي اوڏا هين
عرشن تي ته اڏارن ٿيون . اهي اکڙيون اربيليون

(٣) اکڙيون حباڏي کرن امارا . ٿوڙن کوٹ حجابن وارا
سوڙيءَ تي تہ سينگارن ٿيون . اهي اکڙيون اربيليون
(٤) ملک انعام اکين جي سارو . غمدل هڻ تون نينهن جو نعرو
لا حد پاراکارن ٿيون . اهي اکڙيون اربيليون

# کلام روپ جوگ

ٽله اکڙيون اُداسي آهن . جانب لئہ جوگيا ٿيون
رتن ويراڳي ورلئہ . ورهئون سي ويڳا ٿيون
(١) عينن کي اوڙا ٿا . سوڙ سوين ساما ٿا
جوش نوان جهوڙا ٿا . مرکن موجان ماٺيون
(٢) کيف ککوريون ڦهري . ذوق ظهوري زهري
بيشک باشا بحري . اچن امالک اڏا ٿيون
حق حسن همرا هي . رت ونتي شيون راهي
(٣) شان سحيا ٿئون شاهي . سانول کي سيبا ٿيون
چوٹ نظاري چڙهيون . سان گهوريون گهوريون
(٤) غمدل گهوڙن . رمز ڳجهي کنهن را ٿيون
ويون وري نا وريون

# کلام روپ تلنگ

رانجهن ياروالي يار - ريءَ خزاني خان خريد کرن

ٽله اکيان رنگ پريان - . کيتي شوق شکار دي شوريان
ککجل ککوريان
(١) اهي کنديان شهزوڙ يان . کئي شير دلير شهيد کرن
شرف واليان چالڙي هئي . جهلکار جهلک بجلي والڙي هئي
(٢) چمکيدار چشم دي وچ لالڙي هئي . مژگان ملکان ملک مريد کرن
للکار سياهي دي سالاڙ کڙي . مرچي مکڙي تي ابرو انواڙ کڙي
(٣) گيسو گلزار سياه خبردار کڙي . کاکل قيد محض محبريد کرن
خوني خم خم پيکان جلويگر . فوڙا فالم غازي غمدل غضنفر
(٤) جاري جنگ جدل جتان باران بحر . اٿان عاشق اضحىٰ عيد کرن
ترکش تير چٽئي

# کلام روپ بروھ

ٹلھ کنڈیان اکھیان کالیان ۔ رمزان غمزان والیان
خون پلا کنھن پالیان ۔ لاکڑ بیانی لالیان

(۱) ترکش تیر کماناںپي ۔ پلکان ستي پرکانانپي
پالي برچھیان بانان پي ۔ دیدان ریف دونالیان

(۲) اھي مشتاقان دي مار کرن ۔ شیر دلیر شکار کرن
سر دڑ ڈار ٹون ڈاہ کرن ۔ حبز بیدار حبلالیان

(۳) بڈ مرچي میدان کڑن ۔ حبوڑ جنگي سامان لڑن
لاچوتان چوگان چڑھن ۔ مڑگان مست موالیان

(۴) اھي شھزوري شھبازڈونھین ۔ پلٹ پون پرواہ ڈونھین
نئہ رنگ ڈینگ دي نازڈونھین ۔ بیحد ڈیون باولیان

(۵) ککوریل کیف قھري دي ني ۔ پرجوش تر بحر دي ني
مخمور مئي خمر دي ني ۔ غمدل محض غزالیان

# کلام روپ تلنگ

ٹلھ انھان اکھیان وي کیڈا کلور کیتا
کنڑي عاشق وچ قتل گاہ اتي

(۱) مجنون عشق مجازي موھیا ۔ اوتہ ورہ ڈاڈي وھلور کیتا
آیا اڈ پتنگ آڑاہ اتي

(۲) یوسف کیتا یاد یارانا ۔ جنھن کارڻ زلیخان ظھور کیتا
ویکو ملھ مصر وچ ماہ اتي

(۳) چوڑیس چا پرواہ پران دا ۔ ذوق زنارِ ضرور کیتا
جڈان نقش چڑھیس چانگاہ اتي

(۴) حضرت شاہ حلاج حیرت وچ ۔ سولي سیر حسن منصور کیتا
ڈادا بار آیا بیپرواہ اتي

(۵) رانجھن تخت ھزارئون لڙيا - چشمان چاڪ چور ڪيتا
منجھيان چاڪ چاريندا چاھ اتي

(۶) سرمد صاحب سيس ڪٽاونڃ - معرفت منظور ڪيتا
لاتا سر جنھن لا الله اتي

(۷) ناز نيڻان دي تيزي ساڙي - غمدل ڪون گھنگھور ڪيتا
ستيا سر جنھين سرواھ اتي

# ڪلام روپ بروھ

ٿله عجب انوار عينن جي لڪين بي سربنايا ھا. نگھ سان نات نايا ھا
(۱) خنجر پيڪان پلڪن جا. بحر بادل وسايا ھا. قتل ڪجلين ڪمايا ھا
(۲) طفنگي تاب تجمل سان. بگل با جا بجايا ھا. جنگي سامان سعيا ھا
(۳) ڪڏي ميدان ۾ ڪاھي. عشاقن سراڏايا ھا. ڪلالن ڪنڌ ڪپايا ھا
(۴) ڪيئي غازي گوھر غمدل. گھورن جي گھاو گھايا ھا. نيھي نانگا نچايا ھا

# ڪلام روپ آسا

ٿله ذاتي زور ظھور ڪيتا. - عينان دي اسرار

(۱) قتل ڪلالي قدمر ڪڏاون. - چلپل چشمان چوٽ چلاون
خوني خاص خمار.

(۲) نيھي نين غواص بحردي. - لهُو والي لعل لهردي
جتان قتل دي ڪار.

(۳) خاصا جام خمر دا خضري. - نوش ڪريندي نيڻان نسري
جلويگر جھلڪار.

(۴) جلويگر جولان جلالي. - غمدل غلبيدار غزالي
جنگي ڪرجنسار.

# کلام روپ پیروین

ٹلہ نیناں دی تیر قہری ۔ مژگاں نوں کون موڑی
دلیاں دی پیچ ڈاڈی ۔ لگیاں نوں کون توڑی
(۱) جنسار جلوا جنگی ۔ آیا پھرکی ڈولیا
دیداں دنالیاں دلبر ۔ سینی خدنگ کوڑی
(۲) نیزی طفنگ والا ۔ محبوب ہئی وہ قاتل
عاشقاں نوں قید کردا ۔ زلفاں دراز جوڑی
(۳) ابروئے سیف خونی ۔ خنجر مثل محباں
تکبیر چا گھتیندی ۔ اپنا جمال جوڑی
(۴) سجناں دی چال وہواہ ۔ عجب یار غمدل
مشتاقاں نوں ماریندا ۔ نازوں سیتی نہوڑی

# کلام روپ تلنگ

ٹلہ نیناں نینؤں نازحسن دیاں ۔ فوجاں چڑھ چڑھ آوندیاں
(۱) جلوا کرکی جنگ جدل دا ۔ چوٹ نظاری لاوندیاں
(۲) شوق کنوں شہزور شتابی ۔ چیٹک چست چلاوندیاں
(۳) بازاں وانگ ڈکالی ڈیندی ۔ عشق دی چنبی چاوندیاں
(۴) غمدل جیہی گوہر غازی ۔ گھوراں کرکر گھاوندیاں

# کلام روپ تلنگ

ٹلہ نیناں والی ناز نظارے ۔ نیزی سر نیشان کیتا
چیٹک چوٹ چشم دی چالی ۔ چنچل سر چوگان کیتا
(۱) ناز نسنگی نوک نظر دی ۔ بی رنگی بیچون بحر دی
سرواہی سر ذوق زہر دی ۔ گھوراں دا گھمسان کیتا
(۲) چشماں چوٹ چلاون چلپل ۔ طور کنوں ہئی تیز تجمل
حلوی جوش جلالی جل جل ۔ ساڑ لحم لاشان کیتا

(۳) مژگان خونې خاص خدنگي ۔ جلوبیگر جولان جنگي
کیف قهري تیرطفنگي ۔ بادل بن باران کیتا

(۴) حال حلاجي بې سربازي ۔ غم دل کیذن گوهرغازي
کذان حقیقتي کذان مجازي ۔ شوق شاهي شادان کیتا

# کلام روپ ضلعو

تلھ پیچیدہ پیچ پلکان ۔ پایا پروانہ کر
سنگھ نیشان کیتا ۔ نیشان دي نانہ کر
(١) حکم ھنگام حملا ۔ حسن شھبانہ کر
چلاون چوٹ چشمان ۔ چل پل چوئبانہ کر
(٢) آون اڑ ہنگ آدو ستي ۔ اثر آوازہ کر
ڳاون سر سولي والا ۔ سوہیہ دمسانہ کر
(٣) موھیا من میم ماٹي ۔ موھن مرک مجانہ کر
رلمل کي رمزان رلیان ۔ رنگینا رازکر
(٤) نیزي دي نوک نشان ۔ نادر نینھن نوانہ کر
فالم فرقي فقر دي ۔ فائق فیض فیاض کر
(٥) دیدان دا درشن دیدان ۔ دي وچ دید درانہ کر
غمدل غرقان غازي غمري ۔ غور غمانہ کر

# کلام روپ پیروي

تلھ خوني نرگس نیڑ نفاٹا ۔ مارن تا محبوبي ماٹا
(١) کارڻ کیس قتل جبي ۔ ابرو سیف سا ماٹا
(٢) جمکن ساڻ جھنڻ تا ۔ بحري کي بانہ اڈاٹا
(٣) مرگھ اکیون محبوب جون ۔ زلف واسینگ و یگاٹا
(٤) جانب سندا جند جان ۾ ۔ جذبا جوش جھوہاٹا
(٥) غمدل جھڙا کیترا ۔ در دلبر جبي وکاٹا

# کلام روپ پیروي

تلھ مانہ پریا نیڑ ۔ پئي گوھر گلابي
(١) ابرو آھن عاشقن لئي قاتل قصابي
خون لئي خومار یا کري شور شتابي

(٢) چڙهيا شوق شڪار جي عين عقابي
گهايون وجهن گهورن سان شيرشتابي
(٣) پلڪن پرواز ڪيا نيشان ننوابي
سپرمان سدا ٿيا تير تڪابي
(۴) حسن هليو حملا ڪري وٺي حد حجابي
هاٺي حجت ناهي ڪانه ڪو هوش حسابي
(۵) غمدل جهڙا ڪيئي ڪنا ڪات قصابي
ڪسن ڪچن ڪين ڪي ٿيا طالب تڪابي

### ڪلام روپ ڪنيات

ٿلهه: چوٽ چشمن جي هڻي . يار فراقي ڪري ويو
حسن صورت جو تاج پهري . خيال عشاقي ڪري ويو
(١) دست پرين جي پيئي . وس منهنجي ڪان دل ويئي
ڏاج ڏڪڙن جا ڏيئي . درد غم باقي ڪري ويو
(٢) ماڻ سان ماري جيئاري . سبق سورن جا سيڪاري
سوز جون سرڪيون پيئاري . مست مون ساقي ڪري ويو
(٣) جڏهن نهارن نازسان . غمزن وزري غمازسان
مور لنسدو مجاز سان . لاغرض غماڪي ڪري ويو
(۴) نيٺهن نعمت يار جو . تحفو پرين جي پار جو
غمدل طالب ديدار جو . محب مشتاقي ڪري ويو

### ڪلام روپ پيروي

ٿلهه: جسي نازديڪا . شمعان شوق شمرڪا
اسي ماڳ معلوم درونی ڪي دمڪا
(١) دروني عجب دور . درشن دلربا
الٿاهئي تماشا . نزولي نظمرڪا
(٢) خمر جام خضري . غذا غازيون ڪي
پرُنوش نوش نَو . پيالا پرمرڪا
(٣) درعشق دريا . غرق ٿي غوا صي
لهرموج بحري . ڪرم ٿا قلزمرڪا
(۴) حلاجي حسن ڪي . شمع پر جلي هين
مزالي چڪي هين . بسمل وبسمرڪا
(۵) جڏر شورشاهي . عينون ڪي ادائي
قتل ڪار غمدل . سيني صنمرڪا

### ڪلام روپ تلنگ

ٿلهه: چشم دي چوٽ چلدي گئي . بره دي باه بلدي گئي
ساري جسمات جلدي گئي . هوشياري هوش عقل دي گئي

(١) خنجر پئکان پلکان دي ۔ مارن مهندار ملکان دي
جنگي ميدان جهلکان دي ۔ قتل دي کار هلدي گئي

(٢) سرتن نئون جدا ٿي پيا ۔ امر اعلیٰ ادا ٿي پيا
اهو سودا سدا ٿي پيا ۔ وصل دي واڳ ولدي گئي

(٣) هوکا حال دا هلـيا ۔ نقشا نازنين کليا
گلشن گيان دا گهليا ۔ خبر ما ضي قبل دي گئي

(٤) غمدل غور کر غازي ۔ طبل ٿي تيار ٿيا تازي
برسي برسر ساڻي ۔ ترميزان تلدي گئي

کلام روپ آسا

دل لڳي دلبر جي دل سان ۔ ديدان لڳيون ديدان سان
گاهي شوخي گاهي نرمي ۔ چاليون عجب چشمان سان

(١) نيڻ نيڻن ڏي نهارن ۔ نازنين نقشا اتارن
گاهي مارن گاهي جيئارن ۔ پلکن سندي پيکان سان

(٢) تاب تکيريون ترکش تجليون ۔ کيف ککوريون ڦهري ڪجليون
بحري باز بشينا بجليون ۔ جهٽيون وجن جهلکان سان

(٣) رومي رنگي زابر زنگي ۔ فوراً فالم فوجون فرنگي
بزن بزن کري آيون اڙبنگي ۔ جذب جنگي سامان سان

(٤) شير بهادر غمدل غازي ۔ ترک طولان توسنگر تازي
شيخ مشائخ نيک نمازي ۔ گهايون وجن گهوران سان

کلام روپ جوڳ پهاڙي

ٿلهه ديدن حبي شهيدن جو ۔ کهڙو غسل کفن آ
ابرو کشن جو آهي ۔ دلبر جو درد فن آ

(١) سرکي سپر بنائي ۔ مژگان جي مقابل
ميدان مقتل ۾ ۔ پلٽيو پون ٽا پلپل
باران مثل ساڻي ۔ تابان ترکشن آ

(٢) لمحن وڏا لوهائي ۔ بجلين جي با اشرکان
...ر ساه شيو سلب ٿن ۔ تصوير تا سگرکان
آزاهه ۾ امالک ۔ پرواز پتنگن آ

(۳) نيزن جي نزاڪت سان . سيفن جا مثن سايا
ڪج ڪان بانَ پيڪان . برڇين بدل بنايا
گهوڙن جي مثان گهيرو . گهوڙن سان گهن گهن آ

(۴) اسباب اکين آهن ا . جنسار جنگ جهڙا
عريان ڦرن عاشق . مشتاق پڌن ميڙا
نذرانو پيش نظرن . سرگهور صادقن آ.

(۵) آيات يَزُنِ ڦُونِيُ . آهي انهن عنايت
هر دو جهان حياتي . شوقن ملين شهادت
ڪون و مڪان مقامي . سپ سير سالڪن آ

(۶) عزرائيل کان اڳيئي . محبت جي موت ماريا
خوفِ قبر حشر کان . اڪمل اڳيئي اڪاريا
دم سور درد غمدل . سامان سرڪشن آ

ڪلام روپ پيرو ين

ٹلهه ديدان ڪون نکيڙي . لگ گئي نين او ييڙي . لڳيان روز ازل ديان

(۱) دلبر لا ڳل چاتي . تي وچ دردانددا ساٿي
برهين لايم ڪاتي . دکڙي ڪونُ سميڙئي

(۲) ونجهلي والي ويلي . ڍونڍيم جهنگل بيلي
وسدا وچ وچولي . ونحن اقرب ويڙهي

(۳) باري بار هجر دي . سخت ڪشالي سفر دي
سانگي تو دلبر دي . چاتم جهيڙي بکيڙي

(۴) ڪجليان ڪرن ڪوران . غمدل گهور گهوران
تليان عشق ديان توران . ڪپندي ڪيڙي پيڙي

ڪلام روپ تلنگ

ٹلهه:- ديدان دم دم درشن پايا . نينان والي نازدا . شهبازدا.
(۱) عينان دي وچ تيا اثباتي . رنگ ربوبي رازدا . ممتاز دا.
(۲) قرب قتل دي قائم ڪيتا . نعرا نينهن نوازدا . پرواز دا
(۳) عاليشان اشرتيا پيدا . سر سبحاني سازدا . آواز دا

(٤) بي سر والي بازي بيحد . بيخود بحر ياض دا. فياض دا

(٥) غمدل پر پيئما نا پيتا . ساغر سون گدائن دا. پرتان دا

كلام روپ پنجري

ٿلهه: التي عجائب چالي . نينان دي نان دي سنيان

(١) كڏان عاشق وي ميان . كڏان معشوق وي ميان

كڏان سو خود خيالي.

(٢) كڏان نانهه وي ميان . كڏان غمان وي ميان

كڏان سو مست موالي.

(٣) كڏان بادشاه وي ميان . كڏان چاكر وي ميان

كڏان اوبره بحالي .

(٤) عشق اويڙا وي ميان . گل چاگهتيو سي وي ميان

محبت دي ميخ محالي.

(٥) غمدل گم ٿيو وي ميان . حيرت هن ۾ وي ميان

سانڍ وره وصالي.

## ابيات

(١) دوبدو ديدار ۾ . ديدن ركيو ڏيان (٢) اكين جي انصاف جي. آهي اكين كي آگاهه

كجليون كيف ككو ٿيون. مينگهه ملهي ميدان پائي پيچ پريت جا. پڇي ٿيون پلهه

غمدل نيزي نينهن جي. نانگا ٿيا نشان منصفي ميدان ۾ . عاشق ٿين الله

چشمن جي چوگان. شهزادا شهيد كيا غمدل نوهه نگاهه . عينن مان اثبات ٿئي

كلام روپ پيرون

ٿلهه: جسي نان ديكا شمعان شوق شمع كا . اسي ماگ معلوم. د روتي كي دم كا.

(١) دروني عجب دور درشن دلربا . التاهي تماشا نزولي نظم كا.

(٢) خمر جام خزري غذا غازيون كي . پرنوش نو نو پيالا پرم كا.

(٣) درعشق درياه غرق ٿي غواصي . نحر موج بحري كرم تا قلزم كا.

(٤) حلاجي حسن كي شمع ۾ جلي هين . مزالي چكي هين بسمل و بسم كا.

(٥) جڏ رشوه شاهي عينون كي ادائي . قتل كارغمدل سيفي صنم كا.

# ڪلام روپ پيروين

ٿلهه: نازن سان ڪنيون نيڻ نهار — هڪ دم دلبر محرم يار

(١) برهه تنهنجي بيتاب ڪيو — شب روز شوق شتاب ٿيو
هستي هڻ حجاب ويو — هينئڙي لڳي تنهنجي طلب تنوار

(٢) تنهن جي سوز فراق ۾ راتيان ڏينهان — واٽن تي ويٺي روز رڙان
آهرن پڌي شل اچو اوهان — برهه لائي وئين بيقرار

(٣) دام وجهي دل دست ڪري وئين — محبوب منڙو مست ڪري وئين
ڪيڏو قتل جو ڪُست ڪري وئين — برهه اُنو سر باروُن بار

(٤) ڪر وفا دلدار سدا — هڪ درد گهٽا پي دلڙي جدا
دردر قران مرن فقير گدا — "غمدل" سندي سڻ درد پڪار

# ڪلام روپ پيروي

ٿلهه:- محبوب ناز پرور — رخسار تنهنجو ڪافي
دارون درد ڦٽيءَ جو — ديدار تنهنجو ڪافي

(١) هيءَ دانهن مُئي جي دلبر — سڻ دوست دلربا
دلگيرڪي دلاسو — دلدار تنهنجو ڪافي

(٢) رخ مهتاب تنهنجو — نيڻين روشن نظارو
ابرو سنڌي عين مان — انوار تنهنجو ڪافي

(٣) هڪ خال مٿ نه پانيان — لک لعل بدخشان
يوسف سونهين نه ثاني — سينگار تنهنجو ڪافي

(٤) سڀ حال توکي معلوم — چا بيان چوان دردجو
مشتاق سانُ ميلو — منثار تنهنجو ڪافي

(٥) حسن وارا هزارين — سهڻا سڪن ٿاتو لئه
هر دم درشن تن کي — درڪار تنهنجو ڪافي

(٦) غمدل سدا اُداسي — گلزار تو چمن ۾
گلشن منجهان هڪ گل جو — خوش بهار تنهنجو ڪافي

# ڪلام روپ بروه

ٿله سهڻا سانول ماڻ سان — لڪين مشتاق مارين ٿو

(١) مثل مهتاب نجاني — نه مٽ تو ماه ڪنعاني
سوين صاحب سليماني — انهن ڳالهين سان ڳارين ٿو

(٢) قهري ڪيف ڪجلين جا — تکا ڪيون تاب تجلين جا
برڇيون بان بجلين جا — عشاقن تي اولارين ٿو

(٣) عجب سحر تنهنجي چالي — ڪرين بادشاهي حالي
لبين لايون مثا لالي — سهڻي صورت سينگارين ٿو

(٤) قتل جي ڪارڄ هر دم — رهين محبوب تون محڪم
نيڻي دلڙيون دست دم دم — نازن سان نهارين ٿو

(٥) رهيو غمگين هي غم دل — وصل ڏاران پرين پلپل
وصل جو جام تنهن سائل — هٿين پنهنجي نپيئارين ٿو

# ڪلام روپ پيلو

ٿله نينهن نوان نوان — ناز نوان نوان
پلڪ پلڪ ۾ — پرواز نوان نوان

(١) نين نوان نوان قوسين نوان نوان — بحرين نوان نوان
بياض نوان نوان

(٢) رخسار نوان نوان، سينگار نوان نوان، ديدار نوان نوان
دراز نوان نوان

(٣) سوز نوان نوان، پوز نوان نوان، گهور نوان نوان
گداز نوان نوان

(٤) شور نوان نوان، زور نوان نوان، غور نوان نوان
غماز نوان نوان

(٥) چاڪ نوان نوان، فراق نوان نوان، مشتاق نوان نوان
ممتاز نوان نوان.

(۶) خيال نوان نوان، جمال نوان نوان، حال نوان نوان
همران نوان نوان

(۷) غم دل ۾ نوان نوان، سل سل ۾ نوان نوان، طالب نوان نوان
تيراند از نوان نوان

# ڪلام روپ ڪلنگڙو

ٿلهه: اهل خوبان ادا ۽ ناز ونڪي مورن متائيندا رهندا
جفاجور ۽ وفا سمجهي عاشق اکيون اڙائيندا رهندا

(۱) بڌي هشيار هيبت سان، مقابل روءِ مشتاقن
برهه وارن بيڪسن تي، ڪيئي بازيون بڻائيندا رهندا

(۲) چڙهيا چوگان تي چوُرنگ، چشم چوٻاز چيتايون
گهڻ گهڻ گهڻ ڪيون گهيرا، گهورن سان گهائيندا رهندا

(۳) منجهان مژگن سندي مرچي، چڏ يائون چوهه مان چوڙي
تيزانداز تيرن جا، ابر باران وسائيندا رهندا

(۴) سدا اٿيا سيف ابرن جا، سپر سرسورهن سامهان
پلٽيبازي پروازي، پلپل پلٽائيندا رهندا

(۵) قفس ڪاڪل سندا قيدي، ڪيئي ڪيائين ڪند ڪمندن ڪان
جي ويا جڙجي انهيءَ جولان ۾، جندڙي جڙائيندا رهندا

(۶) حسن جي فوج سان حاڪم، جوڙي جلوا جدل جنگ جا
نگهه نيزن سان نوازي، نيهن پنهنجو نپائيندا رهندا

(۷) دل ڪش ديدن شهيدن، مثان مرڪب مقتولن جي
تجمل طول ڪري تابان، فتح جهنڊا جهلائيندا رهندا

(۸) انهيءَ اسرار جي آهي، عبرت انتها اهڙي
ڪيئي غمدل جهڙا غازي غمزن سان گنوائيندا رهندا

# ڪلام روپ پيروي

ٿلهه:- پاشور بازارين قهر دا، ميڏا يار سوداگر سردا

(۱) هت اپني کات ڏريندا ، اوته هوکا هت هت ڏيندا
وداعاشق نون تہ ڳليندا ، سرڏي ته پچي سِرگُھردا

(۲) آيا اگوڻ ميڏي دل جاني، ڏونهين نين کرن سنذراني
محبوب دي هئي مهماني، اهو وقت ثواب جگردا

(۳) وچ ديد دي ديد رلايس ، ميڏا دم پروانہ کرايس
بت باقي پسمر بنايس ، گھنڍ کول نقاب نظردا

(۴) اهو سودا ديد خريدي ، شعلي شوق دي شرف شهيدي
اسان عيد کيتي اُضحي دي، مزا مليا ڏار خنجردا

(۵) اهو سهڻل ميڏا ساقي ، غمدل موجود ميثاقي
محبوب ثياهي ملاقی، پرڏيندا جام نهردا

## کلام روپ بروهہ

ثلہ سوا بلبل نہ گل تھندا ، نہ بن گلشن بلبل تھندا
جڏان اهو عدل تھندا ، تڏان يارو وصل تھندا

(۱) وصالت هئي عجب اها، جلالت هئي عجب اها
عدالت هئي عجب اها ، جدائي دا نہ پل تھندا

(۲) جڏان عاشق صادق ثيوي، تڏان معشوق عاشق ثيوي
سخن سمجهي کو سالک ثيوي، ولا آکان ته ول تھندا

(۳) تثون دي کيتي تارا هئي، تازي نون بس اشارا هئي
معنیٰ دا ملک سارا هئي، نال عشق نہ عقل تھندا

(۴) درشن دو بدو دا هئي ، سودا رو برو دا هئي
حسن هو بهو دا هئي، رخ تي عجب کاکل تھندا

(۵) کتا تيغ حسن هووي، شهيد بي کفن هووي
ديدان دي وچ دفن هووي، نہ غمدل دا غسل تھندا

## کلام روپ پيروين

ثلہ بيپرواهي دي نازکنون ، سينا جلدا سوزگدازکنون

(۱) خوني نين خدنگ خوماري، تيز مژگان کيف کٽاري
باشي باز بره دي بحري، تاب تکي پرواز کنون

(۲) موسیٰ نون مذ کوه کايا، ذاتي نور حضور پسايا
تجلي دی وچ طور جلايا، لَنْ تَرَانِیْ آواز کنون

(۳) بره کيتا بادشاه بدنامان، شاهي جنهن داهل هنگامان
شاه محمود مشتاق غلامان، پچهاها خبرت اياز کنون

(۴) دم دم ساڏا جيئڙا جلدا، جيوين پتنگ شمع وچ پچدا
درد غمان دا دوت پيا دکدا، "غمدل" سهٽيان دي غماز کنون

# کلام روپ پيروين

ٽله ميدان منصفي دي اوراز هجي رنگينا،
نيشان نوک نيزي ناز وادا سنگينا

(۱) منصور دي منادي، شبلي داشور شادي، کرنا تگگن گادي
سولي اتي سنگينا

(۲) ثابت قدم سراسر، بازي بدم برابر، نوبت نظم نيشانير
بي سر بگل و بينا

(۳) فوجاني عشق فالم، بزن بزن به يالم، سالار سپه سالم
هادي اوکل حسينا

(۴) سرتاج کج کلاهي، بيچون بادشاهي، ويساه وجه الله
يافتي يکا يقينا

(۵) غمدل قتل قطاران، گلشن وگل بهاران، دمدم وصال ياران
تجمل و طور سينا

# کلام روپ پهاڙي

ٽله مقيد بي قضا منهنجي، زلف دربيچ زندان دل
جرم جوروجفا جاري، آزاري عشق وندان دل

(١) ابرن جي اشاري سان ، اثر ٿيو عشق جو پيدا
چڙهائي چوٽ چشمن ڪئي، ڇها ڙيون چاڪ چندان دل

(٢) قفس ڪافر جي ڪاڪل جا، ڏنم خرني خمان خم خم
ويڙهي واسينگ وجهن تاونگ، ڪئي قابو ڪمندان دل

(٣) جڏهن جنسار ڪيو جاني، ڪليو گلزار گيسوءَ جو
محو ڏنهن مشق جي مائل، مدام مست مندان دل

(٤) صورت وليل جو نقشو ، سياه گهند ۾ صفا ثابت
غرق غمزن ۾ "غمدل" گم پرين سان ٿي پيوندان دل

# ڪلام روپ تلنگ

ٽله گل چمن ۾ ڪيا مزا هئي - جلوگر حسنِ جمال
گوهر گلشن ۾ ڪيا مزا هئي، جلوگر حسنِ جمال

(١) بلبلِ بيران هوئي ، حيرت وچ حيران هوئي
پتنگن ۾ ڪيا مزا هئي ، جلوگر حسنِ جمال

(٢) نرگسِ عالي خطاب ، نينان نسنگ بي نقاب
سرو سمن ۾ ڪيا مزا هئي، جلوه گر حسنِ جمال

(٣) لالي لبون مرجان مثل ، روضه گلاب چهرا چنبل
خالِ خطن ۾ ڪيا مزا هئي ، جلوه گر حسنِ جمال

(٤) حوض ڪوثر زنخندان ، زلف زنجير مثل زندان
دُرِ دندن ۾ ڪيا مزا هئي، جلوه گر حسنِ جمال

(٥) گلستان در اين غمدل ، خوبان ويکڻ سيني خوشدل
صوفي سخن ۾ ڪيا مزا هئي، جلوه گر حسنِ جمال

# ڪلام روپ پوريا

ٽله تاب حسن پرواز ڪيتا ، ڪر گهور عشاقان گهاوندا هئي
تجلي ڏيندا بجلي وانگي، ناز داز وڪاوندا هئي

(١) الٽي رمز تي الٽي چالي ، الٽي چال چلاوندا هئي

(۲) بحري بازشتاب بره دا، سر عاشقان آوندا هئي
چست چينين وچ چاڙهين حزن لهم پيا کاوندا هئي

(۳) زلف زور زنجير سحر دا پيچ اويڙا پا وڃندا هئي
دم دم عاشق قتل ڪريندا، چشمان نون ول چاوندا هئي

(۴) محبوب سدا گلزار الٰهي، پور ساون پاوندا هئي
غمدل عاشق سگ درازي، چاڪر آپ سڏاوندا هئي

# ڪلام روپ تلنگ

ٿلهہ حسن تيڏي دي تاب ڪنون، برهين آنبھ لايا سارق جلايا

(۱) حسن دي حيرت وچ حيرانا، حوران ملڪ شيون مستانا
پريان تاب نہ چايا نهين سمايا

(۲) هر جا حسن هنگاما هردم، عشق الهوت آزاهڊ ماڏم
زمين فلڪ جل جايا، شور نہ مايا

(۳) جتان عشق دي آتش بازي، گهوران ڪرڪر گهر دي غازي
بي سر قدم اٺايا، نينهن نچايا

(۴) پرت ڪنون ڪيتي پسارا، سر غمدل دي عشق امارا
بسمل ڪر تڙپايا، خنجر چلايا

# ڪلام روپ تلنگ

ٿلهہ حسن ڪمال ذتم دلبر دا، مظهر نُور الاهي شهنشاهي

(۱) قطرا قلزم دي وچ رليا، جيوين حباب هلائي رهز رلائي

(۲) هر جا حسن حقيقي جلوا، ايڪو ايڪ اڪائي، نهين جدائي

(۳) حسن دي حيرت هوش گنوايا، لولو رانجهن ماهي ياد سدائي

(۴) غمدل غرق حسن دي اندر صوفي صاف صفائي، بوش پيائي

# ڪلام روپ تلنگ

ٿلهہ گهونگهٽ گهند نقاب نظاري، ڪيل حسن دا ڪليا هي

(١) روشن رنگ بیرنگ رنگینا ، جلویگر تي جهلیا هي
(٢) التا الت الهوت اویڙا ، منڌ مخاني ملیا هي
(٣) چمک رهي چانڊاڻ چوڏاري، چل پل چیتک چلیا هي
(٤) پا غلاف حسن دا غمدل گوهر گلشن گهلیا هي

## کلام روپ تلنگ

ٹلھ سر مشتاقان دي سنیان ، حسن هلان کر آیا۔ الهي الو
(١) تیر طفنگي آهن آکین جا، سر ساڈي ستکا یا۔ الهي الو
(٢) کون جهلي اهو تاب حسن دا، شمس قمر شرمایا۔ الهي الو
(٣) ناز حسن دي جلوي جنگي، سارا جبل جلایا۔ الهي الو
(٤) مشتاقان دي مارڻ کیتي، قرب قتل دا سعیا۔ الهي الو
(٥) غمدل عاشق بیوس تیڑا، گهور حسن دي گهایا۔ الهي الو

## کلام روپ تلنگ ۔ رامکلي

ٹلھ مست کیتي دل مشتاقان دي، ناز حسن دي نتکي
(١) طفنگ تیر تمنچي طبران، سر واهیان دي ستکي
(٢) باشا باز برہ دا بحري، جهلکان سیتي جهتکي
(٣) لحم لاہ کریندا کتري، کنڈڑا کاکل کتکي
(٤) سر تلي تي چاکر عاشق، هرگز قدم نه هتکي
(٥) گوہ کٹن اها غمدل غازي، مرد جنگي جهت پتکي

## کلام روپ تلنگ

ٹلھ تیوان گهول حسن گهند پارٹ تون اهین نازک نار چپاوڻ تئون
(١) آفتاب آیا هٹي ابر دي وچ ۔ در گوهر لعل بحر دي وچ
تصویر نگار نظر دي وچ ۔ اهین سفید سیاہ سماوڻ تئون
(٢) اها رمزان والي ریت عجب ۔ اها پیوند پاک پریت عجب
اهو میهم راز محیط عجب ۔ اهین پردي پوش بناوڻ تئون

(٣) اهين نيم نقاب دي نئي نئي رنگ - سڀ صورت والي سهڻي سنگ
انوار اکين دي عجائب انگ - وچ ديد دي ديدرلا وڻ تئون

(٤) جڏان تجلي تاب حسن دي کلي - بيتاب ٿيا کوه طور جبلي
پروان کرڙا پڙ پيش مَلِي - ناتي نينهن دي نسنگ نياوڻ تئون

(٥) موهيا غمدل ماڻي محسن دي - درسين دوامي درشن دي
گفتار شکر لب گفتن دي - اهين شيرين سخن الاوڻ تئون

# ڪلام روپ پهاڙي

ٿلهه آج دل کي ديس پر شاه حسن کا لشکر چڙها
عشق شهنشاه گرد و گرد حملا آور چڙها

(١) رعب تابش کي مقابل ، کيا کسي حاجت نهين
معلوم هوتا هي کوئي دارا پہ سکندر چڙها

(٢) غلبه اوپر غلبه هوا ، هنگام هيبت ناک يي
ايمان عقل علم و سلب ، سالار ستمگر چڙها

(٣) رنگين مقتل گاه ٿا ، جب عاشقون کي خون سي
تلوار پر تلوار کٽ کر ، سر کي اوپر سر چڙها

(٤) ابرو کمان کي تير باراني مثل برسن لگي
پيکان مژگاني کا طوفان ، عاشقان اوپر چڙها

(٥) کرني لگي کاکل مقيد ، بيکسون کو بار بار
زلف سيه پوش زور آور ، زنگي زابر چڙها

(٦) غمدل شکستِ عاشقان ، پر فتح معشوقان هوئي
اس لڙائي آشنائي کا اثر يکسر چڙها

# ڪلام روپ پيروي

ٿلهه خوشبو بلند و هوا محبوب گلچمن ۾
بلبل ڦري پسور جان ، بهار آ گلشن ۾

(١) گل پئي عين اعلىٰ - پيا گل لکين گلشن ۾
پل پل پروانہ پنبٹين - عبرت آهي ابرن ۾
(٢) لب گلابي گل چهرو - عجب ڏسندن ۾
منهن مهتاب آهي - رنگ خوب آخالن ۾
(٣) هن باغ جي بهاري عجب روءِ راسيلن ۾
چمڪان سي چتل چمڪن - واهه زيب آ زلفن ۾
(٤) گلزار سچو غمدل - هي گون آ غنچن ۾
چهرو سچي چمن جو - نالي سو گل حسن ۾

# ڪلام روپ پيروين

**ٿلهه**

قربان قتل سِرِي سر واهه ڪيم - اعلىٰ ابرو قطب قبلي گام ڪيم
(١) ڪيان ڪينءُ قضامون وَالّيْلِ فجر - ڪهنوڪات قديمي قبول ڪسر
احرام اسان جو اولين امر - بَلىٰ قَالُوٓا اَلَسْتُ ارواح ڪيم
(٢) نيتيان نيهن نمازون مون نيڻ ڏري - سجدي سجڻ سوا ساعت ڪين سري
هادي حضرت عشق امام ڪري - سوگهو صورت ۾ سا هه پسا هه ڪيم
(٣) صف سهڻ جي ۾ سالار صنم - آيو اظهر ٿي انوار علم
پانئي پيچي پيچ ۾ پيچ پرم - هم دم حق حسن همراه ڪيم
(٤) انهي غمزن وار و غبار غضب - ماٺيون مُوتُوْقَبْلَ لأ جو مشرب
ديدان ديدن ۾ لايون لب سان لب - غمدل دم دم دريا ه ڪيم

# ڪلام روپ پوريا

**ٿلهه**

اسرار بي اختيار - سار وسير آهي سر ۾
صورت محيح سجڻ جي - نازل آهي نظر ۾
(١) ڳجهڙي جي ڳالهه ڪائي - رهبر اچي ٻڌائي
وحدت وسري نه وائي - اوجر آهي اندر ۾
(٢) ڳجهي رَمز اکين ۾ آهي - اوچتو اچن ٿيون ڪاهي
ڪلڙي ڪنهين ڪي ناهي - سيفون ستن صدر ۾

(٣) محبوب مک گلابي - تڪانيڻ سندس تابي
عاشق لاهي حجابي - غمدل آيو امر ۾

# ڪلام روپ لوڙائو

ٿلهه نازگل گلزار گلشن - آهي سدا سينگار گلشن
(١) بلبل خماري مستان پريشان - ڪارڻ دم د يدار گلشن
ناز غماز رنگينا رنگي - عين ڏونهين انوار گلشن
(٢) پرور حسن شاهِ گلستان - صاحب آهي سردار گلشن
ملڪ مجذوبي بي خودي - برهين عشاقان بهار گلشن
(٣) بادشاهي دلق پوشي - محبوب شاه هزار گلشن
نظر نازل تير نيشان - ابرو خمان خمدار گلشن
(٤) غمدل پتنگ پلپل پياسي - عشق حقيقي انوار گلشن
شاه قلندر قادري - پيرِ مغان مختيار گلشن

# ڪلام روپ وهاڳ

ٿلهه صورت صفات اندر - نازنين نقشو نگار
تن من تجلات اندر - نازنين نقشو نگار
(١) نينهن جي ناتي نسنگ - نظر ڏر نشان ۾
صورت محلات اندر - نازنين نقشو نگار
(٢) بي حد بالا بي مثل - سبزه جي بازي بلند
بي رنگي برڪات اندر - نازنين نقشو نگار
(٣) ديدن جي دريافت - دم دم درون ۾ دربار ۾
حق نفي اثبات اندر - نازنين نقشو نگار
(٤) سمجهه سري سير روحي - رندي راز سان
حقيقي همذات اندر - نازنين نقشو نگار
(٥) قصد ڪر ڪاهي ڪڏي - غمدل اڏي جي آرتي
قاتل قتل جي ڪات اندر - نازنين نقشو نگار

# کلام روپ پیروین

ٹله جڏان مک ماھي مھتاب کليا
تڏان عشق سبره بیتاب کليا

(١) دام زنجیر زلفان دا ـ ڳل عشاقان دي محبان دا
آکي پیا ھٹي حبیبان دا ـ تان دفتر بحرباب کليا

(٢) ابرو کمان قھري ڏونھین ـ چشمان ڪجلي کان ڏونھین
وچ سبیني برڇیان بیان ڏونھین ـ تان عشق داچاک عذاب کليا

(٣) درد فراق دي مین ڦٽیان ـ ساڏي دلڙي دست کیتي اکیان
ڪرپرواہ ڏونھین چٽیان ـ جیوین شھباز شتاب کليا

(٤) سھٹي جڏان سینگار کیتا ـ نازغماز نروار کیتا
سر عاشقان اظھار کیتا ـ جیوین تیز شمع آفتاب کليا

(٥) دم دم حسن ھیکار لگي ـ غمدل قلبي کار لگي
ھک ذاتي طلب تنوار لگي ـ نوري سھٹي دا نقاب کليا

# کلام روپ پیروین

ٹله ڪنڊڙي ڪاڪل کار قتل دي ھٹي ـ جیوین جنگ نسنگ جدل دي ھٹي
شکار دي شور کرن ـ کرطور طبل فورن فور ڦرن

(١) زوران زور شکار دي شور کرن ـ ھیبت ھاک حسن دي ھل دي ھٹي
جیوین مور ترن لشکر زور لڙن ـ بڌ موڙ موھن دیدان کوڙ کڙا

(٢) چمکان چوڙکي جلوه جوڙ کڙا ـ جیوین تجلي طور حبل دي ھٹي
گھنڊ نوڙ حجابان لوڙه کڙا ـ ست ست سرواھیان پلٹ پوندي

(٣) جھٹ جھلک سیتي اتون الٹ آوندي ـ تکي تیغ بره والي چلدي ھٹي
ڦٹ راه مسافر کٹ ویندي ـ وسکار تلوار وار و وار ڏسم

(٤) رخسار گرد نوجان شیار ڏسم ـ جیھي چال مرغ بسمل دي ھٹي
عاشق نار نثار انتظار ڏسم ـ رنگارنگ والي بھگڙ پنگ پڏي

(٥) الٹي انگ واسینگان ونگ وڏي ـ دیدار دوا غمدل دي ھٹي
ڏادي ڏنگ لگي سیني سنگ سڏي

# کلام روپ تلنگ

ٹلہ محبوبان دی ماہ منور - نرگس نین خماری ویکو
دیدان والی دام دواری - زلفان دی گل ہاری ویکو
(١) ابروھن کج قوس کمانان - ترکش تیر چتن نیشانان
شمشیرین دا شور شہانان - جلویگر جھلکاری ویکو
(٢) کاکل سنبل قیس قھرہ دی - وسیھل تی واسینگ نظر دی
خم خم خونی ذوق زھر دی - نازنینگ نروارہی ویکو
(٣) شاہ و گدا سلطان سکندر - اعلیٰ افلاطون تونگر
ملک فلک مستان سراسر - ھردی تعبیداری ویکو
(٤) رخ روشن تی لب مرجانی - گوھر در دھن دو دانی
الانسانی ماعظم شانی - گلشن دی گلزاری ویکو
(٥) صاف سرو پاسھٹی صورت - غمدل موھیا موھن مورت
ویس وصال صنم دی سیرت - انا احمد انواری ویکو

# کلام روپ پیروین

ٹلہ مجھ کو دیدار اپنا دلبر دکھا دیا
پرجام وصل جم جم ساقی پلا دیا
(١) وَنَحْنُ اَقْرَبُ قادری رھبر بتا دیا
گلزار دل کی اندر غنچہ لگا دیا
(٢) یک بار سجن صافی سخن سنا دیا
اس اقرار بیقرار مجھے بی سر بنا دیا
(٣) وہ تجلی نور جس نی طور جلا دیا
اس نور کا نظارہ سینی سما دیا
(٤) بی مثل بحر غمدل سر پر اتا دیا
بحر موج مستی جلوا جگا دیا

# کلام روپ کلیاںؒ

تلھ عشق السنا جگایا اپنی اثر کا
دل میں او درشن دیکانور نظر کا
(۱) شور تماشاهی شمان شم حسن کی بازار میں
برهین تماشا بنایا، تیغ و تبر کا
(۲) مست مگن هور هان مون یار کی دیدار مین
ساقی نی مجهی پر کر پلایا جام کوثر کا
(۳) آنکون میں اسرار احسن، نقش وه پیدا هوا
صورت نی چپایا سایا، شمس و قمر کا
(۴) محو تا مخمور غم دل، مغان کی مندر محیط
گلزار حسن غل مچایا، غنچی گوهر کا

# كلام روپ تلنگ

ٿلهه منهنجو سانگ سرتيون سانگن سان ٽٽيڙو
جڪي تن جهانگن لاءِ جگر هيان جيڙو

(١) سرتيون سانگين کي سدا ساهه ساري
ولهي کي ويڙهيچا ويا ڪيئن وساري
جدائي جو تن جي جڏو جي ڪيڙو

(٢) جدا دم نه جاليان وس ناهي منهنجو
اصلوُن جو آهي اديون عشق اهنجو
لڳو جن جگر ۾ قدرتن کي پيڙو

(٣) ويهي چو عمروت ويڙهيچا وساريان
اديون رئي عجيبن ڏکيا ڏينهن گهاريان
غمدل گوندر ۾ سڙي ساهه ويڙو

# كلام روپ تلنگ

ٿلهه قضا آندم ڪوٽ ۾ - منهنجو ملڪ ملير
(١) وڇڙي ولرمان، آيم عمر مير
(٢) ڏسان شال اکين سان، اباڻو ڪشمير
(٣) روئان ٿي رت گاڏڙون، نيڻن منجهان نير
(٤) ملنديس مارن سان، سچو اسٿم سير
(٥) عشق ٿو ايذائي، شهزاد وشبير
(٦) غمدل آمين ڪئي، توڙ ٿون جي تقدير

# كلام روپ تلنگ

ٿلهه ڪانگا هي پيغام پرين کي - ڏج سنيها ساريون ساريون
(١) عشق امر آمين ڪيوسي - ورهه ڪيئن وساريون وساريون
(٢) لطف ڪج لائق لنڊي تي - نظر سان ٺهاريون نهاريون

(٣) هِت هُت آدر آهي اوهان جي - باطن ٻرہ ٻهاريون ٻهاريون
(٤) روز ازل کان آهيان اوهان جي - روز ڪيان ٿي زاريون زاريون
(٥) اچي قربن قدم چميندس - پاڻي ڳچي گل ڳاريون ڳاريون
(٦) سي ڪين ماڻن سڪ ڙا غمدل - ورہ واريون ويچاريون ويچاريون

## ڪلام روپ تلنگ

ٿلهه سنگيون ساريم سومرا - هت سڪن سنگهاريون
ڏٿي ٿيم ڏينهڙا - پٽ تي پنهواريون
(١) بيهي پرين جي - ڪن پنهور پچاريون
مارن ماڻ پچن جون - مير عمر مياريون
(٢) باغ اسان جا برم - ڪپڙيون سي ڳاريون
مديوا اٿم ملير جا - ڏونرن جون ڏاريون
(٣) سهيليون وڏي سونمان - ڪري آيم قطاريون
پدم پاپاڻن جون - سڙتي تنواريون
(٤) ماڙيچيون ملير جون - سڪ سير سچاريون
ڏکيا سکيا ڏينهڙا - گڏ غمدل گهاريون

## ڪلام روپ تلنگ

ٿلهه اڄ ته ڪانگل ڪيون ڪيون - سچر ڳالهيون سپرين جون
(١) وريم واءُ وصال جو جيڏيون - وايون هجر جون ويون ويون
(٢) باقي بيخود ٻرہ ٻهاريون - روح اندر ۾ رهيون رهيون
(٣) سي سيباڻيون ساهه ۾ سريون - نينهن جون نوڪان نيون نيون
(٤) سي نه لکجن لوڪون هاڻي - پڌر پچارون پيون پيون
(٥) صدق غمدل آءُ انهن تان - جن چگيون چپن سان چيون چيون

## ڪلام روپ سهڻي

ٿلهه ڪانگ وڃي چڙ ڪل مارن کي - وڃ تون اباڻن ڏي اڏري

(١) مونجهه مصيبت محلاتن ۾ - وڃي دل ڳڻتين منجهه ڳري
(٢) سوز فراق اوهان جو سڄڻان - جيءُ منهنجي ۾ زخم جگري
(٣) زيور نه ريون زيب نه پائيندس - جو دم آهي ساهه سري
(٤) بيوس بوتو آهت بند ۾ - روح روان ٿيو وطن وري
(٥) پاڙيندس پت پنهوارن سان - هيڪر نيڻن مان نڪري
(٦) ڪودم آهيان ڪوٽ ۾ غمدل - ماٺيندس ملير مري

## ڪلام روپ سهڻي

ٿلهه
مڪمرات روئي - سنيها سانگين ڏي
ڏکن سورن حبا - مون اباڻن ڏي

(١) ڪري زور ظلم پنهوار آندي
گوندر گذاري مارن ريءُ ماندي
سدا ساهه منهنجو تانگهي ترن ڏي

(٢) آهي قيد بيوس بند ۾ بندياڻي
عمر جي قهر ۾ ناحق نماڻي
روئي نير سنديون ڪري منهن مارن ڏي

(٣) اشم اميد مارن حبي ملڻ جي
غمدل تانگهه پرين جي پسڻ جي
ٿيندو موت مئي جو مٽن ماڙيچن ڏي

## ڪلام روپ مارئي لوڙائو

ٿلهه
آءُ ڪانگل ڏي ڪل ڪا - وائي سوائي ڪر وطن وڃڻ جي

(١) امر انهن جي عهد اڙايو - نه ڪين جهلي ڇل پل ڪا
پاڻ پيارئون سک سهڻ جي

(٢) اڻ تڻ اور انهن جي آهي - اهڙي پيا نه اپل ڪا
لاتقنطو آهي مام ملڻ جي

(٣) ڪيئن جاليندي قيد قفس ۾ . باغ بنا بلبل ڪا
ساري سنياري مند بوند برسڻ جي

(٤) قول ڪنهين آندي آهي ڪوٺڻ ۾ . ڪونج منجهان ڪرڳل ڪا
اڪيرا دم ڏي اٿس اڏرڻ جي ،

(٥) غم دل گوندر گهاري گذاري . مان ٿئي موڪل ڪا
وحدت ناهي وري وسرڻ جي،

# ڪلام روپ لوڙائو

ٿلهه چيڏيندم ڪين چيني ، منهنجو سڱ سنگهار
ماروئڙا منهندار

(١) جالن ۾ جايس ، سنڌڙي سپايس ، عمرڪوٽ آيس
ڪنهين ڪاڻ اقرار

(٢) پاليئون پناري . پلر پيٽاري ، سهجڻون سينگاري
هليم ساٿ جا سردار

(٣) جهڙو حال حشر ۾ ، ٿر ٿلو ٿيوٿر ۾ ، پلا پٽن پير ۾
ويهي ڪن ته ويچار

(٤) غم دل گوندر گام ، ساڪل منهنجو سام ، اولا سي ارواح
ساري سپ جمار .

# ڪلام روپ لوڙائو

ٿلهه ابائڻ سندا پڌ عمر ٻولڙا . جهرجهنگ جهانگي جهين جهولڙا

(١) ٿئي سان سبن ٿا گجا گودڙيون
اپڙيون وراڻي ڏين او سڙيون
جهرمرڪاون سنڌ ا پري پائڻ چولڙا

(٢) رکي سرتي سينهون سرتيون سڏيون
ڏهيليون سهيليون سا هيڙون گڏيون
هلن جرتي جيڏيون ڪري لوڙا

(٣) مارون مال چارڻ اچن اويلا
ڪڏهن پيٽ ڪاڻ ڪڏهن ويهن ويلا
ان پر غمدل گذاريڪن مارون ميرڙا

## ڪلام روپ لوڙائو

ٿلهه ڪڏهن وسرن ڪين اباڻا - منهنجا مارون موريما ٺا
پلڪ پلڪ ۾ پنهوارن جا - پون ٿا پور سپراڻا
(١) ويڙهيچن ڪان وچڙيس ڪاڪون - طلب اندر ۾ تانگهان ٿا ڪون
هيڻوفراق ڦتي ڪيو ڦاڪون - جيءَ ۾ اٿم جهورا ڻا
(٢) پلر پيرون پڪا پٽن تي - مارون منهنجا مست متن تي
آهيون ڪين خوش ٿي ويهان ڪن تي - متان ڏين عتاب اوراڻا
(٣) بيشڪ باغ اسان جا برم ۾ - ڪرڙ ڪکوريا ٿو مر ٿر ۾
ڪنديس وروهان ويهي ولر ۾ - منهنجا سانگي سانگ سٺاڻا
(٤) زيور زيب زريون پٽ پاڻ - لائق ناهي لوئي لڄاڻ
مرڪ اسانجو ماڳ ملهاڻ - شل سرچي سات سڃاڻا
(٥) پلنگ پاڪ پٽيون پنهوارن - وليون ويس وڳا ويچارن
غمدل سهڻو سير سنگهارن - واريون طول وهاڻا

## ڪلام روپ لوڙائو

ٿلهه پنهوارن جا پور - پلڪ پلڪ ۾ پيچ پون ٿا
جيءَ ۾ جدائي جا اٿم جهوراڻا - سهيلين جا سور
(١) ڦٽ فراق جا چاڪ چڪن ٿا.
(٢) اُنئي پاس اڏيون آڏا ڻا . تنواري هلسيم ٿور
ڪير ڪنيون ڪاٺي خوش ٿين ٿا.
(٣) ڏٽ ڏهاڙي تا ڪيئن ڪشيرا - ويڙهيچا وهلور
ونهيل ولين ۾ ويڙهيا وتن ٿا.

(٤) غمدل گهوريا گوندر ڏينهڙا . ڏوٿيڙن کان ڏور
ڍهاڙي ڏوڙا پا ڏيهي ڏين ٿا .

# ڪلام روپ ڪنيات

ٿلهه
پرت وندا پنهوار . وٺيا مونکي واهه ويڙهيچا
(١) قائم هوندن ڪٿ هميشه . مٿن مينگهه ملهار
(٢) اتو ماڳ مٿن مارن جو . گل ڦل ٿيا گلزار
(٣) پسي جهوپا جهانگيڙن جا . درشن ٿيا ديدار
(٤) غمدل هونده اسک سانگيڙا . هادي ءُ جا حبدار

# ڪلام روپ پيروي

ٿلهه
جڏمن پون ٿا ياد اباڻا . دل جا حال ٿيا فقيراڻا
(١) ڪٽي جي آئين ڪوه تان ميان . اُهي ڪم اٿي چوراڻا
(٢) ڪاڄ عمر تنهنجا ڪين ڪائيندس . زهر لڳن ٿا ڪاڻا
(٣) سيج پلنگ تي مان ڪين سمهندس . وڻن ٿا ڪين وهاڻا
(٤) غمدل آهي غم مارن جو . منهنجا روئن ٿا نيڻ نماڻا

# ڪلام روپ پيروي

ٿلهه
سي ڪيئن خوش ٿي ويهن ڪنن تي ڪليون
جيڪي پلر پکون پي پکن ۾ پليون
(١) منهن مارن جا محلاتن کان، پلاپاڻ عجب اوطاقن کان
بيزار بنگلن باغن کان، ويڙهي ويهن ويڙهيچا
ولهار ولڙيون
(٢) زيور زريون زينت پريون، ساڙيان ويس وڳا سينگار سريون
چوڙا چوڙ ڪرن چندن هارچريون، ڳانيون گت ته ڳچي ۾
پائن گهليون

(٣) جوڙنا هي جنسار اسان ، جهانگي جهنگ جا آهيون الا
جهونجهار اسان
پاڙيون قول اهي اقرار اسان ، مارون ماڳن تي
ويهن ميدان ملهيون

(٤) ثابت سر ستر آهي سنگهارن جو، پردو پوش پڌر
پنهوارن جو
غمدل درد گهٽو دلدارن جو ، اڏ مات اندر ۾
اٺم گهاءُ گهليون

## ڪلام روپ پيروي

ٿلهه
مارن ملڻ جون اکن ڪي اڪيران
ارادي الست واريون ساهه ڪي سڌ يران

(١) مارو ها مليرم منهنجا ملاقي
هت مون بند يا ٽي بند ۾ باقي
ٿيون منهنجي باب ۾ ٽڪيون تقديران

(٢) جهانگيرا جهنگن ۾ ننگي ننگ پرور
ستر سنگهارن لويون ۾ لير
پاڻ پوشاڪون پنهورليران ڪتيران

(٣) ملڪ ماڙيچن جي بجليون پڙڪن
ڪڪر ڪڪوران ڪيون پيا ڪڙڪن
وس ٿي ويڙهيچن مٿان بادل بحيران

(٤) غمدل سانگين اڄ مونکي ساريو
سارسيڻن جي جيءَ کي جيٺاريو
لڳيون لونءَ لونءَ ۾ مونکي تڏيون ترهيران .

## ڪلام روپ پيروين

ٿلهه
اباڻن جون عمر مونکي - ميارون مير مارن ٿيون

(۱) آهيان هِت قيد کوٽن ۾ . وسن تا سانگ سانگيئڙا
جهري جهانگين لاءِ جيئڙو . ڳڻيون روز ڳارن ٿيون

(۲) اباڻي پار ڏي اکڙيون . وسائن مينهن محبت جا
روئي روئي رفيقن لئي . هنجوئن نت روءِ هارن ٿيون

(۳) فَاالذُکُرُونِيَ اَذکُرکُمُ . کيم وعدا پکي پيهي
ساريان ڪين نه ويڙهيچا . سنگهاريون روءِ سارن ٿيون

(۴) وطن جي هيرلئي هينئڙو . اُداسي آهه گهڻو غمدل
تارون طلب جون تن ۾ . راتيان ڏينهان تنوارن ٿيون

# ڪلام روپ پيروين

ٿلهه
سانگي سانگ هليا . وڳر ڪل قطاريون
ميرعمر ڏي موڪل . سڪن ٿيون سنگهاريون

(۱) سُٺيج سومراڻون . دردن جون داهون اللهﷻ لڳ الاهون سنديون عشق آهون
موٽائج مليرڏي ته پرچن پنهواريون .

(۲) مرڪي مارن سان ڪليون ڪير پيئندس ڳلين ۾ ڳالهيون ڳڻن جون ڳائيندس
ٿورو ڪجانءِ ٿرتي سومراستاريون .

(۳) تَڏي هير ٿرجي اباڻن ڏنهن آئي . سڏ ير منهنجي سا ڪي تيزي سدائي
ڪيون مينهن موجان پٽن ٿي بهاريون .

(۴) مارن ري ماندي گهڙي ڪين گهاريان . ڏکيا ڏينهن غمدل گوندر مرگذاريان
ويڙهيچا نه وسرن مارن ٿيون مياروُن .

# ڪلام روپ پيروين

ٿلهه
ڏوٿيئڙا ڏسندس . ويڙهيچا وينگس
ڏاڏي قلم قضا جي قابو قيد ڪيس

(۱) جهانگيئڙن جا جهير . تکا لڳم تير
هينئڙي اندر ا ڪير . جودم پئي جيئندس

(٢) ناهي انگ عمر سان . پرٿون پنهور سان
خوش ٿي کيت ور سان . لائون مون لهندس

(٣) گوندر غم گهڙيون . ڪاٽي قيد ڪڙيون
جهانگين جون جهوپڙيون . پڪڙا مون پسندس

(٤) جيءَ ۾ جهور اٺو . اٺم اور اٺو
مارن سان ماٺو . کهڙو مون ٿه ڪندس

(٥) هيٺڙو درد فراق . چيري ڪيم چاڪ
ٿرم مٺيءَ جا ٿاڪ . باندياڻي بيوس

(٦) ايندم اٿيلو . وصل جو ويلو
مارن سان ميلو . ڪليو ڪير پيئندس

(٧) قادر قيد ڪٽي . ماروئڻ منهنجي مٽي
ٿيا اٺم ڏينهن ڏٺي . غم دل گڏ گڏ بس



ڪلام روپ پيروين

ٿل: جيڪو مارن ڏنهن اچي خطرو ڪيٽي - چُميان چشمن سان تنهن جي پيرن پيٽي
تنهن پانڌيءَ جي پيزارن تان - پنهنجي پرت وندن پنهوارن تان
سرساهه صدق سِڪ وارن تان - جن جي گوندر ۾ آهي گهرج گهٽي
٢- هن حال منهنجي جي هيءَ ڳالهه ڳهري - خاطي خطرو ڪولي ڪر خبر ڪري
متان محلن ۾ پڄي ماندي مري - منهنجي مَيت جا ٿي ڏسار ڏسٽي

٣- هي قسمت قيد ٻـهـانو آهه - مَن مارن لئي مستانو آهه
سچ سِـير صبر سامانو آهه - ڪندا وَرِ نه وِلهيءَ جي سنگهار سِيءُ
٤- ٻيو َس بيقرار بندي عمـَدل - گوندر ۾ هٿ ڪيئُن ڪندي
ساري ساٿ سلامت وطن ويندي - منهنجي وصيت ويڙهيچن کي وسي.

## ڪلام روپ ڀيروين

ٿل: عُمر سانگ منهنجو سانگين سان سِٽانو - ناهي ڪانڍ ڪوٺن جي، ڏنم ڏيهه اياڻو
١- ڀيجي ڪوٺ قالُوا بَلىٰ جو ٻهانو - رُليم روح مارن اوڏانهين اڏاڻو
٢- چالن منجهه چايَس مُون نِند ٿي نپايس - ڪندِس ڪيئن هاڻي مارن سان ملاڻو
٣- ڏکيا ڏينهن گوندر ۾ گهاري گذاري - ڪيم ڪولِ تن جي ٿيَن منجهه ٿاڻو
٤- وسي ماڪ مُيءَ تي مارن جي مِهر جي - سندن ساٿ سرهو مون ساهه کي سيباڻو
٥- ٿنگي تنگ پنهنجو سنياري سچاتو - ٿالو ٿان عُمـَدل تيتهن ۾ نماڻو.

## ڪلام روپ ڀيروين

ٿل: ياد وطن جاوڻ نه وساريان - تن سانگين جا سانگ
١- روح ازل ڪلن پڌ ۾ پاياڻي يات ٻره جي ٻانگ - تار اُهائي مان طلب تنواريان
٢- راتو ڏينهان رُوح منهنجي کي تن وَنهِيَن جي تانگهه - سار سد ائين مان ساهه ۾ ساريان
٣- ڪوٽ قصر قلعا قيد خانه، عُمر اٿم اوڻ انگهه - نِت نيڻن مان نيشان نِهاريان
٤- ڪوڏ ۾ آهيان منجهه محلاتن، ڪوهه اڏاريان ڪانگ - اڄ اڄهوٿي مان اهنج اُڪاريان
٥- لَا تَقْنَطُوا مِن رَّحْمَةِ اللَّهِ، اميدون آ سانگ - وارنه هِڪڙو مان دِل تان واريان
٦- عمـَدل گوندر ڏينهن ڏکيرا، لنگهه لنگهه لتاتي لانگهه - جنم جهانگين سان مان گڏجي گهاريان.

## ڪلام روپ آسا

ٿل: سانگ تڪيون پيو سانگين ساري - مارن ڪاڻ ملير
١- پسي پيٽن تي پڪا سپراٽا - ٿاڪ اڳيان ٿوهن جا ٿاٽا
سکي ساهه سرير - تن مَن مُنهنجو تِن کي تنواري
٢- اَلَسْتُ بِرَبِّكُمْ مون ڏي مکائون - قَالُوا قول التو هو آئون.

سَتُ سلامت سير - سندن سينهو سبق سيکاري

٢- ماروها مليرَ ۾ مُساواتي - قرب اُنهن جو ذوالقرباتي

پَلر پسيُون ۾ پَنير - وَتَ وَرتِن پيا وارستواري

٤- ڪالهه واهيراڪڻ اڄ ڪاٽي - ويا ويڙهيچا وَسِ ڏتي جاتي

جُوءِ جَنَّت جهنگ جهير - مسرُور ٿيا ٿيندي ماڳ موچاري

٥- حُب وطن جي هردم غالب - ساهه سنگهارن ڪونه ۾ قالب

قَيدُ المَاءِ ڪَپِيرُ - نرتر ڪيو قضا جون گهڙيون گهاري

٦- سانگيئڙن جون سَوين ستاريون - غمدل گوندر ۾ گلزاريون

دلاسا دِل ڏِ ير - لَا تقنطُوا جي لاشڪ لاڏي.

ڪلام روپ مانجهه

ٿل: ملڪ ملُو مارن جو، مور نرويندو وسري

مور نرويندو وسري، جو دم آهيان جيڏري

١- ڪاڻ ناهي ڪوٺن جي ييوس آهيان ياندي - قسلم قضا ڪوٺن ۾ اُمرالاهي آندي

ڪيئن مونجهاري ماندي، ڳارائي منجهه ڳري

٢- پيار منجهان جن پاليو پاڪ پکن پيٽاري - ساهه سنگهارن سرتين سون منجهارُون ساري

ويندس واڳون واري، ٿيڙن مان ٿل ٽڪري

٣- ڪنور ڪنگون ڪانهن ڪنداڙهڙ ڪيو ڪهي - برم باغيچن تي بيحد بُونڌُون برسن

ڪيئن گلزاري گلڙن، نازنظاري نسري

٤- لاڏا سان جو ليڙون سير ستر ٿا ڍڪيو - مرڪ ناهن محلاتيون ماڳ مليرملڪوتي

لعل لوٺي لاهوتي، پوشاڪن ۾ پڌري

٥- مُند ميلي جي آئي واهُ وصل جي واٽي - سات پري سانگيئڙا تيا سائيم ڏي سائي

غمدل سِڪڙي ساماٽي، گوندر ويندا گذري.



ڪلام روپ مانجهه

ٿل: منهنجي ڪاڻ مارن ڪيا ويس ڪارا - مٺي ماڳ ماتم مچائن موچارا

١- ڏکيو ٿا ڏسائن - سي ٿاٿو نيائن - واريون ٿا وسائن
ويڙهيچا ويچارا

٢. ساري سات کي غم - اندوهه عالم - ڪيوهي قضا ڪم
ڪتي تيا ڪوهيارا

٣. ڏورڻون پيئي ڏ ناڻون - رندن تي رُناڻون - پڪا پيئي پنڌيا سئون
لڏي ويا لويارا

٤. غمدل گذاري - هليا سانگ ساري - وري واڳ واري
اڏيندا اوتارا

# ابيات

١- مون مارن جي ملڪ تي - ميوا منڊ پڪا
جهولن ۾ جهانگين کي - پيرون پسيون پڪا
سک ٿا سمجهن ڏک کي - پنهور پِرت پڪا
ڏيءُ ساعت سانگين جي - پيا غمدل سال پڪا
جي ڪير ڪالهه پڪا - سي قول نه وسرن ڪنهين.

٠١٠١٠١٠١٠

٢- غم مارو پاڻ ۾ - پيٺ پڪ ونيون
ويهن واريءَ وچ ۾ - ونجي ويڙهه ونيون
ڏٽيون گڏ اِئن داد ليون - سيلها وارو ٿيون
اوڏين لويون اُن جون - ونجي لعل ونيون
تُنهنجي وڳن سان نه ونيون - غمدل پريون پا نهنجيون.

••••••

٣- الله مارن ڪاڻ - ٿل وري ٿرُ وسائين
ته ملي ملاقات ڪيون - سندي روح رهاڻ
غم لاهيون غمدل جوي - گوندر جا گهمساڻ
حا صخيلي خدمت جا - ڏوٿ الهن ذات
لاهيون سڪان ساهه جون - سرچي سانگين ساڻ
سدا تن سانگين جا - پلا وسائج پاڻ
اوڏاهين مون اماڻ - ته ونهيَن ساڻ وصال ٿيئي.

٤- منهنجي مارو ئڙن کي - دعائون دل ڪري
جن ري گوندر گهاريان - تن ري ڪا نه سري
مندون موٽي آئيون - ماندي هيءَ مري
غمدل هن غريب جي - گهٽو دل گهري
پنهور ٿيا پري - پرڏيس مون پرديس ۾

•••••••

٥- منهنجي مارن کي - دل ڪري دُعائون
اصلي روز ازل کان - اُنهن جي آئون
ڏوٿيئڙن مون کي ڏنيون - لوئيءَ ۾ لائون
غمدل مون کي ملڪ جون - وٽيون هُون وائون
سگهڙ سائون - وسرن ڪين وطن جا.

••••••

٦- وسرن ڪين وطن - جا پڪا پراڻا
واءُ ڪستوري واسيا - پاڳين جا پاڻا
اُنهي پاس اڏن ٿا - آجها آڏا ڻا
باغ اسان جا بر ۾ - ڪِرڙ ڪنڊا لاڻا
غمدل مون ريءَ ملڪ تي - ولر ويڳاڻا
ٿاڪ وجي ٿاڻا - ٿل پسان پنهوارن جا.

٧- پَسان پنهوارن جي - سُهڻي سر زمين
هُت پَلر پڪون پرت مان - تاپنهو رپيئارين
ميارون مارن جون - ڪَڏهن ڪَنڌس ڪين
غمَدل گوندر ۾ گهٽو - گذاريان غمگين
هيءَ گولي گَذ گَڏين - شل پيمَر پنهنجي پاڄهسان.

•••••••

٨- پسان پَنهوارن جا - دِيدن سان ديرا
مُورنه مِهڻي هابُ ڪيان - مارو مشيرا
پاڪائي جي پت جا - ڏيان پٽن تي پيرا
ارادا ارواح ڪي - اتم غمَدل گهڻيرا
تہ پيا گيا پليرا - ڏِين مُبارڪون مليرءِ

••••••••

٩- مُبارڪون مليرءِ - منهنجون مارن کي ملنديون
سينگيون هِن سَپڄ سان - خوش کيڪاري ڪلنديون
ورتيون ولر وچ ۾ - هسِيُون پائي هلنديون
شل پردي پاند پناهه جون - جُهلون سر جهلنديون
غمَدل گڏ گفتا ڪيون - مارونئڙيون ملنديون
تنور پائي تِلنديون - نہ تئون ناز نياز سان.

••••••••

١٠- ڪَڏهن وساريان ڪين ڪي - سخن سانگيئڙن
لَا تَقْنَطُوا مِنْ رَّحْمَةِ اللهِ - اُميدون آهن
الله اجهڙ والِ ڪي - مارون مانَ ملن
تہ غم لاهيون غمَدل جوي - پسي پرتونڊن
اڪيون عيدان ڪن - ڏسي ونڻ وطن جا.

•••••••



١١- ڏسي ونڻ وطن جا عيدان ڪن اڪيون
اِشاري الست جي - ساندڻ سڪ سڪيون
قَالُوا بَلىٰ جي قرب ۾ - رضا رب رکيون
غمَدل برہ بکيون - ڏسڻ ڪارڻ ڏيهہ جي.

••••••••

١٢- ڏسڻ ڪارڻ ڏيهہ جي - اڪيون آساوند
جهاتيون پائن جُهد مان - پيچي ڪوٽن بند
پيارن پَنهوارن جي - پرت ڪيون پيوند
من موتي ملڻ مند - غمَدل گوندر گم ٿئي.

•••••••

١٣- گوندر وڃي گم ٿي - شل نفي ٿي ناسوت
ماڻيان منازون ٽن جو - ملڪ وڃي ملڪوت
جايون جهانگيئڙن جون - جهنگ اتم جبروت
جت پادل گرد غبار ها - سولا ٿيَن لاهوت
ورولي يون ويرا وراڪا - حق سندن هاهوت
شل پَرپسي پاهوت - گڏ غمَدل گوش نشين ٿيان.

•••••••

١٤- گوندر وڃي گم ٿي - شل تَغيّر ٿئي تقدير
قضا پهانو ڪوٽ جو - ذرا ٿِين زنجير
تہ نِيڙن مان نڪري ڪي ي - مِلان منجهہ ملير
ڏار ترٿيان ڏٽوال ڪان - غمَدل دامن گير
امانت اسير - پَرواسِيَن پِلي ٿئي.

•••••••

١٥- پَرواسين پِلي ٿيان - ڪري قادر بند خلاص
عَبث عُمر ڪوٽ ۾ - آهي دمُ اُداسُ
گهٽي گاهہ فراق جي - تِهوڙي ڪيو ناس
ميلاپي جي مند ڪي - ستياري توساس
غمَدل دم غواص - درد دِل درياءَ ۾.

(١٦)

لڌي وس وڃڻ جي. ڪئي ساڳيئڙن صلاح
مينهَن وڏي موج ڪئي. يڪسر سنجهه صباح
تل ترايون تا نگهتر يون. واهه اُڙهـا واهه
گل ڦل باغ بهاريا. غمدل برسيا گاهه
جاگيرون جهانگين کي. مڙئي مُلڪ مُباهه
مال هڪالي هليا. اڻ ڪُت اُڙد انباهه
مون باندياڻي باندم. آسري الله
سِڪي منهنجي ساهه. سنگهارن کي ساريو

(١٧)

لڌي وَس وڃڻ جي. ڪئي ويتر هيڄن وائي
ڪِنوٽين پاس ڪٽي ويا. پکا پنهنجا ٺئي
ڃت بروسي بَرحال ٿيا. اُتي اڏيون اڏيائي
منهنجا خويش وڃي خوشنود ٿيا. ڪِوَ ڪُنييُون ڪا ٺئي
مُون باندياڻي بندم. جاليان جُدائي
ته فَاذْكُرُونِيٓ أَذْكُرْكُمْ. اشارت آئي
سنيهي سڄڻ جي. سِڪ ويتر وڏائي
گوندم غمدل چوي. ڪندو سيد سڻائي
هِيءَ وحي وداعي. وري شال وصال ٿئي

# پاڳو چوٿون

## باب اُوڻيهون

# مومل ۽ راڻو

ڪلام روپ راڻو



ٽل : ناهي مناسب ميندرا ـ مومل سان ماڻو

١ جهڙتِ پيئي نه جڳ ۾ ڏسان ـ ڏانهُ ڏير دا ڻو

٢ اُنُ ٽُل اور اندر ۾ ـ جيئن گُهمي گهاڻو

٣ پَرچ ڪٽي مُنهنجا پرين ـ ڇڏُ ناهنج رُساڻو

٤ ڪاڪِ متان ڪاري ڪرين ـ سودل تِيءُ سياڻو

٥ مُلهه مهانگو عشق جو ـ نه تو نينهن پُڇي ناڻو

٦ غمدل سوز فراق جي ـ ڪوري ۾ ڪاڻو

ڪلام روپ راڻو



ٽل : منهنجو راڻل ڪين رُسي
لوڪ رُسي نه تو وار ڪسي

١ مان سودل جي سودل منهنجو ـ فَاالذڪرُونِي رنگ رُسي

٢ پاڙين ڪي ڪِيئن پول انهيءَ ۾ ـ پُلايو بيـر وسي

٣ پسِي حملو حال حقاني ـ سَپُ سَڌُنِ واري سُسي

٤ اپر عيب اسان ۾ چاڻي ـ حال تي هر ڪو هسي

٥ سر غمدل جي سانوڻ وانگي ـ برهه جو بادل وَسي

# پاڳو چوٿون

## باب ويھون

## نُوري ڄام تماچي

ڪلام: روپ ڪاموڏ



ٿل: اَدليون ڳَـڏِليون ڀِـيَ ڪـي ڀَـي تيون
آيون ڄام سـمـي جـي سام مـيـان

١. ڪِڪِيءَ ڪارِيون ڪـٽن مَـٿـي ٿي — برھ ڪيون بـد نام ميـان
٢. ڇڪ ڇڪڻ ۾ ڇو تا جن جا — ھلن ڳند ڙيُون ڳام ميان
٣. دوءِ ڏرا آھي ڦُوت اُنھن جو — طلب نہ ڀِي ڪنھن طعام ميان
٤. غمڏل صادق عشق انھن جو — جيڪي رھن مست مدام ميان

كلام ○ روپ سهڻي

ماندي دل ميهار ڪئي آهي حسن سردار ڪئي آهي

سورنهن سڙ جهڙا برهه بيقرار ڪئي آهي ۔

١. ڪڇو ڪنيون ڪچ ۾ گهيڙ ڪمان گهڙتي ٿي      تار ۾ توڪل جي ترهي تري ٿي

ويڙهي وڏي ويرن وچ ۾ ڏنار ڪان ڏار ڪئي آهي

٢. ڪچ مچ مانگرمرون ملاقاتي      سوين ٿيس سير ۾ سينسر ساٿي

مهل قضا جي ميهر پرين پرپڪار ڪئي آهي

٣. رات اندهاري بحر بيشماري      ڪارون يارڪن جا ڪپر قهاري

اوڙ الهوت واري گردابن گار ڪئي آهي

٤. ساهه بنا سهڻي سر پر سرندي      وڃي پيئي وٿاڻ تي واڳون ٿا وڙهندي

ڏسي يار لاش لڙهندو الاهي ٿهار ڪئي آهي

٥. غمدل سڙڪي سڪ سوز واري      محب ميثاقي پاڪ پياري

قَالوُ بَلىٰ قول جي ۔ قلب عوڪار ڪئي آهي

# ڀاڱو چوٿون

# باب ڀاويهون "سسئي پنهون"

ڪلام روپ ڪوهياري

ٿلهه: ساسوير لڏيا ٿون - ڦاڙ ڪين گڏيا ٿون - ڪيئن سُتي آهين سڪ سسئي

١ ڏونهن ڏرڪان ڏاري هُيس ڏرڪان — تڏي ڇپرين ڇڏيا ٿون
٢ پرهه ڦٽي پرڀات جو — اُٿي ڪيم الاهون
٣ ڏاڍو فلڪ فراق جو — ڏکڙا اڏاڄ ڏنا ٿون
٤ لاشڪ ڪارڻ لڪن جي — لڏيون ندوريءَ لاٿون
٥ هن ٽڪيءَ ڪي ٽڙن ۾ — ڀڳڙ ڏيندم ٻانهون
٦ پاڻ سڃاڻڻ ننگ پنهنجو — مون ۾ لڪ مدايون
٧ ناز ڪ ڏاڍو نينهن جو — سڪ مان ساهي ٻڌائون
٨ غمدل ڪي سهڙ سور جا — ٽٻنڌن لاڪون ٻڌائون

ڪلام
روپ ڪوهياري

ٿلهه: ووڙي لهنديس ورڪي — ڏونگر سيپ ڏوري
١ سِڪ سڄڻ جي ساهه ۾ — ڪيپي ۾ ڪوري
٢ ڏيرن مُئي سان ڏاڍ ڪيڙو — وياجي جُدو جهوري
٣ آڏيءَ رات اُٿي ويا — مُهاڙون موڙي
٤ هوت بِناهِت هيڪلي — اڪيلي اوري
٥ غمدل يار عجيب ويا — چاڪ اندر چوري

ڪلام
روپ ڪوهياري

ٿلهه: هاڙهي ڪانءَ هلي — هَليس مون هيڪلي
ڪاهيون ڪيچ وڻ ڏي
١ جنهن ڪي جهوري جت جي — ڙوري ڪانءَ جهلي
٢ نگڙم ناوڪ نينهن جي — منجهه ڪاپار ڪلي
٣ عِشق سندي آنبه ۾ — ويئڙم جبل جلي
٤ لاهي لاڳا پا لوڪ جا — پيڙس ڇپرين ڇلي
٥ ووڙ بيندس ونڊر ۾ — ڏر ڏر گوٺ ڳلي
٦ سسئي سا ٽيڙن لئي — روهي منجهه رُلي
٧ غمدل هادي هوت جي — هيءَ ڪوڇي ۾ ڪملي

ڪلام
روپ ڪوهياري

ٿلهه: آيل پاروچن جو — ڪوجو ڪاڻ لڳو مون
١- هنيو جو هوت هٿن سان
ڦهريين پور ڦڳو مون
٢ راتيان ڏينهان روح ۾
سوريان سور سڳو مون
٣ جهوراٽي جت پنهل جي
جهوري وڏ مجهڳو مون
٤ دلبر جي درد فراق جو
سر ۾ ساڙ وڳو مون
٥ پيٺر هن پنيو رکان
پيرو هاڻ ٻڳو مون
٦ غمدل ڏاران دوست جي
آهي روئڻ رڳو مون.

## ڪلام
### روپ ڪوهياري

ٿلهه: جيڏيون منهنجي هوت پنهل جا
آيم رات پيغام

١ سونهين آنديم سيڱهه ۾ — سڄڻ جا سلام
٢ سي ڏي سانڍيم ساهه ۾ — توکي عشق انعام
٣ محڪم ڪي مطلوب سان — عشق تنهنجو اسلام
٤ غمدل ماندو جو ٿئين — تنهنجو آهه عشق امام

## ڪلام
### روپ جهنگلو

ٿلهه: هوت جنهن هيئڙي ڪنون لائي ويو. سيئي ڏونگر ڏوريندي يون
سيئي ڏونگر ڏوريندي يون. ويون پنهل پنهل ڪنديون

١ جن کي ڦٽ فراق جا. سي چاڪن ۾ چڪنديون
وڙ وڙ وائي وات انهن. ويون روهه مٿي رڙنديون
٢ ڪاڪيون ڙي ڪيچيئڙن جا. پنڌ تڙ اجهي پڇنديون
ڏک سور ملامت طعنا. تهمت سر مٿي سهنديون
٣ عشق جنهين وٽ آتش ٻاريو. سي جوش ۾ جلنديون
سور سيتيون ڙي سوز انهيءَ ۾. گجهه گهاءُ اٿي گهرنديون
٤ غمدل تلقين يقين ڪيون. سي پنهل وڃي لپنديون
خوف ڊپ جا سڀ خطرا لاهي. چوٽ وڃي چڙهنديون

## ڪلام
### روپ ڪوهياري

ٿلهه: پنهل وسٿي تو پاڙي ۾. جيئڻ ڏڏين ٿي ساڙي ۾
١ جانب ڪڙيون آلئيون اڙايو. پيئڙ برهه جا ٻڙڪن ٻاهيون
سوز فراق جي ساڙي ۾
٢ ڪيچ پنهور ٿون جدا نه پائيج. خيال ڏوٽي جو مورنه آڻيج
وصل وصال جي واڙي ۾
٣ نينهن ونيا نج نيڻن سان. ڪج وفا ورهه جي ويڻن سان
قرب قتل جي ڪاڙهي ۾
٤ الٿي بحر عميق ۾ آئين. ڪيئن غمدل لوڪون پاڻ لڪائين
عشق الهوت اڳهاڙي ۾

## ڪلام
### روپ جهنگلو

ٿلهه: اڄ ته اليل محبين جا. مون کي سيني ساما يا
سيني ساما يا. مون کي ياد پرين آيا

١ ڏِسڙا انهيءَ ڏينهن جا. جي گڏجي مون گهاريا
اڄ ته اڪيلي ويٺي اوريان. سڄڻ سهايا
٢ هو جي هجر فراق جا. مون پور ڪي پرايا
سور سُتل تن ساٿيڙن جا. جلوي جا ڳايا
٣ عشق ته آريءَ جام جي. سو لک لقب لايا
مٺا تن محبوبن جا. مون چشمن تي چايا
٤ قرب ڪند اشل ڪيچيڙا. جي ڏور پٺي ڏسايا
اڳ اينداهن غمدل جي. سنت ڪري سعيا

ڪلام
راڳ جهنگلو

ٿلهه: دونهان درد فراق جا - ويو پار وچل پاري
پار وچل پاري - ويو ساهه سڄو ساڙي
1 هٿڙا ڪنيون هوت ڏي - هي ءَ اُڀي او ساري
خان پنهل جنهن جو چارڻ هيو - وڃڙا ڪيچي قطاري
2 پانهين خان پروچ ڪيي - ٿي پلپل پُوڪاري
دانهن سُڻي ڪا ڏوبڻ جي - شل واڳ ونهيل واري
3 محبت مٽي تي مهر ڪندو - شل ايندم او طاري
عمّدل گولو در سندو - ٿو سڏ ڪيون ساري

ڪلام
راڳ جهنگلو

ٿلهه: نال نماڻي نيندو - کهڻي ڪانگ - پنهل ڪڏي ايندو
1 ناتو هِن نڌر سان - ڇيني ڪِين ڇڏيندو
2 عمر گوندر گولي ءَ جا - ڦُر ٻئون شال ڪٽيندو
3 آريا ٽي ءَ جي اچڻ جو - ڏينهن ڪندور وٽيندو
4 اديون تري آسر وندڪي - دوست دِلاسا ڏيندو
5 پڪا اوري پرت جا - اچي آري آڏيندو
6 ڪو هيار و ڪيچ شهر ۾ - عمّدل گڏ ڏيندو

ڪلام
راڳ جهنگلو

ٿلهه: اڄ منهنجي اڱڻ ٿري - ايندم سڄڻ وري
ڪانگل کهڻي لات - پولي پاجهه پري
1 شڪر الله ڪري اڱڻ ٻهاريان - بسم الله ڪري اکين ۾ ويهاريان
آبرو چانو ڪندس پوندم نينڻ ٺري
2 ازل ڏينهن لاڪون ڪنيم او سارو - پنڌ حسيني راتيان ڏينهان راڙو
دانهون درد سٽي ڏونگر پير ڏري
3 هلي ۾ حبيب سان نروار زاري - ذات بلوچن جي بيحد آهه ڀاري
پنهنجو قرب ڪندو آهيان ڇُٽ ڇري
4 مٿان ٿئين ماندو عمّدل سائين - عشق ڇلي پيو چير چيناٿين
پلي آيم ڀلارو منهنجي صحن سُري

ڪلام
راڳ پٽمهيري

ٿلهه: پُنهل پٺي هان پناري
آءُ ستان نڌر نماڻي
1 ننڍڙي لاڪون وي ميان - نينهن لايو سي وي ميان
لکس او هان جي لاري - يار ڪنين ڪميا ڻي
2 ناز نهوڙيس وي ميان - انهي اکين جي وي ميان
موهيس نازنظاري - جانب ٺِيس جوڳيا ڻي
3 پلڪ پلڪ ۾ وي ميان - پُور پوَن ٿا وي ميان
پارڻ وٺين خان پاري - آتڻ عشق آريا ٽي
4 هوت هڪواري وي ميان - مل عمّدل سان وي ميان
سُهڻا پاڻ سينگاري - سانول سڳڻ وسهائي

ڪلام روپ پتمبري

ٿلهه: راتيان ڏينهان روئڻ راتو - عشاقن تي ڪاهي آيو
جڏهن جاني جدا ٿيئڙو - سيني ۾ سوز سامايو

1 جلي ٿو جوش ۾ جيئڙو — لڳو آتم فلڪ ڦوٽائو
ڪسي دلبر ويو دِلڙي — عشق آ ٿبهُ مچايو
٢ ناهي وَسيئڙو وچاري جو — ازل کان اوچتي آيو
اڳي ڪل ڪانه ڪا هيئڙي — ته ڏيندم ڏير ڏولائو
٣ متان عمدل ٿئين ماندو — ڇڏي ويندو هي ڏولائو
اِجهي مِلندا پِرين توکي — ٿِيندئه سفر سجايو

ڪلام روپ پتمبري

ٿلهه لکين لک بار دردن جا - چُمي چشمن تي چاياسي
وره جي وات سان واهو - پنهل جا پنڌ پچاياسي

1 نظاري نانءَ نيڻن جي - ڪٺي آهِ دل ديواني
سَوين سُهمان سَهي سُرتي - مَحبت مِينهن وَساياسي
٢ لائي لاغرض سان ناتو - پينر مون جاڻ ناچاتو
لڳي آهِ نوڪ نيڻن جي - سيڻ جي گهور گهاياسي
٣ چڙهي ڪيچ ڪوهه تي ڪيهان - ٻُڌي مون شال پار وچو
راتيان ڏينهان طلب تن جي - جن جي نينهن نچاياسي
٤ لاهي لوڪن جا لاڳاپا - اچي اظهار ٿيو عمدل
رهڻ ٻُجهه ۾ ڏاڍو مشڪل - توڙي تخلص سڏاياسي

کلام
روپ پنمجري

ٽله ، روکري ھي زاريُون درد منھنجي جو کوداروُن

١ چاڪ هجر جا وي ميان پلپل پيرم وي ميان
هينڙي اندر هيڪاروُن

٢ نينهن نڌ رسائون وي ميان ننڊڙي لاکون وي ميان
کيون کو هيارل کاروُن

٣ موج منجهاروُن وي ميان کيو قمُ ياذِني وي ميان
جا نب وچ تون جيئاريُون

٤ تنهنجي ڪارڻ وي ميان پربن پيارل وي ميان
فلڪ وجها ڀرڦاروُن

٥ ھِن غمدل جون وي ميان سُهڻل سائين وي ميان
سُڻج ڪي سوز پُڪاروُن

کلام
روپ تلنگ

ٽله ، جيڏيون جت کري ويا ڏوڙ ساڻ ڏاڙو
پڇا ڻان پنهل جي ولهو آهي واڙو

١ سرتيون اوهان جي ناهي سُورواريُون - مرڏيو مِتيون اوهانجوُ اجايُون
سيني ۾ سڄڻ جو اتم سوز ساڙو

٢ سُسُئي سُورن جي سُڌ ڪانه سُيڙي ڏيرن جي ڏمرجي توکِن ڪانه پيڙي
ڪيو دوهه دوهن مُٺي ساڻ ماڙو

٣ اهڙو ظلم ڪنهن سان ڪنهن کوُنه ڪيترو - جهڙو رات جيجل ڪيمن ڪيس ڪيترو
چوري چڙهي ويا کري هي ڪُهاڙو

٤ غمدل جهڙو ڪين تيون پُڪارن - پائي گهڻي گاري گوڙها گل گاڙن
هميشه اندر ۾ آڌن روح راڙو

کلام
روپ تلنگ

ٽله ، جتن ساڻ جيڏيون - لڳم نينهن ناتو
اُتم اندر ۾ - آريا ٽي اوراتو

١ ٻلِئه عشق پائي پَيُن موُن پڌر ۾ - هڪ هونگ هوتن جي جاري جگر ۾
منجهان موج محبت پُنهل پيچ پاتو

٢ لکين لوڪ لاڳا چڙيم لعل لاهي - وڪر ورِه جو مُون وينس وهائي
ونڊر جي وڻن ۾ مون سهڻل سڃاتو

٣ هليا ڪيچ ڪاهي ڪهاڻا قطاري - وڃن وات ورتيون توڙا تنواري
عجب لوڏ لڪن ۾ ڪِلڪار لاتو

٤ نالونان لا غمدل ڏرڪان ڏرِيائون - سوين سُور سهجوُن ڏُکي ڪي ڏِناٽون
سمر سوز سُهڻل مون سيني سماتو

کلام
روپ تلنگ

ٽله ، ترڪ پنهور ڪيم سڀ ساڙو
عشق لڳم هاڻي ٿي هان مستاني

١ ڪيم ڏيو سرتيوُن موُن کي سمجهاڻيو - عشق بنا وهين آهيو اياڻيُون
نينهن پنهل مون ڏي مکو نشاني

٢ ڪيچ وڻن ڏي ڪانگ اڏاڻو - منهنجوڙي سرتيون سانگ سڻاڻو
لوڙي لهندس يار لاثاني

٣ سُورسُڄن ٿالڪن جالانگها - جهاگڻ پَٻڙا جبل اٽانگا
هوت بنا هِت ڦِران حيراني

٤ ڪيچ کوهيارل وَيَڙم ڪاهي - هاڻي وڃڻ مون کي واجب آهي
ڏِين ڏور اپو متان جت جاني

٥ اصلون هيڙس غمدل گولي - ماءُ ڏني مون کي لاشک لولي
ذات بلوچن جي آهيان پانهي

## ڪلام
راڳ پهاڙي

ٿلهه: نينهڙو نياڻ آيو — جتن ڪاڻ جيڏيون

1. ڪاف ڪشالو ڪيچ جو — سر تي سهائڻ آيو
2. هن وندر جي وٽن ۾ — وِرهه وساڻڻ آيو
3. راتيان ڏينهان رُوهه ۾ — پنڌ پُڇاڻڻ آيو
4. ارتو آب اکين مان — جهڙو وهائڻ آيو
5. غمدل سوز گدازن ۾ — جيڏڙو جلائڻ آيو

## ڪلام
راڳ لوڙائو

ٿلهه: جيڏيون جتن جي جيجل جوڳياڻي
ڪيچئون ڪهي آيو اجهل آريا ڻي

1. ڏور يم ٿي ڏونگر باري بَر تڪر
ور يم وطن تي وَنهِيل وينگس ور
ڪنيز ڪٿي ڪول ڪهياري ڪمياڻي

2. نانگي نينهن ڪيس پُنهل پٺي پَيس
ڏوريندي ڏونگر ٿڪِي مورنه ٿِيس
ڪيو سڄايو سانگ. سانول سياڻي

3. مصب ڪٿي مهرلتا ڏوهه امر
هُيَس هجر ۾ ڏينهن لاڪر
ماندي مسافر سائل ساماڻي

4. غمدل غمڙا ڏک ڏور ڏيڙا
ميلي محبت جا اُنمر مينهڙا
آيو جام پنهل. پنهنجو نڱ سياڻي

## ڪلام
راڳ لوڙائو

ٿلهه: ڪاهي ڪيچ ڪاڪيون پهچان پُنهل کي
هادي جي همت سان جهاڳيندس جبل کي

1. ڏونگر ڏورنا هي همت سان هلجي
لاڳا پن کي لوڙهي پنهنجو پاڻ پلجي
ڏوريند يون ڏسن ٿيون. آري جام اجهل کي

2. سوين سُور سنگتي تيم سان سُونهان
وٺيون واهه تن جوُن وندر ۾ ورونهان
لنگهي لکن جون لوهان. ويجهي ٿي هان وصل کي

3. سدا ساڻ سيج ۾ سڪ جو سمر آهه
صبر ۽ شُڪر جو اِلاهي اَمُر آهه
سانديم ساهه سرسان. ڦُرهي توڪل کي

4. اوڏ نهِن عشق امانت آندم جاڻ جهندي
ارادي آري جي لَهِرن مَنجه لُڙهندي
ڏونگر ڏيهه ڏنو سي. ووڙيندي ونهيل کي

5. پنهل پاڻ سياڻي غمدل گڏيندو
چوري هي نِدوري ڇپُر نا ڇڏيندو
پنهنجا قول پاڙي. ڪندو ڪول ڪنل کي

كلام
روپ تلنگ

ٿلهه: عشق لڳس آفات الاهي
راتيون ڏينهان ڏوريندي

1 ماڙيون محل ڀنڀور جا    گھوٽ پنهل تان گھوريندي
2 ڪاهيو ڪيچ وٽڻ ڏي    سِڪ جا سڳڙا اوريندي
3 ڪوڳڻ ڪوهيار جو    عشق اندر ۾ اوريندي
4 ڪيچي پيچ پريت جا    چاڪ اندر ۾ چوريندي
5 محمد هوت بلوچ جي    دامن دست نه ڇوڙيندي

كلام
روپ تلنگ

ٿلهه: ڏُڻي ويا ڏاڄ مُون کي پاروچا،
عشق عجيب سوغات ميان.

1 هر دم هادي هوت جي    ڪُون ءَ ڪُون ءَ اندر لات ميان
2 تحفو آهي توڙ جو    ذوق ظهور وذات ميان
3 ڀڳڙ خان بروچ جي    برهه پڙهايم بات ميان
4 محمد نالو نينهن ۾    عشق ٿيو اثبات ميان

كلام
روپ تلنگ

ٿلهه: سَٿل مالڪ مِليندو
منهنجو اڄ پُنهل ايندو

1 آءُ اُداس آهيان    منهنجي منت مڃيندو
2 دارون درد فراق جو    هن ڏکي کي ڏيندو
3 ڦٽ هجر فراق جا    چڱيءَ طرح چپيندو
4 هن گولي گنهگار کي    نال وٺي نيندو
5 محمد پنهنجو سڱ سُڃاڻي
پاڻ پنهل سڏيندو

كلام
روپ ڀيروه

ٿلهه: ڪيچيئڙن جي ڪاڻ
وات وندر جي ووڙيان ووڙيان

1 هيڪل هلندس ڪيچ ڏي ڪاهي    لنؤ ٻاروچل ويڙهه م لائي
ڀڳڙ هٿي ويو ڀاڻ    چاڪ اندر ۾ چوريان چوريان
2 باغ باغيچا بهار بسنتي    پينگ پنيور ويران ٿي وستي
وِلها ٿيم وتاڻ    ڏونگر ڏکڙا اڏوريان ڏوريان
3 محمد هوءَ اڳڻ شل ايندو    وصل واڌايون ڏيهه مون ڏيندو
پُنا وسند مياڻ    شُڪر الحمد اوريان اوريان

كلام
روپ لوڙائو

ٿلهه: پَلپَل پورَ پوَن پرين جا    سور سترو جايو آهي
سور سترو جايو آهي    تن جي طلب تپايو آهي

1 عقل شرم سڀ هوش هليو ويو    بيخوديءَ بڻايو آهي
ڪيچ ڪشالو ڪوهيار ڏي    ڪامڻ قربڻون ڪاهيو آهي
2 جتن جاڙ ڪيم جا جيڏيون    ڏونگر ڏور ڏک آيو آهي
ڪيئن ڪيان مون ڪارڪتڻ جي    آتڻ عشق اڏايو آهي
3 آيل آري جا م اَجهل سان    نيڻن نينهن اٿايو آهي
ڇوڙڻ ڪنهن جي ناهِ چيتڻ    جو پيچ پيار پايو آهي
4 شوق شاهنشاه شيرشتابي    شاهي شور مچايو آهي
محبت وارو مينهن مدامي    وِرهَه ورهه وسايو آهي
5 آريائي جي عشق اسان وٽ    رمزن هي رنگ لايو آهي
محمد موڙ ملامت مِهڻا    سر تي ستم سهايو آهي

كلام روپ پيروين

لوح لاڪون لڳو عشق الم

جا ڪون جهان ۾ تيڙو جنم

١ ڇمندي جائي هُيس هنديائي — سانگ سڃاڻي ڪاڻ آريائي

ڏاريم وري ڏوڀيءَ جو ڏرم

٢ ڪٿ مون جانيس ڪٿ مون آيس — غرض گهر ايس نينهن نپايس

لحظي ۾ لهي ويو شبهه شرم

٣ ڏاج ڏنائون سهج سڻيائون — موڙ پڏائون لوڙهي لولي ڏنائون

ٻُڙهندي لڏم وجي پار پرم

٤ حسن حيواني حڪمراني — وقت جواني ڪئي درد ديواني

سرواهه صنم جو زوري زخم

٥ حجل نه حجلي هُيس. عيج هلي هُيس — نانڊپلي هُيس اربيلي هُيس

سرتي سهايم سارو ستم

٦ عيچئون ڪانڌ ڪهي. پيڙو لعل لهي — ٽڪي جام پيهي. تيو همراز رهي

غمدل همدم موهن محرم

كلام
روپ لوڙائو

ٿله: دلبر سائين دل ته منهنجي تي
تنهنجي ديدن جا ديرا وويار

١ پنڌڻ لاڪون يار نڌي وٺين — سڪ سندا سهرا وويار
٢ تنهنجي عشق الهوت جا — اڪيں منجهه آڪيرا وويار
٣ ساڙيا سوز فراق جي — جان جگر جيرا وويار
٤ وڙنيدي ڪيٿي وِرهيه لنگهي ويا — وات وتدر ويرا وويار
٥ ڏور ٻيندي ڏيل ڏونگر جا — ميندا تيم ميرا وويار
٦ آءُ آريائي اگڻ اسان جي — پاءِ پنهل پيرا وويار
٧ غمدل هن ته غريب ڏانهن — پورِ نه پيچ پيرا وويار

كلام:
روپ پيروين

ٿله: سٿي شال سرتيون ڪوهيارل ڪو ڪارون،
ڪريان عوهن ۾ پنهل کي پوڪارون.

١ سڪندي ڦي ساريان. اکين آب هاريان. غم ۾ گذاريان.
ڪريان زوري زاريون.

٢ سَسُئي سوز واري. روڻي زاروزاري. پنهل جام آري.
ڪندو وصل واريون.

٣ اڪڙيون اُجايل. سڄڻ لئي سِڪايل. گهورن جون گهائل.
وڇڙيون ويچاريون.

٤ غمدل ڪي من ۾. ڏاڍي تانگهه تن ۾. گم آهي حُسن ۾.
راتيان ڏهاريون.

كلام روپ پيروين

ٿلهه: آيم جبل جدائي جو سر تي جهلي
ويلو وندر ڪيم هاڙهي حب هلي

١ ڏک کان ڏونگر جا پيا ڏار ڏري — ڪهڪيا ڪوٽ ڪپر پيا ڪوهه ڪاف ڪري
جن ڏيو حيرت ۾ حور پري — لڳ پار لنگهي پٽي هيءَ نار نپلي
٢ لاٿي درد فراق جي ڏم ڏڙي — سينگار سڪن جا ويا سات سڙي
چوڏار ڏٺم ڇونگڻ تي چڙهي — بيحد باد خزان هجر جي هير گهلي
٣ پانيان پينگ پنيور جا ماڳ محل — تالان تنبو طولاني تجمل
آيا عشق سندا اڳواڻ اجهل — چيتيون جوهه منجهان پيا ڇپر ڇلي
٤ جوڪان ڪيچ وڻن کان تيون پار پون — مرون مرگهه مڙي مون سان ماتم ڪن
ريهات ڪيون تارا ڪاس رڙن — عبدل دردن جي وٺي آهه دانهن ولي

كلام روپ پيروين

ٿلهه: برهه لڳو اٿم جيڏيون - جڳ ۾ جوڳياڻي ٿي هان
رڙندي مان رون وتان - جهنگ ۾ جهانگياڻي ٿي هان

١ ويڙم شان شرم هوش عقل سڀ سارو — دردن لايون ڏڙيون وِرهه ڪيو وسڪارو
ان خود آهون نڪرن عشق ۾ اياڻي ٿي هان
٢ رون پيچايان راهون پرين جا پنڌ پيرا — گهاٽ گهٽيون لڪ لانگها واٽ وندر جا ويرا
ڏونگر ڏجها ڏيند م اجها سيج ۾ سانگياڻي ٿي هان
٣ آچن اُتيلا آهت لون لون منجهه لهيات — برهه بصيران لايون قُربُون ڪين ڪهيان
پتنگن وانگ پچان نينهن ۾ نماڻي ٿي هان
٤ عبدل گوند روئيندو آري جام ايندو — هوت همت جا هٿڙا هيٺي ڪي ڏيندو
نال ورتيون شل ڏيندو رڃ ۾ رنجاڻي ٿي هان

روپ پيروين

ٿلهه: قاصد قريبن ڏنهن الله شال آڻي
تنهنجي ٻولي ٻاجهه ڀري منهنجي ساهه کي سيباڻي

١ سڳهو موٽ ڪانگل ڪج ورڻ جون واڌيون — وصل جون واڌايون آڻج اڄ ڪي سياڻي
٢ راتيان ڏينهان توکي ٿي تڪدل تنواريان — روئيون راهه نهاريان نڏ ريان نماڻي
٣ اڃي ڏج عجيبن جي خبر يار خاصي — آهي مَنِڙ واداسي قران جڳ ۾ جوڳياڻي
٤ لک لطف تنهنجا ٻيلايون نٿي ٻيانيان — ڳالهيون ڳڻن جون ڳايان وٺان يار رواڻي
٥ عمّدل ڪري روز فير ياد نماري — آتش عشق اُٺاري اُها آڳ نه اُجهائي

كلام
روپ پيروين

ٿلهه: آهي تنگ نماڻي جو- ٻنهل جي ٻناري
ڪندو ٻاجهه ٻار وچو- ونهيل واڳ واري

١ آهي مَن اُداسي- پسڻ لاءِ پياسي- سدا روح سناسي
سڪايل جو ساري

٢ آهي مَنِڙ وماندو- ناهي ورهڻون واندو- اکين آب آندو
هنجون روز هاري

٣ آهي جام ايندو- ڇيپڙ ناچڏيندو- گولي ڳڏ ڳڏيندو
پلپل پو ڪاري

٤ عمّدل نماڻو- ڏرد دوست جي وِڪاڻو- محب ڪر نه ماڻو
جڏي وڃ جيئاري

ڪلام روپ پيروين

واهه وٺيم تنهنجي وائي
ڪانگل ڏج ڪاوا ڏائي

١ درد فراق ۾ دلبر ٻاجهون
جاليم سور سڌائي

٢ مشڪل يار محال اسان کي
جانب ريءَ جدائي

٣ ڪيچ وٽن جي قرب قرار
خاص خبر ڪا ڪائي

٤ عشق اويتر ومور نه مُڙيو
عين ڪئي ته ادائي

٥ سرا اسان جي سور بره جي
نوبت نينهن وڄائي

٦ عمّدل نالو نان ڏرائي
ڦري فقير گدائي

## ڪلام
### روپ تلنگ

ٽل: اڄ ڪونجان ڪر قطاران
ڇڪ ونديان ڪيچ مهاران

١. اڏر وهه ڏهون تيان راهي - پرواز ڪنون پرساهي
ڪاهو ڪاهه دي منزل ڪاهي - سٽيجن توڙ تنواران

٢. ٿيوني وطن وڇڻ داويلا - ڪوئي بيت نه ڏڪين بيلا
ڏاڍا روح ڪون آئين ريلا - پيچي ڪرديان نازهزاران

٣. نال چال وصال وفائي - سار اسنگت سات لڏائي
سُهڻي ملت ميل ملائي ڪر - رَلمل مينگهه ملهاران

٤. ڏادي پيار پريت ديان پليان - اوته جهليان جهولن جهليان
عمّدل مطلوب ڪون مليان - وَڄ تيان باغ بهاران

## ڪلام
### روپ توڙي

ٽل: هُڻ مين بيوس ٿئي هان سيني سوزڙا سمايا
لاغرضان دي نال يار ونينهڙا اپناوڻ آيا

١. اندر پڙڪن باهين دردان دُود دُکايا
وحدت نال وَل وَل محبت مچ مچايا

٢. آپي نينهڙا لاتم چاتم بار سوايا
الٽي عشق اُٿائي هيٺڙا جگر جلايا

٣. عمر گذاريم ساري سِڪندي سال سجايا
داغ جدائي والا لاڪن دل ڪون لايا

٤. اکڙيان اڙيان اساڏيان دلبر جادو چلايا
عيدا گهتيو ني وڇوڙا جنهان ڪون ترس نه آيا

٥. رهبر راهه حقيقي سانون عشق ٻتايا
عمّدل سير حُسن دا مرشد مينون ڪرايا

# بيت

هَل همت سان هوت ڏي - ڏونگر ڏسي نه ڏر
ڪيچي ڪشالي ڪاف ۾ - آٿي آريائي آهر
عمّدل هن غريب جو - تون وسيلو واهر
آهين هُون آڏر - هن وِلهي جو ويران ۾

# پاڳو چوٿون

## باب ٽيويهون "هير رانجها"

### ڪلام روپ تلنگ

ٿل: مين مشتاق حُسن دا مالِڪ
ماهي مُلڪ هزارد ا- تخت هزار دا

١ چاڪ دا پَهر يه چولا - آدم دا ڪراولا
سرشوق دا شاهي شعلا - شامل شورشڪار دا

٢ ڪَنين ڪڙولا پايم - در دربين بجايم
جَڙيان جوڳ جڙايم - جوڙ عجب جنسار دا

٣ نقش نظرديان نوڪان - لايم جهنگل جهوڪان
معض نہ ڪِيا لوڪان - نازڪ نازنظار دا

٤ چاه چَناه دي چليان - سب سينگيان نازان پليان
وچ رمزان راوي رليان - سهڻا سير ڪنار دا

٥ غمدَل نام نشانا - شعُلا عِشق ٺهانا
طعنا ڳل وچ ڳانا - تحفہ تجليد ار دا

### ڪلام روپ پيروين

ٿل، چاڪ خطاب سڏايا جوڳي بن ڪي آيا
رانجهن جوڳي بن ڪي آيا

١ ڳل ڪفني سرتاج ٺهانا - ماهي ويس وٽا يا وي
٢ هٿين ڳهنگهرو پيرين ڳهنگهرو - در در ناچ نچايا وي
٣ تخت هزار اچوٽي سارا - رنگپور ڦيرا پايا وي
٤ ملڪ سيال دي سَير بهانی - غمدَل سانگ بنايا وي

### ڪلام روپ تلنگ

ٿل: شعلا شمليدار دا- عشق عشق انوار دا
جلوا جوڳي يار دا - شاهي شورشڪار دا

١ وليا واڳان موڙڪي - تاج تجمل جوڙڪي
جهوڪان جهنگل جوڙڪي - ماهي منجهيان چار دا

٢ نينهن نظاري نالي - جوش جلال جمال پيي
سودا درد وصال پيي - تحفہ تخت هزار دا

٣ عاشق ٿي اِت آيا هئي - سرلولاڪي سايا هئي
چاڪ لقب چالايا هئي - پار نندي دي پُڪار دا

٤ گهول وڃان ڍنگ ڍول اُتون - روپ الڪ انمول اُتون
چشم چمڪ دِي چول اُتون - هئي ابرو ابرغبار دا

٥ غمدَل غمزي باز دي - پرواني پرواز دي
نانگي نات نواز دي - ڪيتا نقش نظار دا

### ڪلام روپ تلنگ

ٿل، اُلف پيا سِر سيّان ميري - غُليا عشق الاهي دا

١ ڪيڙي پيڙي دي غرض نہ ڪائي - حُسن ڏٺو سي ماهي دا
٢ مَين رانجهن دي رانجهن ميڏا - نهين ڪوئي فرق جدائي دا
٣ رانجهي سوزدي سُرڪ پلائي - شَوق لڳا شم شاهي دا
٤ هادي شاهنشاه قلندر - ڏتڙا فيض فنائي دا
٥ غمدل نام نشان ڪيتو سي - ڪر ڪي قرب ڪلاهي دا

ڪلام روپ مانجهہ

ٹل الھ ملاوي ماهي - گهوڙ گهوڙ ٿيوان

١ رانجھن وسنداوي - تخت هزاري وي ميان

شاه ماتيندا شاهي

٢ رانجھن ڪيتي وي - مين بيراگڻ وي ميان

وچ جهنگلان دي راهي

٣ رانجھن آوي وي - چاڪل لاوي وي ميان

وسندا جهوڪ سدائي

٤ ٻندي ٿري لاڪون وي - نينھن لايوسي وي ميان

مين رانجھن ڪيتي جائي

٥ غمدل عاشق وي - سگ دروازي وي ميان

قردا فقير گدائي

ڪلام روپ پهاڙي

ٹل آمل آمل وي رانجها پلڪ نهين پئي سردي

توبن سانول سڄنا دل بيوس هئي دردي

١ ٹل بل جهنگ جبل - وانگ فقيران قردي

شهر بهر هر گهر در - پئي پوڪاران ڪردي

٢ سڻ سڻ طعني تيڏي - جند ڙيا لون لون ترڙدي

ساعت ساعت صدقي - لک او لاسان يردي

٣ ياد پوون او ڳالهين - ڳڻ ڳڻ راتيان ڀردي

سوز برهه دي ساڙي - جک جک ويندي جهردي

٤ رنگپور کيڙيان والي - دوزخ جاء سقردي

جهوڪ تساڏي رانجها - جنت نور نظردي

٥ بن پئي لانوين والي - ڪالي رات قهردي

سپ زهريلي ڪاڏي - مرض وڇوڙي مردي

٦ لهر غمان دي وچ غمدل - ڪڏان بڏي ڪڏان تردي

جڏان ملريس چامند جوڳي - سر نذرانا ڏردي

ڪلام روپ بروو

ٹلھ: جوان ڪنداڪي جهد منجهارون . هن ته حسن جو حساب

(١) سر ڪي سڪ مان جن پيتي آهي . اندر ۾ اهو آب

(٢) علم انهي تي عمل ڪياون . بيخود وارو باب.

(٣) سر سچائي هيڪڙو . شير ثيا ته شتاب.

(٤) غمدل سائين مرشد مليو . محب منو مهتاب.

## ڪلام روپ پيرين

ٿلهه: مچائي منصوري منڊل - مسنديون ٿا ماڳ ميخانا
مَحُو ماهر مندر مانجهي - منگهن موجود مردانا

(١) مجردي محض مجروحي - مدامي موج مدهوشي
منادي منشوري ممبر - مشاقي مظهر المعنىٰ.

(٢) مشائخي مذهبي ملت - مرادون موهه من ميٿني
موهن ممتاز مولائي - ملهايون موڙ ميدانا.

(٣) موهڙوُن منظور مخموري - بمحڪم معرفت مائل.
محيطو ذات مطلق ۾ - منم سرمست مستانا.

(٤) ملاحظه ڪل مڪر مسئلا - منه پرستي ۾ ويا مٽجي.
محفي مام ۾ غمدل - - مُوٽُو منصب مهربانا.

## ڪلام روپ وهاڳ

ٿلهه رمز رندي جو ڙلمل - سالڪن سند وسينگار
موج منصوري جوهي منڊل - سالڪن سند و سينگار

(١) ترڪ وجودي تحدل - مرڪ محويّت مڪمل
توحيدي تاج تجمل - سالڪن سندو سينگار

(٢) بي سر بازي بيمثل - ڪيڏي قبولن قتل
منصب مُوٽُو قِبلَ اُلا - سالڪن سندو سينگار

(٣) پرت ۾ پچن پلپل - ڪات ڪلالي ڪٽل
وجد وصال هي وصل - سالڪن سندوسينگار

(٤) غرق ٿيا غاڙي غمدل - نار ۾ ترڪي توّڪل
احسن اعلىٰ افضل - سالڪن سندوسينگار

کلام روپ پیروین

ٹلھ: عشق رلاون آیا ماھي . میڈي سانگي سانگ رلاکي

(۱) تخت ھزارا سارا . ورہ وساون آیا ماھي

(۲) سولاں درداں دي کات کشالي . نینھن نبھاون آیا ماھي

(۳) جوگي والا ویس وٹاکي . بین بجاون آیا ماھي

(۴) جھنگ سیالین دي وچ سھنا . منجھیاں چراون آیا ماھي

(۵) عالم کیتي چاک منجھیندا . لوک پلاون آیا ماھي.

(۶) غمدل اپنا سگڑا سجاتُس . راز رساون آیا ماھي.

کلام روپ پیروین

ٹلھ: جھلک حسن دي جھٹیاں جھٹیاں . فلک فراق دي ڦٹیاں ڦٹیاں .

(۱) نینھن سپونگ ناموس گنوایا . سیف سجڻ دي سٹیاں سٹیاں.

(۲) مل کر سینگیاں طاں کریندیاں . جھنگ سیال دي چٹیاں چٹیاں.

(۳) راوي دي کناري ونجھلي پکاري . چاک چریندا کٹیاں کٹیاں.

(۴) رانجھن جوگي جادو لایا . چوٹ نیناں دي چٹیاں چٹیاں.

(۵) ماھي مینون پرپر ڈتیاں . ورہ وصال دي وٹیاں وٹیاں

(۶) غمدل رانجھن سردا سائین . کیڑي ڈھون دل کٹیاں کٹیاں.

کلام روپ پیروین.

ٹلھ: ماھي دي کارڻ ماندي ھاں . رو رو پنڈڑا پچا وندي ھاں.

(۱) رانجھن شاہ ھزارا دا. آیا جوگي بن کي اسواں دا. ساڈون درد لگا دلدارد ا.
سارڑي ڈکاں سولاں دي ھاں.

(۲) منجھیاں چاک چریندا ھئي. ویلي وصل دي ونجھلي وجیندا ھئي. سھڻا ساڈون یاوندا ھئي
ماري درداں ھجراں دي ھاں.

(۳) آماھي محرم یار مینون. ڈي دلبر اپنا دیدار مینون. چامست کیتہ منتارمینون
در در ڦریاں پاوندي ھاں .

(۴) غمدل سدا سھٹي تازا کیتي . مست رھیا پروانا کیتي. جیویں شاہ محمود ایازا تے.
مین پي کنڑي قرباں دي ھاں .

○ ڪلام روپ ماڻجهم

ٿل جن سڃاتو سر صحي - ٻي سر تي سالڪ سرٿيا

١ ڄاڻي سڃاڻي ڄان کي - پنهنجو نه آهڻ پاڻ کي
ڏٺي سنڌي ڌڻي کي - دعوا پيي دلبر ٿيا

٢ واٽ وحدت جي ويهن - هر ريزم راضي رهن
قرب جي ڪٺي ڪهن - هر حال ۾ حاضر ٿيا

٣ مري پيا مام سان - لا اشاري لام سان
امر جي الهام سان - جيئرا ورئي جابر ٿيا

٤ پرکا جي پڙ پيمان ۾ - پيا نانهن تي نشان ۾
تري تر ميزان ۾ - طالب تڪاتر ٿيا

۵ غمدل غذا غم جي سدا - فرمان ۾ فاني فدا
اهڙي اصل جن جي ادا - اهي ملڪ جا ماهر ٿيا

○ ڪلام روپ پيروين

ٿل ڪات ڪاڪل جي قتل ڪيا - ڪونڌ ڪيئي ڪو ڪاڏال
ڪڄ ڪلنگي ڪلام پهري ڪڍائن ڪونتل ڪمال

١ ڪاپڙي ڪوڙيا ڪس جا ڪيئن ڪين ڪنڌ ڪات ڪان
ڪيف ڪجلين جي ڪئو ريا - قلندري ڪل جا قوال

٢ قبل ماضي ڪين ڄاڻن - ڪين ڪي ڪنزو ڪتاب
ڪين جي قلزوم ڪن ۾ - ڪين ٻي ڪا قيل قال

٣ قالو بَلىٰ جي قيد ڪان - لا قيد ٿيا قربئون ڪڏي
ڪُنتُ ڪَنزاً ڪيميا گر - ڪين سي آهن ڪنگال

٤ قادري ڪل شيءٍ قدم - غمدل ڪرم قائم قوي
وَهُوَ مَعَكُمْ اَيْنَمَا كُنْتُمْ - قصد قهري قتال

○ ڪلام روپ پيروين

ٿل بحر توحيد ۾ ٻانڪا - منگهن ٿي موج ماڻن ٿا
سڻي سانگا النگهي لانگها - سروپا سر سڃاڻن ٿا

١ وڃاجي وير وحدت ۾ - وريا سي ڪين ويراڳي
لهر ۾ لعل لاهوتي - الاهي اوج آڻن ٿا

٢ لاڳا لوڪ جا لاهي - ڪڏهن پيا ڪين ميڪاهي
نفي ڪان نانهن ٿي نانڪا - آنهڌ ڏي امان ٿا

٣ آڏي جي آس تي عاشق - اچن ٿا الت اويار
مئخاني مام منصوري - پيالو پيي پچائن ٿا

٤ غرق ٿيا غيب ۾ غازي - غواصي گوهر اغمدل
خودي جي خيال ۾ بيخود - ازلي ڄاڻ ڄاڻن ٿا

○ ڪلام روپ پيروين

ٿل مچائي منصوري منڊل - منڊيون ٿا ماڳ مئخانا
مَحُو ماهر منارا مانجهي - منگهن موجود مردانا

١ مجردي محض مجروحي - مذهبي موج منهوشي
منادي منوري ممبر - ميثاقي مظهر المعنىٰ

٢ مشائخي مذهبي ملت - مرادون موهه من ميتي
موهن ممتاز مولائي - ماهابون موره ميدانا

٣ مورثون منظور مخموري - تَمَحكم معرفت مائل
مُحيطُو ذات مطلق ۾ منم سرمست مستانا

٤ ملاحظ ڪل مڪر مستلا - مئه پرستي ۾ ويلتنبي
مخفي مام ۾ غمدل مُوتُو منصب مهربانا

ڪلام روپ پهاڙي

ٿل: ديد ۾ جي ديد ٿيا، سي دم بدم ويا ديد ٿي
معنيٰ موجودات واري، طالبن توحيد ٿي

١ ذاڪر سدائين ذڪر ۾ - فاني فنائي فڪر ۾
نقاش واري نظر ۾ - شير ويا شهيد ٿي

٢ ڪنا قرب جي ڪات سان - حقاني حسنات سان
رنداني رسمات سان - ري اُضزاني خريد ٿي

٣ اڏيءَ جي اقرار تي - قائم قدم بردار تي
سرڪي واري سينگار تي - عشق وارن عيد ٿي

٤ همه حق موجود سدا - خدائي ساري خدا
عهد ڪن انهي ادا - شاهنشاه شوريد ٿي

٥ وحدت وڪثرت ڪُلي - بيرنگي رنگ ٻئي رهي
مَحوَ ٿيا مُحڪم ملي - محبتي مجريد ٿي

٦ غمدل ذات صفات کان - نڪري نفي اثبات کان
زلزلي ظلمات کان - خوش لقا خورشيد ٿي

ڪلام روپ آسا

ٿل: خان ڪيڏن رند گوهر غازي
رمز اويڙي راند

١ رمز اويڙي رهيت اويڙي - ري توڪل جي تارن ٻيڙي
پرت جني جي پاند

٢ ڪشف قلب قبور نه چاهن - زهد زوال ضرور نه چاهن
حبث ڇڏي هيڪاند

٣ سرڙي خاڪ ٿيا سي ڪامي - باقي ڪين بچيا بي نامي
ڪوڙي ساڻ ڪِهاند

٤ ان تڪ عاشق لڪ نه لڪائن - سر تي بار هزار سهائن
وڃڻون ناويساند

٥ شهرت شور ملامت مٿا - ڳل ڳچي ڳره ڳانا ڳُهڻا
خوب ٿيا خورساند

٦ غمدل گوهر گُر گرنار هي - پائن سوپ سراسر ساري
مٿي مَاڪ مهاند

ڪلام روپ پيروين

ٿل: وره واري وات ويا - موڪڻ مور نه موٽيا
سار سهڻن سندي ساريا - ڪسڻ ڪارڻ ڪوٽيا

١ معرفت معراج ماڻن - ڪوند ڪسر ڪسوٽيا - نفي نه اثبات هڪ - روپ رنگ رنگوٽيا
٢ اڏامي آڙاهه تي - ڪي پتنگ پرت پلوٽيا - ڪن تي سايا سيفن جا - ڪي ڳهاٽي اندر گهوٽيا
٣ سرخ ڪيائون سوريءَ کي - سي عشق امر الهوٽيا - ويرڻ ويا وڻهه ٽوري - واسينگن وڙهوٽيا
٤ انگ بهوت عاشق جن - جوڙي جتا جوٽيا - لنگهيا لامڪان کان - ته لاهوتي لنگوٽيا
٥ ڏٺ ڏرائون ڏار ڏري - صوفين سر سٽوٽيا - غمدل پرين پاڻ کان پاسي - وڃ نه هڪ وڇوٽيا

کلام روپ تلنگ

تل لاهوتي لنگهه لاحد لانگهي
فنا کریندي فرقا میان

١ جو ویري سو واهر سمجهن
مشتاقان دا مرک میان

٢ دین کفر اسلام کنون
طالب رهندي ترک میان

٣ پرتئون پیون سپر پرواني
سوني والي سرک میان

٤ کرن مطالع ماهر مخفي
وحدت والا ورق میان

٥ منصوري میدان مقابل
شیران نون کیها چرک میان

٦ دیدان دي دریا م دروني
غمدل غازي غرق میان

کلام روپ تلنگ



تل

عجب مین عشق دا بندا - ثنا سر دي سنیندا هان
خرقا پا خراباتي - منادي پیا کریندا هان

١ نظاري نام دا نکتا - پرندا یاد هئي یکتا
پریمي پیچ کر پختا - سخن التا السیندا هان

٢ نه مین کافر نه مین مسلم - نه مین مذهب منیندا هان
مگر مین طالب المولی - رندي رمزان رسیندا هان

٣ نه مین عابد نه مین زاهد - نه مین قضا کریندا هان
سر میدان منصوري - عجب بازي بیندا هان

٤ قلندري کارني قائم - قدم دم دا اٹیندا هان
حسن والي حکمراني - طبل شاهي وجیندا هان

٥ اصل آذوت هان ازلي - نالا غمدل ڈریندا هان
خمر دي خیال ثي خوشدل - ننګ ناناگي نچیندا هان

کلام روپ تلنگ



کلام روپ پیروین

تل حقیقت حال دا حاضر - حقي هو کا ملیندي هون تل هو دا جامان پهرکراهین - رنګ کماون ذاتي وي

رندي رمزان رلیندي هون ١ دین کفر اسلام نه مذهب - دور رهي درجاتي وي

١ نظاري نینهن دي نیزي - چشم چوتان چلیندي هون رند حقیقي حال ١١ هردم - گم ٿیون دن راتي وي

مچا کر موج منصوري - منگهن میدان ملیندي هون ٢ خفي نفي سب سر سیهان - عین ٿیون اثباتي وي

٢ صورت سر دي ثبوتي - صاف اثباتي الیندي هون چار عناصر مول نه پیدا - جوڙ نه کا جسماتي وي

٣ سوري دي سیج تي سهجئون - سوهیه تي سر سلهیندي هون ٣ دم دم ویکن دور دروني - چلن چلن باون جهاتي وي

٤ خودي وچ خود فنا کرکي - بیخود باتیان بلیندي هون ٤ جاء مکان نه ماگ نه منزل - ناوت موت حیاتي وي

٥ ساقي سرمست تي غمدل - پیالي پر پلیندي هون ٥ ساه پساه نه مظهر صورت - ناوت سانه صفاتي وي

٦ غمدل عاشق قلزم دي وچ - مائن موج السني دي

كلام – روپ بلاولي

ٿل نگاهون نيڻهن وارن ٻون جڙيون جان نقش جانا م ٿل
مصوّر پيو ٿيو مستان – تصور صورت معنيٰ م

١ نه هڏ نه هڏن ڪان ويو وسري – پائي زنار پيانسري ١
جمالِ شاهه جلوگري – پسي شرق وشلهانا م

٢ قدم جنهن جاءِ تي جوڙن – نه منهن احرام کان موڙن ٢
خنجرِ عشق جا کوڙن – نظر جن جي نشانا م

٣ نه ڪي طالب اهي ترڙقيا – نوڙي سولي متي لڙڪيا ٣
قتل جا ڪات پئي ڪڙڪيا... روان راهِ رندانا م

٤ شرابِ خون پيئن ٿا – ڪوابِ لحم ڪيئن ٿا ٤
مري جوڳي سي جيئن ٿا – سدا هر دو جهانا م

٥ وياڪو يا انهي ڪاهي – ملڪ جن بشرجت ناهي ٥
مشاهد و محبوب جو آهي – مڪان ولامڪانا م

٦ سورهيه ميدان جا سودهان – محمل مه جبين مونها
غمدل درد جو دونهان – مچائن مچ مئخانا م

ڪلام روپ تلنگ

ٿل سالڪان نون سير سراسر
دم دم دي ديدار دا

١ هردم حال حلاج حسيني
سوري دي سينگار دا

٢ راز رموز رندي دي ماهر
تيغ طفنگ تلوار دا

٣ ڪيفي ڪيف ڪلال ڪکوريا
نرگس نين خمار دا

٤ چشمان والي چوٽ چلاون
جهاتي دي جهلڪار دا

٥ غمدل نال وصال هميشه
قرب قلندر يار دا

ڪلام روپ وهاڳ

ٿل رمز رندي جو رهل – سالڪن سنه وسينگار
موج منصوري جو مي منهل – سالڪن سنه وسينگار

١ ترڪ وجودي تحمل – مرڪ معويت مڪمل
توحيدي تاج تجمل – سالڪن سنه وسينگار

٢ بي سر بازي بيمثل – ڪڏي قبولن قتل
منصب موتو قبل آلا – سالڪن سنه وسينگار

٣ پرت پم پيچن پلپل – ڪات ڪلالي ڪتل
وجد وصال هي وصل – سالڪن سنه وسينگار

٤ غرق ٿيا غازي غمدل – نار م ترڪي نوڪل
احسن اعلى افضل – سالڪن سنه وسينگار

علام روپ تلنگ

ٿل بيرنگي دا بحر اويڙا
لهر وهي لاثاني

١ اُلثا اُلٹ اُهوت اِلاهي
راز رموز رنداني

٢ بيمثلي بيچون برهه دا
بادل سر باراني

٣ بيرنگي دا رنگ رنگينا
نانه ننگ نهاني

٤ غمدل گيان ڏيان دروني
سير صفا سيلاني

ڪلام روپ پيروين

ٿل صورت حال دا احوال خبران خيال ڪردا هي
ڪربروان غمزه بانڪي شهباز قردا هي

١ عشق امام هي الهام قول ڪلام فرمايا
غير خدا محض مدا موجود سدا سمجهايا
مظهر ميم عين عظيم قرب ڪريم ڪر آيا
صنم ثقلين در دارين جي حرمين هردا هي

٢ علم اثبات موجودات همه هم ذات هو حاصل
صفت سلمان شاهي شان طبل طولان دا تجمل
رنگيني رنگ الستي انگ ول چل ونگ واهه وصل
نانہ نظاره دم ديدار نقش تڪاره نظر دا هي

٣ بحر بيچون گونا گون ڪن فيڪون دا قلزم
گگن گجگوڙ دم دم دوڙ جلوا جوڙ ابر آ گم
ڪهاتو ڪهوردي دستور منگهن منڪور اسم اعظم
مينگهه ملهار تيز تلوار سپ سينگار سردا هي

٤ عجب انصاف طبل طواف صوفي صاف سرداري
عاشق ان موت غمدل ڪهوت چلا ڪرجوت چوڌاري
سارا ساهه وجه الله احد الله ا ظهاري
رندي ريت پاڪ پريت گني گن گيت گردا هي



ڪلام روپ آسا

ٿل يردي سواري ڪردي هون- برداه قدم دم دردي هون
نوبت نينهن نزاڪت والي- نانگي نات تطردي هون

١ حاصل حال حلاجي هم دم- قول انا الحق قائم ڪردم
موج منگهن مٺڳاني مستم- خاص خمار خمردي هون

٢ لاوجودي لاوبالي - ولاخوف لا نروالي
لامثاي تي لامثالي - بيرنگ بيڪ بشردي هون

٣ نور عکس انور آفتابي- شغل شمسي شور شتابي
اذني اذني نعرانابي- عالي تاب اثردي هون

٤ در گوهر ياقوت يگانا- سبحاني ما سر سلطانا
غمدل نيهي نام نشانا- گوهر غواص بحردي هون



ڪلام روپ ڀهاڙي

ٿل تاج وڪلاهه سرير عاڪل قلندري
خرقاهئي دلق پوش سراپا سڪندري

١ ترڪ وجود هردم- ڪجهي لو دم پيي عدم
الله بس باقي هوس- ايسي تونگري

٢ نالا نه ڪوئي نام رها- ڪفر نه اسلام رها
توحيد ميري ذيد هئي- القاب انوري

٣ مجنون هون محزون هون راهه عشق ۾
ميخان در ديوان هون- پي جام ڪوثري

٤ ياڪي يڪا يگانا- سروپا پا برهنا
مڪان لامڪانا- بي نشان بي سري

٥ غمدل پيي هون، خوشدل پيي هون ڪيي
موجود يهي حال ميرا قدم قادري



ڪلام روپ سهڻي

ٿل طرحين طرحين وي طبل تماشا وي- بازيگر بستان وچ برسائي بازي
١ التيا پلٽيا وي- باوليان ڏبيندا وي- هوش عقل حيران حيرت لائي بازي
٢ تيزي برڇيان وي طفنگ تمنچي وي- جوش جنگي سلمان مين سرآئي بازي
٣ عشق حسن دا وي- کيل جو ڪليا وي- چوٽ چمن چوگان چشمان چائي بازي
٤ سوره سوري وي- سرسينگاريا وي- منصوري ميدان مرد ملهائي بازي
٥ رنگ برنگي وي- طبل تماشي وي- بيحد بي پايان موج مچائي بازي
٦ عاشق انهي وي- غمدل سائين وي- سالڪ سرمستان سرسهائي بازي

## ڪلام روپ پيروين

ٿل: آهن قلندر رونا شب . هر حال ۾ رلمل سدا
بازي ڪٽي غازي ٿيا . موجون ملنگ مانڻ مدا
(١) دست ڪري ڪُن جو قلم . لکن اَلَسْتُ بِرَبِّڪُمْ
سر تي سٽون سار وستم . ڪنهن عرض ۾ ٿيڙا گدا
(٢) ابليس ۽ آدم حبو . معلوم اٿن شجرو سچو
لعنت ۽ رحمت سندو . سمجهڻ فرق نا ڳن ندا
(٣) توڙي جام بيخود جا پيئن . سر بار قلزم جا سهن
چولي نه هڪ پاهر چلن . رخ رمز رنديءَ ۾ رڌا
(۴) مسجد مندر ميخان ۾ . حق پرستي بت خاني ۾
هر مظهر ميدان ۾ . سالڪ ڏين ٿا سجدا
(۵) محڪم رهن خود خيال ۾ . دم هيڪڙائيءَ حال ۾
صوفي پيالا پيال ۾ . سڀ خلق جاڻن خود خدا
(٦) ڪشف ڪرامت تقويٰ . نا هي ريت رندن ڪي روا
غمدل بقا بيسر ٿيا . جسمون رهن جيئري جدا

## ڪلام روپ پيروين

ٿلهه. دلبر پسيو جن ديد ۾ . تن جون دليون ديدان ٿيون
ٻرن اندر انوار خالص . خوب خورشيدان ٿيون
(١) دلبر سنديون ديدان مليون . تن سان حق هر جا پسين
دوري به آ نزديڪ جن . تن عاشقن عيدان ٿيون
(٢) محض مطلق ماسوا . تن غير حق سمجهڻ گناه
منجهه معرفت مانڻ مزا . اظهار پوشيدان ٿيون
(٣) مَحْو ٿيا محبوب ۾ . طالب سدا مطلوب ۾
هوبهو هڪ رنگ روپ ۾ . هم جفت جاويدان ٿيون
(۴) سي سروپا ٿيا صنم . همدم بهم جان هم جسم
همذات صورت حال هم . انوار توحيدان ٿيون
(۵) خدا نه باطل خلقيو . حق ري نڪي پيدا ٿيو
جن سالڪن حق سچ چيو . تن شهر شوريدان ٿيون
(٦) غمدل ذڪر فڪرات ڪان . سي لنگهيا لطيفات ڪان .
واندا هجر وصلات ڪان . تن ادم اميدان ٿيون

## ڪلام روپ پيروين.

ٿل:- اهل دل دردي هميشه . عشق جي آزار جا
تير نظرن جا نشانا . سي سپر تلوار جا
(١) غازي مرد جهاد اڪبر . امر جي اعتبار جا
جلوا پسي جوش مان . ٿيا جانشين بردار جا
(٢) قرب سوجن جو حسن . ڪوڏيا انهيءَ ڪار جا
ارادا اصلون ڪياءون . ڏڙس ڪان ڏار جا
(٣) اوڏو نه جزوي علم جي . عقل ڏنهن انڪار جا
جاني پنهنجي جان ڏئي . ٿيا يار سي اغيار جا
(۴) سور جا سونهان سدا . سارن نه سڪ سنسار جا .
لاڳا لوڪن جا لنگهي . ٿيا واسي پور پار جا .
(۵) ٻي فلڪ فلڪون پري پيا . لاهي بار ميار جا .
سي ڳڏيا گرسان غمدل . دوست دم ديدار جا .

## کلام روپ پہاڑی۔

ٹلھ:۔ ظاہر زاہر زانی۔ لاثانی بانی۔ ہندی رسمات دی

(۱) دین کفر دی نت گئی ڈاگی۔ پئی گل عشق دی کانی۔ لاثانی..........

(۲) نیک نامی کنوں خوب خرابی۔ نینھن والیاں دی نشانی۔ لاثانی..........

(۳) بہشت دوزخ دی دڑکی دلاسی۔ وہم سپی ویرانی۔ لاثانی..........

(۴) مقتل والی وچ میدان دی۔ کتک حسن دی کمالی۔ لاثانی..........

(۵) صورت ناسوتی معنیٰ ملکوتی۔ غمدل سر سلطانی۔ لاثانی..........

## کلام روپ آسا۔

ٹلھ:۔ سردی سواری کردی ہوون۔ بردار قدم دم ڈہڈی ہوون۔
نوبت نینھن نزاکت والی۔ نانگی نات نظر دی ہوون۔

(۱) حاصل حال حلاجی ہم دم۔ قول انالحق قائم کردم۔
موج منگھن میخانی مستم۔ خاص خمار خمر دی ہوون۔

(۲) لا وجودی لاوبالی۔ ولا خوف لازوالی۔
لامثلی تی لامثالی۔ بیرنگ بیک بشر دی ہوون

(۳) نور عکس انور آفتابی۔ شغل شمسی شور شتابی
اِذنی اذنی نعرا نابی۔ عالی تاب اثر دی ہوون۔

(۴) در گوہر یاقوت لبگانا۔ سبحانی ماسر سلطانا۔
غمدل نیہی نام نشانا۔ گوہر غواص بحر دی ہوون



ڪلام روپ پيروين

تل منڪر فقير جو سو شيطان هوندو — اهڙين آفعالين نه اِنسان هوندو
١ لباس المؤمن ڪافر قـلُوبي — يَزيد ۽ شِمر جو سو ياران هوندو
٢ طالب الدنيا و مخنس مجُوسي — ساڪن سقر سر بہ گردان هوندو
٣ شريعت طريقت جو تعلق نه ڄاڻي — نه قولِ نبيؐ قائم نه قرآن هوندو
٤ مشرڪ منافق ملحد مردُودي — شب ڪور اَز ماهِ تابان هوندو
٥ ...ار فاسِق فَخر فَن فِتُوري — تڙيل طَوق پائي سو تالان هوندو
٦ ...ٽي مس ڪان ٿيو چشم چور چمڙو — ظلم ۽ ور ۽ اعن جو زبان هوندو
٧ سخن بي ريا صاف "عمدل" سڻائي — منظور مولىٰ کي ماجران هوندو



ڪلام روپ پيروين

تل دل ديدن سان ويو فقير وڙُهري — ويٺي وَس ته منهنجي ڪان ساڪيئن وڙي
١ اهي مال خزانا محلات مَـڏيون — پلاسهج سڪن جا چو نه ڇڏيون
لڙه لاهوتن جي لـوءِ لـڏيون — ڪُل خويش قبيلو قربان ڪري
٢ اهي ماڳ مڙهيون مٺخان مندر — ڪيسون پورب پار جا پاڪ پڌر
جتي واسينگن جا ولهار وَلر — اتي آيو اٿم ارواح اريي
٣ نر نات مُڪِي ناپيد نشاني — سوغات سورن جي ڳل ڳيچي ڳاني
لُون ءُ لُونءُ مَنجه لائي ويو لَنوَ لاثاني — ڪنهن ويل وير اڳي نه ٿو وسري
٤ جاني جو ڳيئڙي سان اڪڙيون اڙيون — قابو قيد قُرب واري ڪُلف ڪڙيون
ساريان مون سدا اهي گهات گهڙيون — ناتونينهن نيـڻن جو نه ٿو نبري
٥ آهي آذوتن جو عشق امانت — سِڪ جو سمر سچ سِير سلامت
"عمدل" عم الم آزار عـلامت — اهو چِت ته مُنهنجي ۾ ٿو چاڪ چري



ڪلام روپ جهنگلو

تل قارون دل فقير ڪٿي آهه — مُحسن مير ڪٿي آهه
وڏي ڪپي ڪات سان — جوڳي جهيران جهير ڪٿي آهه

اکين کيون پٽي اکين سان اوران — کيف ڪجل جون ڪرن ته ڪڪوران
شمع ڪي شرم ساري — نِگھ بينظير ڪئي آھ
سُھٽل سائين سير سندي سانگي — حد حجاب جي آيم اورانگھي
اُھارات روشن ساري — اکين سان اسير ڪئي آھ
فلڪ فقير جي ڪيم فراقي — رُوح روان ٿيو بوتو باقي
لنگھي لامڪان ڪان — صد اھي ۽ سرير ڪئي آھ
"غمدل" جوڳي جوڙي جادو جڙيو — مُرلي ۽ واري منڊ سان مڙھيو
آواري ارواح مُنھنجي — ازل جي اُکير ڪئي آھ



ڪلام روپ ڪلنگڙو

تل — بِرھ ۾ بدنام ٿي ۽ ُ۔ تحقيق سان فقير آن
جي تُون ملامت ناڪٽي۔ شيخ المشائخ پير آن

نيڪي ناموس تقوىٰ۔ بزرگي جو ڀرم آھ — عشق نار وُماسوىٰ۔ بيدرد بي تاثير آن
رعب رجوعات وارو۔ ھٺُ تي حجاب سارو — يَڪ دُوئي جو ڪوٽ ڪارو۔ بيخود بينظير آن
رِيءَ ذوق جي آھين ذليل۔ خيال رک پنھنجو خليل — زبُور فُرقان ۽ اِنجِيل۔ توريت جو تفسير آن
ذَ ٿھُن عشق جي ارشاد تي۔ عالي حسن امداد تي — ابرڪان آزاد تي۔ بدر الماه منير آن
ھيھات تنھنجي حال تي۔ خسته خسيس خيال تي — قبضو رکين تو قال تي۔ ڳالھين جو ڳنيير آن
وڃ سُوري تي سِرونگي۔ انا الحق آواز انگي — لا واري حد پار لنگھي۔ منصُوري مھين آن
"غمدل" ٻي ريابات اھا۔ سالڪ تي سوغات اھا — طالب توکي تات اھا۔ عجيبي اڪسير آن



ڪلام روپ بروھِ سنڌي

تل — احسن عظيم اعلىٰ اِسم فقير جو
جلالي وجمالي جسم فقير جو

اِسرار عجب احمدي۔ اعظم فقير جو — عيسىٰؑ مطيع مُوسيٰؑ۔ خادم فقير جو
ڪلام ڪُنتُ ڪنزاً۔ قلم فقير جو — ڪُنْ ڪان اڳي آھِ قائم۔ ڪرم فقير جو
فَنافِي الله فاني۔ فھم فقير جو — آھي بيڪ بقا بيرنگ۔ بسم فقير جو

ڪُلِ شَيءٍ قدير قادر ـ قدم فقير جو — حق عين ذات آهي ـ دلق دم فقير جو

هر دو جهان ۾ نعرو ـ نظم فقير جو — اظهار اوّل آخر ـ علم فقير جو

بي انت گنج الاهي ـ اُتم فقير جو — صد بار در گدا ٿيو ـ حاتم فقير جو

شوق شمع شاهي ـ شم فقير جو — "غم دل" غلاف پهري ـ آيو غم فقير جو




ڪلام روپ پيروين



تل لڳو ياڳ پيئر بحر موج برسي — وڳي نينهن نوبت مدامي مئي پُرسي

١ خزان جو خلل خوف خطرو ختم ٿيو — سَدا اوج ايرم وصل واڳ ورسي

٢ بهار شاد عشقِ امر ٿيو "الستي" — جهلڪ تيز بجلي سدا سُونهن سرسي

٣ مَلڪ و فَلڪ مُنتظر يا مُحبت — اُٿو ماڳ مُحڪم عرش و بَڪرُسي

٤ عجب عشق اشتياق غم دل غباري — شمان شوق شادان حور و مَلڪ حرسي

كلام روپ پهاڙي .

ٿلهه مست ساغر. مست ساقي - مست مئه . مستو مدام
مست معشوق . مست عاشق . مست مجلس . مست جام
(١) مست گلشن . مست گوهر . مست بلبل . مست گل
مست نازو - مست نرگس . مست ابرو . الف لام
(٢) مست سر . آواز مست و . مست صحبت . مست ساز
مست معنيٰ . ملڪ ماهر . مست هي . قلبي ڪلام
(٣) مست صورت . مست مورت . مست سيرت سونهن صاف
مست درشن . مست پرسن . مست ديدان مست دام
(٤) مست شيرين . شعر شاعر . مست لا ساني لغات
مست محوي . مست مخفي . مست توحيدي تمام
(٥) مست موسم مست ميلو . مست ميدان . مست ماڳ
مست مئخاني . مغان جي . مست موجود . خاص و عام
(٦) مست نقشو نازنين ناپيد . مست وخود . نقاش
مست غمدل . مست خوشدل . مست قلندر . امام

كلام روپ پيرو ين

ٿلهه عجب گلشن . عجب درشن . عجب احسن انباتي
عجب ڪل شان . عجب عرفان . عجب وجدان و صالتي
(١) عجب اسلام . عجب ذمردام . عجب جم جام . هي جاري
عجب پرجوش . عجب مدهوش . عجب خاموش . خمار ي
عجب وحدت . عجب ڪثرت . عجب نوبت . سرواري
عجب هي ران . عجب سرساز . عجب آواز . اوقاتي
(٢) عجب انحدي . عجب عبدي . عجب احدي . الاساني
عجب دلبند . عجب پيوند . عجب احمد اعظم شاني
عجب صورت . عجب مورت . عجب سيرت سبحاني
عجب اطوار . عجب انوار . عجب جهلڪار . جهلڪ جهاني

(٣) عجب مذهب، عجب مشرب . عجب منصب، ميثاقي
عجب توحيد، عجب دمرديد . عجب هي عيد عشاقي
عجب امواج، عجب معراج . عجب سرتاج، لولاڪي
عجب القاب، عجب خطاب . عجب حجاب، حسناتي
(٤) عجب هي شڪ، عجب برحق . عجب تارڪ، ترڪ تن من
عجب زاهد، عجب عابد . عجب ساجد مڪرمحسن
عجب هي دين عجب تلقين . عجب رنگين رنگ روشن
عجب هي شوق، عجب هي ذوق . عجب هي طوق تهماتي
(٥) عجب استاد، عجب امداد . عجب دلشاد، شعرشغل
عجب توليي، عجب بوليي . عجب هوليي، هنگامان هل
عجب مذڪور، عجب دستور . عجب گهن گهور گوهر غمدل
عجب ساغر، عجب ڪوثر . عجب خمر، خراباتي

ڪلام روپ لوڙائو

ٿلهه خمر جا خوماريل . رقص ۾ رسن ٿا
پيئي سان سپرتي . پسن ڪي پسن ٿا
(١) ٿي مدهوش ماهر، باطن وظاهر . نحن مان مظهر، وَسَنو ۾ وسن ٿا
(٢) مئه جا موالي، سوالي نه خالي . ڪيفي ڪلالي، هٿي ٿي حسن ٿا
(٣) حسن حال حاصل، قطره بحر ڪل . ميخانو مڪمل، ڏيهي ڏسن ٿا
(٤) پي جام جنگي، غمدل ملنگي . سر دار دنگي، ڪوپا کسن ٿا

ڪلام روپ آسا

ٿلهه: جاني پياريو جم جم . پرجام جلدي جلدي
سهڻي ڪيو سرچڙجو . سرانجام جلدي جلدي
(١) مشتاق هيو هت ماندو . معشوق الله ڪٽهي آندو
هڪ وارو صالڪن واندو . بي آرام جلدي جلدي
(٢) آيو اگر ٿي احسن . ديدار ڪيوسي درشن
پرچي ٿيا سي پرسن . پيو دام جلدي جلدي

(٣) سامان سرود ساري . سُر سان سپيئي سينگاري
آوازي شيو او طاري . الهام جلدي جلدي
(٤) آيو ڪار قتل جي ڪارڻ . پيمان ۾ پيارڻ
ماري وري جيئارڻ . مست مدام جلدي جلدي
(٥) گلزار شيو گل غمدل . پرپات پڪون پي پلپل
حملي حسن سان هلچل . شيو هنگام جلدي جلدي

## ڪلام روپ آسا

ٿله موجود سدا مئخاني . مستو مئه آب ساقي
شوريد شوق شامل . شوريل شراب ساقي
(١) قائم قدح ڪلالي . ڪڪوريل ڪيف ڪمالي
ڪمبلي ڪلاهه ڪالي . قوسين قاب ساقي
(٢) نين نات جا نظارا . نقشا نقاش نيارا
ناپيد نظم نعرا . نڪتا ناياب ساقي

(٣) سرِ سلطنت سرفرازي . سنگ سينگار سازبازي
سرواهه صراحي سازي . ساغر ثواب ساقي
(٤) اپرم اسرار اظهر . احڪام اولي الامر
انوار ازلي اظهر . احسن العقاب ساقي
(٥) غمدل گروگياني . گوناگون بي گماني
گنج گلزار گلستاني . گوهر گل گلاب ساقي

## ڪلام روپ وهاڳ

ٿله محابي عسق جي ساقي . مونکي شراب ملي
دبارهه دئي بزم . در به دستياب ملي
(١) خطا ملي نه ملي . علم نه ايمان ملي
مگر ملي مون شرف . شڪر لب شتاب ملي

(۲) جنت ملي نه ملي . حور نه غلمان ملي
ماسوي تاب نه تو . پيو ڪو صنم تاب مني
(۳) صلواة صوم نسب . ورد وظيفا نه مني
ملي دل سوز ساز . راز رنگ رباب مني
(۴) ديد سان ديد ملي . دو بدو ديدار ملي
هو بحق حج اڪبر . حسن بي حجاب ملي
(۵) غم دل غرضمند . ساغر سرڪ جو سائل
باقي ملي مون ساقي . پڪ پاڪ لب لعاب ملي

## ڪلام روپ تلنگ

ٿلهه مئه خود مست خيال . باب شرع جاويڙا وسري
(۱) سبحاني سر اعظم شاني . جلوو نور جمال
صاف سجايم صورت بشري
(۲) مئه خود مستي موج مدامي . ڪيفي ڪيف ڪلال
پيتم جام خمر خوش خضري.
(۳) شاهنشاهي شور مچايو . جنگي جوش جلال
نينهن سنگون شيونا نگو نسري.
(۴) غم دل غالب ڪفر حقيقي . سر حلاجي حال
نامرادي وئي آهي نسري.

## ڪلام روپ تلنگ

ٿلهه: مئه خود مست مدام . پر ڪر پيتم پرم پيالا
(۱) مئخاني محبوب مغان دي . قتل سري قتلام
جام جهان جم خوش نوالا.
(۲) موج بموج منگهن مخموري . ڏوم ڏمان ڏم ڏام
تبلي قدم قديم ڪمالا.

(٣) اول آخر باطن ظاهر . هر دم هئي هر نام
وادي وجه الله و صالا .
(٤) صورت سير سري سرسالا . مورت مخفي مام
نينهن نظر دانان سرا لا .
(٥) ساقي شوق صراحي ساغر . غمدل عشق انعام
حسن حقيقي سنو جمالا .

كلام روپ پيروين

ٿلهه صدقا اپني سردا . رخ دا نقاب کولو
ماهي يار مل اسان نون . پردا حجاب کولو
(١) مشتاق مين اصل دا . سائل روز ازل دا
پردي جام وصل دا . شيشا شراب کولو
(٢) رنگين تيرا گلشن . خورشيد سي پرحسن
چشمان چراغ روشن . نينان شتاب کولو
(٣) غمدل وصال ياران . دم دم بره بهاران
سرتاج سپ ستاران . مکڙا مهتاب کوکو

كلام روپ پيروين

ٿلهه اي صنم ساقي پيارا . شوق پنهنجي جو شراب
نينهن جو ماٽيان نشو . تو در ٿيان قربون کواب
(١) دل درد ۾ دانهون ڪري . ساعت تو ري ناسري
آءُ پرين پيرا پري . کول نيڻن تان نقاب
(٢) جوش جنبش ۾ جلي . ويو هينئڙو سڙهو هلي
ڪر پيرو پلاءِ جو پلي . نينهن جو آهين نواب
(٣) محبوب منهنجا دلربا . مل وصل جي پهري قبا
دم سون جي نکري صدا . جاري ٿيو عينن مان آب
(٤) رند راز جو رهبر سدا . تون مرد مئخاني مدا
غمدل ٿيو تو در گدا . سر تي ڪٽي خالص خطاب.

## ڪلام روپ وهاڳ

ٹلا: بازار عشق ۾ - الفت ڪا خريدار هون
مئہ فروش ڪي. دروازي پر نثار هون
(۱) قطره آبِ حيات پر. زندگي قربان ميري
جس ڪي پيني سي. مدهوش باهوشيار هون
(۲) صورتِ ميخان بزم. دل سي بدلتي نهين
...رتِ اندوه غرق. چشمئہِ خومار هون
... ڪي عبادات. رندي فعل سي ملتي نهين
درنگاهِ زاهد. با جرم سزوار هون
(۴) اپني بيخودي ڪي هون. پاپند اس قدر
برسرِ دار ڪيي - زيرِ ذوالفقار هون
(۵) آتش پرست پير ڪي. محبت ۾ مبتلا
جل جل جسي ڪي جلن ۾ خود جلوه نار هون
(۶) اس لئي غمدل - اسم علم هوا
تيري نشانِ نگاهِ. صنم يادگار هون

(۳) زاهد جو زهد تقويٰ. جي طرف رجوع آهه
هن مست خرابات جو. مئہ ساڻ وضو آهه
رسم رندي غمدل. هيءُ رو برو آهه
هر فعل مثل حق بحق. هو بهو آهه
(۴) ڪري پاڪ مئہ سان مصلو. فرمائي ٿو ساقي
ڪارمز ڳجهي راز جي. رلائي ٿو ساقي
آزاد ممبر مسجد. ڪرائي ٿو ساقي
زاهد جو رنج غمدل ڪي. سهائي ٿو ساقي
(۵) گم نام نشي ۾ بي نشان. سر نہ رهيو دم
مدهوشيءَ جي حالت ۾. بي جان بي جسم
گم هي جهان غمدل. هو جهان بہ ٿيو گم
اهڙو ڏنو آهي ساقي. قدح ۾ نہ رهيو خم
(۶) پرجام پيئاري ساقي. چيو تہ مئہ ساماڻي
دو بدو دلبر جي ديدن. منجهہ ديدون لائي
غرق ٿي غواص غمدل. در حسن درياءَ بي
جي لڪيئي لوڪ تہ. جيئو ڪفر ڳل پائي
(۷) اڄ موسمِ بهار ۾. شراب پيئڻ گهرجي
سينگار هن بزم جو. حسينن سان هئڻ گهرجي
هن هست بجا غمدل. مست ٿيڻ گهرجي
يڪ بار موت قبل الا. لک بار جيئڻ گهرجي
(۸) ساقي جي نگهہ پُر ڪيو. پيمانہِ دل ڪي
پئي جام چشم تر مليا. ميخانہِ دل ڪي
تقسيم مئہ جي واسطي. سلطانہِ دل ڪي
بي انداز اشڪ غمدل. گريانہِ دل ڪي

(ابيات)

(۱) مئہ جام مست پي ڪري. مسجد ۾ وڃان ٿو
احرام حجاب جامون. لحزي ۾ پچان ٿو
گناهن جو ادا فرض. ڪيو آهي مون قاضي
غمدل شفا جي ڪاڻ. پڙهيو نيڪ نمازي
(۲) مئہ جو پيئڻ مسجد ۾ روا ٿو سمجهان
حقيقت ۾ لا اله الا الله ٿو سمجهان
بجز خدا ڪفر ماسوا ٿو سمجهان
هن عبادت ڪي غمدل. بي ريا ٿو سمجهان

## ڪلام روپ بسنت

ٿلهه: بن بسنت بيراڳي بلبل . سدا مند سنپاري ٿي
(١) شاهه بسنت جي سرجا سهرا . سيئي رنگ سنواري ٿي
اکين منجهه امبه ون الجهل
(٢) پسڻ لاءِ پرواز ڪيون پيئي . پنهنجو عشق اڏاري ٿي
پکين منجهه پچارون پلپل .
(٣) ياد بسنت جا نقش نگاها . صورت ڪئي سينگاري ٿي
واجهه وجهي ٿي وڻن ڪي ول ول .
(٤) ساوڻ سياري يڪ سر ياهي . ڪنيون نيڻ نهاري ٿي
حب همبيشه هينئڙي هل چل .
(٥) نئين حيا تي نينهن ۾ غمدل . غرض جو عرض گذاري ٿي
حسن جمال وصال وصل گل .

## ڪلام روپ بسنت

ٿلهه: ديرا يڏي جو لاءِ ٿي . آءِ بسنت اسان وٽ پيارا .
(١) هي دم هجر هلاڪ مدامي . محبت مون نه مٽائي ٿي .
ورهه وڇوڙي ۾ وڻ چيٽي پيا . باد خزان جي صفائي ٿي .
سبزڪري اچ سينگار سارا .
(٢) سيني سرن ۾ سهٽل سائين . سپ ڪان سونهن سوائي ٿي
بيحد باغ بهاريون برسن . سپ گل ۾ سرهائي ٿي
تنهن جي اچڻ اهي آثارا .
(٣) منجهان خارجي مرڪي مڪرڙين . مينگهه ملهار ملهائي ٿي
پؤنر پلي ڪن پيرا پون پون . مند ملڻ جي آئي ٿي
اکين ڪيا اچ ايڏا انهين آرا .
(٤) غمدل گوندر گهٽو ٿي گهاريو . هاٿي ادم السودائي ٿي
هو دم همدم هادي هو الله . پسڻ منجهان پڌرائي ٿي
چاند اڄ چمن جيئن عرش ۾ تارا .

کلام روپ بسنت

ٿلهه. شاهه بسنت جي شادي آهه . هر غنچي گلزاريون گلشن
(۱) آمد عشق حسن جي افضل . اعليٰ اُلفت آندي آهه
بيحد پال پلائڻ آيو . سالا سره بنيادي آهه
سدل بهاريون سوندون برسن.
(۲) سڪا ٿيا سڀ ساوا سرها . سبزي سونهن سوادي آهه
اڄوڻ ساڻ عجيبن جي اڄ . اڱڻ اسان جي آبادي آهه
ديد لڳي ٿيا درشن پرسن.
(۳) طبل طريقي طولاني سان . ملڪ و فلڪ منادي آهه
حورون هار پڏن حضرت کي . معراج مبارڪ بادي آهه
عرش ڪسي پاڪ ڪيو آهه قدمن.
(۴) واسياوڻ تڻ واءُ وصل سان . ويڙهي ويڙهي وادي آهه
لٿا غمدل خوف خزان جا . گهوٽ چڙهيو اڄ گادي آهه
هُوهُو جون هيڪارون هيڪن.

کلام روپ بسنت

ٿلهه. شاهه بسنت جاني هن جڳ ۾ . مسند ملهائڻ آيو آهه
(۱) بعد خزان بادشاهه بسنتي . پال پلائڻ آيو آهه
وچڙ يل ها جيڪي ورهين کان . محب ملائڻ آيو آهه
پاڻ ڏٺي اڳواڻ ٿي اڱڻ ۾.
(۲) سڪل سبز ٿيا وڻ ساوا . باغ برسائڻ آيو آهه
لٿا خوف خزان جا خطرا . وصل ورائڻ آيو آهه
مورڻ ويندا موتي مرڳ ۾.
(۳) ڦل جيڪي فراق فنا ڪيا . سي سرهائڻ آيو آهه
سڀ گل ۾ پنهنجي صورت سمائي . پاڻ پسائڻ آيو آهه
سوءِ بهاري برگ برگ ۾.

(۴) غمدل جا غم وهم وجائي . خوش ڪلائڻ آيو آهه
ٿي مسيحا مرشد منهنجو . دل جيئارڻ آيو آهه
روح رلائي ٿو رڳ رڳ ۾ .

ڪلام روپ بسنت .

ٿلهه . حسن بسنت بهار ۾ بنرو . سرس آيو سينگار ڪري
(۱) سَروَ صنوبر . سوسن . سنبل . نرگس نقش نگار ڪري
(۲) ٿا نگر ترڪي روءِ رابيلي . گل چمن گلزار ڪري
(۳) اڄڪڙ عجيب اسان جي آيو . عشق حسن اختيار ڪري
(۴) گيندا ، گيڙو ، گوهر گلابي . اظهر ٿي اظهار ڪري
(۵) واڌي واءِ وصال وصل جي . وڻ ٽڻ ڪل ولهار ڪري
(۶) دلربا درسين دلق سان . در دلبر دستار ڪري
(۷) غمدل خاص خندان ٿيو خوشدل . خوبروءِ خوماءِ ڪري



ڪلام روپ بسنت

شاهه بسنت جو شان شرف - آهي ملڪن ۾ مشهور ٿيو

ٿل فرش فلڪ جن انس ملڪ - تابع غلمان حور ٿيو
تاب حُسن جي ترهڪڙي سان - تبرڪ عين طور ٿيو

۱ مَا ذاغ البَصَرُ وَمَا طَغيٰ - ديدن جو دستور ٿيو
اول آخر ظاهر باطن - ذات ۾ ذات ظهور ٿيو

۲ اُميد جو گل اُميدن جو - مُلڪ تي ۾ مان مَسرُور ٿيو
بلبلن پؤئرن سان بشڪ - باغ سارو پرپور ٿيو

۳ اَلتَحِيّاتُ لِلّٰهِ وَالصَّلوٰتُ - پردو لامستور ٿيو
ڪليو ۾ روشن رنگ رنگينو - دوئي حجابن دور ٿيو

۴ رَحمَةً لِلعٰلَمِينَ جو - مرتبو منظور ٿيو
لٿو غمدل خوف خزان جو - نور ٿيون اعليٰ نور ٿيو



كلام روپ بسنت

ٿل نينهن نِسنگ ٿيو نانگو نِسري — واه! بسنت بهاري وي
(١) هندين ماڳين باغ بهاريا — چمن ڪليا چوڌاري وي
پوئن ڦِرن عاشق اربيلا — وٽن واس هنوماري وي
نانءَ ڪري هي ۽ بُلبل بنري
(٢) حضرت عشق اڳڙ مُون آيو — صدق وهيان سوُواري وي
پيال پيلايون لڪ لڪ پانيان — دم هيا تي ساري وي
لحم لهي ويا وهم جو وسري
(٣) قُمُ بِاذنِي سان اڄ ته اسانجي — مُئي دل يار جيئاري وي
اُلٽيو عشق الهُوت اِلاهي — بيخودي بي اختياري وي
عشق جي اُلٽي عرشين اُڏري
(٤) مِڙي مُبارڪ ڏين سهيليون — مجلس خاص موچاري وي
لَڪ شڪرانا عنمّدل سائين — ڏيئي مليو هن ڏاري وي
ڏينهن ڏکيا ويا گُوندر گُذري



كلام روپ بسنت

ٿل آڳيان مُندان يار مِلڻ ديان — آوي بسنت بَهاراجي
(١) سِڪندي سِڪندي اکيان ٿڪيان — سانوڻ ماهه سِياراجي
٢ مين پونرا تيڏي واس وصل دا — منگدا حسن هبڪارا جي
٣ فيض تيڏا هر گُل شجر تي — وسندا نور نظارا جي
٤ سبزي سُونهن دي نال وي سجنان — آباد ڪرين اوطاراجي
٥ بُلبل وانگون عنمّدل ڦِردا — سارا چمن هزاراجي



### کلام روپ بسنت

تل شاہ بسنت سونھار امین گھر — آیا سپ رنگ لایا حبي
۱ برھین بوندان برسڻ لڳیان — مولا ماڳ وسایا حبي
۲ لٿا خوف خزان دا خطرا — پاڳ سھاڳ سوایا حبي
۳ گھلدي واءُ وصال وصل دي — وڻ تڙڻ ویس وٽایا حبي
۴ پھري رانر ردا رنگیني — دلبر درس وکایا حبي
۵ ھر غنچي گلزاري عمدل — یال بسنت پلایا حبي



### کلام روپ بسنت

تل مغان دي مئخاني مدامي — گلیار ان بسنتي وي
۱ گلان دي گلزاري ویکو — نت نت نان بسنتي وي
۲ طبلي تان تنبور ترانی — سھڻي سان بسنتي وي
۳ سبزي سونھن سراسر صورت — سون گدان بسنتي وي
۴ الٹا الٹ الھوت اویترا — بحر بیاض بسنتي وي
۵ عمدل تي خوشدل خوماریا — منگھن ممتان بسنتي وي



### کلام روپ بسنت

تل حسن بسنتي بیک بھاریل — گلشن دا گلزار عجب
۱ گھري گل گلابي گوھر — رابیلي رخسار عجب
نرگس نال کریندي رمل
موتي گل منثار عجب
۲ لالان دي وچ خال خدائي — چرچا ھیا ھ چنبیلي چل پل
سوسن دا سینگار عجب
تسرو سراسر سھڻي صورت — وسیھل کالي کاکل سنبل
نال بوءِ نروار عجب
گیندا گیڑو سورج سیئي — رتن رمز رلیندي رل مل
باغ اندر بیشمار عجب
پاتشاہ پسند بسنتي بیشک — عمدل نال خوبان دي خوشدل.

# ڀاڱو چوٿون

## باب چوٿيھون

# سهرا



تل — چڙهه تون سدا سيج مُنهنجا وَنُهِيا لاڏا!
تنهنجي سُهڻي صُورت- مَن ماهه مُورت- شاهي شهزادا

١ ڪري هار سينگار اچن ۽ ٻيليون — مُون کي ڏين مُبارڪ سينگيون سهيليون
ڪريان شڪر صد بار- وار و وار هزار ملوڪ زادا

٢ عطر مُشڪ عنبر هاريان هنڌن تي — خُوب خوشبوين وسيون تي وڳن تي
نوان تنهنجا ناز- نزاڪت نواز صاحبزادا

٣ مت نه ڪو پانيان جوڙ تو جاني — اعليٰ شان اوهان جو نُور نوراني
حُوران پريون مشتاق- تنهنجي حُسن جي هاڪ حاڪمزادا

٤ ڪري هار سِينگار پرين آءُ پيارا — صُورت سُونهندي سدا اٿو سُونهارا
نيڻن ڪول نقاب- سگهو آءُ شتاب مشتاق ماندا

٥ بهاريون بهار هل تيو هيڪار — چوڌاري چمن ۾ ڪِليا گُل گلزار
غم ڏل تيو خوشدل- پرين ڏسي ٻلبل مُنهنجا الله آندا



ڪلام روپ بسنت

تل سِر سيّد دي سِهرا بسنتي — حُوران لائي ميندي وي
١ عطر عنبير نہ محض مُشابَه — مُشڪ مچائي ميندي وي
٢ نازنين نوشه دي ڪيتي — عرشئون آئي ميندي وي
٣ تخت اُتي پاتاج شاهَنشاه — اڄ برسائي ميندي وي
۴ آکن عشق مبارڪ ملڪي — هر بشر ملهائي ميندي وي
۵ اهل حَسِينا رَل مِل ساري — چوڏس چائي ميندي وي
٦ عمّدل تيادِل شاد هميشه — خوشنمائي ميندي وي



ڪلام روپ بسنتي

تل اڄ دن حُسن بسنتي آمد
چرچي بازي چوڏس وي

١ سنگ سهيليان سُهاگ سُهاون — مِير معغان دي مجلس وي
٢ رَل مِل ڳاون راڳ بسنتي — روحان دا هئي رنگ رس وي
٣ نال گلان ڪردي گفتاران — بلبل عاشق بيوس وي
۴ پئونر سياه وتن سودائي — در مقيّد قَس قَس وي
۵ صورت حال سر اسر اسارا — سرفرازي سرگس وي
٦ عمّدل با خوش باغ بهاران — نال حَسِينان هَس هَس وي

# پاڳوسڪتون

## باب پنجتيهون

# مُلن سان مَجلس



ڪلام روپ ڪانرو

ٽل اصل عشق آهي برهه بي نيازي توکي حالَ هِن جي خَبر ناهي قاضي

١ نه ڪوشان اقبال عقبيٰ سڃاڻي سڃاڻي نه ٻيو ڪو جيئن عشق ڄاڻي
وڃي گهوڙا گهايون طولان تازي

٢ سوري تي سدائين سرڙا سينگاري چڙهيو چاهه مان چوٽ نيزي نظاري
ڏيئي ڏاڍ ڏاڍا عجائب ايازي

٣ مسئلا متيون ۽ مثال سارا جملا توجو ڙين عقلي اشارا
ڪوڙا ڪُل قصا سيئي سازبازي

۴ سِرِ عِشق جن جي تصدّق تو ڪاهي لحظي ۾ تن جا لحم يار لاهي
تو ڙي تونگر قطب غوث غازي

۵ اسان باب برهين جو پڙتئون پڙهيو سي هڪ نينهن نُڪتو دل تي ڌريو سي
وسري ويا ڪل ڪم ڪارسازي

٦ غمَدل جنهين سر ڪي عشق رايو مَنصُور سوليءَ تي سِرڙو سنباهيو
ٿيو مَست مَجذوب مَجنُون مجازي



كلام روپ پيلو

ٿل مرڻ ذين منصور کي - مفتي ملا سوري سزا
عشق انا الحق تو پولي - کھڙي عند قاضي قضا

۱ شور شاهي منجھ شريعت - شڪ شبهه شرڪ چون — تيا مخالف معرفت - ڪان بيخبر ڪاذب ڪزا
۲ قرب منا يمرنيدم - ڪامل ڪسر ڪيو ليو — "شبلي" ٿيو شامل شيرسان - راهه مر راضي رضا
۳ بي سرتي بردارتي - حلاج هلي هسوار ٿيو — ميخانِ معراج ماڻيو - مست منگهن موجون مزا
۴ جدا ٿيو جسمات کان - جوڙ وجنگي ميدان ۾ — بيشڪ بقاباالله ٿيو - طالب المولیٰ مرتضیٰ
۵ طبل تماشي تاب واري - برهه جي بازار ۾ — سرو دائم سوپ ۾ - آهي محمدل غازي جي غذا



كلام روپ تلنگ

ٿل عشق بهادر شير آکيا انکا — هوش رکين وي قاضي - سردي بازي
۱ جيهي تيهي نون عشق نه پچيندا — بادشاهان نون ب ره مارينيدا
دانهه ڏر دراني - مير مجازي
۲ عشق ڪتابان ساڙ سٽيندا — مسجد وچ ميخان بڻيندا
ترت ڪريندا تارني - برهه بي نيازي
۳ شوق شمان شم شعلا شاهي — سرتي آيم عشق الاهي
رندر رضا وچ راضي - محمدل غازي



كلام روپ تلنگ

ٿل ماري ڪلا سر منکر دي — جو نال فقر دي لڙدا هئي
۱ لمبي ڏاڙهي منهن وچ ملڙو — آپ نون ساڌ سڏيندا هئي
۲ اوران نون پهگيان سٽيندا — آپ نه ڏيان ڏرينيدا هئي
۳ طلسم تال مکردي باني — ڪوڙي بم بٽيندا هئي
۴ اندر عنين دهبال ڏٺي دا — باهر شبد سٽيندا هئي
۵ توڙ جهابتون پردا بيخود — ناڙڪ نينهن نچيندا هئي
۶ انهد ناد نقارا محمدل — شاهي طبل وڄيندا هئي



### کلام روپ پہاڑی

تل عقل عریان وی یارو۔ شاہنشاہ شوق دی شادی
سوڑی دی ہئی سرانجامی۔ کریندا عشق آبادی

۱ حیرت وچ ہوش گم تھیندا — طریقت دا طبل وجیندا
حقیقت دا حکم ہلیندا — معرفت میم منادی
۲ پہلوانی پیڈر پڑمل — تتل فاتم کڈا کؤنتل
تماشی ترک دا تحمل — عجب ہئی الت استادی
۳ معنیٰ منصور دی معلم — کریسن کیا علم عالم
قثمّ دا ہئی فہم فالم — انا الحق عین آزادی
۴ تلن توحید دیان توڑان — کھماون گھوٹ تئون گھوران
عطر عنبیر دیان اوڑان — وصال اللہ وصل وادی
۵ شتابی شور شاہانا — اگوہر گن گیان دا گانا
چڑھیا سر سیج سلطانا — عمّدل گر گگن گادی



### کلام روپ پیروین

تل عشق نہ چاٹی ڈوہ ثوابان
۱ علم علوم انہین دا التا — کسب کماوڑ کنہ کتابان
۲ پڑھن پڑھاوڑ قال دی کثرت — ہوش عقل گم حد حسابان
۳ چوڑ شبہ شک شیخی والا — بکواتان بن برہین بابان
۴ ہک نکتا دم کر دی پختا — طالب رکندی طور طرابان
۵ مٹہ پیوڑ خود ذات کون پرکھڑ — فرض نہ سنت سوال جوابان
۶ بی صورت سر صورت عمّدل — شاہنشاہی شوق شرابان
بحر مثل در حال حبابان



### کلام روپ پیروین جوگ

تل برہین والڑا باب وی میان
قاضی کتابان وچون کنھن نہین چاتا

۱ جيوين مَنصُور مُطالع ڪِيتا     عالم چوُن عتاب وي ميان
بِلا مِيمُ اَنا اَحمَدُ بُلاتا

۲ حرص حوران دي ڪيتي پڙهن نمازان     ڏہ ڏِن حَشر حِساب وي ميان
عاشق لا خوف سہ سُمہيا تا

۳ تي مدهوش منبر تئون ڍهندي     بانگي ٿي بيتاب وي ميان
جنهان درشن دِلبر دا پاتا

۴ اِسم اعظم دل لوح تي لِکيا     کُليا قلب ڪتاب وي ميان
سر وِچ سارا سير سماتا

۵ عمّدل وچ گُرداب دي گُم تيا     وانگون حال حباب وي ميان
ماہ موطا عنانہ ي گوهر چاتا

کلام روپ پيلو



بتادے کوئی مجھے یارو ۔ بنائی یار نے بازی
لگی ہے چوٹ سر میداں ۔ رنگینی گل چمن سازی

۱ اگر اس حال میں عاشق ۔ بے سر بن کے آویگا     قدر اس دلربا جانی ۔ تُو کیا جانے مُلا قاسی

۲ یہ بیرنگ بے مثل حالت ۔ کھِلا ہے کھیل قدرت کا     اگر کھیلے کوئی عاشق ۔ بہادر برہ سے غازی

۳ اُوپر سولی وہ چڑھتا تھا ۔ بلند نعرہ انا الحق سے     گلے میں طوق منصوری ۔ شرع میزان میں تازی

۴ کہاں کوہِ طُور پر دیکھا ۔ نظارا لَن تَرَانِیُ کا     خلیلیؑ آگ میں وُہی ۔ ہوا ہے پتنگ پروازی

۵ کہاں مُصطفیٰ مدینے کا ۔ کہاں حیدرؔ ہوا ہادی     کہاں شاہِ کربلا والے ۔ رضا میں وہ رہا راضی

۶ کہاں ظاہر کہاں باطن ۔ وہی اوّل وہی آخر     سمایا یار ہر صُورت ۔ کہاں شوخی کہاں آزی

۷ نہ میرا نام ہے عمّدل ۔ نام اولا ہے میرا
اپنی رمز میں رل مل ۔ پرم ننگر کے واعظی

# پاڱو ستون

## باب چٿيھون

# قرب وندن ؏ بي قربن جو



كلام روپ پيروين

ٿل — وڏو ويب رقيبن رولو - برھ پڳو سيپ پولو

١ سھجئون آيو سير تماشي — چاڪ ڪري ھٿ چولو
٢ لنديون ھزارين مارن لاڻان — ڪي ماسو ڇون ڪي تولو
٣ چاڻ چتن ناھي نينھن اُنھيءَ جو — اندن اڳيئون آھي اولو
٤ چائي سُچائي جن چاڻ نه جاتو — آھي لعنت لُچن ھرو ويلو
٥ چئنچل ڏيئي چوٽ چتون ۽ ڪي — نوڙ ڪُفر جو ٽولو
٦ جن غير پانٿيو ڳانڍو ڳار ٿيا — ناھي ڏيج تني کي ٿيلھو
٧ قُربوند وڪاڻيا روٿه — ڪنھن جو- ھي غمدل عاشق اربيلو



كلام روپ تلنگ

ٿل — قُربوندن ري ڳاڻ نه ڪنھن جي — آھيون بيپرواھ آلو
١ قربوَند اپنھنجو قُرب سڃاڻن — چاڻ اھو چت مُول نه چاڻن
صُوفي سالڪ پرت پڇي اٽن — رندي اسانجو راھ آلو
٢ قربوَندن جون ڳالھيون ڳاليون — تن سان ناتو نينھن نباھيون

ڪوت مڪر جا ڊاهي ڊاهيون — هادي ٿيو همراه آلو
٣ سر جو سودو ڪر وهايم — عمدل نالو نانءُ ڏرايم
منصوري جو ماڳ وسايم — ڪاٿيم ڪنڌ ڪلاهه آلو



ڪلام روپ تلنگ

ٿل مهمين ميدان ملهايو — گانڌو ٿيا گمراهه ميان
١ پار نه پڇن پر پنهنجي جو — پيشو ٻي ويساهه ميان
٢ پانئڻ واري پول پيلايا — لوٿيا لانگڙ لاهه ميان
٣ ناتو نينهن نڀايائون نيهي — نانگا نيڪ نگاهه ميان
٤ دين ڪفر کان دور دلاور — تارڪ ترڪ تباهه ميان
٥ سوري جهو سرانجام سدائي — صوفين صاف صلاح ميان
٦ عمدل گوهر گيان انهيءَ ۾ — بانڪا بيپرواهه ميان



ڪلام روپ پهاڙي

ٿل ڪين چاڙن قرب مان - شرمندا شودا شڪي
انحرافي ڪن امر جي - تا هٽن لاقان لڪي
١ پاڻ پانئيون پانهنجو - حق نفي ڪيو آهه انهن — شاني اهي شداد جا - فرعون کان ورتئون ڦڪي
٢ راز رهبر جو پچي - راهه کان گمراهه ٿيا — ڪين ڪندو ڪول تن ڪي - مصطفيٰ مدني مڪي
٣ پُٺني ڏيئي پير مغان ڪي - سوڙ جان سيٺيا وتن — حيدرؑ ٿي همراهه تن سان - ڪڏهن ٿيندو ڪين ڪي
٤ ڦريا جي فقير کان - ابتر ٿيا الله جي — دادلو ديوان تن ڪي - ڪانهه ٿي ڏيندو ٻڪي
٥ طالب الدنيا مخنس - ناحقي ٿا ناس ٿين — هستي جي حاجي هنيان - سي بحث جوئيا ٿيون بڪي
٦ سخن هي صوفي سندو - لوح ۾ لکجي ويو — ڇٽي چوائي پاڻ همدم - هوت همذاتي حقي
٧ عمدل پلي جي پاڻ آيا - پلي پلي سي نا پلا — پيهر تني سان پاڇ ٿيندي - يارجي ياري پڪي



ڪلام روپ تلنگ

ٿل قرب ڪسڻ ڪند ڪات قديمي — دلدارن دي دعوت هئي
١ فالمرفرض فناسئي والا — پرت پريم پچاوت هئي

عشق عجب اسرار اڏي ٿي — الف عشاقان آوت هٿي
بي سر والي بازي تر سر — چشمان چوٽ چلاوت هٿي
ٻهرا ٻحر ٻره بخش الله — نوبت نينهن نچاوت هٿي
عمدل غلبا بيحد باري — گيان گوهر گن گاوت هٿي

# ابيات

١

صدقي ٿيون صدق نه آڻن - هي ٿي ڪوڙ مڪر دي بازي
دل دي وچ وهم ڊئي دا - پاهر اٽڪل بازي
اکيان دل نال ادب دي وچ - جنهن دي نينهن ڪريند انيازي
مين محرم مشتاق انهان مردان دا - عمدل جهڙا هن راضي وچ راضي

٢

روبرو رضا م راضي - پرپٽ پوڙيون ڏين
پري جا توپرين ڏکي - جا ٽيو ڪين جتن
لائق لاهوتين جا - لحظو نه لاهين
وڙئون ٿا وهين - قرب سڄاڻ ڪين ڪي

٣

قرب سڄاڻ ڪين ڪي - بي قربا بي جاط
جيڏانهن پل پٺين ڪي - تيڏانهن ٿاٿو ٿاط
پير مغان جي پار جي - کهڙي جتن جاط
ڏاتر ڏيندو ڏاط - تن ڪي پنهنجي ڪرم ٿي.

٤

قادر ڏيندو ڪرتي - بيشڪ تن ٻهرا
انعام انصافن جا - دلين تي ڏهرا
چِلُو لاچِٽمن اهي - چُوٽ ڏنگا چهرا
مگر نَرُ اُهي نهرا - جيڪي سهڻ سڪيا

٥

جيڪي سهڻ سڪيا - سُور هيئي سي صُوفي
وڻي مت مغان جي - مرڪن معرُو ڦني
ڪن نه هٽن تن سان - ڪميٽا ڪُوڻي
لوڦر اهي لوفي - جيڪي رهٽي رهن ڪين ڪي

٦

رهٽي رهن ڪين ڪي - ٿُوٽ اهي تر ترا
امر ڪي آڏو اچن - شودا شري شر ترا
قولن ڪان ڪُوڙا اٿيا - گانڊو اهي گر ترا
ذوق سندا ذر ترا - اصيلن انعام ٿيا

٧

اصيلن انعام ٿيا - ذوق عجب ذاتي
دم وحيائن دوست جا - بڪي بڪواتي
قدر ڪن ڪيمياجو - ڪي ڪامل قلاتي
قُرب سندي ڪاتي - قدردان ڪُهي وڏا

٨

قدردان ڪُهي وڏا - ڪُونهت ڪُونڌ ڪنوات
حرامي حرام ٿيا - جن وحيائي وات
سڌ ٿيا سڻن تي - ويا پيرسيندا پير ترات
لاهوتين حبي لات - پڌري ٿيندي پترم ॥

(٩)

پَڌري ٿيندي پيٽ ۾ ـ رهت رندن جي رِيت
کُهين پُڇين ڪين ڪي. پيوند مَنجهه پِريت
ڪنڌڙا اناڻن وُڙهب ۾ ـ نانگا اهڙي نِيت
پَٽِ اهڙي پر تيت. ساميڙا سرها ٿيا

(١٠)

ساميڙا سرها ٿيا. جن سان هادي آهِ همراه
پاڙن پرت پنهل سان. وَ نَحنُ جو ويساهه
محبت معنان جي ۾. تن سار و ملڪ مباه
عمّدل گاروڙين جو. سو گهو صورت ۾ آهه ساهه
وانگر ساهه پساهه. آسٽن موجودي مطلوب جي

(١١)

قدر نه جاڻن قرب جو تن بي قربن کان ڪَس
واري نانءُ وِلهَين جووٺ واڳون پنهنجي وَس
احسان فراموشن کي ڏانءُ نه ڪوٺي ڏس
عمّدل پنهنجي گس. رليچ ڪيم رُلين کي

(١٢)

قدر نه جن کي قرب جو. تن لُوسِن کان لاڙو
پَٽي جيڏڙ پِٽين جو. پاٽ وستان پاڙو
هر دم هير حرام جي. آهه پيٽن کي پاڙو
عمّدل هي گاڙو ـ ڪَڏُ ته مَنو ماٽِين

(١٣)

قدر نه جن کي قرب جو ـ تن ويسِلَن ويسار
هيڙِ نه هاڙ هيالن کي. ڏَٺ نه اِهڙا ڏار
مُنهن ۾ مر ڏودن کي ـ وجهي ڏوڙِ ڏڪار
عمّدل شُڪر گذار ـ ڏيئي پُٺي پليدن کي

(۱۴)

قدر نه جن کي قرب جو - تن جهڙن کهڙو چاڻ
سُوڙهيان سِينيا وتن - ڏٺو جن جو ڏاڻ
جيڏا انهن ڀَلِ پيٽين کي - تيڏا انهن پڌن تاڻ
ساڃي نه ٿئي سُڃاڻ - عبدل تن گُندن جو

(۱۵)

قدر نه جن کي قرب جو - بي قربن کهڙو قياس
ڳُتا اُڀيا ڪَتِ ٿي - ڀِٽن پنهنجو ماس
ڀَؤنڪن ڀِنڪن ڀَتَ لئي - ٻُک نهوڙي ڪيا ناس
ماڻي ڪاڻ مُواس - عبدل چيڪ چيتا ڪيا

(۱۶)

قدر نه جن کي قرب جو - تن پيچ پيٽن ڪاڻ پيرو
ڊُور دفع ڪر دل ستان - بي ادبن آکيرو
مَولا مَر ڏُودن جو - مُنهن ڪيو ميرو
وار نه هڪ ويرو - عبدل گڏ گُڏين کي

(۱۷)

قدر نه جن کي قرب جو - شوريا وتن شيطان
ڪاذب ڪُوڙ فريب جا - سانڍيون وتن سامان
فاسق فسادن ۾ - غرق ٿيا غلطان
عبدل ديد ڏيان - ويو تنهين ڪان وِسري

(۱۸)

قدر نه جن کي قرب جو - ڪم نسل نادانا
بي هِمت هٺ ۾ - جبلت هلن حيوانا
بي ديد بي لياقت - بدو بي ايمانا
خراب ٿيا خانا - عبدل تن گندن جا

(۱۹)

قدر نه ڄاڻن قرب جو. پڙهيا سي پليد
ڪڏهن نه ڪامياب ٿين. جيڏ انهن ڪيڏ انهن جيت
سهڻ ۾ صبر جي. نه سگهيا صلاحيت
پوري ناهي پريت. عمدل بيگرن جي

(۲۰)

قدر نه ڄاڻن قرب جو. بي قربا آهي پر
ٻچڙا برائين ۾. سڀ پنهنجو سر
هستي هوڏ حرام ڪيا. اندا اٿيا آخر
عمدل پڪ پادر. مرڪ مرڏودن جو

(۲۱)

قدر نه ڄاڻن قرب جو. بيهودا بي پير
سنگت سرڪش جي. قريا ته هون فقير
عمدل چوي گرگن جا. ٻٽيا سگ وزير
خصلت ۾ خنزير. ساري عمر عذابن ۾

(۲۲)

قدر نه ڄاڻن قرب جو. ڪوڙا قرآني
نسورا ناحق تي. ڏبرن دهماني
ڪٽڙي ڪميڻن تي. قهر جي ڪاني
عمدل گماني. بيهودا ٻچڙا اٿيا

(۲۳)

قدر نه ڄاڻن قرب جو. لباسي لوسي
دل نه ڏرولشن سان. ٿيا ملحد مجوسي
نا بر آهي نينهن ڪان. پنڪڙيا منجوسي
قرندن جي قوسي. عمدل ڏڙي ڏف ٿي

(۲۴)

قدر نه ڄاڻن قرب جو. محبت جا هيراڪ
هنيلا هوڏ هٺي وڏا. هستي ڪيا هلاڪ
مور نه مڃائين سي. بُرا بد اخلاق
عمدل بس بيباڪ. لٿي لنگهه لُچن ڪان

(۲۵)

قدر نه ڄاڻن قرب جو. بيهودا بد ذات
سِيٺيا رهن سيٽ ۾. ڏِنگا ڏينهن رات
نه ساعت هڪ سلوڪ ۾ سبق سکيا صدمات
هَنِين کي هيهات. عمدل جُهوري جهيڙ جي

(۲۶)

قدر نه ڄاڻن قرب جو. حيضي حرامي
عادتن اندا ڪيا بدگر بدنامي
بد سلوڪي سکيا. ختم آهي خامي
عمدل غلامي. نه اُنهن جي اعتبار ۾

(۲۷)

قدر نه ڄاڻن قرب جو. لوٺيا لانگهڙ لاهه
پسي پٺيل پاپن ۾. پيا پُور اکن پساهه
اُونڌن اوندا هيءَ جا. ٺيڪ وٺي ويا ٺاهه
عمدل سي گمراهه. غافل منجهه غرور جي

(۲۸)

قدر نه ڄاڻن قرب جو. ٿورا اٿا ٿاڦِين
ٻلائي جي ٻدلي. پيا بُرايون ٻيٽِين
اوڳا احسانن کي. مِٺي سان مليٽِين
عمدل ڪڏهن ڪو ٿين. پنهنجي ڪارڻ پاپ جُون

(۲۹)

قدر نه ڄاڻن قرب جو ـ صلاحون نه سڪن
رفيق رقيبن حبا ـ دشمن دوستن
ڄاڻي واڻي ڄاڻ کي ـ ضدي ضايع ڪن
غمدل گام گسن ـ ته به هوڏ نه ڇڏن هٿ جي

(۳)

قدر نه ڄاڻن قرب جو ـ محبت ڪان مڙيا
ڏين واهون وسري ـ توڻ ٿون تڏهن ٿڙيا
جهلن جهليا ڪين ڪي ـ جهنگ ۾ گوڙ گهڙيا
ڦڙتين منجهه ڦٿهيا ـ غمدل فن فريب جي.

## ڪلام روپ بروو

ٿلهه:- ڪوڙو آهه لبيس لباس . هن ڏوٿيءَ جي دوستيءَ جو
(١) پول انهيءَ ۾ ڪيئي پلاڻي . ڏيئي چهري چاس
(٢) لاري لڳو جيڪو هن لنڊيءَ جي . سالڪ ٿيو نراس
(٣) ڏران ڪيئي ڏوٿيءَ ڏتاريا . ڪيا نهوڙي ناس
(٤) هرگز ناهي چڱائي چوتيل مان . قدر نه جنهن کي قياس
(٥) غمدل سالڪ سمجهه سخن کي . رسنه رچي ٿئي راس

## ڪلام روپ پهاڙي

ٿلهه:- هجي تو هميشه وفا ياد منهنجي . ڪندين نيٺ ڪڏهين ڪا دلشاد منهنجي
(١) الهي اميدون اوهان ۾ عجيبا . عمر عشق ۾ ناهي افراد منهنجي
(٢) ڪيم بت پرستي ڪعبي ۾ تولئي . ساپي صداقت هئي سجاد منهنجي
(٣) فڪر ٿيو فرشتن کي واسي فلڪ جو . فراموش ٿي ڪين فرياد منهنجي
(٤) گناهن ۾ گر مبتلا مون نه هوندس . نگاهِ ڪرم ڪندي نه امداد منهنجي
(٥) مٽي جي پيئڙ سان جو مستي ملي وئي . آهي زير بالا نه بنياد منهنجي
(٦) گهڻي بار ضا پي گهڻي باقضا پي . عجب زندگي آهه آباد منهنجي
(٧) غمدل اسم بر عطا عاشقي ۾ . بِرَتِڪُمُ بِلاَرُوحِيُ آزاد منهنجي

## ڪلام روپ پيروين

ٿلهه:- شل جيئري مري ويندين جڳ ۾ . هوندين واسينگن جي وڳ ۾
(١) واجهايان مان وندر جون واهون . ماڳ مٿي ڪندين ڪڏهين ڪاهون
روز نهاريان رندڙا راهون . ديدون اٿم تنهنجي دڳ ۾
(٢) دلبر دل ڪري ٿو ڪي دعائون . هڪ هجوڻ پئي ٿون ۽ آئون
گڏجي ڳالهيون ڳنڍن جون ڳائون . رلمل ٿي رڳ رڳ ۾
(٣) مري جيئندين منهنجا جاني . ٿيندءِ شان شرف شاهاني
ملڪ فلڪ هوندءِ فرماني . سر سينگاري ڏيان مون اڳ ۾

(۴) همدم يار هوندين همدم سان . حاضر ناظر قرب قدم سان
غمدل نالي اسم جسم سان . نازل نرگ سرگ ۾

## ڪلام روپ وهاڳ

ٿلهه: ديد دلبر جي دوا ڪئي . برھ جي بيمار جي
نئين حياتي نينهن وارن . ڪي ملي نوبهار جي
ناسور ۾ ٿيو سو پيدا . مرحم مسيحي ڪان مليو
دردِ دل دوران ديگر . درمان طمع ديدار جي
(۲) صد سالها دم حال هجران . ورهه واهد مون مٿي
عشق ٿيو ساڪن آڪين ۾ . منزل برقرار جي
(۳) خار ۾ هو گل سمايل . راز دان جا ٿو پڇي راز
ناامیدي ۾ اميد . خزان ۾ گلزار جي
(۴) آتش قدح مان مون ڏٺو . ساقي پيري جامِ حيات
سو مرض ٿيو منهنجي شفا . حاجت نه ڪنهن هوشيار جي
(۵) لطف علي شاهه مردان جا . لائق لک هزار بار
چوچيڏيان دامن هٿان . مان حيدر قرار جي

نوٽ:- هي شعر جناب فقير غمدل سائين جن سنه ۱۹۴۰ع ۾ تي
پنهنجي فرزند ڪاڏي نشين لطف علي جي سخت بيمار هجڻ تي ارشاد فرمايو.
جيئن شعر چيائون تيئن تي پيو بيماري صفا ختم ٿي ويئي
الحمدلله مان ثابت ٿئي ٿو ته سندس قلبي شعر مقبول شعر هو. اهڙا
ڪي بيا شعر به ڪن وقتن تي فرمايا اٿن جو ته انهن جي ضرورت
در پيش آيل هئي.
پاڻ جهڙو شعر فرمائيندا هئا. سندس حالت به ان چيل
شعر جهڙي ٿي ويندي هئي.

## ڪلام روپ مانجھ

ٽلھ: ڏاڍي ڳالھ نھين دعوىٰ لڳدي . سر نوبت نينھن دي وڄدي
(١) ناز نياز دي جاءِ جتا ھين . ھستي مول نہ ھلدي
(٢) ھڙ حاجت ناھي حجت دي . ڏاڍي ڇوٽ نينان دي چلدي
(٣) عھد امر وچ قيد وچالي . دل سول سموھين سھدي
(٤) سر غمدل دي ساوڻ وانگون . برھ دي بارش وسدي

## ڪلام روپ پيم

ٽلھ: لازم نہ آھي پردو لا احجاب ڪئي . آزاد ڪيو آھ اظھر اعلىٰ القاب ڪي.
(١) جولان جوم جانان جي وصال تان . دنيا بہ قربان عقبىٰ صدقو ثواب ڪي.
(٢) جذبات جوش ۾ نيو گريو جبل ڪان جاري . برھين باران بسي چين ڪيو باب المنداب ڪي.
(٣) تلقين طالبن جي توجہ توحيد ۾ . ڪيئن ڪيو تو قيد ھن ام الڪتاب ڪي.
(٤) دم عشق پردو امي غمدل آھي غنيمت . ھڪ حال ھردو عالم حشر حساب ڪي.

## ڪلام روپ پيروين.

ٽلھ: برھ جو باران ھنگلي ۾ . بدل برسيو بحر
نينھن نعمت جو نظارو . نو بنو نروار نر
(١) ٿيو ظھورو ذات جو . سلسلو سلطان جو
پرھ جو پايو پڪو . پيوند پيدا پيو پڌر
(٢) عشق حبي اسلام جو . ٿيو جوش جاري جا بجا
موج محبت ۾ مدامي . شور شاھي ڏر شھر
(٣) قرب قادر جو ڪرم . قائم قدم قائم قديم
راز رنديءَ جو سمورو . سير سارو سربسر
(٤) صحبت صوفي جي سڌاريو . عشاق عبد الرزاق ڪي
نظم جو نعرو ھڻي . نشان ٿيو غمدل گوھر.

## کلام روپ تلنگ

ٹلھ:۔ ظاہر باطن ہر جا ذاتی ۔ خفی جلی دا کیل خیال
(۱) ہر شی اندر جلوا ذاتی ۔ سانہ نظارا سوہ جمال
(۲) ثَمَّ وَجۡهُ اللّٰہ سیر سراسر ۔ قلزم دا ہئی کرم کمال
(۳) کتان کنز کدوری پڑھدا ۔ کتان واری ورق وصال
(۴) کتان غمدل گوہر غانہی ۔ مرشد ہادی لعلوں لعل

## کلام روپ تلنگ

ٹلھ:۔ اب سر بسر سودا ہوا ہئی ۔ کب نہین قطری دی کس
اللّٰہ بس باقی ہَوَس ۔
(۱) طالب المولیٰ مذکرؐ ۔ اوہ گمرا ہی دا گس
(۲) لعنت و رحمت یک نظر ۔ درسین دیدان دی درس
(۳) ماسوا اللّٰہ دی بی کل ۔ خیالت خام خس
(۴) لا مقصود فِی الدَّارَیۡنِ اِلَّاهُوۡ ۔ رندی رسمات رس
(۵) بیسر بہادر چاوندینی ۔ عشق دی اعلیٰ عکس
(۶) وجدان ہئی وحدت وجودی ۔ رانہ دا رنگی رکس
(۷) باجھون فنا فرمان دی ۔ حال ہستی دا حبث
(۸) آپ گم غمدل ہویا ۔ واہر او ویری وارث

## کلام روپ پیروین

ٹلھ:۔ برہ کیتا بد نام وی یارو ۔ پڈہ مین پشیان
(۱) بیخود سانون برہ نچیندا ۔ دم دم دی وچ درشن ڈیندا
کیتس مست مدام ۔ شرم حیا کنون مین گشیان
(۲) عشق دی چوانی آنبہ کیتا ۔ جان جان شوق شراب مین پیتا
صبر نہین آرام ۔ ہن مین بی سر شئیان
(۳) سونہ ماہی دا جگر جلیندا ۔ درد غمان دا ذوق دکیندا
من اندہ ماتام ۔ نین و ہیندین ہن نیئان

(۴) عمدل لوگوں کیا آپ لگاوٹ ۔ باربرہ دا سر پر چاوٹ
سارا کفر دا کام ۔ کوئی سالک سمجھی سنیاں

کلام روپ سورٹ

ٹلہ: خون گردن میں اٹھائیوں ۔ بی وفا کی واسطی
قرنی مانی یا نہ مانی ۔ کس ادا کی واسطی
(۱) ایسی مصیبت کی مثال ۔ مجھ پر کبھی آئی نہ تھی
مجبور ہوں مولا میرا ۔ مشکل کشا کی واسطی
(۲) حسن پی ہئی ناز پی ۔ آفتاب میں تابش نہیں
ابر کیوں آیا ہئی سر پر ۔ اب حیا کی واسطی
(۳) افسوس صد افسوس ہئی ۔ صورت تو ہئی سیرت نہیں
قرنی زندہ دل فنائیوں ۔ صورت فنا کی واسطی
(۴) عرش پی اڑتا گیا ۔ صنعان تا مغرور دل
قدم اس پر خوک تا ۔ طلب ترسیا کی واسطی
(۵) بوالہوس طفلوں کی طرح ۔ ہئی طبیعت آپ کی
تب قدر تجکو نہیں ۔ ہئی آشنا کی واسطی
(۶) عشق خدا میں کیجئی ۔ زندگی اپنی بسر
ہات قر ملتا رہیگا ۔ اس وجہ کی واسطی
(۷) کس طرح اعتبار آجائی ۔ تو اپنی بات پر
اب تک کمر باندی ہئی ۔ تو جور و جفا کی واسطی
(۸) وہ نہیں ہئی پردہ پوشی ۔ جس میں ہئی بی پردگی
ایسی شرم اچی نہیں ۔ اہل النسا کی واسطی
(۹) جو اذر محرم ہئی اذر ۔ پی اسکو دیدار ہئی
یہ جہان جوتا نہیں ۔ اپنی خطا کی واسطی
(۱۰) راستا سیدھا بتادی ۔ ای میری مرشد فقیر
منتظر ہوں میں تو اس ۔ حاجت روا کی واسطی
(۱۱) ختم کر اپنی ترانی ۔ کوا یی عمدل فقیر
کافی ہئی تیری غزل ۔ طالب المولا کی واسطی

## ڪلام روپ ڪنيات

ٿلهه: هي دور دغا بازي . يڪ بار غرق ٿيندو
هر بشر حيثيت ۾ . هر حال ۾ هڪ ٿيندو

(١) حقيقت جو شمس اظهر . اڀريو اڄهو دنيا ۾
هي طور تاريڪي سندو . تمام ترڪ ٿيندو

(٢) شاهه و گدا جو رتبو . يڪسان صفا ڏسبو
گندن جو راڄ غائب . پئمال پلڪ ٿيندو

(٣) بغير نثاري حبي . ڪنهن جي نه ڪاميابي
توڪل سان جستجوگه . همراز فلڪ ٿيندو

(٤) انسان کي حيوان ڪري . ستمگر پيا ڏسن ٿا
بي رحم نگاهن جو رعب . تاب فنا فرق ٿيندو

(٥) خود غرض هن خزان کان . اجڙيل چمن ٿو ڏسجي
هر خار مان گل پيدا . سرسبز جهلڪ ٿيندو

(٦) مردن جي همت ڪيو . پئي حل مشڪلن جو
هر زنده انقلاب . هر مثال سبق ٿيندو

(٧) عوام تي آهي فرض . اُصول جي عمل جو
جذبو آهي ڪمال ته . حاصل به حق ٿيندو

(٨) جن جي آهي ڪمائي تن . کي نه ڪجهه ملي ٿو
اڄ ته آهي اڳين . فردا نه بلڪ ٿيندو

(٩) اتحاد جي تلوار ڪٽي . قفس غلاميءَ جو
تحريڪ جو تجمل و تاب . تيز برق ٿيندو

(١٠) بيدار ڪيو هو ماضي . زماني کي شاعرن
موجود حال قبل الا . لاخطر لاشڪ ٿيندو

(١١) تعمير آزادي ڪجي . پنهنجي خون لحم سان
غمدل هي بي ريا . انتخاب ملڪ ٿيندو

# پاڳو اٺون

## باب اٺيهون سحرفي

## التجا در حضور مرشد پاڪ قلندر شاه جيلاني قادري سروري

ديدان تو ڏي دلدار. ايڏا نهين اٿن. آر. تنهنجون طلبگار
وٿ نه وڃهن وار . سگهو مل سردار.

الف:- الفئون اڪيران . برهين بحيران . بيحد بي نظيران
توڙي تدبيران . هلن ڪين هزار.

اب:- بي بات اها . وائي وات اها . ڏينهان رات اها
تن من تات اها . لونءِ لونءِ منجهه لغار.

ت:- تي تڪيو توڪل. پرين تنهنجو پلپل . آخر ۽ اول
وسيلو آن ول ول . آهيان تو آڌار.

ث:- ثي ثنا ساراهه . واحد تنهنجي واهه . سڪڙي اندر ساهه
پرين مچ آتڙ ماهه . ساعت ساعت سار.

ج:- جيمءُ ن جدائي . وڃ نه وداعي . بي نه واهه ڪائي
سهڻل سدائي . پيرِ مغان پگدار.

ح:- حي حال حاضر. سڀئين تو ناظر. باطن ۽ ظاهر
سارو سراسر . معلوم اٿيئي مٺار.

خ:- خي خوب آرام. ناهي صبح شام. نيٺين ننڊ حرام
دردن جي ڏمرةُ ام . هيوسيءَ جا بار.

(د):- دال دل ماندي. هردم هيڪاندي. ورهئون نه واندي
بردي هان باندي . ساري سپ جمار.

ذ:- ذال ذڪر زاري. تنهنجوا سم باري . اندر قلب جاري
اثر بي اختياري . تنهنجي تار تنوار.

ر:- ري رمز وارا. پرين آءُ پيارا. دل تي دبارا.
اڏ تون اوطارا . وهلو ورولهار.

ز:- زي زيب زينت، حسن و حسينت . عجب ناز نعمت
غمزا غنيمت . پرين تنهنجا پار.

س:- سينئون سنپاري. سچڻ ساهه ساري. دم نه وساري
پيئي هان پناهي . نماڻي نلڪار.

ش:- شينءُن شرف شان. اعليٰ منصب مان. سلطانا سلطان
داتا دُرديوان . ڪلي تو اختيار.

ص۔ صاد صادق اليقين. منهنجو مذهب ڏين. تون آن محض مبين

توڙ ڏئن هي تلقين. ازلي اٿم اقرار.

ض۔ ضاد ضامن ضرور. هادي هِت هُت حضور. منهنجو آهين منظور

دل تان ناهي دور. پل پل تنهنجي پچار.

ط۔ طوي طلب تاڪون. جڙ لڳي جا ڪون. ازل ڏينهن لاڪون

توڙ ڏون تڏهاڪون. توسان پيچ پيار.

ظ۔ ظوي ظاهر بطون. تنهنجو بره بيچون. گوناگوني گون

مون به آهيان مفتون. پسڻ لئي پيزار.

ع۔ عين عشق آيو. مون سرتي سهايو. نيڻن سان نڀايو

مون ناتو نيايو. ننگ سٿي نروار.

غ۔ غين غمزيباز. تون آن نسور و ناز. شاهه حسن شهباز

پرتئون ڪري پرواز. شوريل ڪانڻ شڪار.

ف۔ في فراق فرق. آهيان غم ۾ غرق. توريءَ هيو ترڪ

ناهي مشتاق مرڪ. دلبر توهان ڏار.

ق۔ قاف قرب قديم. اعليٰ تنهنجو عظيم. قائم قول مقيم

تحدل سان تسليم. اُهي اٿم اعتبار.

ڪ۔ ڪاف ڪڏهن ايندين. وٺي نال نيندين. چپرن چڏ پيندين

اوري شل اڏيندين. پڪا پنهل يار.

ل۔ لام ليا قسمند. دلربا دلبند. پرت سان پيوند

آهيان آساوند. درشن لئي ديدار.

م۔ ميم مٺو محبوب. منهنجو آهين مطلوب مخلص الخاصان خوب

مون پي آهيان مغلوب. غالب تون غمخوار.

ن۔ نون نوري آهين ننگي. ميانڻ دل ڊنگي. سنگين ڪان نه سنگي

جهِڙئي ڪونه جنگي. پيهر مان پلهار.

و۔ واءُ ويڙهي منهنجي وس. هادي هردم هس. ڏي نه ڏورانهون ڏس

آهي دم عبث. سَوَلي ڪج ستار.

هه۔ هي هيڻو اٿم حال. جيئڻ سڀ جنجال. گهوريان مڏيون سرمال

سانول هڪ سوال. ساجن لهه سنڀار.

۱۵. لام لميزلي، والي ملڪ ولي. مظهر سرجلي
آدر ڪتي يا علي . ڏل ڏل حبا هسوار

۱۶. الف آءُ آسي، آهيان اُه اسي. پسڻ ڪاڻ پياسي
سڪايل سناسي . محب متا منتار

۱۷. يي ياري اتم ياد. ناهيان عشق عُون آزاد. عاشق تي امداد
غمدل ڪجو شاد . قلندر قربدار

# سه حرفي

## روپ سسئي پُنهل

## مطلوب جي طالب کي تلقين

### الف

۱- الف الستون ازلون آهي- سسئي کون تانگھ پُنهل دي
وچ صندوق دي لُڙهدي- آئي نال رمُوز دي رلدي
بندر شهر ڀنڀور آ تي- ڪتر گيئي تاک طفل دي
غمدل عشق آغاز دي ڪيتي- دست ڌوبي دي ملدي

### ب

۲ بي بخت سسئي دي ويکو- يارو ڪتون چلي ڪت آندي
لاکون روز ازل اپني- محبوب دي کيتي ماندي
آندي عشق ڀنڀور شهر- ڪه سوداگر سولاندي
غمدل حُسن غرُور دي ويلي- برھ ڪيتي چاباندي

## ت

٣- تي تابان تي شان حُسن ـ سُڻ كيچ كنون تيار اهي
مُلك وطن مكران كُون سَٽ ـ برباد كيتُس بادشاهي
نال كمال قصر دي تِيڙا سَسِئي نال صلاحي
غمدل عشق پُنهل كُون ڏِتڙي ـ ويل نه كٽ ويساهي

## ث

٤- ثي ثقيل اُٿا سر بنيا ـ دَرد وِي دي بَسر دا
عشق دا شان بُلند كرينا ـ عقل فريب تئون فِتنر دا
سَسِئي نال بنا كر بازي ـ سودا لا كي سِر دا
غمدل هك دي خاطر تيا ـ خادم پنپور شهر دا

## ج

٥- جيم جَهان جمل دي اندر ـ جوڙا سَسِئي پُنهل دا
نال اُنهان دي عشق تماشا ـ لايا هجر وصل دا
كوئي كيچ تي كوئي پنپور وسي ـ پيا فرق فراق ازل دا
غمدل نينهن دي نهين نهايت ـ هئي دستور اصل دا

## ح

٦- حي حال كنون بيحال بڻي ـ كنهن كُون حال سُڻاوي
بار برلا دا بار ي ڏاڍا ـ سر تي بوجه سهاوي
مِٺي طعني سِينگيان دي سُڻ ـ جَهل كر جهولي پاوي
غمدل پيش پهاڙان پنڌ تڙي ـ قُربئون قدم اُٺاوي

## خ

٧- خي خالي بستر سيج پَلنگ ـ جڏان كول پُنهون نا پَسدي
هئي هئي هُل هنگامي كر دي ـ ڏيك محل بَئي مُسدي
شور شهر پنپور دي اندر ـ بي تابي بيوَس دي
غمدل سر گهر گهول كران ـ رند راه پُنهون دي رسدي

د

۸- دال دلین دي میل میلي۔ هن لگڙي باد خزاني
ڏیران ڏمر فریب چاکیتا۔ بیکس ٿي بیگاني
صبح سویلي ڏکڙي ڏتا۔ سیج پلنگ ویراني
غمدل چاکر پیر پنهل دا۔ رل پئي راه رباني

ذ

۹- ذال ذکراذکار صنم گیٔي۔ پتر هدي روندي جاندي
پیرین پیادي ٿئي شهزادي۔ واقف نهین ڏکاندي
مونجهان ماري سولان ساڙي۔ درد کیتي درماندي
غمدل ملک بدل کر چل پئي۔ کیچ داپند پچاندي

ر

۱۰- ري رهبر عشق پنهل دا ساٿي۔ سونهان کیچ وطن دا
همرکاب رفیق ٿي هلدا۔ محرم راز معن دا
جوڙ گیڌم تک توڙ تائین۔ لاگت لاگ لگن دا
غمدل لنگهه لتاڙ تون۔ نیند اینهن نحن دا

ز

۱۱- زي زور آور ذات جتان دي۔ زور زبردي عادي
ڏي ڏهاڳ سجاڳ کیتوني۔ بینگ پنیور دي وادي
نال نماڻي نسبت اها۔ لاعنر مني منڊلا دي
غمدل غلام قدیم کنون۔ او بیپرواه بنیادي

س

۱۲- سین سر اسر سودا کیتا۔ سسئي پنهون سموهان
روز میثاق محبت والي۔ رمز رلائي روحان
کیچ پنیور دا سانگ بڻیا۔ ڏک سک پائي ڏونهان
غمدل کاف کشالا قربتون۔ سورستم ڏیا سونهان

